# سونهن، عشق ۽ سنسار

چونڊ ڏيهي ۽ پرڏيهي مضمونن جو سنڌي روپ

## انعام شيخ



# سونهن عشق ۽ سنسار

چوند ڏيهي ۽ پرڏيهي مضمونن جو سنڌي روپ

سنڌيڪار ۽ سهيڙيندڙ:
انعام شيخ

نئون نياپو
Sindh Publishing House Karachi

**سونھن عشق ۽ سنسار**
(چونڊ ڏيھي ۽ پرڏيھي مضمونن جو سنڌي روپ)
سنڌيڪار ۽ سھيڙيندڙ: انعام شيخ
ڇاپو پھريون: فيبروري 1998ع
تعداد: ھڪ ھزار
ڪمپوزنگ: آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌ پبلشنگ ھائوس
A-35 نيشنل آٽو پلازه، مارسٽن روڊ ڪراچي-74400
فون: 7736738

**مُلھ:** 120 **روپيا**

---

**'Soonh, Ishq ain Sansar'**
(Beauty Love and the Globe)
Collection of Selected articles and Essays
translated in Sindhi.
Compiled and Translated by: Inaam Shaikh
Printed at: Azad Communications Karachi.
Published by: Sindh Publishing House, Karachi.
Price: Rs.120

# ارپنا

انتهائي خلوص ۽ پاٻوهه منجهان
**سائين علي احمد بروهي**
**تاجل 'بيوس'**
۽
**هدايت بلوچ**
جهڙن منهنجي دوستن جي نالي۔
جن ڪراچيءَ سنڌي
تيز ڊوڙندڙ وستيءَ ۾
مون کي ڏيرج ۽ سڪون سان
نه رهڻ ڏنو
پر پنهنجن مهربان روين سان
سدائين سنڌ ۾۔جهلو رهيا.

نفرتوں کے تیر کھا کر دوستوں کے شہر میں
ہم نے کِس کِس کو پکارا، یہ کہانی پھر سہی!

# سِٽاءُ

ڏيهي مضمون



ولیرام ولڀ ……… پڙهڻ ڪانيوءِ

# پبلشر جو نوٽ

سنڌ پبلشنگ هائوس جو ڪتاب نمبر نائون اوهان جي هٿن ۾ آهي. ادارو پنهنجي انداز ۾ ڪڏهن ترت ته ڪڏهن دير؛ مڙوئي ڪانه ڪا سوڪڙي ساڻ ڪري سونهن ۽ ڏاهپ جي هن ڏکهي پنڌ تي ساٿ هلڻ جا جتن پيو ڪندو اچي.

اڃان نوان آهيون، ڪوڙ ساتريون سٽرايون نيٽن ڪان اوجهل هونديون، ممڪن آ. پر اهو ته ڪو اسان ڪنهن طرح جي ڪاهلي يا سهل پسنديءَ ڪان ڪم ونڌ وارن مان آهيون: ائين هرگز به ناهي.

انعام شيخ پنهنجن گڏريل ٻنهي ڪتابن جي حوالي سان هڪ اهڙو خوش نصيب ليکڪ طور اڳيان آيو آهي؛ جنهن جي هر ڪتاب جو پهريون ڇاپو فقط ٽن ڪان ڇئن مهينن اندر ئي ختم ٿي ويو ۽ هر ڪتاب جو ٻيو ڇاپو پڌرو ٿي چڪو آهي.

هاڻي هي سندس ٽيون ڪتاب ”سونهن، عشق ۽ سنسار“ پڻ اوهان جي نيٽن ڪي ننڍڪون آڇڻ ڪاڻ ميدان ۾ پهچي چڪو آهي.

پهريان ٻئي ڪتاب اوهان جي دل جي شيلفن ۾ محفوظ ٿي چڪا آهن.

۽ هي ڪتاب به ضرور اوهان کي پرڪشش لڳندو.

پر هڪ گذارش!

ڪتاب پڙهي، پوءِ ڪتاب جي مواد جي اهميت افاديت ۽ ڇپائي جي باري ۾ پنهنجي راءِ کان آگاهه ڪندا.

جيئن اوهان جي ڏنل صلاحن جي سوجهري ۾ هن ننڍڙي قافلي کي وشالتا جي لهر سان هڪ ڪري سگهون.

**ـ انعام عباسي**

# بـ اکر

انگلنڊ جي جڳ مشهور شاعر ۽ مُفڪر چارلس لئمب هڪ هنڌ چيو آهي :
”مضمونن کي مهاڳ نہ گهرجن، جو تہ مضمون پنهنجي جوهر ۾ پاڻ ئي مهاڳ آهن! ۽ مهاڳ بہ ڇا آهي؟... دراصل اُها پڙهندڙ سان ڳالهہ ٻولهہ آهي... ۽ مضمون بہ اهوئي ڪُجهہ تہ ڪن ٿا.“

ساڳئي نموني مضمون لکڻ واري صنف تي سيني کان آڳاٽو ۽ بُنيادي ڪم ڪندڙ فرانسي دانشور ۽ صنف جي باني‌ڪار مائيڪل دي مانٽين (Montaigne) [جنهن جون ابتدائي تخليقون 1580ع ڌاري مجموعن جي صورت ۾ پڌريون ٿيون.] تنهن پڻ هن موضوع تي تفصيل سان خيال آرائي ڪئي آهي. سندس ذاتي تاثرن ۽ ويچارن جي روپ ۾ شايع ٿيل مضمون، جن کي هُن Es-sais جو نالو ڏنو، جيڪي بعد ۾ Essays سڏجڻ ۾ آيا. تن ۾ بہ مانٽين چيو هُئو تہ: ’آئون غلطي ڪري رهيو هُوندس، جيڪڏهن چوان تہ ڪوڙ سارا ماڻهو آهن، جيڪي ڪاميابيءَ سان پنهنجن پڙهندڙن کي پنهنجا ويچار ڀرپور ۽ سگهاري نموني آڇي سگهن ٿا... يا شايد ڪو اهڙو ليکڪ بہ ملي، جيڪو سٺي يا خراب- پر مقدار ۾ جهجهي مواد کي، نهايت مختصر لفظن ۾ آڇيندو هُجي.‘

مضمون جي انهيءَ صنف جڏهن ترقيءَ جون منزلون طئہ ڪيون، تہ اُن جي وضاحت يا تعريف ۾ بہ مختلف تبديليون ايندي‌يون ويون. يورپ جي ڏاهن انهيءَ سلسلي ۾ ڪيترائي رايا جوڙيا ۽ نيون ترڪيبون ڳولي لڌيون. هن ڏس ۾ انگلنڊ جي ئي ٻئي فيلسوف ۽ اديب سرفرانسس بئڪن پڻ خوب نالو ڪڍيو. خاص ڪري انگريزيءَ جي اساسي لکڻين ۾ سندس مضمونن جو چڱو چوکو اثر آهي. سر بئڪن بہ هن موضوع بابت لکندي ڏسيو هُئو: ”هائي آئون مضمون لکندو آهيان، جو جو مُنهنجين ٻين لکڻين جي ڀيٽ ۾، مُنهنجا مضمون وڌيڪ چاهہ سان پڙهيا وڃن ٿا. انهيءَ لاءِ جو اُهي پڙهندڙن کي روزاني زندگيءَ ۽ رواجي ڪرت- ڪار پٽاندر هُجڻ ڪري دل جي قريب محسوس ٿين ٿا.“

اظهار ۾ سولاڻ ۽ گهرائي- جيڪا هن صنف جو جوهر آهي، تنهن دُنيا

جي سوين غيرمعمولي ذهن کي مُتاثر ڪيو آهي. چاڪاڻ جو انهيءَ جي تصنيف دوران ٽڙ ٽمڻي تاثر ڏيڻ ۽ اُن تاثر کي بهتر تائين مناسب طريقي سان منتقل ڪرڻ جي خوبي پڻ وڏي انداز ۾ موجود آهي. اهوئي سبب آهي جو مٿين عظيم سوچيندڙن جي پوئواري ڪنديءَ، جڳ پڌرو سائنسدان ۽ عالم ٿامس ايڊيسن پڻ چئي ويٺو: ”جڏهن مون کي ڪنهن اَڻ ڇُهيل موضوع تي لکڻو هوندو آهي، ته پوءِ آئون پنهنجا ويچار سنوان سڌا صاف لکڻ شروع ڪندو آهيان. جن منجهه ڪا خاص طئہ ٿيل ترتيب يا طريقو لاڳو ٿيل ڪونه هوندو آهي. دراصل مضمون لکڻ مهل تحقيقي ۽ تفصيلي لکڻين وارا ور وڪڙ ۽ ڦندڦير برداشت ڪونه ٿا ڪرڻ پون.“

ظاهر آهي ته جڏهن مضمون نويسيءَ ۾ اينتري ڪشش آهي، تڏهن ئي ته دُنيا منجهه سنجيده ۽ شفاف خيالن جي اُپٽار ممڪن ٿي سگهي آهي. خيالن جي تبديليءَ ۽ ترقيءَ واري عمل دوران جديد علمن جي دائري ۾ مضمون نويسيءَ ساراهڻ جوڳا انقلاب آڻي ڇڏيا. جنهن ڪان پوءِ ئي سوچ جي سفر جي پيشقدمي مُمڪن ٿي سگهي. ۽ اڄ اها صورتحال آهي جو مضمون جي گرفت ۾، ٻيون ڪيتريون ئي صنفون ٻه اچي وڃن ٿيون. انهيءَ پهلوءَ ڏانهن ڌيان ڏيندي مشهور دانشور پروفيسر هُڊسن پنهنجي اهم ڪتاب Great Essays منجهه چيو: ”مضمون جي هڪ خوبي اها ٻه آهي ته ان کي شاعريءَ، ڪهاڻيءَ، ناول ۽ ناٽڪ کان سواءِ، ٻيءَ هر لکڻيءَ تي لاڳو ڪري ٿو سگهجي.“

پر اهو معلوم ڪندي توهان کي شايد حيرت ٿئي ته ڪيترائي ڊگها نظم پڻ مضمون جي اثر کان پالها نه ٿي سگهيا آهن. انهيءَ کانسواءِ ڪي وڏا فيلسوفياڻا ڪتاب ٻه ڊگهن مضمونن جي شڪل ۾ تسليم ڪيا ويا آهن. مثال طور مئڪالي (Macaulay) جا ٽي جلد يا ڪارلائل (Carlyl) جا سوَ سوَ صُفحن جا واعظ يعني تحقيقي مقالا ۽ مونوگراف وغيره ٻه مضمون ڪري ليکيا ويا آهن.

پوءِ ٻه عام طور تي مضمون هڪ ٻه هڪ کان ونئي ويهن ٽيهن صفحن جي خاص ڍنگ ۾ لکيل ڪنهن تحرير کي مڃيو وڃي ٿو. دلچسپ ڳالهه ته اها آهي ته تحرير پيلي ته ڪنهن ٻه موضوع تي هجي، پر اُها نهايت غيررسمي، نجي نوع جي ۽ بناوٽ ٺاهه ٺوهه کان بالڪل پاڪ هجي. هونئن ٻه اهو سمجهڻ کپي ته علم جو دائرو اينتري ته تيزيءَ ۽ تک سان ڦهلجي رهيو آهي، روز بروز ايڏا ته نوان نوان موضوع سرجي رهيا آهن. (بلڪ پراڻن موضوعن کي نئين سوچ ۽ روشنيءَ سان ڏٺو پيو وڃي) جو اهو دائرو مسلسل ڦهلاءَ ۾ آهي. انهيءَ ڪري مختلف موضوعن جي جامع ۽ مختصر روپ کيءَ رڳو مضمون ئي پورو ڪري ٿو سگهي. يعني اهو سوچڻ جي دعوت ته ضرور ڏئيءَ پر منجهس هرويرو جي گنڀيرتا ٻه نه هجي. ٿورن لفظن ۾ ته اهو فيلسوفيءَ جي حد کي ته برابر ڇهي.

پر مڪمل طرح سان منظم ۽ پابندين هيٺ نہ رهي. منجهس خيالن جا سپاويڪ روپ بہ هجن، پر اهي هڪ طرح سان هم آهنگ بہ هجن. ايئن بہ نہ هجي تہ جنهن موضوع بابت لکيل هجي، اُن جي بنيادي خيال کان ئي ڏور ٿي وڃي. ايتريقدر جو پڙهندڙ پنهنجي سهمتي بہ ظاهر ڪري، پر ايئن محسوس نہ ٿئي تہ ليکڪ کيس ڪا ڳالهہ زوريءَ مڃائي رهيو آهي.

ساڳي طرح مضمون نويس ڪٿي ڪير بہ هجي، پر اهو طئہ آهي تہ اهو اسان پڙهندڙن جي دوست ۽ صلاحڪار جو تاثر ڏئي. انهيءَ سان گڏوگڏ هُو لفظن، ذات ۽ ڏانوَ ۾ بہ هڪ ڪلاڪار جي ڏک ڏئي. مشهور ناول نويس ورجينيا وولف چوائي: ”مضمون لکڻ لاءِ پهريون شرط آهي تہ لکندڙ کي دُرست ۽ مُناسب طريقي سان لکڻ جو ڏانءُ ايندو هُجي.“ شايد اهوئي ڪارڻ آهي جو شاعريءَ وانگر مضمون جو ترجمو ڪيڏو بہ شاندار ڇو نہ هُجي، پر اُهو اصل مواد سان انصاف نٿو ڪري سگهي.

پر انهيءَ مان اهو مطلب نہ ورتو وڃي تہ اسان کي مورڳو مضمون ترجمو ئي نہ ڪرڻ کپي. بلڪ اها گُذارش ڪرڻ جو بُنيادي مقصد هي آهي تہ مضمون کي ترجمي ڪرڻ جو ڪم نهايت اوکو آهي- ۽ اهو ڪم هر ڪنهن جي وس جي ڳالهہ بہ ڪونهي. ڇاڪاڻ جو تحرير جو هيءُ قسم گونا گون انفراديت رکي ٿو. ڪي مضمون دائمي حيثيت ٿا رکن تہ ڪي نيم دائمي ۽ ڪي تہ فقط عارضي حال پٽاندر هُجن ٿا، جنهنڪري ٿورڙي وقت کان پوءِ مُدي خارج ٿي وڃن ٿا.

اسين سوانحي خاڪن، ڪتابي تبصرن يا واقعاتي ٽيڪا ٽپڻيءَ جي صورت ۾ سياست، مذهب، صحت ۽ يادگيريءَ سميت ڪنهن بہ شئي بابت اخبارن ۽ رسالن ۾ لکون ٿا، يا ريڊيو ۽ ٽي ويءَ تي پڙهون ٿا/ ڏسون ٿا، سا آخرڪار مضمون جي دائري ۾ شُمار ٿئي ٿي. اسان وٽ سنڌ ۾ اهڙيون اهڙين تحريرن کي عام طور تي ’ڪالم‘ چيو ٿو وڃي ۽ انهن کي سهيڙي هڪ ڪتاب ۾ ڇپرائڻ کي ’ڪالمن جي مجموعي‘ طور سڏيو ٿو وڃي- پر اصل ۾ اهي سڀ مضمون آهن. حقيقت بہ اها آهي تہ انهن لاءِ اسان کي ’مضمون‘ جو لفظ ڪم آڻڻ کپي. ’ڪالم‘ تہ دراصل هڪ فني اصطلاح آهي، جيڪو ڪنهن خاص قسم جي مضمون کي منفرد ڪري سمجهائڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. انهيءَ ۾ خصوصيت رڳو هيءَ آهي، تہ اهو هر روز، هفتيوار يا ماهوار باقاعدگيءَ ۽ پابنديءَ سان لکيو ويندو آهي.

مضمون جي اها بہ وڏي خوبي آهي تہ اهو پڙهندڙ کي ڇيڙي (Provoke) ڪري ٿو، تہ جيئن اهو بہ ان جي ردعمل ۾ پنهنجا ويچار ڏئي، ۽ پنهنجن تاثرن کي ظاهر ڪري. جن ۾ هو سهمت نہ هجڻ، متاثر ٿيڻ يا اُن ۾ اضافي ڪرڻ

جي خواهش ڏيکاري.

اها ڳالھ بہ بُڌائڻ ھرويرو لازمي ڪانھي تہ مضمون نويس جنھن ڪيتر ۾ لکي ٿو، تنھن ڪيتر جو ڪيس وشال تجربو ھئڻ لازمي آھي. پوءِ اھو تجربو اپياس ذريعي شامل ڪيو ھُجيس يا مُشاھدي جي معرفت. يا مورڳو ئي ذاتي طور تي ڪنھن خاص عمل منجھان گُذريو ھُجي. اُھا بي ڳالھ آھي تہ اجڪلھ بُنيادي ضرورتون پوريون ڪرڻ بنان بہ ھر ڪو مضمون (ڪالم) لکڻ لاءِ آتو آھي. پروفيسر 'ھوسٽن پريسٽن' چوائي: ''ويھين صديءَ ۾ انگريزي پوليءَ ۾ ايترا تہ مضمون نويس پيدا ٿيا آھن، جو سندن گھٽائيءَ جو احساس ئي ناھي رھيو. درحقيقت انگريزي زُبان ۽ اُن جي پڙھندڙن کي گھرج کان وڌيڪ مضمون نويس مُھيا ٿي پيا آھن.'' اھي سٽون پڙھي آئون سوچيان ٿو تہ اھا ڳالھ ڪٿي اسان وٽ بہ تہ لاڳو ڪانہ ٿي ٿئي!

پر ايئن ڪونھي. اسان منجھان جن کي باقائدگيءَ سان مضمون لکڻ کپن، سي لکڻ کان پڙ ڪڍيو بيٺا آھن. ايتريقدر جو جنھن فنڪشن يا مجلس ۾ خاص طور تي خطاب ڪرڻو ھوندو اٿن سو بہ لکي ڪونہ ٿا اچن. نتيجي ۾ عام ڳالھيون ڪري ورجاءَ جو شڪار ٿي وڃي ٿا مٿي چڙھن. انھيءَ ڪري سنڌ جا اعليٰ دماغ جيڪڏھن لکڻ جو ڪم مورڳو ئي ڇڏي ڏيندا، تہ سيڪڙات اچي سندن جاءِ والاريندا. نتيجي ۾ گھٽائي معياري مضمونن جي نہ ملي سگھي، تہ پوءِ ڏوھ انھن سيڪڙاتن جو ھرگز نہ، پر اُنھن سينيئر ۽ تجربيڪار ليکڪن جو آھي، جن کي اصولي طور تي لکڻ کپي، پر ھو لکن ڪونہ ٿا.

ھن ڪتاب ۾ انعام شيخ جي خاص ڳالھ اھا آھي تہ ھُن پنھنجا مضمون ڏيڻ بدران، ٻين جا مضمون ترجمو ڪري ڏنا آھن. جڏھن تہ ھُو پاڻ بہ ججھي تعداد ۾ اخبارن ۽ رسالن لاءِ لکندو رھيو آھي. شايد انھيءَ ڪري جو خاص معيار قائم ڪرڻ لاءِ ھُن سُٺن مضمونن جو ترجمو ڪرڻ بہ طبع- زاد تخليق جيترو اھم سمجھيو آھي. ڪتاب ۾ موجود مواد تي نظر وجھو ۽ پوءِ ڏسو تہ ھُن ڪيئن نہ الڳ ٿلڳ موضوع چونڊيا، پڙھندڙن کي ھڪ ئي ھنڌ علم جو وسيع اسپيڪٽرم (Spectrum) مُھيا ڪري ڏنو آھي. فھرست تي ھڪ نظر وجھڻ سان ڪتاب جا مُنفرد ۽ جُدا جُدا موضوع، پڙھندڙ منجھ پھرينءَ سٽ ۾ دلچسپي پيدا ڪري ڪيس مُڪمل ڪتابن پڙھڻ لاءِ اُتساھين ٿا.

'سونھن'، 'عشق' ۽ 'اجوڪي دور جي عورت' سان لاڳاپيل، برک آمريڪي دانشور ول ڊيورانٽ جي ترجمو ڪيل مضمونن تي نظر وجھو. اوھان کي نہ رڳو موضوع جي حساب سان گھري ڄاڻ ۽ وسيع خيالن سان واقفيت ٿيندي، پر ترجمي جي خيال کان پڻ طبعيت تي وڻندڙ تاثر پوندو. ساڳئي طريقي جو احساس اوھان کي مارڪسي فڪر، اسٽالن ۽ 'نئين عالمي نظام' وارن موضوعن سان لاڳاپيل تحريرن ۾ نظرايندو. وري شخصيتن تي ڏنل ترجمن

۾ الجزائر جي 'بومدين' ۽ ڏکڻ آفريقا جي 'جوسلوو' جهڙن تفصيلي ۽ دوستووسڪي ۽ اُم ڪلثوم سان لاڳاپيل مُختصر مضمون ۾، اوهان کي تاثر جي شدت ۾ ڪو به فرق محسوس نہ ٿيندو.

روسي پادريءَ جي عظيم انقلابي ڪردار، توڙي، 'مائوز ٽرئپ' ۾ پڻ هُن، چوندہ، ترجمي ۽ ترتيب جي تموزتيءَ کي جنهن نموني ڪاميابيءَ سان برقرار رکيو آهي، تنهن کي پڙهنديَ ڪيس واداَيون ڏيڻ تي دل ٿي چوي. سچ پچ تہ هُن هڪ لحاظ کان ترجمي جي صنف ڏانهن بيهد توجہ ڏيارڻ لاءِ خود مُنهنجي ذهن اندر هڪ هورا ڪورا کي جنم ڏيڻ ۾ سوڀ حاصل ڪئي آهي.

ٻئي حصي ۾ اسان جن علائقن ۽ شخصيتن سان لاڳاپيل تحريرون پڻ ڪنهن بہ لحاظ کان نظرانداز ڪرڻ ۽ غير سنجيدگيءَ سان ونڻ لائق هرگز ناهن. اوپر جي صوفين جي مختصر سوانح، شاهہ صاحب جي فڪر تي عالمي مُطالعي جي پس منظر ۾ لاڙڪ صاحب جي تحرير کي ترجمي جو روپ ڏيندي، هُن جڻ تہ هڪ واٽ (Cause) سان پنهنجيءَ لاڳاپي کي پڌرو ڪيو آهي.

اهڙي ئي مقصديت بلوچن بابت گُل خان نصير جي تحرير ۽ باچا خان جي پناڻ موقعي پرستيءَ تان ڪنيل پردي، حيدرآباد دکن جي والي نواب عُثمان جي اصل پرڪارن، نواز شريف طرفان سرانجام ڏنل 'ڪارنامن' ۽ پنّي ۽ سندس ڏيءَ جي ڪيفيتن کي بيان ڪندي نظر ايندي. هنن مختصر ڳالهين ۾ اوهان کي بلوچن، پناڻن، پناهگيرن، پنجابين ۽ سنڌين جي نفسياتي روين جي بہ مختصر پر اثرائتي جهلڪ ملي سگهي ٿي. اوهان کي آسانيءَ سان محسوس ٿي سگهندو، تہ پاڪستان ۾ رهندڙ انهن مڙني ماڻهن جي طبعيتن ۾ اوليتون ڪهڙين ڳالهين کي مليل آهن. بينظير ڀٽو کي هڪ پائلٽ طرفان مليل جواب پڙهو ۽ پوءِ عام سنڌي ماڻهوءَ جي سوچ جو پاڻ اندازو لڳايو! ٻئي طرف اي. ڪي. بروهيءَ، هيڪٽر بولائٿو ۽ ايجنسين تي ترجمو ڪيل مضمون بہ چاڻ ۽ اصليت جو تاثر ڏيڻ ۾ بالڪل ڪامياب ٿا نظر اچن.

اهي مڙئي تخليقي انداز ۾ ڪيل ترجما پڙهي ۽ سندن چيڙهي ٻوليءَ، تسلسل ۽ تاثرن کي محسوس ڪندي، مان سمجهان ٿو تہ انعام شيخ هڪ ڪامياب، بامقصد ۽ نواڻ پسند مُترجم جي حيثيت ۾ پنهنجي سُڃاڻپ ڪرائي چُڪو آهي.

مان اهو چوندي بہ وڏاءُ محسوس ٿو ڪريان، تہ هي سنڌيءَ جي روپ ۾ ڏنل مضمون علم ۽ ڄاڻ حاصل ڪرڻ جو هڪ 'شارٽ ڪٽ' آهن. ڇو تہ ڪنهن بہ موضوع تي جامع معلومات لاءِ هڪ تہ سولائيءَ سان ڪتاب جو مُهيا هُجڻ ضروري آهي، اُن کان پوءِ اُن ڪتاب سان سخت قسم جي سلهاڙپ يا واڳنا ٿي گُهرجي. عام طور تي ايئن ٿيڻ آسان ڪونهي.... گهٽ ۾ گهٽ سنڌي ٻوليءَ ۾ تہ في الحال ٿيو ئي ڪونهي. درحقيقت هنن مضمونن ذريعي اسين وسيع ڪئنواس تي ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي شروعات ڪري سگهون ٿا. هونئن بہ آئون تہ مضمونن کي غيررسمي پڙهائيءَ ۽ تعليم جو پهريون درجو،

ڏاکو، جماعت يا وڏيڪ سولن لفظن ۾ 'باراٽو ڪلاس' ٿو سمجهان. ڇو ته علم جي وسعت کي نظر ۾ رکندي مضمون جي اهميت اجا به وڌيو وڃي. هتي اها به ڳالهه اهم آهي ته انعام جا ترجمو ڪيل مضمون ذهن تي بنان بار وجهڻ جي، تفريحي انداز ۾ معلومات فراهم ڪندي، تخليق جي بنيادي ڪارج ۾ سڦلتا ماڻي وڃن ٿا.

چڱي مضمون جي وڏي ۾ وڏي خوبي اها آهي ته ان سان نه رڳو سماج کي سڻائتي انداز ۾ سمجهڻ ۾ مدد ملي ٿي، پر پڙهندڙ کي پنهنجي ذهني لاڙي ۽ قد ڪاٺ جو به اندازو ٿئي ٿو. هن کي پنهنجي دلچسپيءَ بابت به پروڙ ملي ٿي- ته هُو علم جي ڪهڙي شاخ ۾ لاشعوري طور تي دلچسپي رکي ٿو. انهيءَ تسلسل ۾ هي مضمون دراصل اهڙا 'عجيب انڪشاف' به آهن، جيڪي ڪيترن پڙهندڙن آڏو پهريون گهمرو ٿيڻ لڳن ٿا.

ان حوالي سان انعام شيخ جا چونڊيل موضوع ڏسو/ پڙهو، پوءِ اوهان پاڻ ئي مڃي وٺندا ته ڪيترائي اهڙا موضوع آهن، جيڪي توهان زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو پڙهيا/ ٻڌا آهن، يا مختصر پر جامع معلومات حاصل ٿي اَٿو. اهائي خوبي آهي، جنهن کي ڏسندي چئي سگهجي ٿو، ته مختلف پهلوئن کان انعام جي چونڊ ۽ محنت، پڙهندڙ سان نياءُ ڪري منجهس اُتساهه ۽ چاهه پيدا ڪيو آهي.

آئون نه رڳو اهڙن ڪتابن جي سيني پڙهندڙن کي سُفارش ٿو ڪريان، پر اها آس به رکان ٿو ته انعام شيخ جي هيءَ محنت ٻين منجهه به دُنيا جي بهترين تحريرن کي سنڌيءَ ۾ منتقل ڪرڻ جي تڙپ سرجيندي. بلڪ امڪان اهي به آهن ته هنن مضمونن جو معيار ڪُجهه پڙهندڙن کي اهڙائي مضمون سنڌيءَ ۾ لکڻ تي مجبور ڪري وجهي.

جيئن آئون ابتدا ۾ عرض ڪري چُڪو آهيان ته چارلس لئمپ چوائي: "مضمونن کي مهاڳ نه گهرجي جو اُهي پاڻ ئي مُهاڳ آهن." مون 'بن اکرن' جي روپ ۾ جيڪو مهاڳُ لکيو آهي، اهو به اصل ۾ مضمون ئي آهي. اها حيرت جي ڳالهه آهي ته انعام شيخ ڪتاب جي ڇپجڻ کان اڳُ ئي، پنهنجي ترجمي جي موهه ذريعي، هڪ ماڻهوءَ کان وضاحتي مضمون لکرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهي. ظاهر آهي ته ڪتاب جي ڇپجي اچڻ کان پوءِ ته مٿس مختلف مضمونن لکڻ جي قطار لڳي ويندي! مان سمجهان ٿو ته اهائي انعام جي وڏي سڦلتا ٿيندي ۽ اهوئي سندس محنتن جو بهتر انعام ٿي سگهندو.

**ظفر حسن سيد**

ڄام شورو
10 جنوري 1998ع

# اچو تہ روشنيءَ جي ڳالھ ڪريون

جيڪو بہ شخص پنھنجيءَ ذات کي ھن ڪائنات جي پسمنظر ۾ ڏسڻ جي سوچ رکي ٿو، سو آخرڪار ڪائنات ۽ اُن سان واسطو رکندڙ مڙني پرتن سان، پنھنجي گھري واسطيداريءَ کان انڪار نٿو ڪري سگھي. انساني سماج، جيڪو پڻ ڪائناتي سرشتي جو اھم ترين پرتُ آھي، تنھن ۾ رھندڙ ھر شخص 'ھڪ سماجي ايڪي' جي حيثيت رکي ٿو. انھيءَ حيثيت جو دُرست تعين نيستائين ناممڪن آھي، جيستائين ڪو بہ شخص انساني سماج منجھ پنھنجن حقن جي حاصلات ۽ فرضن جي ادائگيءَ منجھ توازن کي محسوس نٿو ڪري. شايد تنھنڪري ئي دُنيا جي سڌريل سماجن ۾ ڪنھن بہ فرد جي اصل سماجي حيثيت ۽ انفرادي رُتبي جي ڪٿ، 'حقن ۽ فرضن جي سرانجاميءَ واري مامري' ۾ مُناسب ڪردار ادا ڪرڻ سان طئي ٿئي ٿي.

هن مسئلي کي جيڪڏهن ٿورڙو باريڪ بينيءَ سان جانچبو، تہ پتو پوندو تہ حقن جي انصاف پوري حاصلات بہ تيستائين اَڻ ٿيڻي آهي، جيستائين ڪوبہ 'باشعور سماجي ايڪو' پنهنجن فرضن کي جوڳي نموني سان ادا ڪونہ ٿو ڪري. مثال طور ڪنهن بہ انساني وجود جا بنيادي حق– يعني زندهہ آزاد ۽ سلامتيءَ سان رهڻ جا حق بہ، تيستائين پڪ سان حاصل ٿنا ٿي سگهن، جيستائين ڪوبہ وجود اُنهن جي حاصلات کي يقيني بڻائڻ لاءِ پنهنجي حصي جو ڀرپور ڪردار ادا نٿو ڪري. هتي سوال ٿو پيدا ٿئي تہ انهيءَ سلسلي ۾ اُهي ڪهڙيون ڪسوٽيون يا عمل آهن، جيڪي اسانجي دُرست رهنمائي ڪري سگهن ٿا؟ جيڪڏهن ٿورڙي تڪليف وٺي دُنيا جي تواريخ تي نظر وجهبي، تہ ڪامياب مُعاشرن ۾ اهڙن عملن جي تصوير ڪشي واضح نظر ايندي. بلڪ تواريخي تسلسل ۾ ويچاريندي 1945ع ۾ سان فرانسسڪو ۾ بحث هيٺ آيل 'گڏيل قومن واري انساني حقن جي چارٽر' يا 1948ع ۾ پئرس ۾ 'هيومن رائيٽس ڪميشن' جي قيام تي نظر وجهنداسين، تہ بالڪل واضح انداز ۾ انساني حقن جو مسئلو، لاڳاپيل ذميوارين کي بهتر طريقي سان پوري ڪرڻ واري عمل منجهہ سلهاڙيل محسوس ٿيندو.

معلوم ٿيو تہ انساني سماج جي بقاءِ ڀلائيءَ ۽ بهتريءَ لاءِ لازمي آهي تہ سڀ انسان پنهنجيون ذميواريون محسوس ڪندي اُنهن کي پورو ڪرڻ لاءِ جاکوڙين. انهيءَ پس منظر ۾ جيڪڏهن درجيبنديءَ (Catagorisation) واري نُڪتي کي نظر ۾ رکبو، تہ پروڙ پوندي تہ هڪ سرشتي ۾ رهندڙ مُختلف انسانن جون ذميواريون بہ مُختلف هُجن ٿيون. منجهانئن ڪي حُڪومتي فرض نڀائين ٿا تہ ڪي انصاف جو تقاضائون پوريون ٿا ڪن. ڪي مُلڪي سلامتيءَ لاءِ سپاهہ جي روپ ۾ هُجن ٿا، تہ ڪي معاشيات ۽ ٻين سماجي ضرورتن جو پُورائو ڪن ٿا. پر پوءِ بہ اها ڳالهہ دُنيا جي هر ڪُنڊ ۾ تسليم ٿيل آهي، تہ ڪنهن بہ سماجي سرشتي ۾ سڀني کان اهم ڪردار اُستادن، اديبن، دانشورن، شاعرن، ڏاهن ۽ ليکڪن جو هوندو آهي. ڇاڪاڻ تہ اُهي ماڻهن جي ذهني تربيت ڪندي کين باشعور بڻائي، سماجي ذميواري احسن طريقي سان مُڪمل ڪرڻ لاءِ کين تيار ڪن ٿا. اُهي کين بُري ۽ ڀلي جي وچ ۾ فرق محسوس ڪرائي، هاڪاري رُخن ۾ اڳتي وڌڻ ۽ ناڪاري پاسن کان روڪڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. ڇاڪاڻ تہ انهيءَ تميز اچڻ سان ئي هُو ڪارج ڀريا انسان بڻجي سگهن ٿا. چيو تہ:

"جتي ڪا ڏاهپ جهڙي هدايت ڪانهي، اُتي خلق کي ڏکو اچي ٿو."

(پراڻو عهدنامو– مثل 11_14)

انساني سماج جا اهي عظمت ڀريا شخص، پنهنجي زندگيءَ ۾ تہ راهبر ۽

هادي بڻجي عظمتن جي طرف راهنمائي ڪندا رهن ٿا. پر گُذر ڪان پوءِ به سندن سُوجهيل علم، ڪتابي صورت ۾ دستگيري ڪندو رهي ٿو. انهن ڪتابن تواريخ ۾ اهڙا اهڙا ته مُعجزا ڪري ڏيکاريا آهن. جو انساني عقل چرخ ٿيو وڃي! ايجا به وڌيڪ اها ڳالهه ته ڪتابي صورت ۾ آيل اتهاس جي مهان ماڻهن جو علم ۽ عقل، نه رڳو پنهنجن مُلڪ ۽ مُعاشرن منجهه سُڌارو آڻي ٿو ڇڏي، بلڪ اُهو سڄي عالم ۽ انسان ذات جي لاءِ به راهون نروار ڪندڙ روشني بڻجيو وڃي. يونان جي 'هيرودوٽس' جا تواريخ جي باري ۾ خيال، افلاطون جا 'مڪالما'، جرمنيءَ جي 'ڪانٽ' جي 'خالص عقل تي تنقيد'، مالٿوس جا 'آباديءَ بابت ويچار'، ٽالسٽائي ۽ دوستووسڪيءَ جا شاهڪار ناول ۽ ٿامس ڪارلائل طرفان فرينچ انقلاب جي مليل وچور سميت، بيشمار علم ۽ عقل جا خزانا سرحدن ڪان مٿانهان ٿي، سڄي دُنيا جي مٿان رحمت جا ڪڪر بڻجي وسيا- ۽ نيٺ بي بها خيالن ڪان آگاهي ڏيئي، انساني سوچ کي تبديل ڪرڻ ۾ سوڀارا ٿيا.

هتي غور ضرور ڪيو وڃي ته اهي سڀ اونچا ۽ ارشد خيال، دُنيا جي ڪنهن هڪ ٻوليءَ ۾ درج ٿيل ڪونه هئا. مختلف زبانن ۽ ڀاشائن منجهه موجود انهيءَ بي بها دولت کي، ڪائناتي رُخ ڏيئي سڄي انسان ذات جو ورثو بڻائڻ ۾، جيترو مختلف دؤرن جي مُترجمن جو هٿ آهي، تيترو ٻئي ڪنهن جو به نه! مارٽن لوٿر جهڙين محترم اکين جڏهن بائيبل کي جرمن ٻوليءَ ۾ منتقل ڪيو، ته پوپ شاهيءَ جون ديوارون لرزي ويون. ابن سينا، فارابيءَ، ابن رُشد ۽ الڪُنديءَ جي هٿن، جڏهن يوناني ڏاهپ جي نبض تي هٿ رکيو، ته اُنهن سڄي اوپر کي اندر ۾ اوتي، يورپ آڏو نروار ڪيو. جنهنڪري سموري دنيا جا ڪنڌ سندن احترام منجهه جُهڪندا ويا. پٿاغورث مصر ۾ پهچي، سنڌ ۽ هند جي رياضيدانن ۽ صوفين سان ملي، حسابن جي سختيءَ کي موسيقيءَ جي سُرن ۾ تحليل ڪري، 'آواگون' جو فلسفو سمجهڻ ۾ ڪامياب ٿيو. عربن جي تمدني عروج جي ڪهاڻي 'الف ليلوي داستان' رچربه برٽن هٿان ترجمو ٿيڻ ڪان پوءِ يورپ کي سمجهه ۾ آئي. بنجامن مولائيس، ناظم حڪمت، پابلونرودا، محمود درويش، نجيب محفوظ والٽ وٽمئن ۽ ايزراپائونڊ سميت هزارين اعليٰ تخليقڪار دُنيا جي دلين تائين ترجمي جي ترهي تي چڙهي پهتا. ٻيو ته ڇڏيو، نندي ڪنڌ جا اڳواڻ جيستائين جديد يورپ جي علمي ڪاٽين سان واسطيداريءَ ۾ ڪونه آيا، تيستائين آزاديءَ ۽ آجپي جون ڳالهيون رڳو خواب هُيون.

انهيءَ حوالي سان تواريخ جي جهروڪي مان ڏسندي خبر پوندي، ته علم ۽ عقل جي اها مٿا سٿا ئي درحقيقت قومن/ انسانن منجهه نئون روح ڦوڪي،

ڪين عظمت کان آشنائي ڏياري ٿي. دنيا جي بيمثال تهذيبن، سڪڻ سيکارڻ جي اهڙي ئي جذبي کي برقرار رکندي ڪاميابيءَ جو منزلون طئہ ڪيون.

اڄوڪي سنڌي سوسائٽي جنهن بحراني ڪيفيت ۽ مانار منجهان گُذري پئي، اُن جو سڀ کان سستو ۽ مناسب علاج بہ اهوئي آهي ـ تہ ورجاءَ جي صورت ۾ تخليق ٿيندڙ بئي ۽ ٽئين درجي جي ناليءِ ۾ نهال ادب ۽ علم کي، دنيا جي شاندار علمي ورثن جي 'فوري امداد' پهچائي وڃي. ڏڪن، نيٽ نقل ۽ ساھہ نهوڙيندڙ نراجيت تي پٽل رومانويت جي پاناسار ۾ هٿوراڙيون هڻڻ بدران، اعليٰ درجي واري اصلوڪي (Geniune) مواد جي روح پرور روشنيءَ مان لاڀ پرائجي. اها وقت جي ضرورت آهي تہ سنڌ جا سڀ ساڃاھ وند شخص ۽ مڙئي همدرد ادارا، دنيا جي ڏاهپ کي سنڌ جي دماغ سان جوڙين. جڏهن ايڊورڊ گبون جو 'رومي سلطنت جو زوال' ۽ گوگول جو 'Dead Soul' سنڌي ويس پهري پڌرا ٿيندا، جڏهن ارسطوءَ جي 'Ethics'، دانتي جي 'The Divine Comedy'، ٿامس مور جي 'Utopia'، سر والٽر اسڪاٽ جي 'Ivanohe'، مارڪس جي 'Das Capital' ۽ ٿامس مان جي 'The Magic Mountain' جهڙا سوين املھ مائڪ، سنڌيءَ جي جهول ۾ پوندا، تہ نہ رڳو علم، عقل ۽ ادب جي عالمي معيارن ۽ اُتاهين چوٽين کان آگاهي ٿيندي، بلڪ پرک جي اعليٰ درجي کان واقفيت هُجڻ ڪري، اسان کي پنهنجي لطيف، سچل، بيدل، بيڪس، روحل ۽ ... وغيره جا بہ نوان ۽ انوکا رنگ روپ معلوم ٿيندا.

ظاهر آهي تہ ايڏي وڏي حاصلات لاءِ زندگين جا سودا ۽ ذهن جون قربانيون ڪرڻيون پونديون. ذاتي مُفاد، شخصي آرام ۽ تڪڙي شُهرت تان هٿ ڪڻو پوندو. اينتري قيمت ادا ڪرڻ لاءِ ڪهڙي اُتاهين ۽ اعليٰ جذبي جي ضرورت آهي؟ تنهن جي اسان منجهان هر سنڌيءَ ۽ خاص ڪري شعور رکندڙ دوستن کي پوري پروڙ آهي. شاھ سائين آساني ڪندي نشاندهي ٿو ڪري:

"جا جُوءِ سُئي نہ پُڌي، ڏوٿي سا ڏورين،
پاسا متي پاهٽين، ڪاهوڙي ڪوڙين،
ويا اُت ووڙين، جت نهايت ناھ ڪا."

اُنهيءَ رُخ ۾ هڪ معمولي ڪوشش جي روپ ۾ مُنهنجو هيءُ ٽيون ڪتاب 'سونهن، عشق ۽ سنسار' جي سري سان جڏهن پريس ۾ وڃي رهيو آهي، تڏهن مون وٽ اطمينان ۽ ڏک جا سگهارا تاثر موجود آهن. مطمئن انهيءَ ڪري آهيان جو اڳيان بہ ڪتاب 'سوچ جو سفر' ۽ 'اتهاس جا آواز' سنڌيءَ جي عام پڙهندڙ خوشيءَ سان قبول ڪندي، نهايت مختصر عرصي ۾ خريد ڪري ورتا. جنهنڪري ئي هڪ ڪتاب جو ٻيو ڇاپو پڌرو ٿي چڪو آهي ۽ ٻئي جون تياريون ٿي رهيون آهن. پر سِڪي جي ٻئي طرف ڏسڻ

ڪان پوءِ نهايت افسوس سان چوڻو ٿو پوي. ته ساڃاهه ۽ عقل جي دعويٰ ڪندڙ حلقي ۾ اَسهپ ۽ حسد جا جذبا ”جيئن ٿه تيئن وڌ“ جي مصداق بيمثال ترقي ڪري رهيا آهن. هڪٻئي جون ٽنگون ڇڪڻ، جائز مڃتا به نه ڏيڻ بلڪ بي سبب حوصلا شڪني ڪرڻ واريون اسان جون 'شاندار روايتون' زور شور سان نيا يون پيون وڃن.

انهيءَ سلسلي ۾ مون کي هڪ تجربو سنڌيءَ جي هڪ برک مُترجم کان ٿيو، جنهن توهان جي هٿن ۾ ايندڙ هن ڪتاب تي، پنهنجي خوشيءَ سان به 'اکر لکڻ' جي خواهش ڏيکاري. پر افسوس جو ٿي مهينا مواد جي تعريف ۾ مداحون چوڻ کان پوءِ، پنهنجي گروهه طرفان مون لاءِ 'پاڻ نه پوندڙ راءِ' ملڻ ۽ مُنهنجي 'سنڌيافتہ سنڌيڪار ٿي وڃڻ' جي خطري تحت، آخر ۾ ترجمن ۾ 'ڪامائون گهٽيون هئڻ' ۽ 'اُردوءَ تان ترجمي ڪرڻ' جا عُذر گهڙي لنوائي ويو.

هتي مان اهڙي دعويٰ ڪونه ٿو ڪريان، ته مُنهنجي هن موچاري محنت ۾ ڪوتاهيون ۽ ڪچائيون يا ترتيب ۽ اصلاح جي گُنجائش ڪانه هوندي، پر اها دُرستگي به ته پنهنجائپ واري جذبي، فني بي تعصبيءَ ۽ روين ۾ پُرخلوص هُجڻ وارن جذبن سان سلهاڙيل آهي. هڪ سينيئر ۽ اُستاد جي لاءِ ضروري آهي ته مهانتا سان گڏوگڏ هو وسيع القلب ۽ شخصي يا گروهي پسند ۽ ناپسند کان بالاتر هُجي. پر شايد عُمر ۽ تجربو به انسان جي فطرت، عادت ۽ جبلت تي گهڻو اثر وجهي ڪونه ٿا سگهن! جيڪڏهن منجهن شخصي خيال جي صحت ۽ ايمانداري موجود هُجي ها، ته اُهي برٽالٽ بريخت جي هن ٻولن کي لازمي طور تي ورجائين ها:

"Intelligence is not to make no mistakes,
But quickly to see how to make them good."

(ذهانت جو مقصد اهو نه آهي ته انسان چُڪون ڪرڻ کان آجو هُجي، پر ان جو ڪارج اهو آهي ته چُڪن کي ڪيترو جلدي دُرستين ۾ تبديل ڪيو وڃي.)

هڪ طرف بُزرگن جو اهو رويو آهي ته ٻئي طرف سهيوڳي ليکڪن جي روش ته مورڳو ”توڏو هٿي تيرنهن“ واري آهي. سنڌي ادبي سنگت طرفان ”سوچ جو سفر“ کي سال 96ع جو بهترين ترجمي جو ايوارڊ ڇا مليو! ڏسندي ڏسندي ڪيترن سيبتن کي تڪليف ٿيڻ لڳي. روزاني 'سنڌ' ۾ هڪ واويلائي ڪالم نگار 29 فيبروريءَ تي لکيل هڪ 'ماتمي مضمون' منجهه، ترجمي نگاريءَ کي مورڳو 'تڪلين گڏ ڪرڻ' جهڙو فضول ڪم قرار ڏيئي ڇڏيو.

راتين جي اوجاڳن ۽ ڏينهن جي ڪشالن کان پوءِ ڪنهن به پورهيت

قلمڪار جي پورهيي تي ههڙا اُچاترا ۽ چِڙواڳ تبصرا. دراصل ادب ۾ به ”حجامڪي ڪاروبار کي جاري رکڻ“ جو هڪ نئون روپ آهي. ساهت کي حجامڪو ڌنڌو نه سمجهندڙ ڪوبه فضيلت پريو سوچيندڙ رايي ڏيڻ کان اڳ، ان سلسلي ۾ گهربل لوازمات بابت ضرور سوچيندو. پر افسوس جو سنڌ ۾ قلم کان پاڪيءَ جو ڪم ونڻ جو ڪاروبار نه رڳو جاري آهي، پر ڏاڍو منافعي بخش به آهي. پوءِ به ڏوڪڙ گڏ ڪرڻ يا نالو ڪمائڻ جي روپ ۾ ناڻو، نفعو ۽ وياجُ ڪمائڻ سان ڪنهن جي خدمت ٿي سگهي ٿي؟ انهيءَ جو بهتر جواب، هن ڪاروبار ۾ ملوث شخص پاڻ يا ايندڙ وقت ۽ نقاد ئي ڏيئي سگهن ٿا.

هن پـن مثالن ڏيڻ جو مقصد فقط اهو آهي ته سنڌيءَ جا پڙهندڙ محسوس ڪن، ته ڪنهن به بي لوث ۽ پاڻ ارپيندڙ ليکڪ کي سنڌي سماج جي نالي ۾ نهال سُرت پـريي حلقي منجهان ڇا ٿـو پلئه پئي! هڪ سُچيت ذهن کي اندازو لڳائڻ کپي ته جڏهن ساڄاه وند ماڻهن جا اندر تعصب، نفرت ۽ ذاتي ناپسند جي سَڙُ ٻِڄُ ۾ ڪامندا هُجن، تڏهن مجموعي سماجي ترقي، فڪري اوسر ۽ علم ادب جي خدمت ڪيئن ۽ ڪيتري مُمڪن ٿي سگهي ٿي؟!

ظاهر آهي ته اهڙن تيرن، تَبرن ۽ طنزن جي طوفان ۾، ڪوبه عام رواجي شخص پُرزا پُرزا ٿي ويندو. پر جن ماڻهن جي زندگيءَ ۾ غير روايتي قدر ۽ بي مطلب تمنائون هُجن ٿـيون- يعني اُهي پنهنجي زندگيءَ کان سواءِ، سماج جي ٻـين مامرن ڏانهن به پاڻ کي ذميوار سمجهن ٿا، تن لاءِ سڀ تڪليفون، رُڪاوٽـون ۽ زيادتيون ته پاڻ سندن صلاحيتن جو امتحان بڻجي، منجهن وڌيڪ ٻـلَ ۽ سگهه جو سبب ٿـي پون ٿـيون. اُهي عباسي خليفي ’ابوجعفر المنصور“ جي ٻـولن:

”قديدرڪ الشرف الفتي وراده خلق و حبين قميصه مرقوع“

(مرد ماڻهوءَ جي عزت ۽ عظمت ان ۾ آهي، ته سندس چادر پُراڻي ۽ ڪُڙتي جو کيسو چتين سان ٿـوپيل هُجي)

کي غور سان ٻـڌندا، پنهنجي ضمير ۽ تواريخ جي منصف آڏو ماڻُ حاصل ڪندا منزل ڏانهن روان دوان آهن. پر انهيءَ سفر ۾ راهه جي ٻِگڙيل حالت ڏسندي دل منجهان دانهن نڪريو وڃي! سوچجي ٿـو ته اسان منجهان هر ڪو جيڪڏهن پنهنجين صلاحيتن مُطابق ذهني اوسر ۽ آجپي جي ڏس ۾ ٿـورو ٿـڪو ڪردار ادا ڪندو هلي، ته آس پاس جو ماحول ڪيڏو نه مهڪي پوي! هن ديس جي دُکيءَ دل تي سمجهه جو احساس جيڪڏهن هلڪڙي به دَستڪ ڏئي، ته ڪيترن سُورن کان ڇوٽڪارو ملي پوي!!

’پنهنجي وَس ۽ ساڃاهه آهر بامقصد ڪم ڪرڻ‘ وارو خيال ۽ ’سماج ڏانهن ذميواريءَ جو احساس‘ ئي ٻـه اهڙا بُنيادي مُحرڪ آهن، جيڪي سيني

رندڪن ۽ روڪن هوندي بہ مون کي مسلسل اُتساهہ جي آڪسيجن ڏيندا رهن ٿا. اهوئي سبب آهي شايد، جو آئون پڙهڻ لکڻ وارو ڪم اڪثر ڪري عبادت جي وقت (اسر ويل) سرانجام ڏيندو آهيان. مُمڪن آهي تہ انهيءَ موچاري مزدوريءَ جي معرفت ڪي معصوم دليون ۽ باوقار اکيون پنهنجائپ ۽ پيار منجهان پُڪاري ۽ نهاري سگهن. مان سمجهان ٿو تہ اهوئي ڪنهن بہ لوٺ ليکڪ لاءِ سڀ کان وڏو انعام هُجي ٿو.... ۽ اهو بُڌائيندي مون کي فرحت اچي ٿي، تہ مختلف محفلن ۾ ڪيترن ئي چهرن تي آجيان جي تحرير پڙهندي، سڀ ُٿڪ ۽ سُور لهيو وڃن.

هن ڪتاب جي اندر ڪُجهہ اڳي ڇپيل ۽ ڪي نوان ڪيل ترجما موجود آهن. انهن ترجمن جي پُٺيا جيئن تہ 'دل کي قرار ڏيڻ' ۽ 'وقت کي سجايو ڪرڻ' جا جذبا بہ موجود آهن، تنهنڪري ذاتي پسند جو بہ وڏو دخل ٿي سگهي ٿو. مُمڪن آهي تہ اها ڳالهہ مختلف ماڻهن منجهہ 'پسند جي فرق هُجڻ' جي صورت ۾ مختلف تاثر ڇڏي... اهي ساڳيا مضمون ڪن لاءِ صفا غيرضروري، اڻوڻندڙ تہ ڪن لاءِ 'مڙو ئي ڳُڏاري جهڙا' بہ ٿي سگهن ٿا. پر مان سمجهان ٿو تہ ڪيترا پڙهندڙ اهڙا بہ هُوندا، جيڪي مُنهنجي چونڊ سان سهمت ٿين. مان انهن سڀني دوستن جي تاثر جو احترام ڪندي، ڪين پنهنجي راءِ جو ڀرپور حق ڏيان ٿو. سندن طرفان ٿيل تبصرا مُنهنجي لاءِ وڏي راهنمائيءَ جو باعث بڻبا.

ڪتاب پڙهندي اوهان کي محسوس ٿيندو تہ موضوعن ۽ ٻوليءَ ۾ خيالن ۽ لَهجن جو ڪُجهہ تفاوت موجود آهن. ايئن فقط ان ڪري آهي، جو هي مضمون ڪنهن هڪ ترنگ يا ويهڪ ۾ ترجمو نہ ٿيا آهن، بلڪ گُذريل ڏهن سالن جي سفر ۾ مختلف ترجيحن سان ڇپبا رهيا آهن. اوهين خود سمجهي سگهو ٿا تہ ڏهن سالن اندر هڪ لکندڙ جي ذات، ذائقي ۽ ڍنگ ۾ ڪيترو فرق اچي سگهي ٿو. اهوئي سبب آهي جو هائي مستقبل ۾ زندگيءَ جي برقرار رهڻ جو شرط نظر ۾ رکندي، ٿيل تجربن جي روشنيءَ ۾ ترجمي نگاريءَ واري صنف ۾ وڌيڪ سنجيدگيءَ ۽ ساڃاهہ سان ڪم ڪرڻ لاءِ سوچي رهيو آهيان. ڇو تہ مون پنهنجي ڊائريءَ ۾ عظيم دانشور 'موٽلي' جا درج ٿيل هينئيان لفظ ڪالهہ ئي پڙهيا آهن:

" يادگار ڇا آهن؟ اُهي اهڙا مقبرا آهن، جن جا نـاهيندڙ ۽ جن ۾ سُتل سيـي نَي وسري ويل آهن. هٿن سان اوساريل پٿر نہ، پر ماڻهن جا عظيم ڪم ئي سندن سچا يچا يادگار هوندا آهن."

آخر ۾ ... هن ڪتاب کي توهانجي هٿن ۾ پهچائڻ جي سلسلي ۾ هميشہ وڙڪندڙ دو... نہ پر ڀاءُ نور احمد ميمڻ ۽ سندس اداري جا ٿورا ادا

ٿو ڪريان. جن مونسان هر قسم جا ڦرب ڪيا. دوست انعام عباسيءَ قرب ڪري هي منهنجو ٻيو ڪتاب ڇپايو. تنهن لاءِ بہ سندس قرب .ترجمن جي حوالي سان پياري ڪليم لاشاريءَ جي مدد بہ ساراهڻ جوڳي آهي. جڏهن تہ خاص مهربانيون سائين ظفر حسن ۽ وليرام ولڀ جون مڃان ٿو، جن مُنهنجين هُجتن کي مان ڏيندي، پنهنجين مصروفيتن مان کي پَلَ ڪڍي سندم بِلي ڪيا. مان سمجهان ٿو تہ جيڪڏهن دوستن ۽ مهربانن جو اهو تعاون برقرار رهيو، تہ اهو مُمڪن آهي اسين 'عظيم دانشور' ۽ 'قوم جا مسيحا' نہ بہ ٿي سگهون، پر ڏور وسعتن ۾ بينل ڪنهن بينام ستاري جيان پنهنجن مائٽن لاءِ اُميد جو ڪرڻو ضرور پيدا ڪري سگهنداسين. 'شيام' چوائي:

"نہ جي چنڊ اُڀريو تہ ڇا ٿي پيو؟
ستارن ۾ ڪا روشني ناهہ ڇا؟!"

ڄامشورو
12 جنوري 1998ع

**انعام شيخ**

# اَپـياس جي عزت ڪريو

انسان جي ٻين مشغولين وانگر، مُطالعو ڪنهن ميڪانيڪي عمل جيان بالڪل روايتي شغل هُجڻ بدران، ڪنهن خاص رُخ ۾ بامقصد حاصلات لاءِ هُجڻ کپي. شايد تڏهن ئي انگريز فيلسوف فرانسس بئڪن جو چوڻ هُئو ته 'مطالعو انسان کي مُڪمل بڻائي ٿو.' انهيءَ ڪري اها ڳالهه بالڪل واضح آهي ته هيٺ ڏنل ٽن ڪيل اپياس، نه رڳو ماڻهوءَ کي 'مُڪمل انسان' بڻجڻ کان ڏُور رکندو پر مُمڪن آهي ته اهڙي نيتي، موروگو سندس مڙني ذهني صلاحيتن جو ئي ٻيڙو ٻوڙي ڇڏي. پڙهڻ کي ترجيحي طور تي، 'کائڻ پيئڻ' سان ڀيٽڻ کپي. جيئن کائڻ ۾ خوراڪ جي مقدار جي اهميت نه، پر هضم ڪرڻ جي صلاحيت کي اوليت مليل آهي، تيئن 'پڙهڻ' ۾ به ذهن کي جهجهي مقدار ۾ ڇپيل لفظن جو گندگار ڳهائڻ بدران، ذهني يڪسوئيءَ ۽ حاصل مطلب جي معيار کي پرکڻ ضروري آهي. ڪنهن هنڌ تي جڳ مشهور دانشور آرنالڊ بيني (Arnold Bennot) لکيو هُئو:

> "اسان وٽ ڪتابن جا اهڙا اڻ ڳڻ شوقين به آهن، جيڪي ڪنهن خاص ڪتاب جي بُنيادي جاڻ، سندس موضوع جي مقصد ۽ ليکڪ جي باري ۾ معلومات هُجڻ بنان، فقط ڪونه ڪو ڪتاب ڪڻڻ جي خبط ۾، هر هفتي جي پڇاڙيءَ ڏاران، پاڻ کي ڪتب خانن منجھ وڃي ٿا اُڇلين."

اهڙ خبطي پاڙهو، پلي ته هڪ هفتي اندر به ڪروڙ ڇپيل لفظ پڙهي ونندا هُجن، تڏهن به سندن ذهن جا خانا مُڪمل طور تي شعور کان وانجهيل ٿي سگهن ٿا. هنن همراهن جي ميچالي جي مُڪمل بيخبريءَ جي وضاحت،

انهيءَ حقيقت منجهان نٿي پروڙي سگهجي ته ”هُو ڇا پڙهندا رهيا آهن؟“ پر سندن ذهني غُربت جو اندازو ”ڪهڙي طريقي سان هُو پڙهن ٿا؟“ واري سوال منجهان ملي سگهي ٿو.

اسان جي آسپاس ڪي اهڙا به سائينءَ جا سنواريا آهن، جيڪي بقول سندن ’وقت پاس ڪرڻ‘ لاءِ پڙهندا آهن. سندن دعويٰ آهي ته جڏهن وقت جي صرفي لاءِ وٽن ڪنهن به ٻي ڪرت لاءِ خيال نه اُسري سگهندو آهي ۽ اهو به احساس ڪونه ٿيندو اٿن ته ڪهڙي ٻي ڪا بهتر شئي ڪري سگهجي ٿي، ته پوءِ هُو ’فقط پڙهڻ‘ جي خيال ڪان، اُن وقت موجود ڪانه ڪا شئي پڙهي ونندا آهن. اهڙن ڀلارن جو خيال آهي ته پنهنجو پاڻ ۾ حالتن ڪان پري رهڻ لاءِ، لازمي آهي ته ڪُجھ نه ڪُجھ پڙهندو رهجي. خاص طور تي اهڙي مُطالعي ۾ پاڻ کي ٻوڙي ڇڏجي، جيڪو انسان کي ٻي مقصديت جي هنج ۾ اُڇلائي، زندگيءَ جي اڻوڻندڙ حقيقتن ڪان ڏُور وٺي وڃڻ ۾ مدد ڪري. مختصر طور تي چئي سگهجي ٿو، ته وٽن مُطالعي ڪرڻ جو تصور ايئن آهي، جيئن ڪو ماڻهو نشا پتا ڪري يا شراب پي وقت پاس ڪري. عام طور تي هيءَ اٽڪل ڏاڍي مقبول آهي. ڇو ته ان تي عمل ڪرڻ سان ماڻهو شعور کي خُدا حافظ چئي، وڃي گمناميءَ جي غار ۾ ڪري ٿو. هن سوچ سان لاڳاپو رکندڙ لکن جي تعداد ۾ نالي ۾ نهال پڙهندڙ موجود آهن، جيڪي سمهڻ کان اڳ بستري منجھ داخل ٿي، پهرين سٽَ ۾ ڪونه ڪو ڪتاب کڻي، اُن ۾ اکيون وجهي جُنبي وڃن ٿا. اهڙن پانڪن جو بُنيادي مقصد، پنهنجو پاڻ کي ٿڪاوٽ جي ڪيفيت ۾ ٻوڙڻ آهي- ته جيئن چوهي انداز ۾ مٿن ننڊ حملو آور ٿي سگهي.

هن نقطئه نگاهه کي ساراهڻ کان انڪار ڪندي، مون هميشه ان جو نه رڳو بچاءُ ڪرڻ غلط عمل سمجهيو آهي، بلڪ ان کي هڪ اهڙي بدترين عادت ڳڻيان ٿو، جيڪا انسان جي افعالن جو ٻيڙو ٻوڙي ٿي ڇڏي. مُطالعي جو هيءُ قسم ذهن کي حقير بڻائي، ڪيس بي همٿ ڪندي، آخرڪار سندس فطري صلاحيتن کي زنگ هڻيو ڇڏي. جيڪو به شخص ’پڙهڻ‘ واري مشغوليءَ کي ’وقت کي قتل ڪرڻ‘ واري نامناسب حرڪت لاءِ ڪم آڻي ٿو، تنهن کي سَڌ هُجڻ کپي ته دراصل ڪُجھ عرصي پُڄاڻان، وقت ڪيس قتل ڪري چُڪو هوندو آهي. گهٽ ۾ گهٽ اها حقيقت اسان سڀني کي پڪ سان مڃڻ کپي، ته وقت ڪڏهن به قتل نٿو ٿي سگهي. اسانجي اردگرد وقت جو گُذر ٿوري ئي عرصي ۾ احساس ٿو ڏياري، ته اسانجا پڇاڙڪا پهر اچي پهتا آهن. اهڙيءَ حالت ۾، افسوس جا هٿ مهٽڻ کان سواءِ هڙ حاصل ڪجھ به نٿو ٿئي. ڇو جو تمام مختصر مُدت اندر اسين قبر جي ڪوٺيءَ ۾ وڃي ٿا قيد ٿيون، ۽ آخرڪار

متيءَ سان متي بڻجيو پئون. وقت جي ٿورڙي وقفي اندر، هرماڻهوءَ کي موقعو ٿو ملي ته هو موت جي پڪڙ کان فرار حاصل ڪندي، مُمڪن طور تي قبر کي پنهنجي 'منزل' سمجهڻ کان انڪار ڪري سگهي. انهيءَ مقصد جي حاصلات فقط تڏهن مُمڪن آهي، جڏهن وقت گُذرڻ سان، اسين وڌيڪ سُچيت ۽ مُڪمل طور تي باشعور بڻجي، زندگيءَ جي امله سگهن کان واقف ٿي سگهون. جيو ته سدائين سُجاڳ رهڻ ۽ وائڙائپ کان وانجهي زندگي ئي، دراصل ڪامياب ۽ آدرشي جيون سڏرائڻ جي حقدار آهي.

ڪوبه هيچي پڙهندڙ، جنهن جو مُطالعي ڏانهن رويو، فقط 'لازميت سان پرپور ڪنهن عادت جي پورائي' وارو آهي- ۽ جيڪو فقط انهيءَ لاءِ پڙهي ٿو، جو وتس ڪرڻ لاءِ ٻيو ڪو بهتر ڪم ڪونهي، سو درحقيقت بيپناه شدت سان، نه رڳو پنهنجي سوچ جي صلاحيتن جي ترقيءَ آڏو رنڊڪ ٿو بڻجي، بلڪ پنهنجي ذهني زندگيءَ جي اوسر جي متان به وچ بڻجي ڪڙڪي ٿو پوي. ياد رکڻ کپي ته علم زندگيءَ کي تراوت بخشيندي، ماڻهوءَ کي سندس قدڪاٺ جو احساس ڏياري، ذميوارين کان آگاه ڪريٿو: ۽ منجهس اها صلاحيت ٿو پيدا ڪري، ته هُو تبديل ٿيندڙ حالتن کي مُنهن ڏيڻ لاءِ ڪانه ڪا بهتر حڪمت عملي ترتيب ڏيئي سگهي. جيڪڏهن مُطالعي جو بُنيادي مقصد، چاڻ حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ مددگار ذريعو ثابت ٿيڻ بدران، ذميوارين کان نتائڻ جو هڪ 'عاليشان بهانو' بڻجي ٿو پوي، ته مان سمجهان ٿو ته اهڙي صورتحال جي ٽڪي جي اهميت ڪانه ٿي هُجي. هن قسم جو مطالعو، هڪ اهڙي بي مقصد مشغوليءَ سان ڀيٽڻ کپي، جيڪا انساني توانائيءَ جو فضول خرچ ڪٽي ٿي سگهجي. ۽ اها عادت آخرڪار هر انسان کي، مُناسب رُخ ۾ وقت جي استعمال ڪرڻ کان روڪيندي رهي ٿي.

اپياس جي سلسلي ۾ گُهربل ڏانءُ يا ڍنگ قائم ڪرڻ لاءِ، اُن مواد جي ڪارج بابت واضح هُجڻ ضروري آهي، جيڪو اسان کي پڙهڻو آهي. عام طور تي ڪنهن به مواد جي بُنيادي ڪارج بابت ٻه خاص رايا قائم ڪيا ويا آهن:

(الف) ڄاڻ ڏيندڙ مواد

(ب) سگهه بخشيندڙ مواد.

ڄاڻ ڏيندڙ مواد اُنهن واضح راين تي ٻڌل آهي، جيڪي انسان جي هٿان سائنس ۽ فن جي دُنيا ۾ ٿيل ايجادن، اسانجن ترتيبيل سماجي روين جي ڏانءَ ۽ انهن قانونن سان لاڳاپيل آهن، جيڪي فطري، اخلاقي ۽ تواريخي سرشتن کي برقرار رکڻ ۾ مدد ڪن ٿا. ڄاڻ ڏيندڙ مواد- جيئن اهو پنهنجي نانءَ منجهان پڌرو آهي. توهان کي آسپاس ٿيندڙ ڪارگُذاريءَ کان واقفيت ڏئي ٿو- ته جيئن اوهان پنهنجي زندگيءَ کي ٻاهرين ماحول سان تال ميل ۾ رکڻ لاءِ،

مُناسب نيتي اختيار ڪرڻ ۾ گُهربل مدد حاصل ڪري سگهو. اهڙي سنوت (Adjustment)جي حاصلات اسان جي حياتياتي ضرورت آهي. ڇو ته اها سموري زندگيءَ جي تحرڪ سان لاڳاپيل هُجي ٿي- تنهنڪري (جيئن عام طور تي ڏسيو وڃي ٿو) هن ڏس ۾ پلئه پيل ناڪامي، آخرڪار وجود جي لاءِ تباهيءَ ۽ بربادي‌ءَ جو باعث بڻجي ٿي.

درحقيقت تعليم جو بُنيادي مقصد ئي اهو آهي، ته اُها نوجوانن کي ڄاڻ ڏيندڙ مواد سان ويجهڙو ڪري..... ته جيئن اُهي مختلف دؤرن جي ڏاهپ کي، اختصار جي صورت ۾ پنهنجي اندر سمائي ۽ جذب ڪري سگهن. هن قسم جي ڄاڻ جو لاڀ، انسان جي اندر اهڙي ڪشادگي پيدا ٿو ڪري، جيڪا سچائيءَ ۽ ڏاهپ جي وسيع بادشاهت ۾ داخلا لاءِ مددگار ثابت ٿئي ٿي- ياد رکڻ کپي ته سچائيءَ ۽ سچائيءَ سان سڱ ۽ سياپو، وقت گُذرڻ سان ئي مضبوط ٿيندو رهي ٿو. هونئن به هر نئين نسل جي اها بُنيادي ذميواري آهي، ته اُهو انسانذات جي هن املهه ورثي جي حفاظت ۽ سنڀال ڪندو رهي. ڇو ته اُسرندڙ نئين ذهن کي اسانجن ابن ڏاڏن طرفان ڇڏيل علمي خزانن سان لهه وچڙ ۾ آڻڻ سان ئي، اسين انسانذات جي ثقافتي ۽ ڏاهپ جي ورثن کي، هڪ نسل کان ٻئي نسل تائين منتقل ڪرڻ ۾ سرسي حاصل ڪري سگهون ٿا.

ٻئي طرف سگهه بخشيندڙ مواد بالڪل اُبتڙ خاصيتون رکي ٿو. هن قسم جون تحريرون توهان کي لافانيت سان پنهنجو تعلق ڳنڍڻ ۾ مدد ڪن ٿيون: ۽ اوهانجو ڏيان زندگيءَ جي امر سچائين سان جوڙي ڇڏين ٿيون. جنهنڪري اوهان جي سوچ کي، اڻ ڏٺل ۽ اڻ ڇهيل حقيقتن سان واسطيداريءَ جو موقعو ملي ٿو. هتان کان 'پرانهين وٿن' سان ميل ٿيڻ ڪري، ڪائناتي ڏارا کان آگاهه ٿي، زندگيءَ جي ڳجهن ذريعن جي سگهه ظاهر ٿئي ٿي. جنهن سان جيون ۾ فرحت ۽ قرار پئدا ٿئي ٿو. دُنيا جو سمورو ڌرمي ۽ ڀڳتيءَ ڀريو (Devotional) مواد ۽ سچي ساري عظيم شاعري يا سدا حيات فيلسوفي- جيڪا بهرحال مٿي ڄاڻايل خاصيتن جو بُنياد هجي ٿي، سا مواد جي هن قسم جو بُنيادي جُز هُجي ٿي. سگهه بخشيندڙ ادب، شين جي نسبتي قدرن (Relative values) کي سوجهڻ ۾ مدد ڪندي. اسان کي دُنياوي زندگيءَ جي فطري حدبندين کان ٻاهر ٿي جهر نغ پرکڻ ۾ راهبري ڪري ٿو. هيءُ ذريعو، فن جي دُنيا ۾ تربيت ڪندي. اسان کي فضيلت ڀري زندگي گهارڻ جو راز ڏسي ٿو. جنهن ڪري اسان جي سماجي زندگيءَ جي پيچيدگين ۽ روح رهڙيندڙ جوڙ توڙ (Mechanism) منجهه نرملتا ۽ سنوت پيدا ٿي پوي ٿي: ۽ ڪائنات ۾ رهندي پاڻ کي آسان ۽ سَرهو محسوس ڪريون ٿا. فرانسس بئڪن علم بابت ڳالهائيندي، جڏهن ڪيس ''ڏئيءَ جي پرتاب جو خزانو'' ۽ ''انساني

ڳڃجهڻ کان آجپو“ قرار ڏئي ٿو، تڏهن دراصل سنڌس اشارو مٿي ڏسيل واٽ ڏانهن ٻيهي ٿو. ڇاڪاڻ تہ هو علم جي ٻنهي سرچشمن جي درجہ بنديءَ کان پوري طرح واقف هئو. تنهنڪري هُو ماڻهوءَ جي علم کي ٻن قسمن جي پاڻين سان ڀيٽي ٿو. جن منجهان هڪڙو مٿاهينءَ کان وهندي هيٺاهينءَ تائين پهچي ٿو، ۽ ٻيو چشمي وانگر اندران ڦُٽي نڪري ٿو. هڪ جي پُهچ ’فطرت جي سوجهري‘ ذريعي ممڪن ٿئي ٿي، جڏهن تہ ٻيو ذريعو ’الوهي الهام‘ (Devine Revelation) جي سهاري پڌرو ٿئي ٿو.

دُنيا جو سچو ادب، هنن ٻنهي بُنيادي مقصدن سان لاڳاپيل هُجڻ ڪري، ٻن بالڪل واضح ٿيل روين جي نشاندهي ڪري ٿو. جيڪي مُطالعو ڪندڙ جي تحريرن طرف معقول روش کي پڌرو ڪرڻ لاءِ لازمي آهن. ڇو تہ ڪيس پنهنجي ڪارج بابت واضح هُجڻ سان گڏ، مُطالعي ڏانهن اُتساهہ ڀريو ۽ سرگرم رهڻ کپي. ڪيس سدَ هُجڻ کپي تہ روزاني زندگيءَ جي گورک ڌنڌن منجهان، اَهر زهر ڪري، هُو جيڪي چند منٽ يا چند ڪلاڪ چورائي وٺي ٿو، تن جي سيڙپ ڪنهن ساک ڀت واري بئنڪ منجهہ ٿيڻ کپي. نہ رڳو ايترو، پر ڪيس اها پڻ اڳواٽ پڪ هُجي، تہ هُو جيڪا سيڙپ ڪري ٿو، تنهن جو ڪيس ڪيترو ۽ ڪهڙو لاڀ ملڻو آهي. هڪ سٺي پاٺڪ کي اِيپاس ڪندي لازمي طور تي سکڻ جي چاهنا هُجي: ۽ وقت گذرڻ سان گڏوگڏ هُو وڌ ۾ وڌ اُنهن قائدن قانونن بابت گهڻي کان گهڻو پرائيندو رهي، جيڪي واقعن جي سلسلن کي فطري، تواريخي، سماجي ۽ اخلاقي ضابطن جي حوالي سان سمجهڻ ۾ مددگار ثابت ٿين. هڪ صالح پڙهندڙ کي پنهنجي انهيءَ جذبي کي وڌيڪ سگهارو ڪندي، زندگيءَ کي سوڀارو بڻائڻ جي خيال کان مُڪمل ۽ پابند جذبي جو چاهيندڙ هُئڻ کپي. دراصل ڪنهن بہ ڪتاب کي پڙهڻ جي چونڊ ڪرڻ مهل، سنڌس مَن اندر مٿي بيان ڪيل ٻنهي جذبن منجهان، ڪنهن بہ هڪ جذبي جي موجودگي بيحد ضرور آهي. پرواهہ ناهي. جيڪڏهن مُطالعي دوران ڪيس اوچتو محسوس ٿئي، تہ ڪو ڪتاب هنن ٻنهي معيارن تي پورو نٿو لهي: ۽ آخرڪار ڪيس ڀنيلائي مونجهارن ڀريل سوچن ۽ نثر ويساهن منجهہ ٿو اُڇلائي. هن موقعي تي ڪيس اخلاقي جُرئت ڪندي، اها تحرير پاسي ڪري رکڻ کپي ۽ ڪائنس ڀڄي جند ڇڏائڻ گهرجي.

ڏسڻ ۾ آيو آهي، تہ انساني تحريرن جي اندر ڏينهون ڏينهن واڌ پئي اچي ۽ ڇپيل ڪتابن جي تعداد ۾، اڄرج جوڳي ترقي ٿي رهي آهي. اڄوڪي ڇپائيءَ جي جديد مشين جي مهربانين طُفيل ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن ۾ بيحد اضافو ٿيو آهي. پر هاڻي جڏهن زندگي مختصر ۽ فن طويل ٿي چڪو آهي، تڏهن اسان جي پڙهڻ لاءِ گُهربل مواد جي چونڊ ڪرڻ بيحد اهميت رکي ٿو.

پر اهڙي چونڊ ڪرڻ ڪو آسان ڪم هرگز ڪونهي. مختصر طور تي چئجي ته ابتدائي تعليم جي حوالي سان اها ڳالهه ضروري ٿي پئي آهي، ته هر اُستاد پنهنجي شاگرد کي ذاتي مطالعي جي چونڊ ڪرڻ لاءِ سنڌس راهنمائي ڪري. پر اهو پهلو تمام گهڻي هُنر ۽ جاکوڙ جي تقاضا ڪري ٿو. ڪنهن به اُستاد جي طرفان سمجهه ۽ عقل سان ڪتابن جي ڪيل چونڊ، ڪنهن به شاگرد کي هڪ طرف اَڪارتي ضايع ٿيندڙ وقت ۽ توانائيءَ جي زيان کان بچائي ٿي، ته ٻئي طرف دُنيا جي علمن جي اٿاهه سمنڊ منجهان، خاص طور تي سوجهيل شيون آڻي سنڌس سامهون ٿي رکي. اُستاد، ڪنهن به شاگرد لاءِ مُناسب ڪتابن جي چونڊ ڪندي، پنهنجي سونهيل ذميوارين کي سُهڻي نموني پورو ڪري ٿو سگهي. هونئن به اهو اُستاد جو ئي ذمو آهي، ته هُو شاگرد منجهه ڪتابن لاءِ اڻ ميو پيار پيدا ڪري وجهي. هيءُ اهڙو ئي پيار آهي، جنهن جو تذڪرو ڪندي مشهور ڏاهي ’گبون‘ فرمايو هُئو ته انهيءَ چاهه جي بدلي ۾، هُو هندستان جي مڙني خزانن کي قربان ڪرڻ ۾ لحظي جي دير به ڪونه ڪندو. ڪوبه شاگرد چڱي عرصي تائين علم حاصل ڪرڻ ۽ دُنيا جي بهترين دماغن جي ڪمن سان لهه وچڙ ۾ اچڻ کان پوءِ ئي انهيءَ پد تي پُهچي ٿو، ته هُو پنهنجي ـ مُنهن مناسب ڪتابن جي چونڊ ۾ سوڀارو ٿي سگهي.

هتي هڪ ڳالهه واضح هُجي، ته ڪتابن جي چونڊ جي سلسلي ۾، ڪوبه داخلي معيار مقرر نٿو ٿي سگهي. اسان منجهان هر هڪ انهيءَ ڳالهه جي جستجو ۾ هُجڻ کپي، ته اُهي ڪهڙيون تحريرون آهن، جن کي هُو پنهنجي اندر ۾ آسانيءَ سان سمائي سگهي ٿو. ڪنهن به پانڪ کي ’هَڙَ ڪاٺُو جيت‘ وانگر نه هُجڻ کپي، جنهن کي جيڪو نظر ايندو آهي، سوڊِ ۾ هڻندو ويندو آهي. اسان منجهان هر هڪ کي سوچ ۽ عمل جي ڪنهن خاص پهلوءَ سان وڏيڪ داخلي لڳاءُ هُجي ٿو. تنهنڪري پاڻ وٽ اَدِ ۾ مليل لاڙن سان وڏيڪ ويجهڙائپ ۽ سنگت جو هُجڻ لازمي آهي ـ ته جيئن پنهنجيءَ بُنيادي سوچ ۽ سياءَ سان واڳجندي، گهربل مضمون ۾ مهارت حاصل ڪري سگهون. ان هوندي به ٿورڙي ئي وقت ۾ ڪوبه سمجهدار پڙهندڙ محسوس ڪرڻ لڳندو. ته سنڌس داخلي رجحان گهڻي وقت تائين سنڌس چونڊ تي اثرانداز نٿو رهي سگهي. دراصل ڪي ڪتاب دُنيا ۾ اهڙا به آهن. جيڪي هر ماڻهوءَ، هر وقت ۽ موقعي لاءِ مُناسب آهن. عام ٻوليءَ ۾ انهن ڪتابن کي اساسي (Classical) ڪتاب سڏيو وڃي ٿو. هي اهڙن خيالن جي نچوڙ تي ٻڌل ڪتاب آهن، جيڪي پنهنجي جوهر ۾ بيشمار گُڻ رکڻ ڪري، سدائين ڪشش جو باعث بڻيا رهيا ۽ وقت جو واءُ مٿن ڪو اثر نه ڪري سگهيو. اهڙي قسم جا ڪتاب هر هوشيار پڙهندڙ جي ميز تي سدائين موجود هُجڻ کپن. ’سرآرٿر ڪوئلر

ڪوچ‘ چوائي: ”توهان جا حقيقي اساسي ڪتاب اُهي هُجڻ ڪپن، جيڪي ڪنهن پاڪباز ۽ مذهبي قسم جي ماڻهوءَ تائين به پنهنجا اثر ڇڏي سگهن.

اهي ٻـنـي حوالي سان لافاني آهن. ڇو ته اهي نه رڳو هر دؤر ۾ اهم سمجهيا ٿا وڃن، پر جنهن دؤر ۽ حالتن ۾ لکيا ويا هُئا، تن جي خاتمي کان پوءِ به، پنهنجي خصوصيت برقرار رکڻ ڪانسواءِ، انهن اساسي تحريرن، پنهنجي تخليق ٿيڻ واري مُدي کان وٺي قائم ٿيل تاثر ڪي، سُهڻي طريقي سان قائم رکيو. بلڪ اسان کي تسليم ڪرڻ کپي، ته هر نئين نسل پاڻهيءَ جڏهن به مٿن نظر وڌي، ته اُن کي هنن تحريرن جو بُنيادي لطف هميشه ملندو رهيو.“ انهن ڪتابن کي پڙهڻ، رڳو شوق يا چونڊ جو مسئلو نه، پرجڻ ته ڪنهن فرض جي ادائگيءَ جهڙو هُجي ٿو- يعني اسين انهن لکڻين کي ذميواري سمجهندي ڪين عام خلق سان ونڊيون ورڇيون. سچ هي آهي، ته اُهي شخص، جيڪي انساني سوچ ۽ احساس جو دل جي گهرائين سان ڇيد ڪرڻ گُهرن ٿا، تن لاءِ ڪلاسيڪل ادب پڙهڻ بيحد لازمي آهي. اهي ئي ڪتاب آهن، جن لاءِ بئڪن نصيحت ڪندي چيو هُو ته ”ڪين چڱيءَ طرح چباڙي ۽ هضم ڪيو وڃي.“ توهان جيترو اهڙن ڪتابن جي گهرائيءَ ۾ ويندؤ، اوهان پنهنجي اندر ۾ اوتري وڌيڪ گهرائي ۽ دلچسپي وڌندي محسوس ڪندؤ. ايتريقدر جو هر ڀيري پڙهڻ کان پوءِ به دل چوندي، ته اهي تحريرون ٻيهر وڌيڪ غور ۽ فڪر سان پڙهيون وڃن. سائن مسلسل واسطيداري، اسان جي سوچ جي لاڙن کي دُنيا جي ڏکن سورن کان محفوظ بڻائيندي ويندي. هڪ عام پڙهندڙ لاءِ اساسي تحريرن ۾ هر شئي پڌري پَٽ پاسندي. پر هڪ سنجيده پاٺڪ لاءِ منجهن راهنمائيءَ ۽ الهام جون اٿُڪَ کاڻيون لڪل نظرايندبون. دُنيا ۾ ڪيترائي انسان آهن، جن کي سچائيءَ ۽ سونهن سان پيار واري خاصيت سَحي سون ڻابون ، ڪين سُڃيت ۽ سُجاڳ ڪيو. منجهن اها تبديلي انهن ’مر ڪتابن جي مطالعي آئي، جن سندن زندگين کي قبر جهڙي خاموشيءَ منجهان ڪڍي ٻاهر ڪيو. مون کي حيرت ٿيندي آهي، ته جڏهن ”ڪونيٽري پئٽمور‘ جهڙي ڪويءَ هيٺيون سٽون ٿي سرجيون، ته ڇا ڪيس مٿين حقيقت کان آگاهي ڪانه هُئي!

”جيون ۾ هڪ بار- پريم هر انسان کي ڏونڌاڙي ٿو،
انسان پنهنجيون ٿڪل پنبڻيون کڻي نهارين ٿا
۽ حيرت وچان سمجهي وٺن ٿا
ته فقط هڪ پنو ڇا ڇا نه ٿو سيکاري!
پوءِ هُو وڏي سرور وچان پڙهن ٿا سو پنو
۽ ڪن ٿا ڪتاب کي بند.
ڪي ٿورا ٿا مڃن

ته ڪي مٿس ڪُفر جانيا ٿا هئن.
۽ ڪي ته مورڳو سڀ ڪجهه وساريو ڇڏين.
پر پوءِ به
ان سچي ڏهاڙي جي سُرهاڻ
فقط ڪنهن يار جي معصوم خواب
يا اُن پني منجهان پروڙي سگهجي ٿي.''

مان سمجهان ٿو ته فقط سمجهه ۽ عقل ڀريو مطالعو ئي آهي، جيڪو دنيا جي عظيم ذهن سان اسانجي هم آهنگي پيدا ڪري ٿو. انهيءَ ڪان پوءِ ئي ڪتاب جي سرجيندڙ ۽ پڙهندڙ جي وچ ۾ اُهو روحاني رشتو پيدا ٿئي ٿو، جيڪو عام رواجي زندگيءَ ۾ قائم ٿيڻ جو سوال ئي پيدا ڪونه ٿو ٿئي. مُنهنجي خيال ۾ اهي رشتا ۽ دوستيون ئي دراصل اُهي ڏراوتون ۽ سيڙپون آهن، جن جي لاءِ پاڻ اربڻ ڪپي. اهي لازوال سوڪڙيون توهانجي تڏهن دستگيري ڪن ٿيون، جڏهن دنيا جي ٻي هر شئي نراس ڪري ڇڏيندي آهي. اُتم ذهن جو پورهيو انسان جي درد ڀري زندگيءَ ۾ زخمن تي پَها رکڻ جو ڪم ٿو ڪري. بلڪ انهن جا ٻول ذهن جي اهڙن اونداهن رُخن کي به روشن ٿا ڪري ڇڏين، جن جي قوت جو ڪڏهن اندازو به ڪونه هوندو آهي. ڪوبه پڙهندڙ جيڪڏهن چڙون اڌ درجن پنهنجن اهڙن 'دوست ليکڪن' کي ڳولي ٿو لهي، جن جون جڙو روح جي پاتال ۾ جڙيل آهن، ته مان سمجهان ٿو زندگيءَ ۾ اها سندس وڏي حاصلات ڳڻي سگهبي. ڪوشش ڪري اهڙن تخليقڪارن کي پنهنجو ساٿي بڻايو ۽ سندن تحريرن کي هر وقت پنهنجي آڏو رکو. توهان ڪين ايئن چاهيو، جيئن ڪنهن پُرزا ٿيل ساموندي جهاز جو متاثر ٿيل ۽ بدترين موسمن جو ستيل ڪو جهازي، زندگي بچائيندڙ انهيءَ اڪيلي تُرهي کي چاهيندو هوندو، جيڪو اٿاه سمنڊ ۾ ڪيس اُن محل نظر اچي ويو هُجي، جڏهن قسمت جي قهر جو شڪار ٿيو، اُهو سنڀاليل جيئڻ لاءِ جتن ڪندو هُجي.

آخر ۾ جڏهن هن دنيا منجهان ڪُوچ ڪرڻ جو وقت اچي ٿو ۽ اسين موت جي بستري تي هونديون، پنهنجي سموري زندگيءَ جي حاصلات بابت پاڻ کان پُڇون ٿا ـ ته اسان کي اُهي چند گهڙيون ياد اچن ٿيون، جيڪي پنهنجن پيارن ۽ محبوبن جي ساٿ ۾ گذاريون سين: ڪجهه اهڙا فيصلا هينئين ۾ هري ٿا اچن، جيڪي اسان چڱائيءَ جي سرسيءَ ۽ بُرائي جي بربادي‌ءَ لاءِ ڪيا هوندا: ڪي اهڙيون قربانيون پڻ ذهن تي تَرڻ لڳن ٿيون، جيڪي اسان عظيم مقصدن جي تڪميل ۽ حقير پڻي جي هار لاءِ اربيون هونديون. ان حاصلات جي چائنٽ تي ٻيهي جڏهن غور ڪندؤ. ته محسوس ٿيندو ته ٻين سڀني پهلوئن منجهان سگهارو پهلو. دنيا جي عظيم ذهن سان واسطيداريءَ وارو

آهي. ڇو تہ انهن ٻِي ٻها دماغن ذريعي، اوهان سگهارن عقيدن سان ساٿ ۾ آيا هوندا. سندن چند جملن، توهان کي زندگيءَ ۾ لڳندڙ گهاون کي ڀرڻ ۾ مدد ڪندي، پنهنجن آدرشن لاءِ پاڻ ارپڻ تي اُتساهيو هوندو.

بهرحال مُطالعو هر حال ۾ فائديمند چيز آهي. ڀلي تہ توهان دُنياوي فائدي يا رڳو ڏيکاءَ وچان اڀياس ڇو نہ ڪيو هُجي..... پر بُنيادي طور تي پڙهڻ جي عادت اوهان کي پاڻ وڃائڻ بدران، پاڻ کي ڳولي لهڻ جو طريقو ڏسيو هوندو. مان عرض ڪندس تہ اوهان کي پنهنجي سموريءَ سگهہ سان مطالعي ۾ جُنبي وڃڻ کپي ۽ ڪڏهن بہ پنهنجي شعور جي ڏياتين کي وسائڻ جي ڪوشش نہ ڪرڻ گهرجي. ڪتابن سان واسطيداريءَ ۾ ايندي سيني کان اهم ڳالہ اها آهي، تہ ڪنهن بہ ڪتاب منجهان ڪُجھ حاصل ڪرڻ کان اڳُ، اوهان کي پاڻ سان اهو اقرار ڪرڻ گُهرجي، تہ جيڪي ڪُجھ پلئہ پوي اُن کي قرض سمجهي موٽائڻ کپي- يعني عقل ۽ فهم جا جيڪي وکر اوهان حاصل ڪيا آهن، تن کي پنهنجي انداز ۾ ٻيءَ خلق تائين پُهچائڻ لاءِ جستجو ڪرڻ جُڳائي. ڪتابن جي هر عاشق لاءِ اهو وچن ضروري آهي، تہ هُو پاڻ تخليق ڪندي پنهنجي نالي ڪمائڻ کان وڌيڪ، عظيم خيالن جي ڦهلاءَ ۾ سرگرميءَ ڏيکاري. ڇا مان عرض ڪري سگهان ٿو تہ اُهي 'عظيم خيال' ڪهڙا آهن؟ اهي 'مهان سوچون' هي آهن تہ: "اوهان جي سوچ جي مڙني پرتن منجھ، جيڪي بہ عقل، فهم ۽ ذات جا موتي آهن، سي سڀ جا سڀ ٻين جي نظر ڪرڻ جو ٻنان ڪنهن شرط جي عهد ڪريو." هر ڪامل انسان کي شمسي نظام جي سج وانگر، ڪنهن متيبد کان مٿانهون ٿي، هر جاءِ تي هڪ- ڪرو پُهچڻ کپي ۽ اها خدمت ڪندي، ڪنهن بہ موٽ يا امڪاني انعام جي حاصلات کان مٿيرو ٿي رهڻ گهرجي.

سيني کان اهم ڳالہ اها تہ پنهنجي چوڦير چڱائيءَ ۽ خلوص جو سوجهرو ۽ گرمي پُهچائيندي، توهان کي هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ اها سوچ نہ هُجڻ کپي، تہ ائين ڪندي توهان فقط پنهنجي فرض جي ادائگيءَ ڪانسواءِ ٻيا ڪي ڦاڙها ماري رهيا آهيو. مان سمجهان ٿو تہ انساني زندگيءَ ۾ ان کان وڌيڪ ٻي ڪا بہ ڀلائي ڪانہ ٿي سگهي ٿي. بلڪ ان عمل کي اخلاقي ۽ شعوري سطح تي زڪوات ڪڍڻ جو عمل چئجي، تہ بہ غلط نہ ٿيندو. مان تہ هن قسم جي سرگرميءَ کي دُرست روپ ڏيندي، ڪيس اهو 'جهاد اَڪبر' ڪوٺيندس، جنهن بابت اسان جي پياري پيغمبر اڪثر ڪري تاڪيد ڪيو آهي.

پنهنجي هن گُذارش جي پُڄاڻيءَ کان اڳ، مطالعي بابت آئون ڪجھ ٻيا ويچار پيش ڪندس، اهي ويچار 'نماڻائي' ۽ 'سرگرمي' جهڙن لفظن اندر سموئي سگهجن ٿا. عرض ڪندس تہ اوهين جنهن بہ شخص جو ڪتاب پڙهي

رهيا آهيو، پاڻ کي اُن ليکڪ جي پَناري چڏي ڏيو. هُو جيڪو بہ چوي تنهن تي مولهيو پڏي، ڪٿ پِٽ نہ ڪريو. جيئن پيار ۾ پروسو سڀ کان اُتم شئي آهي، تيئن مطالعي ۾ بہ انهيءَ خاصيت جي سڀ کان وڏيڪ اهميت آهي.
دوستو، مُنهنجي انهيءَ عرضداشت ۾ وزن آهي! مان اوهان کي يقين ٿو ڏياريان تہ ايئن ڪندي، توهان ڪتاب جي ليکڪ طرفان بيان ڪيل وکرجي پيٽ ۾ بہ وڏيڪ لاڀ پرائيندءُ. چو تہ ڪنهن بہ ليکڪ لاءِ ارپنا، وفاداري ۽ بي انداز ماڻ رکڻ نهايت ئي اهم جُز آهي. پر جيڪڏهن ان جي اُبتڙ ڪنهن بہ ڪلاڪار جي تخليق پڙهندي، اُن سان جنگ جوتڻ وارو رويو اختيار ڪبو رهبو، تہ نہ رڳو ليکڪ جي ڏانءَ جي خوبصورتي پلئہ ڪانہ پوندي، بلڪ ايئن ڪندي ڪوبہ شخص پاڻ کي هميشہ لاءِ خيال جي پاڪيزگيءَ ۽ وضاحت کان پڻ محروم ڪري ڇڏيندو. ظاهر آهي تہ اهڙي صورتحال ۾، بي انداز اونداه منجه ٿا ڦوڙا هڻڻ کانسواءِ ڪُجھ پلئہ ناهي پوڻو؛ ۽ روح، فڪر ۽ سونهن جي دُنيا منجهان جلاوطن ٿيڻ کانسواءِ ٻيو ڪُجھ بہ هڙ حاصل نہ ٿيندو.
مُنهنجي اها دُعا آهي، تہ شال خُدا اسان کي مڙني مداين کان محفوظ رکي، ۽ اهڙين منزلن جي ڳولا ۾ اسان جو مددگار ٿئي، جن جي نہ رڳو بيمثال اهميت آهي، پر اُهي اهڙن اعليٰ قدرن جي حاصلات ۾ بہ سهائتا ڪن ٿيون، جن جي هن سرشتيءَ ۾ بيحد گهڻي مهانتا آهي.

*(١٩٥١ع ۾ شاگردن آڏو ڪيل تقرير- جيڪا اي ڪي بروهيءَ جي ڪتاب* *An Adventure in Self Expression* منجھ ڇپي).



مون کي پتو آهي ته بيشمار شخص. منهنجي لهجي جي ڪڙاڻ بابت شڪايتون رکن ٿا- پر ڇا سوچ جي آزاديءَ جي باري ۾ ماڻهوءَ کي ڪرو، تکو ۽ ترش نه هجڻ کپي؟ هن معاملي ۾ مان سچ جيترو کهرو ۽ انصاف جهڙو اٽل رهندس! هن موضوع تي ڳالهائڻ، سوچڻ ۽ لکڻ وقت، مان ڪڏهن به وچٿرو رهڻ نه چاهيندس. نه! هرگز به نه!!

توهان ان ماڻهو کي گهگهوءَ جو آواز جهڪو ڪرڻ جي صلاح پلي ڏيو، جنهن جو گهر باهه جي پيڙن ۾ ورتل هجي! توهان جي مرضي ته ڪنهن باغيرت شخص کي پڻ چئو، ته هو ان مهل مدد لاءِ آهستگيءَ سان پڪاري، جڏهن ڪو غنڊو سندس گهر- ڌياڻيءَ جي عزت، زوريءَ لٽڻ جي ڪوشش ڪري. اوهين باهه ۾ سڙندڙ ڪنهن معصوم ٻالڪ جي والده کي به مشورو ڏيئي سگهو ٿا، ته هوءَ پنهنجي ٻچڙي کي اتان ڪڍڻ مهل، آرام ۽ سستيءَ کان ڪم وٺي!

پر مهرباني ڪري مون کي اهو نه سمجهايو، ته سوچ تي پهرا ويهاريندڙن خلاف تذائپ کان ڪم وٺان. مان هن مهل جوش ۾ ورتل آهيان، مون کي ٻچاپڙو ٿيڻ جي صلاح نه ڏيو. هن معاملي ۾ آئون ڪنهن کي به معاف نه ڪندس؛ ۽ پنهنجي ارادي تان ترجيترو به نه هٽندس. ۽ نه وري ڪنهن ٻئي جي ٻولي ٻڌندس. انهيءَ صورتحال لاءِ اسان جي ماڻهن جي بيدردي ئي ڪافي آهي، جن جي افعالن ۽ عمل هر شاندار شخص جي مجسمي کي، پنهنجن بنيادن تان هٽائي نوائي ڇڏيو آهي؛ ۽ سندس اصولن کي نظرانداز ڪندي، ڪيس واپس هڪ مُردار ۽ قبر ۾ پيل لاش ۾ تبديل ڪري ورتو آهي.

(وليم لائڊ گئريزن)





# سونهن ڇا آهي؟

هڪ دفعي جڳ مشهور دانشور اناطُول فرانس چيو هُئو: ”آئون ٿو سمجهان، تہ اسين مڪمل طور تي اهو ڄاڻي ٿا سگهون، تہ ڪهڙي سببين ڪابہ شيءِ سهڻي بڻجي ٿي.“ هن عظيم ڪلاڪار ۽ عالم جا اهڙا ويچار، اسان کي جماليات جي علم بابت تفصيل ۾ وڃڻ کان، ارواح ڪٽائڻ لئہ ڪافي آهن. پر هن مضمون تي بحث ڪرڻ کان اول ئي. اسان کي اها ڳالھ چڱي طرح ذهن ۾ رکڻ کپي، تہ علم فلسفو اهڙو علم آهي، جنهن ۾ ڪابہ شيءِ ٺُر ڪونهي ۽ نہ ئي وري سندس لُغت ۾ پڪ، يقين ۽ مڪمل

نالي ڪن شين جو وجود آهي. البته مطلق رايا ضرور ٿي سگهن ٿا.

اها هڪ بيحد عجيب ڳالهه چئبي، ته فيلسوفيءَ ۽ انهيءَ کان پوءِ آتم گيان يا علم نفسيات، ان پاسي ڪا خاص توجهه ئي نه ڏني آهي. جيتوڻيڪ هر ماڻهو سونهن جي صدا ٻڌي سگهي ٿو، پر ان صدا کي بيان ڪرڻ جي صلاحيت فقط چند ماڻهن منجهه ئي هئي. آفريقا جي هڪ جهنگلي ماڻهوءَ کي، ٿلهن چپن ۽ جسم تي لڳل گهرن گهاون ۾ حسن نظر اچي ٿو، يونانين کي جوانيءَ ۽ توازن ۾ خوبصورتي لڀي ٿي ته رومين جي خيال ۾ عظمت، طاقت ۽ تناسب جو نالو ئي سونهن آهي. هڪ چترڪار ان جي تشريح ڪجهه رنگن جي ذريعي ڪري ٿو، ته هڪ فنڪار کي اهي جلوا ناچ ۽ راڳ ۾ نظر اچن ٿا. بهرحال اهو سچ آهي ته هر هنڌ ۽ هر دؤر ۾، ماڻهو ڪنهن نه ڪنهن حسن کان ضرور متاثر ٿيا آهن ۽ ڪيترن ان جي ڳولا ۾، پنهنجيون زندگيون وڃائي ڇڏيون آهن. پر ڏاهن، مفڪرن ۽ فيلسوفن هميشه سندس حقيقت ۽ لڪل قوت کي پروڙڻ جي جستجو ڪئي آهي.

سچ ته اهو آهي ته حقيقت ۾ هيءُ مسئلو علم نفسيات سان تعلق رکي ٿو، پر نفسيات جي ماهرن ان کي فيلسوفيءَ جي هٿن ۾ ڏيئي ڇڏيو آهي. هتي هڪ ڳالهه ياد رکڻ جهڙي آهي ته سائنس جي هر شاخ، هر انهيءَ مسئلي کي فيلسوفيءَ جي 'اسٽور روم' ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيو آهي، جنهن جو حل ڪائنس نه لڀي سگهيو آهي (تنهن ڪري اها ڳالهه ذهن ۾ رکي ڇڏڻ گهرجي، ته علم فيلسوفيءَ جي دائري ۾ ايندڙ هر موضوع، اهم ترين موضوع آهي: ۽ وٽس غيراهم موضوعن جي هجڻ جو جواز، بلڪل نه هجڻ جي برابر آهي).

جديد مادي سائنس جي جامد مادي تاويلن ۽ سيني واقعن جي پرک جو پئمانو تڪ تور واري انداز سان ڪرڻ جي ڪري، حسن جي لافانيت جي پوري پروڙ ڪونه پئجي سگهي آهي: تنهنڪري سائنس حياتيات جو روپ وٺي جيستائين نفسيات جي علم سان پنهنجو سٻنڌ قائم نٿي ڪري، تيستائين جماليات جي مڪمل آگاهي قطعي، ممڪن ڪونهي. اهڙي صورتحال ۾ فيلسوفيءَ کي پورو پورو اختيار آهي، ته اها سيني معاملن جي ڇنڊڇاڻ ڪري، ۽ جن معاملن سان مادي سائنس اڃا تائين پنهنجو پلئه اٽڪائڻ کان لنوائيندي رهي آهي، تن بابت به ڇنڊڇاڻ ڪري. جنهن ڏينهن به 'جماليات' حسن، ڏاهپ ۽ حڪمت جي چادر جي ڪنڊ جهلي، پاڻ پيري ٿي ۽ هڪ ڌار ۽ عليحده علم هجڻ جو اعزاز حاصل ڪري ورتو، تنهن ڏينهن 'مابعدالطبعيات' جي سڪل هڏن مان ترڪات نڪري ويندا.

ڏک جي ڳالهه اها آهي ته فيلسوفيءَ پڻ هن دلفريب مضمون تي ڪو خاص ڌيان ڪونه ڏريو آهي ۽ گهٽوٽو ڪيس گمناميءَ ۾ رکيو آهي. پر ان جا

بہ ڪجھ سبب آھن. مثلاً منجھس فطرت پرستيءَ جا جُزا موجود آھن، جنھن ڪري مذھبي ماڻھن ڪي خاص طور، ھن موضوع ڪان وڏي چڙ آھي. سونھن جا بنياد اينتريقدر تہ غيرعقلي آھن، جو سوالي جوابي عقل پرست عالم بہ ڪانئس متاثر ڪونھن. ’بائومر گارٽن‘ ئي اھڙو پھريون فيلسوف ٿي گذريو آھي، جنھن خوبصورتيءَ جي اصليت کي ھڪ جدا موضوع سمجھي، ڪيس ’جماليات‘ جو نالو ڏنو، ۽ ھن موضوع کي، فيلسوفيءَ جي منجھيل مسئلن ڪان پري رکڻ جي ڪوشش ڪئي. پر پوءِ بہ (جيتوڻيڪ ھُن سونھن کي فيلسوفيءَ ڪان عملي طور تي جدا رکڻ جو مظاھرو ڪيو) ڪيس اھو ڪٿڪو ضرور رھيو، تہ عام ماڻھو سونھن جي بنيادن تي ڳالھائڻ جو مقصد، عورتن ڏانھن لاڙو ۽ معشوقن ڏانھن نزديڪي پائيندا، تنھن ڪري ھو پاڻ بہ ان کي مڪمل ظاھر ڪري بيان ڪرڻ ڪان ڪيپائيندو رھيو.

حد تہ اھا ٿي ويئي، جو يونان جي ڌرتيءَ (جتي نہ فقط حسن جي تخليق بي انتھا ۽ جھجھي ھئي پر عام طور ان کي عزت ۽ قدر جي نگاھن سان ڏٺو ويندو ھئو) تي بہ نامر ڪنيا فيلسوف ۽ ڏاھا، ھن (سونھن) جي گھرائين تائين پھچڻ ۾ ناڪام ٿي چڪا ھئا. ’پيٿاگورس‘ بہ جماليات جو ناتو، موسيقيءَ کي علم رياضيءَ جي قاعدن ۾ سموئي، تحرير ڪري سگھيو ۽ پوري ڪائنات کي، انگن ۽ قاعدن جي جوڙڪٽ ۾ بيان ڪري سگھيو. تنھنڪري ’سُقراط‘ ڪان اڳ جا ھڙئي فيلسوف، ’چارلس ڊارون‘ ڪان اڳ جي سيني سائنسدانن وانگر، سونھن کي علم طبعيات ۽ رياضيءَ جي مساواتن ۾، مختصر ڪري بيان ڪندا ھئا. سندن ويچارن موجب، موسيقي ’آوازن جي بھترين جوڙ جڪ‘ ۽ لافاني سونھن ’ترتيبوار ۽ سڌريل مساواتن‘ جي ترتيب جو ٻيو نالو ھئو.

افلاطون۔ جيڪو بنيادي طور تي اخلاقيات جو ماھر ھُئو (جنھن چاھيو پئي، تہ سندس ديس بداخلاقي جي چنبي ۾ اچي ناس نہ ٿي وڃي)، سو وري ان رياضيءَ واري نظريي جي بلڪل ابتڙ ھليو ويو. ھُن سونھن کي، نيڪوڪاريءَ جو روپ ڏنو. سندس راءِ موجب، حُسن حقيقت ۾ اخلاقيات جو ھڪ حصو ھُئو ۽ راڳ رنگ جو سواءِ تعليمي فائدن جي، ھن وشال ڪائنات ۾ ڪو خاص ضرور نہ ھُئو. ان جي پيٽ ۾، ارسطوءَ جي فڪر ۾ وري حُسن جي فيلسوفيءَ جو جواز، توازن ۽ تناسب جي لڙيءَ ۾ پوتل، مختلف شين جي حقيقي ترتيب جو ٻيو نالو ھئو. پر ھڪڙو سوال اسان جي ذھن ۾ اچا بہ مختلف شڪن کي جنم ڏئي ٿو، تہ آخر اھي نسبتون، ڳانڍاپا ۽ ھيڪڙائي اسان جي روح کي، ڪھڙي نموني خوشيءَ سان ھمڪنار ڪرائي سگھن ٿيون؟ ھيءَ سوال، اسانجن مقرر اصولن ڪان اسان کي پري وٺي وڃي ٿو ۽

ذهن کي مُنجهائيندو رهي ٿو.

ونڪلمئن ۽ ليسنگ (جماليات جا مشهور عالم) پڻ انهيءَ ڏس ۾، ڪي خاص جواب ڏيڻ ۾ ڪامياب ڪونہ ٿيا؛ ۽ اڪيون پوٽي، يونانين جي خيالن کي قبول ڪيائون. اهو سڄو عرصو، سونهن ۽ خوبصورتيءَ جو مسئلو، فقط بيهڪ، ناهہ نوهہ، تراشيل سنگ مرمر ۽ جبلن تي نهيل باڪمال عبادتگاهن تائين محدود رهيو. جيڪو فقط ئي فقط پارٿينين ۽ سندن فن لاءِ مخصوص هيو. اها سچائي، تہ پٿر جا نهيل بت، حقيقت ۾ انهيءَ متحرڪ ۽ زنده حسن جو نقل آهن، جيڪو مُڪمل گرمي رکي ٿو؛ ۽ سندن اصلي سچائي انهيءَ لازوال اصليت ۾ ئي لڪل هئي. پر اها سادي ۽ آسانيءَ سان سمجهہ ۾ ايندڙ وضاحت، ڏکيو ۽ ٿبث علمي ذهن رکندڙ عالمن ۽ فاضلن کي بلڪل قبول نہ پيئي.

جرمن فيلسوفن، امانيوئل ڪانٽ ۽ آرٿرشوپنهار وٽ، وري ڪسوٽيون ئي ٻيون آهن. سندن چوڻ موجب، سونهن اهڙي خوبي آهي، جنهن ذريعي ڪابہ شيءِ انهن (شين) جي فائدن کي الڳ رکندي، اسان کي پسند اچي ٿي. جنهن ذريعي اسان ۾ بنان ڪنهن لالچ جي، سوچ ۽ فڪر جو جذبو پروان چڙهي ٿو، جيڪو ايماندارانہ خوشيءَ کي جنم ڏيڻ ۾ مدد ڪري ٿو. هن معروضي ۽ غيرجانبدار مشاهدي ۾، بقول شوپنهار: "جماليات ۽ فني عظمتن جا اصل راز لڪل آهن. جنهن ڪري ذهن (عارضي طور تي ئي سهي) خواهشن جي جهنجهٽ کان آزاد ٿي وڃي ٿو؛ ۽ انهن افلاطوني تصورن جي سمجهہ پيدا ڪري ٿو، جيڪي سندس عالمگير ارادن جا ٻاهريان پهلو هئا. ٻئي طرف جدلياتي جرمن مُفڪر فريڊرڪ هيگل، اسان کي ٻيهر يونانين ڏانهن وٺي وڃي ٿو. جتي حُسن وري ڪثرت مان وحدت ۽ مادي علم وسيلي، سوٽ ۽ ڪنهن آفاقي مقصد جي حسي (Sensuous) اظهار ۾، تبديل ٿي وڃي ٿو. اهو سڀ سمجهڻ کان پوءِ، اسين انهيءَ شڪ ۾ پئجي وڃون ٿا، تہ ڪٿي ائين تہ نہ آهي، تہ دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ بيڪار ڪتاب، سونهن جي باري ۾ لکيا ويا آهن. تنهنڪري اچو تہ هن موضوع جو تفصيلي جائزو وٺون.

## ساهدارن ۾ سونهن جو شعور:

جماليات بابت مٿيون نظريو، جنهن ۾ سندس وضاحت مادي ۽ ان جي بيهڪ مطابق ڪئي وئي آهي، سو (ممڪن آهي تہ) غلط هجي، ممڪن آهي تہ سونهن جو دارومدار ئي زنده هجڻ (زندگي) تي هجي. پوءِ بہ اچو تہ ڏسون تہ جتي علم رياضي ۽ طبعيات اسان کي توڙ نہ پهچائي سگهيا آهن، اُتي من علم حياتيات اسان جو سونهون بڻجي.

اچو تہ ساهوارن جو مطالعو ڪريون ۽ سونهن جي متعلق صحيح احساسن

جي سرچشمي تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪريون. اسان جو اهو خيال غلط آهي، ته رڳو انسان کي ئي جمالياتي احساس بخشيو ويو آهي. حقيقت اها آهي، ته ڪيترائي اهڙا حيوان هن ڪائنات ۾ موجود آهن، جيڪي بنا ڪنهن ۽ ٻن ڄنگهن تي هلندڙ هن مخلوق (انسان) کان وڌيڪ خوبصورت آهن؛ جيڪو دنيا تي حڪم ته ضرور ٿو هلائي، پر اهو لازمي ناهي ته هو انهن ٻين ساهوارن کي به وڻندو هجي.

اسين اهو سمجهندا آهيون ته سونهن جو احساس فقط اسين رکون ٿا، ڇو ته انهيءَ کي اسين اکين ذريعي ڏسي سگهون ٿا. پر اصل ۾ جانورن ۾ به اهڙو شعور آهي، جيڪو اُهي سنگهڻ جي سگهه ذريعي حاصل ڪن ٿا. 'موسيو برجر' جي ڪُتي کان پڇندؤ، ته هو ايئن چوندو ته ڪُتيءَ ۾ هڪ وڻندڙ خوشبوءِ جو احساس موجود آهي، پر ان جي ڀيٽ ۾ انسان جي بُوءِ سندس طبعيت لاءِ لازما اڻوڻندڙ هوندي.

انهيءَ هوندي به ٻين ساهوارن لاءِ ٻُڌڻ جي قوت ۾ بلڪل مزو رکيل آهي. اسان جي دنيا ۾ موجود ڪيترائي جانور، پنهنجي ابن ڏاڏن جي مخصوص موسيقيءَ لاءِ ڪافي انسيت رکن ٿا. 'هيولاڪ ايلس' جهڙو جماليات جو عالم هڪ هنڌ چوي ٿو: ”چڙيا گهر ۾ جدا جدا حيوانن مٿان جيڪي تجربا ڪيا ويا آهن، انهن مان پتو لڳي ٿو ته سواءِ ڪجهه جانورن (تازي ڪتن) جي، ٻيا هڙئي موسيقيءَ جي سُرتال ڏانهن، ڪافي حد تائين مائل نظر آيا ۽ ان جي ڀيٽ ۾ انهن سيٽي پوائنٽ ۽ ديڃاريندڙ آوازن کان نفرت پئي ڪئي. منجهائن هڪ چيتي، سرندي جي آواز مان ته لئه پئي ورتي، پر جڏهن سندس آڏو نغارو وڄايو ٿي ويو، ته هو غصي ۾ پرجي ٿي ويو. منجهائن اڪثر کي، بانسريءَ ۽ سُرندي جو آواز پسند هئو. خود ايلس جو ڪتو به مشهور جرمن موسيقار شوبن جي ناهيل هڪ ڌن کي پابوه مان ٻڌندو پئي رهيو، پر ان کان پوءِ هڪ شاديءَ جو ڏمڇر جهڙو گانو شروع ٿيو، ته هو بوريت کان اکيون ٻوٽي پئجي رهيو. مشهور معاشرتي عالم ڊين سوفٽ لکي ٿو ته لبيا ۾ موسيقيءَ جو آواز ٻڌي، گهوڙيون پنهنجين گاڏين ۾ جُتڻ لاءِ تيار ٿي وينديون هيون.

اها ڳالهه به پنهنجي جاءِ تي سچ آهي ته ٻين ساهوارن جون اکيون به، سُونهن کي سمجهڻ جي اهليت رکن ٿيون. ڊارون چيو: ”ڪُجهه پکي، پنهنجن آکيرن کي رنگ برنگي پنن، سهڻن پٿرن، ٻين پکين جي خوبصورت کنبن ۽ ڪپڙن جي وڻندڙ ريشمي ٽڪرن سان سجائيندا آهن، جيڪي هو اسان جي گهرن مان ئي کڻي ويندا آهن.“ شاهي ڪُڪڙ (BowerBird) پنهنجي جيون ساٿيءَ لاءِ هڪ خاص قسم جو گهر جوڙيندو آهي، جڏهن ته سندس طرفان

هيٺ فرش تي، وري نرم گاهه ۽ تيليون وچايل هونديون آهن. انهيءَ کان سواءِ. هو پير پاسي واري چشمي مان اڇا کير جهڙا پٿر ڪٽي، ڪلاڪاريءَ سان انهن کي سينگاري رکي ٿو. هو پنهنجي هن ننڍڙي جنت جون پٽيون چمڪيلن ڪنين، ٻاڙهن ڪکن ڪانن ۽ ٻين دل لڀائيندڙ شين سان سجائيندو رهي ٿو. انهيءَ گهرَ جو دروازو دريائي سپن ۽ روشن پٿرن سانَ جڙيل، قدرت جي حسن جو هڪ شاهڪار بڻجي پوي ٿو. هيءُ اهو محل آهي، جيڪو هُن پنهنجي محبوب لاءِ تيار ڪيو آهي. مشهور مفڪر بولش چوي ٿو ته فقط هڪ دفعو ئي هِن حسين محلات کي ڏسڻ کان پوءِ، محسوس ٿئي ٿو ته: ”سونهن ۽ جمال منجهان لطف اندوز ٿيڻ، هن پکيئڙي جي فطرت جو هڪ حصو آهي.“

ڪجهه جيت جنيا ۽ پکي، پنهنجو پاڻ آئيني ۾ ٻه ڏسندا آهن. آئيني کي سچ جي روشنيءَ ۾ چمڪاٽ ڏياريو، ته ڪيترائي چنڊول جمع ٿي ويندا، پوءِ پيلي ته سندن مٿان گولين جو وسڪارو ڇو نه لائي ڏيو، پر هي پکيئڙا، آئيني ڏسڻ جي انڌي تمنا ۾، اڳتي ئي وڌندا رهندا. مينا، جابلو ڪانءُ ۽ ٻيا پکي، چمڪندڙ شيون ۽ سون چانديءَ جا زيور ٻه چورائيندا آهن. خبر ناهي، ته اهو ڪهڙو سبب آهي! خودپسندي، هورا ڪورا، يا وري ڪا ٻيچ آهي، جيڪا کين اهڙي حرڪت ڪرڻ تي، مجبور ڪري ٿي. پر انهيءَ مان، گهٽ ۾ گهٽ هن ڳالهه جو صاف پتو لڳي ٿو، ته غيرجاندار حرڪتن ۾، سونهن پسڻ جي صلاحيت، فقط چند ساهوارن ۾ آهي؛ ۽ سندن جمالياتي شعور، معمولي ۽ گهٽ ٿئي ٿو. انهيءَ ناهه ٿوهه ۽ سنبت جي پنيان ڪاربند جذبو، جيڪو هڪ نَرُ پکي، پنهنجي ماديءَ جي اڳيان، نسلي واڌ واري عمل دوران ڪندو آهي، تنهن لاءِ ڊارون چوي ٿو: ”ڪيترن جانورن ۾ سونهن جو شعور، مخالف جنس جي ڪشش تائين، محدود هوندو آهي.“

اسان جي جستجو لاءِ، هن حضور شرم سائنسدان جو هيءُ آسان قول، انتهائي فائديمند آهي. جيڪڏهن ڊارون جو موقف صحيح آهي ته: حسن جنسي ڪشش جي ڪري پيدا ٿئي ٿو- ته پوءِ، اهو تسليم ڪرڻو پوندو، ته سُهڻيون شيون اهي آهن، جن کي اسين جنسي طور پسند ڪندا آهيون. انهيءَ جي ابتڙ، جيڪڏهن ٻيو شيون ٻه سُهڻيون محسوس ٿين ٿيون، ته اُهي ٻه فقط ان ئي جمالياتي احساس جي مهابي ٿين ٿيون.

جڏهن شوپنهار پنهنجي مضمون ’سونهن جي مابعدالطبعيات‘ ۾، پنهنجي مخصوص انداز ۾ چوندي نظر اچي ٿو: ”خوبصورت شيءِ کان متاثر ٿيڻ، ارادي جي شموليت کان سواءِ، ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو؟“ ته جواب ۾ ايئن چئي سگهجي ٿو، ته ايئن ٿي ئي نٿو سگهي. ڇاڪاڻ ته خوبصورتي

لڪل نموني، اسان جي ارادي سان ڳنڍيل آهي ۽ خود سندس ئي خيالن مطابق، هڪ فرد ۾ بنيادي ارادو- نسلي واڌ جو ارادو ئي آهي.

## سونهن جو ٻِيو معيار (ماڻهو):

سپ کان پهريائين ڪابہ شيءِ ان ڪري سهڻي آهي، جو اسان ان جي خواهش ڪندا آهيون.”اسين ڪنهن بہ شيءِ لاءِ انهيءَ ڪري چاهت ڪونہ رکندا آهيون، تہ اها سُهڻي هوندي پر اسان انهيءَ ڪري ان کي سهڻو سمجهندا آهيون، جو اها اسان جي اُمنگن جي ترجمان هوندي آهي.“ (اسپنوزا)

ڪابہ اهڙي شيءِ، جيڪا اسان جي فطرت جي ڪنهن بنيادي ضرورت کي پورو ٿي ڪري، تنهن ۾ جمالياتي فيض ڏيڻ جا امڪان موجود آهن. هڪ بُکئي ماڻهوءَ لاءِ، هڪ سُني ڪاڌي سان ڀريل ٿالهيءَ کان وڌيڪ خوبصورت شيءِ، ڪهڙي ٿي سگهي ٿي؟ هڪ سيٽيل جسم ۽ سٺي صحت رکندڙ شاگرد لاءِ، ڪابہ عورت زبردست ڪشش رکي ٿي، پر جيڪڏهن ڪيس ڪجھ عرصو بُکيو رکبو، تہ دنيا جي حسين کان حسين عورت لاءِ بہ سندس احساس ٿڌا ٿي ويندا. هُو ان کي بہ کائڻ جي شيءِ سمجهڻ لڳندو. (اها ٻي انتها بُک، دائمي طور اسان جي محبت ۾ قائم رهي ٿي). هڪ ڪلاڪار، جنهن ڪيترو عرصو پنهنجي ان تصنيف جو انتظار ڪيو هجي، جيڪا هجي تہ بيمثال، پر سالن کان پوءِ ڇپجي سگهي هجي- سا ڪيس ڪيڏي خوبصورت لڳندي هوندي! انهيءَ جو اندازو لڳائڻ مشڪل آهي. پر هڪ هاريءَ يا مزدور (جيڪو ڪتابن جي مقابلي ۾ ٻين شين جو طالبو آهي) لئہ اهو ئي شاهڪار ’ڪاغذ جو ٽُڪر‘ انهيءَ وٽ کان وڌيڪ ڪهڙي حيثيت رکي ٿو، تہ هُو ڏاڙهي ڪُوڙي، ان پني تي پنهنجو بليڊ صاف ڪري! سُهڻي شيءِ تہ اها آهي، جيڪا پنهنجي معمولي پهلوءَ ۾ بہ، انهيءَ لڪل شيءِ جو حسياتي رُخ آهي، جيڪا اسان جي ڪنهن شديد خواهش جو پورائو ڪري ٿي سگهي؛ ۽ ڪنهن بہ لحاظ کان، انتهائي فائديمند ڇورائڻ جي حقدار آهي.

جرمن مُفڪر نيٽشي چوندو هُئو تہ سونهن ۽ ڪوجهائپ حياتياتي تصور آهن. جيڪا شيءِ ڪنهن بہ نسل لاءِ نقصانڪار آهي، اها ڪوجهي ئي سمجهڻ گهرجي. اسان ڪنڌُ انهيءَ لاءِ ڪونہ واپرائيندا آهيون تہ اها مٺي آهي، پر ان لئہ واپرائيندا آهيون، جو انهيءَ سان جسم ۾ وڌيڪ سگھ اچي ٿَي. اهوئي سبب آهي جو هڙئي فائدي واريون شيون، ڪُجھ وقت کان پوءِ اسان کي سهڻيون لڳڻ شروع ڪنديون آهن. اوڀر ايشيا جي ماڻهن کي نائٽروجن مڇيءَ مان حاصل ٿئي ٿي، تنهن ڪري هُو ڪُني ۽ ڏپ هنيل مڇي، نهايت مزو وٺي کائيندا آهن. مشهور مُفڪر سدرليند وري چوي ٿو: ”آسمان انهيءَ ڪري نيرو ڪونہ آهي تہ اسان جي اکين کي چڱو لڳي، پر حقيقتاً اسان جون

اکيون آسمان جي نيراڻ کان متاثر ٿي، ان کي پسند ڪرڻ لڳنديون آهن. هڙئي صورتون ۽ سڀ رنگ اوترو فائدو ڏين ٿا، جيترا اهي اسان جي روزاني زندگيءَ مٿان اثر انداز ٿيندا رهن ٿا. سائو گاهه ۽ نيرانجهڙو آسمان بيشڪ وڻندڙ آهن، پر ان ۾ سندن سونهن جو گهٽ، پر اسان جي عادتن ۾ لاڳاپن جو گهڻو دخل آهي.

انهيءَ ڳالهه مان ظاهر ٿيو، ته سونهن فائدي جي اُبتڙ، فرحت ۽ سُڪون جي شدت سان لاڳاپيل آهي. جنهن جي پٺيان اسان جون سَڌون ۽ اُتساهه لڪل آهن. مثال طور، هڪ ڪنجوس شخص لاءِ ڏوڪڙ ۽ ملڪيت فائديمند ڪونه آهن، پر حسين ضرور آهن. هر اُها شيءِ سُهڻي آهي، جيڪا شخصيت ۾ ولوڙ پيدا ڪري، ڪيس وڏيڪ سگهارو بڻائي ٿي. انهيءَ ڪري ئي روشني، سُريلا آواز ۽ نازڪ نفيس ڇُهاءَ سُهڻا لڳن ٿا. بدصورتي سگهائيءَ کي گهٽائي ٿي ۽ اسان جي هاضمي جو ٻيڙو ٻوڙي، اعصابي نظام جو خانو خراب ڪري، نبل بڻائي، ٻُڇان پيدا ڪري وجهي ٿي. آمريڪي دانشور جارج سنتيانا جي بقول: ”سونهن جو ٻيو نالو ’معروضي لطف‘ آهي يا وري استندال غيرارادي طور تي انگريز فيلسوف هابز جي پوئواري ڪندي چوي ٿو: ”سونهن مزي جو ٻيو نالو آهي.“

جهڙي طرح قومن ۾ فن جي تخليق اڪثر ڪري ڏوڪڙن جي ججهائيءَ ۽ واندن ماڻهن جي وڏي فوج موجود هجڻ ڪري ٿئي ٿي، تهڙي طرح فرد ۾ به تخليق ڪرڻ جو جذبو پيٽ ڀرائيءَ ۽ جنسي هيجان وڌي وڃڻ ڪري پيدا ٿئي ٿو- جيڪو اڳتي هلي ’حُسن جي شعور‘ جي شڪل ۾ ظاهر ٿئي ٿو. سونهن بابت اسان جا احساس، اسان جي جنسي سگهه جي زور تي گهٽبا ۽ وڌندا رهن ٿا. پيارُ سونهن جي تخليق اوتري ئي ڪري ٿو، جيتري سونهن محبت کي جنم ڏيڻ لاءِ ڪري ٿي. اهوئي سبب آهي جو هر عاشق پنهنجي محبوب کي، انتهائي حسين سمجهندو آهي. جڳ مشهور مُفڪر دي گورمن سچ چيو آهي ته: جيڪڏهن ڪنهن ڏيڏر کان به پڇندؤ ته حُسن ڇا آهي؟ ته هُو هڪدم جواب ڏيندو ته ’منهنجي مادي‘- جنهن جون ٻه گول اکيون سندس ننڍڙي مٿي ۾ کتل هونديون آهن، جڏهن ته سندس واڇون قاتل پيٽُ پيلو ۽ پُٺي پُوري هوندي اٿس.

حُسن ايڏو ته محبت سان لاڳاپيل آهي، جو هو انساني جسم جي انهن حصن تي مشتمل آهي، جن جي حيثيت جنسي ڪشش ۾ انتهائي اهم آهي. مثال طور تي ڇاتي، وار، ڪلها، جسم جي وڻندڙ بيهڪ ۽ نرم ۽ گُداز آواز. پنهنجي مڙس آڏو پاڻ وڻائڻ لاءِ وڏن گهرائن جون عورتون ته نهيو، پر هيٺين طبقي جون عورتون به هٿراڌو طور تي مَهٽ سهٽ ڪري، پنهنجي جسم کي

خوبصورت بڻائڻ جون ڪوششون ڪنديون آهن. ٻئي طرف وڏن گهراڻن جا ماڻهو سَتُر ڪندا آهن، چو ته سَتُر ڳالهين ۾ وڏاءَ وانگر، خودنمائيءَ ۾ هڪ ڪامياب هٿيار ثابت ٿئي ٿو. پوشاڪ اوڍڻ جو عمل (حياءَ وانگر) سونهن ۾ اضافو ڪري ٿو، چو ته هيءَ صورتحال درحقيقت خواهشن کي روڪڻ جي، هڪ ڀرپور ڪوشش آهي- ۽ اها ته اسان سڀني کي خبر آهي، ته رُڪاوٽ خواهش کي پاڻ تيز ڪندي آهي. سنتيانا جي بقول: ”ديويون پنهنجي پوشاڪ ٿيون لاهي سگهن، ڇاڪاڻ جو سندن خوبيون ئي سندن لڪل وجود ۾ موجود هونديون آهن.“ سمجهه ۾ اهو ٿو اچي، ته سنتيانا محتاط انداز ۾ اها ڳالهه ڪَئي ۾ وجهڻ گهري ٿو، ته جديد معاشري ۾ پوشاڪ حُسن لئه لازمي عنصر آهي.

اسان جي دؤر ۾، درحقيقت عورتاڻو حسن ئي سونهن جي بهترين شڪل آهي، جنهن مان ٻيا سڀ معيار ۽ پرکون جنم وٺن ٿيون. مشهور ڊرامي ٽائيس جو تصور تڏهن ئي چوي ٿو: ”اي نادان! آئون عورت جو حُسن آهيان، تون مون کان ڪيڏانهن ڀڄي ويندين؟ تون منهنجو جلوو گُلن جي وقار، ڪجهيءَ جي سونهن ۽ عظمت، ڪبوتر جي اُتاهين پرواز ۾، هَرڻ جي چال، دريائن جي روان دوان وهڪري ۽ چنڊ جي ڪونئري ۽ لطيف چاندوڪيءَ ۾ پسندين. پر جي انهن سڀني کان منهن موڙي اکيون بند به ڪندين، ته به تصور ۾ تون مون کي پنهنجي اندر ۾ پائيندين“.

جيڪڏهن حسن جي معاملي ۾ يونانين جا معيار ۽ اصول غالب رهن ها، ته اڄ اسان جي جمالياتي شعور تي، مرداڻي وجاهت جو قبضو رهي ها. چو ته يونانين جي ياري، سندن محبت واري جذبي تي غالب هئي. اهوئي سبب آهي جو اٿينس ۽ اسپارٽا ۾ سونهن جو تصور، هڪ خوبصورت ۽ بي ڊپي مرد جو هُئو. انهيءَ ڪري سڄي يوناني ڪلا تي، مردانگيءَ ۽ راند جو ميدان مڪمل طور تي ڇانيل رهيا آهن. جڏهن ته اسان جو سونهن بابت شعور اسان جن ذهنن ۽ دلين تي، عورتاڻي ڇاپ جي غلبي جي عڪاسي ڪري ٿو. ورلي ڪٿي جي مرد جو حسن متاثر به ڪري ٿو، ته انهيءَ جو اصل سبب اهو آهي، ته اسان جي مثان پيار جو اُهو پهلو وڌيڪ ڇانئجي ويجي ٿو، جيڪو ياري دوستيءَ واري جبلت جي اثر هيٺ اچي ويجي ٿو.

عورت سونهن جو پئمانو ۽ معيار انهيءَ ڪري بڻجي ٿي، جو هن لاءِ هڪ مرد جي محبت، ان محبت کان وڌيڪ اونهي ۽ پائيدار ٿئي ٿي، جيڪا هوءَ مختصر طور، ڪنهن مرد کي ارپي ٿي. جڏهن ته مرد جي عورت ڏانهن چاهت ۽ شدت، عورت جي حسن ۾ پڻ اڻ ڪُٿ اضافو آڻي ٿي. بيشڪ هڪ عورت مرد جي ان تصور کي ته: ”هوءَ ڪائنس وڌيڪ خوبصورت ٿئي ٿي.“

بلڪل سمجهي ٿي، پر جيئن ته فطري طور تي منجهس مايا جي موهه ڪان وڌيڪ، محبوب ٻڇڻ جي خواهش اهي، تنهن ڪري هوءَ مرد جي عاشقيءَ واري خواهش کي وڌيڪ تيز ڪري ٿي. انهيءَ کان سواءِ، عورت هڪ مرد ۾ فقط حسن جي تلاش ڪونه ٿي ڪري، پر هوءَ ان ۾ سگهه ۽ پنهنجي ٻچن جي سلامتي ۽ تحفظ فراهم ڪرڻ جي صلاحيت به ڳولي ٿي. جيتوڻيڪ انهيءَ سان گڏوگڏ هوءَ اهو به خواب لهي ٿي، ته سندس زندگيءَ ۾ ڪو اهڙو مرد اچي، جيڪو سڄي دنيا جا مال متاع ميڙي سندس پيرن ۾ آڻي رکي.

سونهن جي چاهت ۽ هوس سان لاڳاپي جي هڪ واضح نشاني اها به آهي، ته جڏهن به من گهريو محبوب ملي ٿو، ته سونهن جو احساس گهٽجي وڃي ٿو. تمام گهڻ مرد اهڙا ڏٺا ويا آهن، جيڪي فيلسوفائين خوبين جا مالڪ هوندا آهن. هُو اهڙين شين کي به عزيز رکندا آهن، جيڪي وٽن موجود هونديون آهن؛ ۽ ان کان به گهڻ اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي صابر ۽ شاڪر قسم جا هجن ۽ پنهنجين خواهشن کي گهڻي اهميت نه ڏيندا هجن. عام طور تي زندگي اهڙن ئي اصولن تي هلندي رهي ٿي، پر جيڪڏهن موت اسان کان زندگيءَ جو همسفر کَسي ٿو وٺي، يا ڪو ٻيو ماڻهو اُن ۾ اک وجهڻ شروع ڪري ٿو، ته پنهنجي ملڪيت (زال) تي انهن غاصبانه نظرن جي جواب ۾، اسان جي پراڻي عادت (احساس) پڙڪو ڏيئي وري زنده ٿي پوي ٿي. احساس اجرو ٿي پوي ٿو ۽ سونهن ڏانهن لاڙو وري وڌي وڃي ٿو. اها ڪيڏي نه عجيب ڳالهه آهي ته اُهو چهرو، جيڪو روز روز ڏسي اسان ٿڪجي پيا آهيون، ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جي لاءِ ڪشش جو سبب بڻجي وڃي ٿو! خدا اسان کي ساڃاهه ڏئي، ته اسان پنهنجي جيون ساٿيءَ کي هميشه اهڙين نظرن سان ڏسندا رهون، جيئن ٻيون ڪي نظرون ڪيس ڏسنديون رهن ٿيون.

## سونهن جو ثانوي معيار (فطرت):

محبت سونهن جي ماءُ آهي نه ڪي سندس ڌيءُ. محبت شين جي نه پر زنده انسانن جي حُسن جو قيمتي سرمايو آهي. پر اسين انهن سيني شين لئه چا چونداسين، جيڪي سُهڻيون ته بيشڪ آهن، پر سندن ناتو نينهن سان بلڪل ڪونهي. اسين اُنهيءَ ٻاهرين (خارجي) دنيا جي بي انداز سونهن جي وضاحت ڪهڙي نموني ڪريون؟

جهڙيءَ طرح لغت ۾ ڪجهه لفظن جي معنيٰ تُر ۽ ڪن جي وري ورتل هوندي آهي، اهڙيءَ طرح هر جبلت جا به اهم ۽ گهڻ اهم مقصد ۽ ذائقا هوندا آهن. مثال طور، خوراڪ حاصل ڪرڻ واري جبلت، مايا حاصل ڪرڻ جي جبلت ۾ تبديل ٿي وڃي ٿي. جنهن جي ذريعي اسان هر ان شيءِ کي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪريون ٿا، جيڪا ڪنهن به لحاظ کان ٿوري گهڻي اهم

هُجي ٿي. خوراڪ يا محبوب جي حاصلات لاءِ جهيڙا ڪرڻ، هڪ عام عادت بڻجي ٿي وڃي ۽ ان لاءِ جنگ ڪندي، پاڻ وڏيڪ سڪون حاصل ٿئي ٿو. اهڙيءَ طرح جمالياتي جذبو به محبوب، ساٿس لاڳاپيل شين، سندس اُٿڻي ويهڻيءَ، سندس ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي طور طريقي ۽ اهڙين ٻين شين تائين ڦهلجي وڃي ٿو. جنهن ڪري سڄي دنيا سندس جلوو پئي لڳندي آهي.

اچو ته انهن شين تي هڪ نگاهه وجهون، جيڪي اسان کي ڇهندي ڏاڍيون چڱيون لڳنديون آهن. اهڙيون شيون، جن ۾ نزاڪت، نرمائي ۽ نفاست موجود آهي، سي اسان کي ڇا جي ڪري مسرور ڪن ٿيون؟ ڇا فقط انهيءَ ڪري، جو انهن ۾ مٿي بيان ڪيل مڙيئي خاصيتون موجود آهن؟ ڇا نرم ۽ لَسيون شيون اسان ان لاءِ پسند ڪريون ٿا، جو اُهي اسان کي اسان جن پيارن جي وڻندڙ جسماني حصن جي ياد ڏيارين ٿيون؟ مختلف ماڻهن کي مختلف شيون سهڻيون لڳن ٿيون، جهڙي طرح ڪن کي ڇوڪندو خوبصورت لڳي ٿو. مثال طور ارسطو، جنهن لاءِ ڇوڪنڊي جو مطلب انصاف ۽ عدل جي نشاني آهي.

انهيءَ کان سواءِ سنگهڻ جي سگهه تي ڪجهه غور ڪريو. اسين صاف جسمن جي پوترتا، گلن جي خوشبوءِ يا انهن جي واس منجهان، ڇو لطف اندوز ٿيون ٿا؟ ڇا فقط ان لاءِ، ته جنسي چونڊ قديم دؤر ۾ سنگهي ڪندا هئاسين؟ اها حقيقت آهي ته گُل، ٻوٽن جي نَسلي جُزن جي حفاظت ڪن ٿا. ٻئي پاسي اهو به ياد رکڻ کپي، ته اسان کي وڻندڙ خوشبوئون (هشرادو عطر پيدا ڪرڻ کان پهرين)، جانورن جي عضون منجهان نهنديون آهن؛ ۽ عورت اُهي نهايت شؤق سان لڳائيندي آهي.

ٻڌڻ جي خوبصورتيءَ تي غور ڪنداسين. ته اسان کي سمجهه ۾ ايندو، ته انهيءَ خوبصورتيءَ جو تصور، حقيقت ۾ محبوب جي آواز ۽ ڳائڻ مان پيدا ٿيو آهي. هڪ عورت جو آواز سندس ذات ۾ لڪل انهن خوبصورت ترين خوبين منجهان هڪ آهي، جيڪي سندس شڪل صورت ۾، سندس ذات جو سياويڪ رنگ ڀرڻ ۾ مدد ڪن ٿيون. توهان پاڻ ڏسو ته هڪ بي سُري ۽ سخت آواز جي ڪري، ڪنهن به ماڻهوءَ جي اڌ خوبصورتي ختم ٿي وڃي ٿي. هڪ دانشور جي خيال موجب: ”ڪُجهه عورتون، جن جو آواز سخت هوندو آهي، اُهي انتهائي بي سُريون لڳنديون آهن.“ ٻئي طرف ڪي عورتون وري بقول ايلس: ”ڳوري مردانِي آواز کي پسند ڪنديون آهن. ڇاڪاڻ ته هن جي (عورت) ويچهو، سونهن کان وڏيڪ طاقت جي اهميت آهي.“ اُها حقيقت آهي ته مرد جو ڳؤرو آواز، جيڪو خود طاقت جي جنسي چونڊ جي پيداوار آهي، سو حفاظت ۽ ڪشادگيءَ جو ٻيو نالو آهي.

اهو ممڪن آهي ته آواز شروعات ۾ جنس جو اهڃاڻ هجي. هڪ سَرلو

ڪَنُ، ڏيڏرن جي ٽان ٽان، پکين جي لاتين، هومر جي شاعريءَ جي تيز ۽ تُند لهرن ۽ شيڪسپيئر جي خيالن جي سمنڊ کي ٻڌي سگهي ٿو! بهرحال اسان کي سڌ آهي ته آواز منجهان ڳائڻ جنم ورتو، جنهن جو سڌو سنئون لاڳاپو محبت سان آهي. (جينوٽيڪ مذهب ۽ جنگ انهيءَ تصور کي، گهٽيي قدر گهٽائي ڇڏيو آهي). راڳ مان ناچ پيدا ٿيو، جيڪو محبت جو پُراڻي جڳ کان ساٿي آهي؛ ۽ انهن ٻنهي شين مان وري موسيقيءَ جو جنم عمل ۾ آيو.

راڳ ۽ ناچ جي هٿيارن سان هٿياربند ٿي، موسيقي پري پري تائين ڦهلجي وئي؛ ۽ اچا تائين اهي ٻئي عنصر پنهنجو ناتو مضبوط رکيو ويٺا آهن. ان جي حد اها آهي جو ڪاٻه ڇوڪري، موسيقيءَ کانسواءِ محبت جو تصور ئي نٿي ڪري سگهي. اُها ڇوڪري، جيڪا موسيقيءَ ذريعي محبت جو اظهار ڪري ٿي، سا شاديءَ جي ڪجه سالن کان پوءِ، موسيقيءَ کان ايترو ته ٿاڪ کائي ٿي، جو پيانو جي ويجهو وڃڻ ئي فضول سمجهي ٿي. اهو سڀ انهيءَ ڪري ٿئي ٿو، جو جنهن کي هُن فتح ڪرڻ پئي چاهيو، سو اوستائين ڪيس ملي چڪو هوندو آهي؛ هاڻي ان کي وڌيڪ بيچين ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو؟ ٻئي پاسي مردُ، جيڪو شاديءَ کان اڳ وڏي آواز ۾ ڪلام چوندو ٿو رهي، سو شاديءَ جي بار پوڻ کان پوءِ، پنهنجي موسيقيءَ جون صلاحيتون وڃائي ويهي ٿو؛ ۽ اُتي وڃي دنگ ٿو ڪري، جو آخرڪار گوڙ کان پاڪ ڪلاسيڪي سُرن جي سرجڻهارن اسٽراوسڪي، شوئن برگ ۽ رچرڊ اسٽراوس کي پسند ڪرڻ لڳي ٿو. (ياد رهي ته اڪثر ڪري اهي ڳائڻا الميه ۽ ڏکارا ڪلام ڳائيندا آهن).

پر فقط محبت، ٻُڌڻ جي خوبصورتيءَ جي وضاحت ڪري ڪونه ٿي سگهي. سُرتار جي لذت، هڪ بي انتها وسيع موضوع آهي. ساهه جي اَچُ وَڃُ، دل جي ڌَڪ ڌَڪ ۽ جسم جي ٻنهي پاسن جي تناسب سميت، سيني شين کي موسيقيءَ جو جادو متاثر ڪري ٿو؛ جنهن مان فقط اُنسيت وارو جذبو ئي نه، پر سڄي روح کي آرام ٻه ملي ٿو. اهوئي سبب آهي، جو اسان گهڙيال جي ’ٽڪ ٽڪ‘ ۽ گهمڻ جي ’ٽپ ٽپ‘ ۾ ٻه ترنم ڳولهي وٺندا آهيون، ۽ نچڻ ڪُڏڻ، شعر ۽ شاعريءَ ۽ انهن جي شدت ۽ نفاست جي تضادن مان پڻ لطف اندوز ٿيون ٿا.

موسيقيءَ جي لئه اسان جي اعتماد کي وڌائڻ ۾ ٻه اهم ڪردار ادا ڪري ٿي ۽ پنهنجي ٻانهن ۾ وڪوڙي، ان ماحول ۾ وٺي وڃي ٿي جيڪو هِن ظالم دنيا کان هزار دفعا بهتر آهي، جتي سُڪون نصيب ٿئي ٿو. موسيقي ڏکن کي ڏور ڪري ٿي ۽ هاضمي جي عمل کي ترتيب ۾ آڻي ٿي. موسيقي اسان کي محبت ڪرڻ سيکاري ٿي؛ ۽ منتشر ذهن کي يڪجا ڪرڻ ۾ مدد

ڏئي ٿي. موسيقي ئي اهڙو هشيار هئو، جنهن کي ڪتب آڻي پيراگوئي جي عيسائين، هندستاني غلامن کي وڏيڪ ڪم ڪرڻ جي ترغيب ڏيئي، سندن ڪم کان بيزاريءَ جي شدت کي گهٽ ٿي ڪيو. اها موسيقي ئي ته آهي، جنهن کي ٻڌي هڪ سپاهي، انتهائي آرام سان موت جي منهن ۾ وڃڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو. روسي موسيقار هائيڊين، درحقيقت ڏنو وڃي ته روس جي بادشاهي خاندان يا ڪنهن فوجي جنرل جي پيٽ ۾، روس جي گهڻي خدمت ڪئي، چاڪاڻ جو سندس تخليق ڪيل قومي ترانو، زار جي روسي فوج منجھ نئون روح ڦوڪي ڇڏيو. عظيم 'ٿوريو' جي بقول: "موسيقيءَ کان وڏيڪ ڪابہ شيءِ انقلابي نٿي ٿي سگهي." هو انهيءَ ڳالھ تي حيران هوندو هئو، تہ زندگيءَ جا ٻيا سڀ شعبا، ڪيئن اُن جي تيزيءَ کي برداشت ڪري وڃن ٿا. اها حقيقت آهي، تہ موسيقيءَ جي ڪري، يا تہ اسين صفا چٽُ ۽ سُست ٿيو ٿا وڃون، يا وري بلڪل باعمل بڻجي ٿا وڃون. مهان ٽالسٽاءِ گورڪيءَ کي چيو هئو: "جتي تون گهرين تہ وڏيڪ غلام هجن، تہ اتي وڌ ۾ وڌ موسيقي پهچاءِ: ڇو جو موسيقي ذهن کي نرچو بڻائي ڇڏي ٿي." هيءَ پوڙهو روسي اديب پيورٽيني افلاطونين ( افلاطون جي مثاليت کان متاثر ٿيل هڪ گروهه جيڪو جسماني پاڪيزگيءَ تي ڌيان ڏيندو هئو) سان، پوري طرح سهمت هئو. جنهن مطابق، هڪ تصوراتي رياست ۾، ڪوبہ ماڻهو سورهن سالن جي عمر کانپوءِ موسيقي نٿو ٻڌي سگهي.

آخر ۾ اچو تہ ٿورو ڏسڻ جي خوبصورتيءَ تي غور ڪريون. جڏهن انسان پاڻ پرو ٿئي ٿو، تہ سنگهڻ جي سگهہ پنهنجو پراڻو زور ۽ راهبري وڃائي ويهي ٿي: ۽ ان وچ ۾ ڏسڻ جي قوت سندس جمالياتي سڌ ٻڌ تي قبضو ڪري وٺي ٿي. ڏسي سگهڻ جي خوبي، ٻڌڻ جي خاصيت وانگر، ڪنهن هڪ عورت جي حسن تي دنگ نٿي ڪري. ڇو تہ ايستائين محدود ٿيڻ جي ڪري، اسين علمہ جماليات کي چڱي نموني سمجهي ڪين سگهنداسين. اُيا منهن مهاندا، چال ڍال ۽ گهڻائيءَ ۾ هيڪڙائي، شخصي سونهن جو سبب آهن يا نتيجو؟ اهي خوبيون بنيادي حيثيت رکن ٿيون يا ثانوي؟ ڇا اسين ڪنهن ناريءَ سان انهيءَ ڪري پريم ڪريون ٿا، جو هوءَ بيهڪ، هيڪڙائيءَ ۽ هر من موهيندڙ رنگ جي ترجماني ڪري ٿي؟ يا فقط انهن خاصيتن جو مجموعو، جن کي اسين جتي بہ ڏسنداسون تہ اهي اسان جي من کي موهيندي ئي نظر اينديون: ڇاڪاڻ جو اُهي اسان کي ڪنهن مڪمل ناريءَ جي تصور کان آشنا ڪرائين ٿيون. مثال طور، جڏهن اسين چئون ٿا تہ "فلاڻي عورت جي ڳچي هنسڻ وانگر آهي"، تڏهن اسين هنسڻ کي حسن جو پئمانو بڻايون ٿا. پر حقيقت اها آهي تہ شروعات ۾ اسين ذهن ئي ذهن ۾

اهو سمجهي ٿا ونون، ته انهيءَ هنسڻ جي ڳچي هڪ سهڻي عورت وانگر هوندي آهي. اهو سچ آهي ته سهڻي شيءِ اها آهي، جنهن سان محبت ڪري ٿي سگهجي. گهڻو ڪري فن جي حقيقت انسان يا حيوان جي انهيءَ صلاحيت ۾ لڪل آهي، جنهن ذريعي هو انهن طور طريقن جو نقل ٿو ڪري، جيڪي قدرت نسلي واڌ واري طريقي ذريعي منجهن پيدا ڪري ٿي ۽ جنهن جي ڪري هو محبوب جي آڏو ٽلندي ٽمڪندي حسين لڳندا آهن. جيئن اسين اڳ ئي ٻڌائي چڪا آهيون، ته هڪ پکي پنهنجي آکيري کي مختلف رنگن جي شين سان سهڻو بڻائي ٿو ۽ مرد وري پنهنجي جسم کي مختلف رنگن ذريعي سجائي ٿو، جنهن سان خواهش وڌي وڃي ٿي. پر پوءِ جڏهن پوشاڪ ڍڪڻ جو زمانو آيو، ته رنگن جسم کي ڇڏي پنهنجي ڪلاڪاري ڪپڙن ۾ آڻي ڇڏي. پر انهيءَ جو لڪل مقصد فقط اهوئي رهيو، ته جيئن پاڻ کي پرڪشش بڻائي سگهجي. رنگن ۾ وري ڳاڙهي رنگ رت ۾ جوش پيدا ڪرڻ جي وڏي صلاحيت پئي رکي!

اهڙي طرح راڳ ۽ ناچ، موسيقيءَ ۽ سنگ تراشيءَ جهڙا فن به محبت مان پيدا ٿين ٿا. بت تراشي وري هڪ اهڙو فن آهي، جيڪو خودمختيار معلوم ٿئي ٿو ۽ اهو ان ڪري، جو ان جي دلڪش هجڻ جو سبب، سندس سونهن نه پر شان مان آهي.

عزت ۽ مان جو سونهن سان اهڙو تعلق آهي، جهڙو نَرَ جو ماديءَ سان- جنهن جي لذت عورت جي وٽندڙ حسن سان نه، پر مرد جي تعريف جوڳي سگهائيءَ سان پيدا ٿئي ٿي. اها حقيقت آهي، ته عورت سگهائيءَ کان گهڻو متاثر ٿيندي آهي ۽ مرد وري خوبصورتيءَ کان. هو ان جي استعمال ۾ انتهائي اُبهرو هوندو آهي ۽ ان کي حاصل ڪرڻ جو شديد آرزومند پڻ. جڏهن ته سندس تخليق ڪرڻ ۾، هو انتهائي مستقل مزاج هوندو آهي. جيئن لبوڪ اسان کي ٻڌايو آهي ته: "برتري محفوظ ماڻهوءَ لاءِ وڏيڪ خطرناڪ ۽ طاقتور ٿيندي آهي." رومي سورمن هينيبال ۽ سيزر به، انهيءَ ڪري ايلپس جبلن جي بلندين تي ڪو تبصرو ڪونه ڪيو. سندن لئه انهن جي حيثيت هڪ حسن جو شاهپارو نه، پر دهشت جو پُتلو هئي. هن انهيءَ سرڪشيءَ جو مقابلو، روسو جي عورتاڻي حساسيت سان نه ڪيو، جنهن جديد انسان جي روح لاءِ، ايلپس جي پهاڙن کي ڳولي لڌو- تونٽي جو ڪين انهن ويران بلندين تي فوجون ڪونه چاڙهيون هيون. اهوئي سبب آهي، جو يونانين فطرت جي حسن تي انهيءَ ڪري زور نه ڏنو، جو فطرت سندن منصوبن لاءِ هڪ زبردست خطرو هئي، جنهن کي درگذر ڪرڻ سندن وَسَ ۾ نه هُئو.

قدرتي نظارن جي عظمت ۾ حُسن محبت جي سرچشمي کان ڏور هليو

وڃي ٿو. قدرتي نظارن ڏسڻ مان اسان کي جيڪا لذت ملي ٿي، تنهن جو سبب ته مردانه وجاهت ئي آهي، پر ان جو گهڻو حصو اُنهيءَ پُرسڪون سونهن جي سُرور مان ملي ٿو، جيڪو ڪنهن نوجوان ڇوڪريءَ جي گود ۾، پنهنجي ڪنڌ رکڻ سان حاصل ٿئي ٿو. انهيءَ جي پيٽ ۾ سرسبز فصلن جي هوا ۾ جهومندڙ گُلن جي چوٽين، شاهه بلوط جي ڇانورن جي سونهن ۽ ميويدار وڻن جي جُهڪيل ٽارين سان ڪيڏندڙ درياءَ، پنهنجي منزل جي طرف روان دوان آهن، تن جي فطري لذت ۾ عورت جو حُسن ڪٿي سمايل آهي؟

اسان کي ڪنهن اهڙي خاص اڪيلي اصول کي ڳولڻ جي جستجو نه ڪرڻ کپي، جيڪو سڄي دنيا جي تشريح ڪري سگهي. ڇاڪاڻ جو فطرت انهن طئي ٿيل اصولن جي پابنديءَ کي، برداشت ڪونه ٿي ڪري. اُهي اصول، سندس بيپناهه اهميت کي نظرانداز ڪندا رهن ٿا. فطرت اسان جي مقرر ڪيل عالمگير اصولن جا، هزارين روپ ڏيکاري سگهي ٿي. اسان کي فقط ان ڳالهه تي اطمينان ڪرڻ کپي ته ڪوبه اهڙو احساس، جيڪو حقيقت ۾ جنسي هُجي ٿو، اهو انهن شين ۾ به ڦهلجي سگهي ٿو، جن جو محبت نالي ڪن شيءِ سان ڏور جو تعلق به ڪونهي! جنس جي وڌندڙ توانائي، ممڪن آهي ته پنهنجن جلون کي، ڪنهن نظاري پَسَڻَ ۾ ظاهر ڪري وجهي. بلڪل ائين، جيئن هوءَ مذهب، سنگت ۽ سماجي سوچ ۽ ذات جي آبياري ڪري ڪندي آهي.

پر اتي به اسان کي انتهائي نازڪ رشتا ملندا. هڪ ٻارڙو ننڍپڻ ۾ زمين ۽ آسمان جي سونهن کان متاثر ڪونه ٿو ٿئي، پر جيئن جيئن کيس شعور حاصل ٿئي ٿو، ۽ ٻين کي ائين ڪندي ڏسي ٿو، ته منجهس به اهوئي جذبو پيدا ٿي پوي ٿو. پر ان جي پيٽ ۾ جڏهن محبت روح ۾ واسو ڪري ٿي، ته پوءِ هر قدرتي شيءِ سهڻي لڳڻ لڳي ٿي. هڪ عاشق وڻن، ندين ۽ پرهه ڦٽيءَ جهڙن دل لڀائيندڙ نظارن ۾، پنهنجي محبت ۽ خوشيءَ کي ڳولهي لهي ٿو. گل هر قدرتي شيءِ کان وڌيڪ خوبصورت آهن. اهي ئي گل نسلي واڌ جا ذريعا ۽ نشانيون آهن ۽ مردن منجهه موجود نرميءَ ۽ سپردگيءَ جا اهڃاڻ پڻ. جڏهن گهٽي حياتي پنهنجي ڊگهائيءَ سان، اسان کي بور ڪري وجهي ٿي ۽ محبت ڪرڻ وارو جوش ٺڏو ٿيڻ لڳي ٿو، ته ان سان گڏوگڏ فطري نظارن جو ديدار ۽ ان مان لطف اندوز ٿيڻ واري ڪيفيت به ختم ٿي وڃي ٿي. ۽ ويچارا پوڙها ماڻهو، نوجوانن وانگر جهنگ جي خوبصورتيءَ ۽ سمنڊ جي پلٽا کائيندڙ ڇولين کان متاثر ٿيڻ ڇڏي ڏين ٿا، ڇاڪاڻ جو پوري ڪائنات جي سونهن تي، جنس جي قوت هميشه مڪمل طرح سان ڇانئيل هوندي آهي.

## سونهن جو تيون معيار (فن):

سونهن جو زور، جيڪو شخصن کان شين تائين وڌي ٿو ۽ اسان جي ڌرتيءَ کي خوبصورت بڻائي ٿو، سو پنهنجي آخري شڪل ۾ فن جي تخليقي جذبي ۾ ظاهر ٿئي ٿو. هڪ مرد جڏهن سونهن کان واقف ٿئي ٿو، ته ان جو تصور پنهنجي يادگيرين ۾ محفوظ ڪري ٿو ۽ مختلف سهڻين شين کي ملائي هڪ بيمثال حسن کي جنم ڏي ٿو. جنهن ۾ انهن سڀني شين جو اڌورو اوج، هڪ اڪيلي تصور ۾ منتقل ٿئي ٿو.

حياتياتي نظريي مطابق، فنُ ساهوارن جي جوانيءَ وارن ڏينهن ۾ نچڻ ٽپڻ مان پيدا ٿئي ٿو، ساڳئي دؤر جي رنگينين ۾ پروان چڙهي ٿو ۽ انهن مان ئي قدرت پيار ڪرڻ واري جذبي کي سگهارو ڪري ٿي. جڏهن چٽڪمري پکيئڙي پنهنجي محبوب لاءِ گهرڙو ناهيو، ته فن جنم وٺڻ شروع ڪيو. تواريخي طور تي فن، بُت تراشيءَ، لباس ۽ جهنگلي قبيلن ۾ جسم تي اُبتا سبتا بهروپ ڪرڻ واري شوق مان ظاهر ٿيو. مشهور سائنسدان گُروس جي چوڻ موجب، آسٽريليا جا جهنگلي جڏهن به ڪنهن بئي هنڌ ويندا آهن، ته پاڻ سان گڏ ڳوڻ ۾ اڇو، ڳاڙهو ۽ ڦڪو رنگ چڱي خاصي مقدار ۾ کڻندا آهن. امن وارن ڏهاڙن ۾ هو پنهنجن ڳٽن تي، هلڪا رنگ هڻي اهڙيون ته بي ڍنگيون شڪليون بڻائين ٿا، جو ڏسڻ سان دشمن ڏڪي وڃي ۽ ايئن ئي وري خاص ڏينهن ۽ ميل ميلاپ وارن موقعن تي، هو پنهنجي جسم تي اهڙي طرح چٽ ڪڍن ٿا، جيئن ڪين ڏسندڙ چوڪريون متاثر ٿين. جنگ هجي چاهي محبت، ٻنهي دؤرن ۾ ڳاڙهو رنگ گهڻو پسند ڪيو وڃي ٿو ۽ ڪجھ قبيلا ته انهيءَ رنگ جا ايڏا مشتاق آهن، جو ڪڏهن ڪڏهن ته هو ان کي حاصل ڪرڻ لئه، سفر جون مشڪلاتون به برداشت ڪندا آهن. جهنگلي قبيلن ۾ مرد عورتن جي پيٽ ۾، پنهنجي جسم تي گهڻو رنگ مَليندا آهن. ڪجھ قبيلن ۾ وري عورتن کي ڳچيءَ تي رنگ مَلڻ کان منع ٿيل هوندي آهي.

پوءِ به رنگ ڌوپجي وڃي ٿو ۽ اڻ سڌريل ماڻهو يونانين وانگر (جيڪي رنگ جي ڌوپجي وڃڻ ڪري، مصوريءَ کي ڪا خاص اهميت ڪونه ڏيندا هئا) ڪنهن بئي پائيدار فن جي تلاش شروع ڪري ڏيندا آهن. انهيءَ ڪوشش ۾ ئي هو پنهنجي جسم کي ڪوٽڻ شروع ڪندا آهن، انهيءَ هُرڪُر دوران ڪڏهن ڪڏهن ته هو پنهنجي جسم کي ٽُڪو ڏيئي، ان جي زخم ۾ مٽي پري چڏيندا آهن. 'تورز اسٽريٽس' جي علائقي ۾ مرد پنهنجي ڪلهن تي زخم ڪري چڏيندا آهن، پر وٽن ان کان به وڌيڪ خطرناڪ فن آهي ڪن ۽ هيٺين چپ کي سوراخ ڪرڻ. 'بوتو ڪيودو' قبيلي جو نالو، 'بٽوڪ' لفظ تان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'ڪِلي'- جيڪا جوانيءَ

جي شروعات ۾ ڪن ۽ هينئين چپ ۾ نوڪي ويندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ته اُهي ڪليون ايتريون موڪريون هونديون آهن، جو انهن جو نڪتل سوراخ قطر ۾ 14 انچ به ٿي پوندو آهي. سڌريل عورتن جي آڏو، جڏهن ان وحشيپڻي جو ذڪر ڪبو آهي، ته اُهي خوف کان پنهنجي ڪن ۾ هٿ وجهي "توبه توبه" ڪنديون آهن.

پوشاڪ جو به پهريون ڪم، ڪو خاص فائدو ڏيڻ نه پر جمالياتي آهي. هڪ دفعي مشهور سائنس دان ڊارون جهنگ ۾ ڏڪندڙ پکين تي رحم ڪائيندي، جڏهن ڪين ويڙهڻ لاءِ هڪ ڳاڙهي رنگ جي ڪپڙي جو ٽڪر اُڇليو، ته هنن ان 'قيمتي' ڪپڙي جو ٽُڪر ٽُڪر ڪري، اهو پنهنجن دوستن ۾ ورهائي ڇڏيو. سونهن لئہ پنهنجي مفادن کي ترڪ ڪرڻ جو اهڙو ئي مثال، انهيءَ ڇوڪريءَ مان ملندو، جيڪا فئشن ڪارڻ، اونهاري ۾ ته گلي بند ڪپڙا پائيندي، پر سياري ۾ وري پنهنجي ڳچي سخت سيءَ ۾ به اگهاڙي ڪري گهمندي نظر ايندي.

پراچين دؤر جي انسان به پنهنجي جسم جي ناه نوه کان پوءِ وري ٻين شين کي وڻندڙ ُ بڻائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ شروع ڪئي. دشمن کي ڊيڄارڻ لاءِ پنهنجي ڍال کي رنگين ڪيائين. پٿر جي هٿيارن تي نقش نگار ۽ چٽساليون ڪيائين؛ جيڪي اڄ به موجود آهن. غارن جي پٿرن تي به انهن جانورن جون شڪليون اُڪاريائين، جن کي هن شڪار ڪرڻ پئي چاهيو، يا وري جن جي هو پُوڄا ڪندو هُئو.

انهيءَ سلسلي ۾ جيتوئيڪ مذهب سونهن جو سرچشمو ڪونهي، پر تڏهن به هُنرن جي ترقيءَ ۾ محبت کان پوءِ سڀ کان گهڻو حصيدار آهي. جيستائين اسان کي خبر پيئي آهي ته ايئن معلوم ٿيو آهي، ته بت تراشي انهن پڳل ٿنل منارن جو نقل آهي، جيڪي سجاٿ لاءِ قبرن تي ناهيا ويندا هئا. جيئن جيئن فن ترقي ڪئي، ته اهو ڏسڻ ۾ آيو ته منارن جي چوٽين کي انساني مٿي جهڙو ناهيو ويو، پوءِ آهستي آهستي سڄي مينار کي ئي، انساني شڪل جهڙو ناهڻ لڳا. فن ۾ جنبي وجڻ ۽ اٿان سڪون ۽ شڪتي ملڻ کان پوءِ فنڪار بتن کي وڌيڪ سهڻي بڻائڻ جي ڪوشش ۾محو ٿي ويا؛ ۽ ڪين لافاني بڻائڻ لاءِ ديوتائن جي روپ ۾ تخليق ڪرڻ شروع ڪيائون. اها حقيقت آهي ته اعليٰ درجي جي هر بت تراشيءَ جي پنيان، بي انتها محبت جو ذخيرو دفن ٿيل آهي.

عمارت سازيءَ جو ڪم به قبرن کان شروع ٿيو. دنيا جون سڀ کان قديم عمارتون، يعني مصر جا احرام،مقبرا آهن. ڪليسائون پڻ شروع ۾ الله وارن بزرگن جا مقبرا هئا، جتي سندن پوڄا ٿيندي هئي. لاشن کي عمارت کان ٻاهر

دفن ڪرڻ جو رواج تہ پوءِ ٿيو، پر انگلنڊ جي جڳ مشهور عمارت 'ويسٽ منسٽر ايبي' ۾ اج بہ جهونن بزرگن جون قبرون عمارت جي اندر موجود آهن. يونان ۾ انهيءَ قسم جي شروعات جي ڪري ئي اُهي عظيم الشان مندر وجود ۾ آيا، جيڪي يونانين پنهنجي ديوتائن، يعني پيلازاٿين وغيره جي شان ۾ تعمير ڪيا. گاٿ فرقي وارن جون سهڻيون سهڻيون عمارتون بہ انهيءَ جذبي تحت ئي وجود ۾ آيون.

ڊرامن جي ايجاد پڻ مذهبي رسمن ۽ ڏڻن منجهان ٿيل آهي. يونان جي شڪي مزاج يوريڊنز جي دؤر تائين، ناٽڪ نگاريءَ کي ايٿنس ۾ پاڪ ۽ پوتر شيءِ سمجهيو ويندو هئو. اڄڪلهہ واري ناٽڪ نگاري (جنهن جي نوعيت، جديد فن ۾ انتهائي غيرمذهبي آهي) بہ حقيقت ۾ انهن عبادتن ۽ پاڪ رسمن منجهان پيدا ٿي، جيڪي وچئين دؤر ۾ (Medievel Period) ۾ حضرت عيسيٰ عہ جي زندگيءَ ۽ موت جي منظرن جي عڪاسي ڪنديون هيون. ٻيو تہ ڇڏيو، پر ڪليسائن جي شان شوڪت ۾ واڌاري ڪرڻ لاءِ بہ، بت تراشيءَ جو سهارو ورتو ويو، ۽ اهڙي نموني مصوري بہ مسيحيت جي ڇانوَ ۾ پنهنجي اوج تي پهتي.

پر مذهب جي خدمت ڪندي بہ، فنَ محبت سان پنهنجي ناتن کي لڪائي ڪونہ رکيو. علمن جي جنم وٺڻ واري مقدس ترين دؤر ۾ پڻ، ڊولائتن جسمن کي واکاڻڻ بہ شامل آهي. جڏهن علمن جي زور روم جي علائقي وينس جو رخ رکيو، تہ سونهن تي فطرت پرستيءَ جو رنگ چڙهيو ۽ پوتر پيار جي جاءِ تي ناپاڪ محبت جنم ورتو.

جنهن ريت مذهبي فنُ جنس جي ديوتا کان سگهہ حاصل ڪري ٿو، تيئن سونهن جي تخليق جو بہ هر جُزو جنس جي ديوتا جو محتاج آهي. سرُ فورا محبت سان پنهنجو ناتو ڳنڍي، راڳ، ناچ ۽ شاعريءَ کي پيدا ڪري ٿو. جيتوڻيڪ نقالي عمارت سازيءَ جي فن ۽ مصوريءَ جي پرورش ڪري ٿي، پر انهن سيني فن جي چونڊ فقط محبت ئي ڪري سگهي ٿي. ٻئي طرف سرُ ۽ ناٽڪ نگاريءَ کي محبت جي جذبي سان ڳنڍيندا سين، تہ اسان کي ادب جي تخليق جو سبب معلوم ٿي ويندو. خود مشهور اٽالين شاعر ڊانٽي جو چوٽڪاري وارو گيت، جيڪو ظاهري طرح تہ انساني زندگيءَ جو ناٽڪي بيان آهي، سو بہ دراصل پريم جو گيت ئي آهي.

جنسي سگهہ جو هيءُ لڪل سمنڊ، فنڪار جي تخليقي توانائيءَ جي آبياري ڪري ٿو. ڪجهہ فنڪارن ۾ اهو لاڳاپو جنس ۽ فن جي هڪ ئي وقت جوان ٿيڻ جي روپ ۾ ظاهر ٿئي ٿو، جنهن مان وري افسانوي ڏاهپ جنم وٺي ٿي.

سيفو، سڪندر، ليوڪريشس، بائرن، شيلي، ڪيٽس ۽ سُون برن، هيوگو، رُوسو، وَرلين، پيٽرارڪ، برونو، گيورجين ۽ شلر، هائيني،پوشُومن، شُوبرٽ، شُوپين، اسٽريندبرگ ، آرزي بيشيف ۽ چيبوڪووسڪي اهڙا ڏاها آهن، جن جي لڪڻين ۾ تخيلُ عقل جي مٿان حاوي هوندو آهي ۽ ۽ جنس ۽ فَنُ، هڪبئي سان گڏجي زبردست توانائي حاصل ڪري، فنڪار جي ذات کي ختم ڪري ڇڏين ٿا ۽ سندس جوانيءَ جي پڇاڙيءَ کان اول ئي، کيس جسماني ۽ روحاني طور تي ڍانڊيو ڪري ڇڏين ٿا. جيئن ته چاهت منجهن مستقل غمگيني اختيار ڪري ٿي، تنهن ڪري هُو حساس، جذباتي، روئڻا ۽ بي پرواهه مفڪر هوندا آهن. عجيب غريب ۽ اٿلپ شيون بيحد پسند هونديون اٿن، جيڪي اڳتي هلي کين شاعريءَ، مصوريءَ، موسيقيءَ ۽ ڏاهپ جي علم کي تخليق ڪرڻ ۾ مدد ڪن ٿيون- ۽ انهن شين جي وري هر عاشقُ عبادت جي حد تائين پوڄا ڪري ٿو.

پر ڪجهه فنڪار، جن ۾ جنسي جذبو فقط تخليق جي پيچري تي هلندو رهي ٿو، تن منجهه محبت پنهنجي سگهه وڃائي ويهي ٿي. کين پنهنجن جذبن تي قابو پائڻ جو فن اچي وڃي ٿو، جنهن ڪري سندن عقل ۾ ترقي ايندي رهي ٿي؛ ۽ هر چيز سندن ڏاهپ ۽ ذهن جي ڪنٽرول ۾ اچي وڃي ٿي. هن عظيم اُپار سان اساسي ڏاهپ (Classic Gienus) جنم وٺي ٿي. مثال طور: سُقراط، سفوڪلس، اَرسطو، اَرشميدس، سيزر، گيليليو، گيوتو، لوناردو، تيشيئن، بيڪن، ملٽن، نيوٽن، هايڊن، باخ، ڪانٽ، گوئٽي، هيگل، ترگنيف، فلابيئر، رينان، اناطول فرانس اهڙا ماڻهو آهن، جن جو دماغ متوازن هُو. هنن چاهت کي سمجهي ۽ ان تي عبور حاصل ڪري پنهنجي ذهني انتشار کي، عظمت سان ٽمڪندڙ ستارن جي روشنيءَ سان هم آهنگ ڪري ڇڏيو. اهڙا ماڻهو صبر ۽ ضابطي سان آهستي آهستي ڪم ڪندا آهن ۽ الهام ۽ وجدان ۾ بلڪل يقين ڪونه ڪن. سندن ڳالهين ۽ عمل ۾ توازن هوندو آهي ۽ انهن ڳالهين ۾ آهستي آهستي پروان چڙهن ٿا. ٽيهن ورهين جي عمر کان پوءِ، منجهن تخليق ڪرڻ جي عمل ۾ مضبوطي اچي ٿي ۽ ڏيهان ڏيهه مشهور ٿي وڃن ٿا ۽ گهڻو ڪري ڊگهيون عمرون ماڻين ٿا. هو روماني فنڪارن وانگي، سنترتا جي اها سگهه ڪونه ٿا رکن، جيڪا سموري عظمت جو سرچشمو ۽ انفراديت جو خاص اظهار هوندي آهي؛ پر هو پنهنجي پَرِ ۾ جنس لاءِ گهٽ، پر فن لاءِ وڌيڪ بارڻُ ۽ سگهه مهيا ڪن ٿا. ٻئي طرف مائيڪل انجيلو، بيٿووين ۽ نئپولين کي وري اها قوت حاصل هئي، جيڪا منجهن ڏاهپ ۽ احساس جا ٻئي قسم پرٽي وڃهي رهي هئي ۽ سندن شخصيت انهن ٻنهي عظمتن جو معراج هئي.

جرمن مُفڪر نٽشي چوندو هُو: ”ڪنهن به ماڻهوءَ جي ڏاهپ، هڪ

وحشي چمڙي وانگر ٿيندي آهي، جيڪا پنهنجي پنيت ۾ هر انسان کي رَکَ بڻائي ڇڏي ٿي.“ پريم بہ بلڪل ايئن آهي. اهي ٻئي جيڪڏهن ڪنهن وجود ۾ جمع ٿي ٿا وڃن، تہ پوءِ ان مان عظيم ۽ سجاڳ تخليق جنم وٺي ٿي، پر سندس طبعيت مان، گهڻي ڳالهائڻ واري صلاحيت ختم ٿي وڃي ٿي. سونهن ۽ فن وانگر، داناءُ بہ پنهنجي سگهہ انهيءَ تخليقي سرچشمي مان حاصل ڪري ٿو، جيڪو ڪنهن بہ ٻيڙهيءَ کي هميشہ لاءِ تازو توانو رکي ٿو، ۽ زندگي کي لافاني بڻائي ڇڏي ٿو.

## حقيقي سونهن يا معروضي حُسن:

سونهن بابت بُنيادي سوالن مان جيڪي جوابن کان وانجهيل رهيا، انهن ۾ هڪ سوال انتهائي اهم آهي، تہ سونهن معروضي حيثيت رکي ٿي يا نہ، يا اها فقط داخلي ۽ ذاتي عمل آهي؟ جماليات جي ماهر ايلس، جنهن جا ويچار بيحد اهم آهن، (جو تہ اهي سندس وشال علمي ڄاڻ تي ٻڌل آهن) جي خيال ۾ سونهن پنهنجي پسندڙ کان آزاد آهي. پنهنجي انهيءَ خيال جي پٺڀرائيءَ ۾ هُو دليل ڏئي ٿو، تہ دُنيا جي سمورن نسلن جا جمالياتي ماڻ ۽ ماپا بنيادي طور هڪجهڙا آهن، پر جڏهن اسان چيني موسيقيءَ ۽ آفريقي زُولو قبيلي جي ڏيڻ ۽ سوراخن (جسم ۾ ٽيل) جي پيٽ ڪربون ٿا، تہ اهو صحيح نظر نٿو اچي، ڇو تہ سونهن اخلاقي قدرن وانگر، مختلف هنڌن تي مختلف اندازن ۾ سمجهي وڃي ٿي. چارلس ڊارون ٻڌائي ٿو تہ 'تاهيتي' جا رهاڪو، بيني نڪ کي پسند ڪندا آهن، ۽ پنهنجي ٻارن ۾ سونهن پيدا ڪرڻ لاءِ هو ننڍڙن ٻارن جي نَڪَ ۽ پيشانيءَ کي ابتدائي ڏينهن ۾ ئي مهٽي ڇڏيندا آهن. مايا قبيلي جا ماڻهو، زيورن سان پنهنجي ٻارن جا نَڪ ۽ ڪَنَ ٽوپي ڇڏيندا آهن ۽ سندن ڏندن کي رَهڙي ان جي مٿان ڪُجهہ چاڙهي ڇڏيندا آهن، جڏهن تہ سندن مٿن کي ڪنهن تختي جي هيٺان دٻائيندا آهن. اُهي پنهنجن ٻارن کي، ڇُنجهو ٿيڻ پڻ سيکاريندا آهن، ڇو تہ ڪين ايئن ڪرڻ ۾ سونهن نظر ايندي آهي.

جڏهن اوپر آفريقا جي ماڻهن پنهنجي سرزمين تي رچرڊ برٽن کي ڏٺو، تہ رڙيون ڪرڻ شروع ڪيائون تہ: ”هيءُ گورو تہ ڏسو! ڇا هُو ڪنهن اڇي پولڙي وانگر نٿو لڳي؟“ جڏهن تہ اسان وري ايئن چونداسين تہ 'زولو حبشي' هڪ ڪاري برفاني ديو جهڙا آهن.“ ٿي سگهي ٿو تہ پنهنجي جڳهہ تي ٻئي صحيح هجون!“ والنّيۃ ايک چوي ها.

ڪُجهہ آفريقي حسينائن جي گهڻي ڳالهائڻ واري خوبيءَ بابت ڇا چونڊؤ؟ ڊارون لکيو آهي: ”گهڻن کي ئي اها خبر هوندي، تہ اڪثر هاٽن ٽوٽ (هڪ آفريقي نسل) زائفائن جا ٻُنڊڻ تمام گهڻا وڏيل هوندا آهن.“ 'سر

اينڊريو اسمٿ‘ کي اها پڪ آهي، ته اُها خاصيت ڪيترن ئي مردن لاءِ ڪشش رکندي هوندي. هن هڪ دفعي ساڳئي قبيلي ۾ هڪ عورت ڏٺي، جيڪا پنهنجي سونهن جي ڪري مشهور هئي. سندس پولها اينري ته وڏي هئي جو هوءَ سنئين سڌي پٺ تي ويهندي تيستائين اُٿي نه پئي سگهي، جيستائين ڪٿان ڪيس ڪا ٽيڪ هٿ نه پئي آئي. ڪيترن ئي نيگرو قبيلن ۾، ڪجھ عورتون اهڙي خاصيت رکن ٿيون. برٽن لکيو آهي ته سومالي قبيلي جي مردن لاءِ چيو ويندو آهي، ته هو سيني عورتن کي هڪ قطار ۾ بيهاريندا آهن ۽ انهن منجهان جنهن جا بُنڊڻ گهڻا وڏا هوندا آهن، تنهن کي پنهنجي گهر واري بڻائيندا آهن. ظاهر آهي ته اهڙي ڪنهن به جهنگليءَ لاءِ ننڍڙن ۽ نازڪ بُنڊڻن واري عورت جهڙي نفرت جوڳي ٻي ڪا به شيءِ نٿي ٿي سگهي.

ٻيو ته ڇڏيو پر يورپي لوڪن منجھ به سونهن جو معيار جڳھ ۽ وقت سان گڏ بدلجندو رهيو آهي. ڪڏهن سگهاري ۽ سوٽ هجڻ جي رسم هئي. مشهور مصورن منجهان هڪ طرف ’ريوبينز‘ جي ٿلهين ۽ ويڪرين عورتن کي ڏسو، ’رمبران‘ جي متارين چوڪرين کي ڏسو يا ’ريفيل‘ جون پياري زائفائون ته وري ٻئي طرف ’رينالڊز‘، ’گينزبرو‘ ۽ ’رومني‘ جون دوشيزائون اُهي آهن، جيڪي قدبت ۾ تمام ننڍڙيون ٿيون ٿين. هوڏانهن وري ’وِسلر‘ جون نازڪ ۽ ڪمزور عورتون ڏسڻ وٽان آهن. اسان جي پنهنجي دؤر جي زناني سونهن جو ٿلهائپ وارو معيار به نزاڪت ۾ تبديل ٿي ويو آهي؛ تنهنڪري اهو سچ آهي ته جسم جا فيشن به ڪپڙن جي رواج وانگر بدلجندا ئي رهن ٿا.

هن سڄي بحث مان اهو ظاهر ٿيو، ته جمالياتي شعور ۾ داخلي، نسلي ۽ شخصي پهلو موجود آهن.فقط هڪ پهلو معروضي آهي،سو اهو ته سڄي دنيا جا مرد اهڙي عورت کي پسند ڪن ٿا، جنهن جي ٻاهرين صحت تندرست ٻارن کي جنم ڏيئي سگهي. حقيقت ۾ ته فطري حق ادائي به تندرستيءَ جي تمنا کان وڌيڪ ٻيو ڪجھ به نه آهي. اُها آس پهريائين عورت تائين محدود رهي ٿي، پوءِ وري ٻين شين ڏانهن دلچسپيءَ جي صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿي. مثال طور اهڙو ڪم، جيڪو دُرست طريقي سان ڪيو ويو هجي ۽ ڪو جيون، جيڪو چڱي نموني گهاريو ويو هجي؛ ڪو ڪٽنب، جنهنجي چڱي طرح پرگهور لڌي وئي هجي؛ ڪو اوزار، جيڪو پنهنجو ڪم سٺي نموني سرانجام ڏيندو هجي، اسان کي ايئن چوڻ تي مجبور ڪري وجهي ٿو ته: ”هي واهه جو سهڻو آهي!“ جيڪڏهن اسان جو دماغ پوريءَ طرح پنهنجي جاءِ تي هجي، ته اسان کي اها صحتمند عورت، جيڪا پنهنجي ننڍڙي ٻالڪ جي تندرستيءَ سان گڏ پرگهور لهندي رهي ٿي، سڄي حسن جي انتها معلوم ٿيڻ لڳي. ان

معاملي ۾ وچين دؤر (يورپ جي) ۽ جاڳرتا واري دؤر جا ماڻهو پنهنجين عورتن ۽ ٻارن جي معاملي ۾ اسان کان گهڻو اڳتي وڌيل هئا.

جيڪڏهن اسان جون جبلتون، ظاهري ناھ نوھ جي چار ۾ نہ ڦاسن ۽ مايا جي موھ ۾ نہ اڙجن، تہ پوءِ اسان جو سونهن جي متعلق شعور، حياتياتي طور تي صحيح ٿي سگهي ٿو ۽ محبت جو قَلَ صالح اولاد جي شڪل ۾ ملي سگهي ٿو. سونهن هڪ دفعو ٻيهر، فطرت جي مقصدن جي تڪميل خاطر، تندرستيءَ ۽ ڀلائيءَ جي راڳ جو روپ وٺي سگهي ٿي ۽ اها جدوجهد ايندڙ نسلن ۾ اڃا بہ وڌيڪ زور وٺي سگهي ٿي. ايئن ئي سچا انسان پيدا ٿيڻ لڳندا، اخلاقيات ۽ جماليات هڪٻئي ۾ حلُ ٿي سنترتا حاصل ڪندا ۽ اسين افلاطون وانگر ان نتيجي تي پهچنداسون تہ: "چڱائيءَ جو اُصول سونهن جي آئين ۾ سموئجي ويندو آهي."

افلاطون جهڙو مها ڏاهو بہ حُسن ۽ اخلاق جي معاملن ۾، واضح نہ هُئو ۽ هُو فيصلو نہ پئي ڪري سگهيو تہ ڪنهن جي طرفداري ڪري؟ سخت رو 'اٿين' جي ڏاهپ جي، يا افروڊائيٽ (يوناني ديويون) جي ڀڙڪندڙ مهڪ جي! ٿي سگهي ٿو تہ پنهنجي اُنهيءَ کُلبي کُلائي موقف جي، هُو عقلي دليلن جي ڪري وضاحت نہ ڪري سگهيو هجي. جو اها ڳالھ دل سان نٿي لڳي، تہ ڪو حُسن اسان جي معاشري ۾ هڪ ڪامياب رياست جو بنياد وجهي سگهي ٿو. پر پوءِ انهيءَ ڏاهپ جو باقي ڪهڙو ڪارج ٿيندو، جيڪا سونهن سان محبت ڪرڻ ۽ قدرتي جمال منجهان، اڃا وڌيڪ خوبصورتي تخليق ڪرڻ سيکاري!

ڏاهپ هڪ رابطو آهي، جڏهن تہ جسماني ۽ روحاني خوبصورتيءَ جو پنهنجو هڪ مقصد آهي. فنُ سائنس کان جدا ٿي ڪري، جهالت ۽ اوندھ آهي، پر وري سائنس بہ فن کان جدا ٿي ظلمپٽو ئي ٿي سگهي ٿي. جنهن ڪري جاڳرتا ۽ رهبريءَ جي فيلسوفي بہ هڪ وسيلي جو روپ ڪونہ ٿي وٺي. پر جڏهن اسان انهيءَ کي زندگيءَ جي وسيع سمنڊ جي مٿاچري تي، روشن چنڊ جي نرم چاندوڪيءَ وانگر ڦهلائي وجهون، تہ اها زندگيءَ ۾ بلڪل مقصديت پيدا ڪري سگهي ٿي. اهڙي ڏاهپ ۽ فيلسوفي جيڪا سونهن ۽ خوبصورتيءَ مان متاثر نہ ٿي سگهي، سا انسانذات لاءِ قابلِ قبول نٿي ٿي سگهي.

مصر جي بربادي کي تہ ڏسو! فقط انهن شاندار ۽ پُروقار عمارتن کانسواءِ، جيڪي هن ريگستانن ۾ ناهيون، ٻيو وٽن ڪجھ بہ نہ رهيو. يونان جو دامن بہ فقط چڱين ڳالهين ۽ ڏاهپ جي ٻولن کان سواءِ بلڪل خالي نظر اچي ٿو. اها حقيقت آهي تہ جيئرو حُسن وڻندڙ ضرور آهي، پر عُمر ۽ وقت جون تيز هوائون کيس ڪومائي ڇڏين ٿيون. فقط ۽ فقط فنڪار ئي ان عارضي سونهن

ڪي (پنهنجي فن ذريعي) لافاني دوام بخشي سگهي ٿو. اچو ته گاٽيئر ڪي ٻڌون:

”سڀ شيون فاني آهن، پر فن جو عُروج ئي ڪين امرتا ڏيکاري سگهي ٿو.
ياد رکو ته سنگ مرمر ۾ تراشيل چاٺي، سلطنت جي زوال کان پوءِ به زنده رهي ٿي.
اهڙو حشمت ڀريو گيت، جنهن کي ڪو پورهيت زمين جي پاتال مان ڪڍي ٿو، سو گيت ئي ڪنهن بادشاهه جي پوري دور کي دوام بخشي ٿو.
ديوتا مري سگهن ٿا، پر سونهن جي راڻي امر آهي. چاڪاڻ ته هوءَ موت کان به وڌيڪ سگهاري آهي!“

(ول ڊيورئنٽ جي ڪتاب Pleasures of Philosophy تان ورتل).



تخليق جو عمل حاڪماڻو عمل هجي ٿو. جيڪو هڪ خودمختيار ۽ سگهاري زنده وجود جي صورت ۾ انسان جي روح اندر سمائجي چڪو آهي. اهو انساني نفسيات جو هڪ ڌار حصو آهي، جيڪو شعور جي طريقن کان مختلف نموني جي زندگي گهاري ٿو ۽ پنهنجي سگهه جي درجي مطابق، ڪڏهن ته شعور جي ڄاڻي واڻي ڪيل عملن منجهه ڪو مانڌاڻ ٿو لڳي- ۽ ڪڏهن هڪ اهڙي اڻمٽ ۽ اعليٰ زورائتي طاقت، جيڪا انساني آپي کي ٻڇيءَ کان وٺي قابو ڪري، پنهنجن مُناسب ڪمن ۾ لڳائي ٿي ڇڏي.

(ڊاڪٽر ڪارل يونگ)





# اسين عشق ڇو ٿا ڪريون؟

عشق، پريم يا محبت کي هر ماڻهو متفقه طور تي، انساني تجربن جو دلچسپ ترين پهلو ڪري تسليم ڪري ٿو. ان هوندي به اها اچرج جهڙي ڳالهه آهي، ته اسان مان گهڻا اهڙا سائنسدان سنواريا آهن، جن ان موضوع جي حاصلات ۽ ارتقا جو، گهرو مطالعو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هجي.

هيءُ موضوع، هر ادبي تخليق جو تَتُ ۽ هر ماڻهوءَ جي طبع آزمائيءَ هيٺ رهيو آهي. شعر، افسانا توڙي پهاڪا، مطلب ته ادب جي هر شاخ تي هن موضوع جي، بي انتها گهري ڇاپ رهي آهي. پر تڏهن به، عشق بابت معروضي جاچ پڙتال ۽ سندس فطري اصليت تي، گهڻو ڌيان ڏنو ويو آهي. هڪ ابتدائي جيو- گهرڙي 'پروٽوزوئا' واري دور کان وٺي، عظيم ڪلاڪار دانتي جي

سپردگيءَ، پيٽراڪ جي سرمستيءَ ۽ هيلويز جي ايبيلارڊ سان وفاداري تائين، سندس (عشق جا) ارتقائي مرحلا ڪيئن ۽ ڪهڙي نموني طئي ٿيا؟ ان نڪتي ڏانهن، گهڻ تحقيق ۽ توجه ڏني ويئي آهي.

اهو سچ آهي ته مرد عورتن کي حاصل ڪرڻ جي تمنا رکن ٿا ۽ محبت، جيڪا سچ ۾ ٻين هڙني سيارن جي گردش جو بنيادي سبب آهي، هر روح کي مرڻ کان پهرين هڪ نه سلڻ جهڙي سرور کان آشنا ڪرائي ٿي- پر ڇو؟ جنهن لئه جيتوٽيڪ شاعريءَ اهو ثابت ڪري ڇڏيو آهي، ته اها هر سيني ۾ پيدا ٿئي ٿي، پر تڏهن به شاعري اهو ڪونه ٻڌائي سگهي آهي، ته محبت جي جوانيءَ جو اصل خزانو ڪٿي لڪل آهي؟ هڪ نوجوان، هروڀرو انهن زلفن کان ئي ڇو متاثر ٿئي ٿو، جيڪي ڪنهن گهائيندڙ اک مٿان جهولندا هجن؟ يا ڪوئي ڪنهن من موهڻيءَ جي ڇُهاءَ کان، ڇرڪي ڇو ٿو! ڇا فقط ان لئه، ته اها عورت حَسين آهي؟! پر ڇا اهو صحيح نه آهي، ته محبت سونهن کي جنم ڏئي ٿي- بلڪل ائين، جيئن سونهن محبت پيدا ڪري ٿي... ته سوال وري به اهو آهي، ته آخر هڪ نوجوان پريم ڪري ڇو ٿو؟

انساني زندگيءَ جي، سڀ کان عجيب ترين ڳالهه اها آهي، ته مرد پوڙهي ٿيڻ تائين عورتن جو پيڇو ڪندو رهي ٿو ۽ عورتون مرڻ گهڙيءَ تائين پيڇو ڪرائينديون رهن ٿيون. انساني ڪردار ۾ ان کان وڌيڪ ٻي ڪا به مستقل خوبي ڪونهي، ته مرد جي نظر، هر گهڙيءَ عورت تي جميل هوندي آهي. مثال طور هڪ چالاڪ مرد کي ڏسو، ته ظاهري طرح ته هو اخبار پڙهندي نظر ايندو، پر اصل ۾ سندس نگاهه پنهنجي شڪار (عورت) تي ڪُتل نظر ايندي. سندس ڳالهيون به انهيءَ بنيادي محور (عورت) جي چوڌاري گهمندي نظر اينديون. اينتريقدر جو سندس تخيل جو تصور به، ان جادوئي ڪشش جي طابع رهي ٿو- ڇو؟ اهو سڀ ڇا جي ڪري ٿئي ٿو؟ ان شديد خواهش جي شروعات ڪهڙي آهي؟ اها ڪهڙن مرحلن کي اورانگهي، پنهنجي موجوده سربلنديءَ ۽ سرمستيءَ (عشق) تائين پهتي آهي؟

اڄو ته جوانمرديءَ ۽ ڏاهپ سان، مختصر طور انهن سوالن جا جواب ڳوليون، جنهن کي محبت ڪرڻ وارا ماڻهو، ڪا خاص اهميت ڪونه ڏيندا آهن ۽ نه وري ان باري ۾ گهڻو پڇندا آهن. ان ڏس ۾ اسٽينڊال، ايلس، مول، بولش، ڊي گورمن، فرائڊ ۽ اسٽينلي هال جهڙن ڏاهن کي ٻڌڻو پوندو، ته اهي ڪي خاص معيار ڏسين ٿا يا نه؟ اهڙا اصول ۽ معيار، جنهن مان محبت جي معنيٰ ۽ اهميت واضح ٿي پوي. اچو ته انهيءَ پيچري تي پير رکون، جنهن پيچري کي پار ڪري محبت اسان تائين پهتي آهي.

## محبت بابت حياتياتي تصور:

هڪ انسان جي زندگيءَ ۾ بک، اڃ ۽ محبت هڪجهڙي جي پنيان پيدا ٿين ٿيون، ڇو ته زندگيءَ جو گاڏو ٻن ڦيٿن، يعني کاڌي ۽ نسلي واڌ تي رواں دوان آهي. اسين کاڌو کائون ٿا ته جيئن زنده رهون ۽ وڌا ٿيون ۽ ساڳي طرح، ولديت يعني ٻار پيدا ڪرڻ جي ذريعي، زندگيءَ جي تڪميل ڪريون. جنهن جو مطلب اهو ٿيو، ته نسلي واڌ واري طريقي سان، پنهنجي فاني جسم مان هڪ نئين زندگيءَ جي تخليق عمل ۾ آڻيون، ته جيئن زندگيءَ جو ڦيٿو ڦرندو رهي ۽ سندس معيار بلند ٿيندو رهي.

تحقيق اهو نشونما وارو جذبو آهي، جيڪو هڪ سادي ترين جيو- گهرڙي کي، ٻن حصن ۾ ورهائجڻ تي مجبور ڪري ٿو، جيڪو وڌڻ ويجهڻ جو ابتدائي عمل آهي. جيو- گهرڙي جو مايو، اُن سطح کان جلد ۾ واڌ کائي ٿو، جتان کيس کاڌ خوراڪ مهيا ڪئي وڃي ٿي. انهيءَ تناسب کي برقرار رکڻ لاءِ، هو (مايو) ٻن حصن ۾ ورهائجي وڃي ٿو ۽ اها سطح جيڪا ورڇ ذريعي وڌي ٿي سا ٻيهر هڪ نئين مايي جي صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿي. اها سلسليوار جنم بابت وضاحت هڪ نظريو آهي، پر ورڇ پنهنجي جڳهه تي هڪ حقيقت آهي. هڪ ننڍڙو جيوڙو بئڪٽيريا، جيڪو هڪ انتهائي معمولي ساهوارو آهي، ايترو ته جلد ۾ پنهنجي ورڇ ۽ جنم جي طريقهٔ ڪار کي مڪمل ڪري ٿو، جو ان جو اندازو لڳائڻ ئي مشڪل آهي. 'اميبا' جو بُنيادي مايو هڪ ٻي انتها ڳجهي ۽ ڳُوڙهي عمل کان پوءِ، هڪ جسم مان ٻن جسمن جي شڪل ۾ ظاهر ٿئي ٿو. ان پوري وارتا سان، توڙي جو نسلي واڌ ته عمل ۾ اچي ٿي، پر تڏهن به منجهن جنسي فرق جو اظهار ڪونه ٿو ٿئي. ان جو فقط هڪڙو ئي سبب آهي ۽ اهو آهي ته، مٿانئن اڃا محبت جو نشو چڙهيو ئي ڪونهي.

هڪ گهرڙي واري پسونءَ سميت هر باريڪ ساهواري ۾ هڪ منجهان ٻه ٿيڻ جي خوبي، دراصل فطرت طرفان زندگيءَ کي برقرار رکڻ جو هڪ ذانءُ آهي. جيڪو انسانن جي بقا تي به لاڳو ٿئي ٿو. جينوٽيڪ فطرت پنهنجي مقصد جي تڪميل هزارين پيچيدگين ذريعي ڪري ٿي، پر تڏهن به اُها پنهنجي مقصد جي حاصلات پوري ٿي ڪري. هڪ جيوگهرڙي تي ٻڌل ساهدار 'پروٽوزوئا' ۾ اها نسلي واڌ ورڇ ذريعي ٿئي ٿي، ته هڪ ننڍڙو سَلو به لڳ ڀڳ ساڳئي طريقي سان اُسري ٿو. هڪ ننڍڙو پاڻيءَ واڙو (Baby Hy-dra) پنهنجي ئي ڪنهن وڌڙي منجهان وجود ٿو وٺي ۽ اُن جي ئي وجود تي پلجي جوان ٿئي ٿو. بعد ۾ ان ساڳئي وجود سان کاڌ خوراڪ ۾ چٽا پيٽي ڪندي، ويڙهاند ذريعي ڪنهن نه ڪنهن هنڌ پنهنجي جاءِ تلاش ڪري ٿو وٺي.

ڪڏهن ڪڏهن ابتدائي ساهوارن (مثال طور وول ووڪس) جا جيوگهرڙا، هڪ چيڙهالي گرپ ۾ پوريل رهن ٿا ۽ وڏندي هڪ نوآباديءَ جو بنياد وجهن ٿا. جنهن ڪان پوءِ هڪ عجيب ورهاست شروع ٿي وڃي ٿي. يعني ٻاهريان جيو- گهرڙي خوراڪ حاصل ڪرڻ لئه ۽ اندريان جيو- گهرڙي نسلي واڌ جي عمل ۾ مصروف رهن ٿا. پوءِ اهائي نوآبادي، هڪ گڏيل سماجي تنظيم جي روپ ۾ ظاهر ٿئي ٿي، جنهن ۾ مختلف حصا هڪٻئي سان تعاون ڪندا رهن ٿا. ان مان اهو ثابت ٿيو، ته زندگيءَ جي شروعات (يعني جيو- گهرڙن ۾) ۾ ئي اسان کي زندگيءَ جي مادي ۾، عليحدگيءَ جو مثال ملي ٿو. جنهن جي بنياد تي، اڳتي هلي ويزمن پنهنجي انسان اندر اڌ جي اهميت واري نظريي جو بنياد رکيو آهي.

جينوٽيڪ اها ورچ ڪائناتي آهي، تڏهن به اها ناڪافي آهي ۽ هڪڙو وقت اهڙو اچي ٿو، جو ڪيترن ئي نسلن ڪان پوءِ اهو ابتدائي جيوگهرڙو 'پروٽوزوئا' (جنهن جي ڪيترا دفعا ورچ ٿي چڪي هوندي آهي) ان مسلسل عمل جي ڪري، پنهنجي سگهه ۽ طاقت، جنهن ذريعي نسلي واڌ ٿئي ٿي- سا وڃائي ويهي ٿو. پر ان موقعي تي وري هڪ ٻيو واقعو ٿئي ٿو. اهو هيئن ته هڪ ئي جنس جا ٻه ڪمزور ساهوارا 'پروٽوزئا'. هڪ خاص قسم جو مادو هڪٻئي ڏانهن منتقل ڪندا رهن ٿا ۽ پوءِ هڪٻئي ڪان جدا ٿي وڃن ٿا. ان ميلاپ ڪان بعد، ٻئي سگهارا ۽ تندرست ٿي وڃن ٿا ۽ وري ساڳي طرح ورچ جو سلسلو جاري رهي ٿو. زندگي رکندڙ اهي انتهائي ننڍڙا جيو، نه فقط زندگي بسر ڪن ٿا، پر انسانن وانگر ٽولن ۾ به رهن ٿا. بلڪل ايئن، جيئن مرد شادي ڪان پوءِ وڏيڪ سگهارو ٿي وڃي ٿو ۽ نسلن جو ميلاپ ڪين (عورت ۽ مرد کي) زنده جاويد بڻائي ڇڏي ٿو.

هي ابتدائي جوڙ (جيو- گهرڙي جو ميلاپ) ڪيترو به اهم ڇو نه هجي، پر تڏهن به اهو مختلف فردن جي ان ميلاپ ڪان انتهائي نرالو آهي، جيڪو 'محبت جي ٻوٽي' جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. ڇا اسين انهن باريڪ ساهوارن ۾ ڪو اهڙو مثال ڳولي سگهون ٿا؟ ها بلڪل! هڪ ننڍڙو جيوڙو 'پيندورينا'، جيڪو سورهن جيو- گهرڙن تي مشتمل آهي. ان ۾ اهڙا مثال ضرور ملن ٿا. ڇاڪاڻ ته منجهن موجود هر جيو- گهرڙي، انهن ڇُرندڙ پرندڙ جيوگهرڙن ۾ تبديل ڪونه ٿو ٿئي. پر ان جي ابتڙ، ڪيترن ئي باريڪ ذرڙن ۾ ورهائجي وڃي ٿو. جيڪي هڪٻئي سان ملن ٿا، ته هڪ نئين جيو- گهرڙي کي جنم ملي ٿو. هڪ ٻيو شروعاتي ساهوارو، 'يوروڊينا' جي نالي سان سڏيو ويندو آهي، تنهن ۾ وري هر جيوگهرڙو، ٻن غيرمشابه ذرڙن ۾ ورهائجي وڃي ٿو. منجهس موجود وڏا ذرڙا خاموش ۽ سست ۽ ڪجهه ننڍڙا ذرڙا وري چست ۽

چالاڪ ٿيندا آهن. جيستائين اُهي ٻئي قسم پاڻ ۾ ڪونه ملندا، تيستائين سندن نسلي واڌ ٿيڻ مشڪل آهي. قدرت جو ڪمال ڏسو، ته هن قسم جي ساهواري ۾، انهيءَ جنسن جي فرق ڪيءِ ڪيڏي نه سهڻي نموني سان بيان ڪيو آهي! هاڻي فطرت ۾ اسان کي واڌ جا ٻه طريقا معلوم ٿيا. هڪڙا ته اهي، جيڪي هڪ مان ورهائجي ٻه ٿين ٿا ۽ ٻيا اُهي، جيڪي غيرمشابه خلين جي صورت ۾ جدا پئي ٿيا. پر هڪ نئون جاندار جنهن کي 'رول ووڪس' جي نالي سان سڏيو ويندو آهي، تنهن ۾ اسان کي مٿين ٻنهي طريقن جو سنگم ملي ٿو. جيڪو ان حقيقت جو اقرار آهي ته نيون شيون جيسين پُراڻن سانچن ۾ نٿيون اوتجن، تيستائين منجهن لافانيت ڪونه ٿي اچي. اسانجا نوجوان اهو سبق تڏهن سکن ٿا، جڏهن هو جوانيءَ کي تقريبن خدا حافظ چئي چڪا هوندا آهن. ان منجهان پتو پيو، ته قدرت به ارتقا جي مختلف مرحلن ۾، ٻن جنسن کي هڪٻئي کان ڌار رکيو آهي ۽ سندن ميلاپ لاءِ محبت جي جذبي کي تخليق ڪيو اٿس.

ڪُجھ ٻين ڳُوڙهن ساهدارن منجھ جسم جا ڪُجھ حصا، ٻوٽن ۾ موجود نَر حصي ۽ مادي ٻاڪي وانگر، تُخمي جيوڙي جي واڌ ويجھ لاءِ مخصوص ٿيل آهن. انهيءَ ڏس ۾ ٻن قسمن جا تُخمي جيوڙا هڪٻئي کان بالڪل مُختلف آهن. انهن کي آنا (Ova) ۽ تُخمي ٻج (Sperm) سڏيو ٿو وڃي، جيڪي بعد ۾ حياتيءَ جي بقا ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. پر اهي ٻئي مخالف عنصر، پسو نئن اندر هڪ جسم منجھ وڌن ويجهن ٿا. مثال طور پَٽَ ڪينئون، پنهنجي ئي هڪ اڌ اندر آنا ۽ ٻئي اڌ اندر تُخمي ٻجُ پئدا ڪري ٿو. ساڳيو طريقه ڪار سپن، پاڻيءَ جي ٻين ساهدارن، جهليءَ ۾ ويڙهيل پسوئن (Tunicates)، لُڙهندڙ جيتامڙن (Perchs)، بلڪ باريڪ مڇين (Herrings) اندر به موجود آهي. فطرت نسلي واڌڙ آٽيندڙ عنصرن کي صفا ڇِنو ۽ نروار ڪرڻ کان پرهيز ڪري ٿي، جيڪا صورتحال عورت ۽ مرد جي ذريعي پئدا ٿيندڙ ساهواري جي پيدائش تائين لاڳو آهي.

هن فرق جو هڪ عام ۽ سادو خاڪو، پکين جي اندر موجود مُفت خور ڪينئين (Syngane) اندر ڏسي سگهجي ٿو. هتي اسان کي هڪ ڏگهو جاندار نظر اچي ٿو، جيڪو مادي هُجي ٿو. مثال طور اهو بيضا (Ova) پيدا ڪري ٿو ۽ هڪ ٻيو لانبيرو جاندار به هُجي ٿو، جيڪو مستقل طور تي ماديءَ جي پهلوءَ سان ڳنڍيل هوندو آهي. هيءُ پنهنجي انتهائي ننڍڙي قدبُت جي ڪري ڪابه پڪ ڪانه ٿو ڏئي، ته ڪو منجهس انسان مرد واريون خصلتون موجود آهن. هيءُ تُخمي جيوڙو پئدا ڪندڙ مخلوق هڪ مُفت خور ڪينئين (Parasite) مثان ٻيو وڏڙو مُفت خور آهي، يا ڪنهن جاندار جي جسم جو

حصو آهي، بهرحال ڪوبہ پڪ سان نہ چئي سگهندو تہ اهو ڪنهن بہ ماديءَ جو نر آهي.

هوڏانهن پاڻيءَ واڌڙبي ساهدار (Bonellia) تي نظر وجهو، جنهن جي مادي اڌ فوٽ کن ڊگهي آهي ۽ قطر يا ٿولهہ ۾ بہ چڱي خاصي ٿيندي. پر سندس نر انتهائي ننڍو تقريبن هڪ انچ جي سورهين حصي جيترو مس ٿيندو- يعني پنهنجي ماديءَ کان سؤ ڀيرا ننڍو. هن ساهدار ۾ هڪ مادي گهڻ ۾ گهڻ ويهن نرن کي پالي ٿي. اهي نَرَ سندس هاضمي جي سرشتي ذريعي جسم ۾ داخل ٿي پاڻ ۾ ملن ٿا ۽ اُتان ئي سندس ٻچيدانيءَ ۾ وڃي پيدائش جي عمل ۾ مصروف ٿي وڃن ٿا. عام طور تي ڪيڙن ۾ ڏٺو ويو آهي تہ مادي نر جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ سگهاري ۽ وڏي هُجي ٿي. ماڪيءَ جي مک پنهنجي نَرَ کان ويهہ ڀيرا وڏي ۽ وزن ۾ ڏهہ ڀيرا وڌيڪ هوندي آهي. ساهدارن جي جيتن واري قسم ۾ ڪي اهڙا بہ آهن، جيڪي پنهنجي ماديءَ جي ڀيٽ ۾ اينترا تہ ننڍا هوندا آهن، جو سندن ڀيٽ ڪنهن آڙوءَ مٿان گُهمندڙ ماڪوڙيءَ سان ڪري ٿي سگهجي. فقط پکين ۽ ٿڻائتن ساهدارن ۾ نَرُ ماديءَ کان وڌيڪ سگهارو ۽ وڏو هوندو آهي، هتي بہ اهو فرق ان ڪري آهي، جو مادي پيدائش جو سمورو بارُ پاڻ تي کڻڻ ڪري، پيار جي لافاني جنگ ۾ جسماني طور تي هيٺي ٿي پوي ٿي.

ڪيترن هنڌن تي هيٺين جنس جي ماتحت رهڻ پُٺيان نَرَ طرفان ٿيندڙ اُها قرباني موجود آهي، جيڪا هُو ڪِيڄڻ ڪانپوءِ پيش ڪري ٿو. ان جو مثال هي آهي تہ ڪيترن ساهدارن ۾ ڪِيڄڻ کان پوءِ مادي فورن نر کي ڳهي وڃي ٿي. ٽانيٽڙي جي هڪ قسم (Epirus spider) ۾ نرُ پنهنجي حفاظت لاءِ ايستائين ماديءَ کان پري رهي ٿو، جيستائين ڪا ٻيچيني سندس انهيءَ احتياط تي غالب نٿي پوي. مشهور شاعر دانتي جيئن جنهن بہ ڪن بُزدلن وانگر، پنهنجي محبوبہ بيٽرس تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪئي هُئي، تيئن ڊجندي پنهجي ماديءَ تائين پهچڻ کان پوءِ، پنهنجو پاڻ کي عورتائي جهليءَ جي ٻاهرين حصي تائين محدود رکندي، پنهنجي فرار ٿيڻ لاءِ تتُ ترڪو ٻڌي ٿو ۽ پوءِ لچ ۽ هَٽڪ وچان اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. پر اڪثر ڪري هوُ مادين جو ئي فورن ٻُڪ ٻڻجي ٿو وڃي، ڪيس تہ پيار جي مزن جو ذائقو ئي ڪونہ ٿو حاصل ٿئي. شايد هُوءَ غلط فهميءَ وچان ڪيس شڪاري حملي آور سمجهي ٿي، يا تہ هوُ ڪا اهڙي رک رکاو واري مادي آهي، جيڪا پنهنجي هر معاشقي لاءِ ڪونہ ڪو شڪار طلبي ٿي. جيڪڏهن هُوءَ پيار ڪرڻ جي موڊ ۾ آهي، تہ ان لاءِ بہ هُوءَ رک رکاءُ ۽ شرميلتا طلبي ٿي. جيتوڻيڪ هُوءَ نَر جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ متاري ۽ سگهاري آهي پر پوءِ بہ لچ وچان نخرا ڪرڻ لڳي ٿي. بعد ۾ مختلف

طريقن سان هُوءَ پاڻ کي آخرڪار ڪنهن نہ ڪنهن وٽ هٿ ونـي ڦاسرائي ٿي. ۽ پوءِ نَرُ غلط فهميءَ وچان پاڻ کي 'وڏو اُستاد' سمجهڻ شروع ٿـو ڪري. هن موڙ تي ماديءَ ۽ نر جا جذبا ڏاڍا پوتر ۽ رومانوي هوندا آهن. هو هڪٻئي کي افواهہ بازين تي هيرائيندي، پنهنجين نيتن کي وڏي نموني بازيءَ سان ظاهر ڪن ٿا. مس مس وڃي سندن وچ ۾ سنبنڌ ٿـئي ٿـو، جڏهن مادي نَرَ جي مٿان قابض ٿـي مُڪمل پيار لاءِ گهربل چيتڪتائيءَ جو بارڻ نَرَ کي ٻڌائي ٿـي چڏي. ڪڏهن ڪڏهن تہ هُوءَ نَرَ تي رکيل ذميواريءَ جي پورائي ڪان اڳ ئي ڪيس پورو ڪري ٿـي چڏي. انساني حوالي سان جيتوڻيڪ مختلف موقعن تي مرد عورتن جي تباهہ ڪُن هٿڪندن ڪان بچڻ لاءِ هوشيار رهندي، پنهنجي پياري زندگيءَ جي بقا لاءِ فرار ۾ رهي ٿـو. ان ڪان پوءِ جيستائين مٿس ٻيهر بيچيني غالب نٿي ٿـئي هُو فيلسوف بڻجي ٿـو وڃي.

سائنسدان 'فئبري' جو چوڻ آهي، تہ پسوئن جي هڪ قسم نمازي ڪينئين (Mantis) جي مادي پنهنجن نرن کي ڏاڍي ڪرڙائيءَ ۽ زبردست ٻُک وچان ڳڙڪائي چڏيندي آهي. ٻيا ساهدار پنهنجن نرن منجهان لڳ ڪرائڻ ڪان پوءِ ڪين ويجهو اچڻ ئي نٿا ڏين، جڏهن تہ مادي Mantis پنهنجن نرن منجهان ٻـن ڪان ونـي ستن تائين هضم ٿـي ڪري، سندن سموري سورهيائيءَ کي سوئيڪار ڪندي، ڪيل ختم ٿـيڻ ڪان پوءِ ڪين ڳهي ٿـي وڃي. ڪيترن موقعن تي جڏهن ڪيس خوراڪ ڪانہ ٿـي ملي، تہ هُوءَ پنهنجي نَر جي مُنڍي اُن وقت هڙپ ڪري ٿـي وڃي، جڏهن اُن جو پويون حصو نسلي واڌ واري عمل ۾ مصروف هوندو آهي. ٻيو سائنسدان پائري (Poiret) ڏسي ٿـو تہ ساڳئي ساهواري جي هڪ ماديءَ، نر کي پاڻ ڏانهن ايندي ڏسي چڪ هڻي سندس مُنڍي ڪائي چڏي، پر سر وڃائڻ ڪان پوءِ بہ نَرُ پوئتي نہ هٽيو ۽ نسلي واڌ واري عمل ۾ حصو ونـندي ثـابت ڪيائين، تہ پيار ۾ جان جي قرباني ڪا وڏي ڳالهہ ڪانهي. علم حياتيات جي هڪ ماهر 'ياڪ لوب' (Jacques Loeb) ڪيڪڙي جهڙي پسونءَ (Crustacean) جو لڳ دوران هينـيون ڌڙ ڪٽيي ورتو، پر پوءِ بہ هُو ڏنڊي سان لڳو رهيو، چـو تہ ان وقت سندس سيئي حسي صلاحيتون ان عمل ۾ رُڌل هيون.

هنن حقير ساهدارن ۾ نَرَ جي انهيءَ ثـانوي ڪردار تي ان وقت حيرت ٿـي ونـي، جڏهن بعد ۾ فطرت جي طريقہ ڪار ۾ تبديلي محسوس ڪندي، پٽ ڪينئين تي نظر ٿـي وجهجي. جنهن منجهہ نر توڙي مادي هڪ ئي جُسي جا حصا بڻجي ٿـا پون. لڳي ٿـو تہ جنس جي دريافت جي لاءِ، مختلف جاندارن اندر اها تبديلي لازمي هُئي. جيڪي ٻـہ جنسي جاندار هوندي بہ بهرحال گهڻـ جنسي صلاحيتون رکن ٿـا. مثال طور نسلي واڌ سان لاڳاپيل هڪ

گڏيل عنصر تخليق ڪرڻ جي خوبي هُجڻ ٿي.

پر انهيءَ تبديليءَ جي مُناسب هجڻ پٺيان ڪهڙا مُحرڪ آهن؟ نر ۽ ماديءَ ۾ زندگيءَ جي هيءَ املهه ورڇ آخرڪار ڇو عمل ۾ آئي؟ ايئن ضروري نه آهي ته نئون نَر ماديءَ جي لاءِ هرويرو لازمي هُئو. فطرت ۾ تجربو بـئي هن معاملي تي سوال پڇـن ٿا. ڇـو ته اسان کي ٻـين جاندارن سميت ٻسونئن ۾ به اهڙا مثال ملن ٿا. جتي جنس جو فرق مڪمل ٿـي چُڪو آهي؛ اُتي مادي نَر جي مدد کانسواءِ به نسلي واڌ ڪري سگهي ٿي. هڪ ننڍڙي ٻـوٽـي Plant Louse منجهه هڪ رس چوسيندڙ ڪينئون (Aphis) رهي ٿـو، خزان جي موسم ۾ سندس نَر ۽ ماديءَ جي وچ ۾ لڳ ٿـئي ٿـو، جنهن کانپوءِ مادي وڏو ”سرديءَ جو آنو“(Winter Egg) ڏئي ٿي، جيڪو ايندڙ بهار تائين سلامت رهي ٿـو، جڏهن ته ايستائين ٻيا جاندار مري چُڪا هوندا آهن. بهار ۾ اهو آنو انهيءَ ٻي-پر ماديءَ جي آري هيٺ اچي ٿـو، جنهن پاڻ جهڙي جاندار جي نَر جو مُنهن به نه ڏٺـو هوندو آهي، پر نيون ماديون ڄڻي ٿي. جيڪي وڃي بـئي خزان جي مُنڍ ۾ ظاهر ٿـين ٿيون. پوءِ اوچتو ’لاروا‘ ۾ نر ظاهر ٿـين ٿا، جن منجهان ڪي بالغ به هوندا آهن. هي پنهنجي ڪُٽنب جي مادين سان لڳ ڪن ٿا، جنهن کانپوءِ وري ساڳيا آنا پيدا ٿـين ٿا.

اهو مُمڪن آهي ته اهي وائي ورياءَ (Parthenogenisis) [جن جو جم مُڪمل ڪنوارپ جي حالت ۾ ٿـيو آهي] سي ڦهلجڻ يا اُن منتقليءَ (Transmission) ذريعي ٿـيا هُجن، جيڪا مادين جي خزان ۾ ميلاپ منجهه ٿـئي ٿي. پوءِ به ان سلسلي ۾ پڪ سان ڪُجهه نٿو چئي سگهجي. پر مختلف لئبارٽـرين ۾ تجربا ٻـڌائين ٿا، ته ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان سندن نرن سان واسطيداري ٿـي رهي هوندي آهي.

بظاهر نر کي نسلي واڌ واري سلسلي ۾، فطرت اندر ڪا خصوصيت حاصل ڪانهي. ته پوءِ اُن جي اهميت ڪهڙي آهي؟ شايد اُن جي ٻاهران ڦرجڻ (Cross Fertilization) جي ڏس ۾ ڪا ضرورت هُجي. درحقيقت جنسن جي وچوٽيءَ، ٻـن مختلف ورثـن کي اَڌ ۾ مليل خاصيتن ۾ مرتبن کي يڪجاءِ ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي آهي. انهيءَ ٻـئي ورثـي جي يڪجاءِ ٿـيڻ جا ايترا ته واضح فائدا آهن، جو اسين ڪنهن اهڙي سرشتي جوڙڻ تي زور ڏيندا سون، جيڪو خود ٻـيجڻ جي عمل کي نظرانداز ڪري ڇڏي. ۽ ايئن ئي ٿـئي ٿـو. گُلن جي به بناوٽ اهڙي آهي جو ڪنهن به گُل جي نر داڻي (Pollen) لاءَ ورلي مُمڪن آهي، ته اُهو سندس مادي پياگي (Pistil) ۾ داخل ٿـي وڃي. ايتريقدر جو ڪوڏ (Srail) جنهن جي اندر ٻـئي جنسون موجود آهن، اُتي به اهڙو بندوبست ٿـيل آهي، جو خود ٻـيجڻ جو عمل (Self Fertilization)

ناممڪن آهي. اهڙي طرح ئي انساني سماج ۾ به فطرت پنهنجا جوهر ڏيکاريندي، سماجي ۽ نفسياتي صورتحالن کي وچ ۾ آڻي، پيءُ ۽ پٽ جي تعلقات ۾ وٿي رکي آهي. بلڪ سگهارين رسمن ساڳئي ڪُٽنب يا قبيلي جي ميمبرن جي وچ ۾ شادين تي به پابنديون هڻي ڇڏيون آهن. انتهائي ويجهن مٽن مائٽن سان جنسي تعلقات رکڻ تي بندش ۽ ٻاهرين ڪُٽنبن منجهان شادي‌ءَ کي جائز قرار ڏيڻ به، دراصل ٻاهران ڦرجڻ واري اُن عمل جي سُڌريل شڪل آهن، جيڪو جنسي فرق کي چٽو ڪرڻ ۾ بُنيادي مُحرڪ آهي.

ٻن مختلف جنسن ۾ عضون جي بناوت جي تفاوت کان پوءِ، ٻيو مسئلو اهو هُئو، ته نسلي واڌ لاءِ ڪتب ايندڙ عنصرن جي ميلاپ جي ذريعي، سندن تعاون کي ڪيئن مُمڪن بڻايو وڃي. هتي وري فطرت جي سخاوت تي عقل چرخ ٿيو وڃي- خاص طور تي گلن منجهه ته فطرت جي فياضي‌ءَ جو ڪا ڪاٿو ئي ڪونهي. سندن هزارين قسم اهڙا آهن، جيڪي هوا جي لهرن تي مدار رکن ٿا، جيڪا پنهنجي گهلڻ سان نسلي واڌ جا ٻج وٽن پهچائي ٿي. اها هوا گلن جي نر داٿي منجهه ولوڙ پيدا ڪري ٿي، جنهن جا جُزا گُل جي خوشبوءِ کي ناهين ٿا. اهڙا ڪروڙين جُزا ٻن گلن جي وچ ۾ پنجڻ والن جو فاصلو پرڻ لاءِ ڪتب اچن ٿا. هوڏانهن استرجن (Sturgeon) مڇي‌ءَ جي مادي پنهنجي اندر تقريبن ٽيهه لک آنا کڻي هلندي آهي، جن جو وزن تقريبن اٺ سو پائونڊ ٿيندو. جنهن مان 6000 وڏا سئندوچ ٺهي سگهن ٿا. ٻئي طرف هيرنگ (Herring) مڇي‌ءَ اندر اهو طريقئہ ڪار اجا وڌيڪ وافر آهي. منجهن نر ۽ ماديون لکن جي تعداد ۾ هڪٻئي جي ويجهو اچي، هڪ خاص قسم جي جيلي (Jelly) ناهين ٿا. پوءِ نر توڙي ماديون گڏجي آنا ۽ ٻيو مڇي‌ءَ جو مواد (Milt) ايتري مقدار ۾ پاڻي‌ءَ اندر ڦهلائين ٿا، جو سندن فضلي جي ڪري سمنڊ جو تهہ اڇو ٿي ٿو وڃي. جيتوڻيڪ جلدئي مُهاڻا اچي ڪين سندن جلسي گاهہ منجهان قابو ڪن ٿا. پر ان دوران ڪُجهہ آنا، نر مڇي‌ءَ جي Milt سان ٻَڌجي پون ٿا. هتي بيپرواهہ فطرت پنهنجو معجزو ڏيکاريندي، انهن آنن ۽ ٻئي مواد منجهان سندن نسل کي بقادار بڻائي ٿي ڇڏي.

ساڳئي قسم جو مواد انسانذات جي اندر به موجود آهي ۽ لڱ جي ذريعي بقا پائيندو ٿو رهي. اندازو لڳايو ته هڪ نارمل عورت جيڪا 72000 'اووا' پيدا ڪري ٿي ۽ مرد ڪروڙين مني‌ءَ (Sperm) جا جُزا پيدا ڪري ٿو، پر منجهانئن هڪ اڌ جزو ئي نسلي واڌ منجهه استعمال ٿئي ٿو. سائنسدان بولش (Bolsche) جو خيال آهي ته اُهو اُبار يا جُر رڳو فضول گند ناهي، پر ان منجهان اهو مواد به حاصل ٿئي ٿو، جيڪو 'اووا' ۽ 'اسپرم' منجهان ڪمزورن کي خارج ڪري سگهارن جو پاڻ ۾ ميلاپ ڪرائي ٿو. پر هتي

سوال پيدا ٿو ٿئي ته ڇا فطرت وٽ ايتري گھڻي ڳڻت آهي؟ مان سمجھان ٿو ته اها فطرت ايتري ذهين ڪانهي جيتري بولش سمجھي ٿو. درحقيقت اها اسانجي عظيم ماءُ فطرت ئي آهي، جنهن اسان کي بي انداز ڇسپائيءَ جا تحفا به ڏنا آهن.

پر فطرت جي اها فضولپائي تخمي ٻچن جي مُناسب ميلاپ ۽ وڏڙن جي طرفان ٻچڙن جي ٿيندڙ سنڀال جي شڪل ۾، وڌيڪ ترقي يافته جانورن منجھ ڪنهن قدر بهتر شڪل ۾ نظر اچي ٿي. ايتريقدر جو تارا مڇي (Star Fish) پنهنجن ڳپيل آنن مٿان پنهنجي ٻانهن رکي ٿي ۽ مٿن آرو ڪري ٿي. ٻئي طرف هڪ مڇي 'Stickle Back' (جنهن جي پٺيءَ تي ڪل هوندي آهي) جو نر پنهنجو ماديءَ کي پنهنجي ڪڏي ۾ وٺي اچي، سندس آنن تي ليٽي ٿو پوي ۽ پوءِ مادي ته هلي ٿي وڃي، پر سندس ٻچڙن جي حفاظت نرُ ايئن ٿو ڪري، جيئن اسان جي سماج منجھ اجڪلھ مرد ٻارن کي پالي ۽ تاتي ٿو. دريائي گھوڙا مڇي (Sea Horse) جي اندر ڏسڻ ۾ آيو، ته مادي پنهنجا آنا نر جي پٺيءَ تي لڳل ڳوٿريءَ ۾ اُڇلائي هلي ٿي وڃي، جن جي ڦٽڻ تائين ٿهل تڪور نر ڪندو ٿو رهي. پکين منجھ اهڙا پکي، جيڪي ڪو آکيرو نٿا ناهن سي ٻارنهن آنا ٿا ڏين، ته ايترا سيرا آکيرا ناهيندڙ اٺ آنا پيدا ڪن ٿا. پر جن جا نفيس ۽ نازڪ آکيرا آهن سي فقط پنج آنا لاهين ٿا. سو ايئن آهستي آهستي پدري پيار فطرت جي بيپرواهيءَ جي جاءِ والاريندو ٿو وڃي، ياد رهي ته ٿڻائتن جانورن ۾ هر جوڙو سراسري طور تي ٽي ٻچڙا پيدا ٿو ڪري. اهو تعداد منجھائن سڌريلن وٽ درجي بدرجي گھٽبو وڃي ٿو. انهيءَ تسلسل ۾ ڪُٽنب هڪ اهڙي حلقي جي صورت اختيار ڪري ٿو وٺي، جنهن ۾ نئون ڄاول ڇگي خاصي عرصي تائين پرورش پائي سگھي ٿو. ۽ جيئن جيئن جوپن اوسٿا (Adolescence) وڌي ٿي، تيئن تيئن تعليمي درجيبنديءَ جي محتاج اجوڪي اسانجي تهذيب، غرور جي مٿانهن درجن کي ڇهندي ٿي رهي.

مٿين حياتياتي نظرين جي نتيجن مان، محبت جي ماهري جي ڪهڙي اهميت واضح ٿئي ٿي؟ افلاطون پنهنجي تحرير سمپوزيم ۾ 'ارسطو فينز' واتان يوڳ ڪندي چوي ٿو: ”ڪو زمانو هيو، جڏهن ٻئي جنسون هڪ جنس يعني مرد هيون، پر مردن جي نيت خراب هجڻ ڪري، خدا کين ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو. هڪ اهڙي وڍيل صوف وانگر، جنهن کي آچار ناهڻ لئه ٻن حصن ۾ وڍيو ويو هجي، يا وري ڪڪڙ جي اوٻاريل ان بيضي وانگر، جنهن کي ڪنهن سنهي وار سان ٻن حصن ۾ ورهايو ويو هجي. اسان مان هر ماڻهو ان مرد جو اڌ حصو آهي، جيڪو ٻئي اڌ جي ڳولا ۾ مصروف رهي

ٿو.“ حاصل مطلب اهو ٿيو، ته ”مڪمل ٿيڻ جي تمنا ۽ تجسس جو ٻيو نالو محبت آهي.“ هيءَ هڪ غور جوڳي وضاحت آهي، ان ڏاهي ۽ مدبر فيلسوف جي، جنهن دانشوراڻي انداز ۾، ان احساس جي ادبي معنيٰ اسان آڏو رکي. تنهن ڪري اسين چئي سگهون ٿا ته ڪو وقت اهڙو هيو، جڏهن ٻئي جنسون هڪئي جسم ۾ آباد هيون، پر قدرت ڪين ٻن حصن ۾ جدا ڪيو. اڄ هر حصو پاڻ کي اڌورو محسوس ڪري ٿو ۽ وصال ۽ تڪميل جو طالبو آهي.

پر مٿيون جواب، ”محبت ڇا آهي؟“ واري سوال جي باري ۾ هڪ صوفياڻي قسم جو جواب آهي، جيڪو هڪ ننڍڙي جيو- گهرڙي پروٽوزوئا ۾ فيلسوفياڻيون پيچيدگيون پيدا ڪري ڇڏيندو آهي. پر اها حقيقت آهي، ته سواءِ چند ساهوارن (پسونئن) جي، باقي ٻين ۾ اهڙيون خاصيتون گهڻ هيون، جو اُهي باقي اڌ جي تلاش ۾ سرگرم رهن. پر تحقيق اهو ضرور پڌائي ٿي، ته جيڪي ان مسلسل ڪوشش ۾ رڌل رهيا، سي ئي نئين نسل جي تخليق جي ذميواري سنڀاليندا هئا. ۽ اهڙي طرح هر نسل ۾ فقط اهي ’عشاق‘ يعني ڳولائو ساهوارا، باقي اڌ جي تلاش ڪري، تڪميل جي طريقهٔ ڪار کي طئي ڪندا هئا ۽ زندگيءَ جي سرچشمي کي پنهنجي وجود ۾ سموئيندڙ ٿي رهيا. پر اهي ساهوار، جيڪا پنهنجي اندر اها املھ ولوڙ محسوس ڪونه ڪندا هئا، يا گهڻ شدت سان محسوس ڪندا هئا، سي ’ري اولادي‘ ٿي ختم ٿي ويندا هئا. تنهن ڪري هيءَ تحريڪ، هر نئين نسل جي جنم وٺڻ سان، مضبوط کان مضبوط تر ٿيندي وڃي ٿي- ۽ ايئن ئي، موت تي فتح حاصل ڪري وٺي ٿي.

اهو جذبو پنهنجي مسلسل وڌندڙ قوت جي جوش ۾، موت کي دوکو ڏيندو رهيو. سچي ڳالھ ته اها آهي، ته اها ئي واٽ آهي ۽ اهو ئي رستو آهي، جنهن جا ڏونگر ڏوري، محبت اسان تائين پهتي آهي.

## محبت بابت جسماني اهميت وارو خيال:

مٿين سٽن ۾، اسان حياتيءَ جي تسلسل ۾، محبت جي ترقيءَ بابت ڳالهايوسين. هاڻي اسين هڪ فرد جي زندگيءَ ۾، سندس نشونما جو مطالعو ڪنداسين. جيئن ارسطو چوي ٿو: ”جيڪڏهن ڪنهن به شيءِ کي سمجهڻ چاهيو ٿا، ته پهريائين ان جي شروعات ۽ اوسر کي سمجهو.“

ڇا ٻارن ۾ ڪا اهڙي عادت آهي، جيڪا جوانن جي محبت ڪرڻ واري جذبي سان ملندي جُلندي هجي؟ فرائيڊ ان سوال جو هاڪاري جواب ڏنو آهي، ۽ آڱوٺو چوسڻ ۽ ماءُ جي ڇاتيءَ سان لڳي ننڊ ڪرڻ جي جنسي امڪانن تي، ذهني بيمارين جا عجيب ۽ غريب محلات کڙا ڪيا اٿس. پر اهو سچ آهي ته جيڪڏهن حقيقتن کي نظرين کان جُدا ڪجي، ته حقيقتن جو مقدار اٽي ۾ لوڻ جي برابر مس ٿئي ٿو. ڊاڪٽر واٽسن ۽ سندس ساٿين سوين ٻارن کي

ڪيتري وقت تائين مشاهدي ۾ رکيو، پر منجهن ڪنهن قسم جو جنسي ڪردار بند نظر ڪونہ آيو. پر اڳتي هلي جڏهن سندن عمر وڌي ۽ هو بلوغت جي حد کي پهچڻ لڳا، تہ اهو ڏٺو ويو تہ ٿورڙي وقت کان پوءِ ٻئي ٻار مخالف جنس ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪري ٿو ۽ پنهنجي مخالف جسماني تفاوتن کي معلوم ڪرڻ جي اُڻ تڻ ۾ رهي ٿو. اها خواهش پردي ڪرائڻ جي صورت ۾ اچا وڌيڪ تيز ٿي وڃي ٿي. نتيجي ۾ هر جنس ٻيءَ لاءِ جادو بڻجيو پوي. ۽ آخرڪار هڪ حجاب آميز ڪشش جو باعث بڻجي پوي ٿي. آئون سمجهان ٿو تہ بس ان کان وڌيڪ ٻيو ڪجهہ بہ نٿو ٿئي. پر جي محبت بالغ ٿيڻ کان اڳ پيدا ٿي پوي، تہ پوءِ اُها 'اوڊيپس مونجهاري' (Oedepus-Complex) جي صورت اختيار ڪري وٺي ٿي، جنهن ۾ ڇوڪرو ماءُ ۽ ڇوڪريون پيءُ سان محبت ڪرڻ لڳنديون آهن. پر اها محبت اهو پوائنتو مونجهارو نہ آهي، جنهن جو تصور، اسان کي فرائيڊ ڏنو آهي. تنهن ڪري ان کي مونجهارو قطعي بہ ڪو نہ ٿو چئي سگهجي. ڇو تہ ايئن ڪرڻ نہ تہ غيرشعوري آهي ۽ نہ وري ڪا بيماريءَ واري ڪيفيت. ان طريقي سان تہ قدرت هڪ ٻار کي صحتمند محبت ڪرڻ لاءِ تيار ڪري ٿي. يعني ڇوڪرو پيءُ سان محبت ڪرڻ لڳي ۽ ڇوڪري ماءُ سان، تہ پوءِ نفسياتي ماهرن کي بيچين ٿيڻ جي ضرورت بلڪل ٿي سگهي ٿي.

محبت جوانيءَ جو پهريون ۽ چٽو گيت، جسم تي وارن اچڻ سان شروع ڪندي آهي، هونئن بہ جوين اوستا يا Puberity جو مطلب ئي جسم تي وارن جو ڦٽڻ آهي. خاص طور تي مرد جي سيني تي ڦٽندڙ وار، جنهن تي هو چرپائپ جي حد تائين فخر ڪندو آهي. انهن منجهان جسم جي ڪيترن ئي عضون تي ڦٽل وارن کي ڪُوڙڻ دوران، ڪيس سيسيفس جيتري پيڙا مان گُذرڻو پوندو آهي. اڪثر ڪري، وار جسماني قوت جي لحاظ کان پيدا ٿيندا آهن. جيڪڏهن ڪو ماڻهو وڌيڪ طاقتور هوندو، تہ ان کي وڌيڪ گهاٽا وار ايندا. جوانيءَ ۾ ٻي تبديلي جيڪا هر مرد ۾ پيدا ٿئي ٿي، اها آهي سندس آواز ۾ ڳوراڻ. انهن سڀني جسماني تبديلين کي، 'ثانوي جنسي خاصيتن' جو نالو ڏنو ويو آهي. پر ان جي پيٺ ۾. هڪ نوجوان ڇوڪريءَ کي قدرت اهڙو تہ نرم ۽ نازڪ جسم عطا ڪري ٿي. جيڪو نظرن تي جادو ڪري ڇڏي ٿو. هن عمر ۾. ڇوڪريءَ جا ٻُندڻ بہ ويڪرا ٿيڻ شروع ٿين ٿا تہ جيئن هوءَ ٻار ڄڻڻ ۾ آساني پيدا ڪري سگهي. ان سان گڏوگڏ، ٻار جي خوراڪ جو انتظام سندس سيني ۾ واڌ اچڻ سان ٿئي ٿو.

اهڙين مڙني ثانوي تبديلين جو سبب ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟ ڪنهن کي ڪو پتو ڪونهي. پر پروفيسر اسٽارلنگ جي خيال مطابق: ''جوانيءَ ۾ نہ رڳو

ٻوڪجڻ ۽ ڦرجڻ جي صلاحيت جي ابتدا ٿئي ٿي پر رت اندر اهڙا جُزا (Harmones) پيدا ٿين ٿا، جن جي ڪري جسماني ۽ ذهني دنيا ۾ زبردست تبديلي اچي ٿي، جنهن ڪري نه فقط جسم کي نئين طاقت حاصل ٿئي ٿي، پر ذهن به هزارين پهلوئن کان متاثر ٿئي ٿو.“ رومين رولان جو چوڻ آهي، ته زندگيءَ ۾ ڪي اهڙيون منزلون به اچن ٿيون، جن جي دؤران مرد جي اندر هڪ خاموش انقلاب مؤجزن هوندو آهي ۽ ساڳي صورتحال سان عورت به واسطي ۾ اچي ٿي. تنهن ڪري ئي چيو ويندو آهي، ته جواني جي آمد سڀ کان وڏو انقلاب آهي.

انهيءَ دؤر ۾، نوان احساس روح ۽ جسم اندر گردش ڪندا آهن. تجسس ذهن کي اڳتي وڌي ويندو آهي ۽ شرم ڪيس پوئتي ڌڪيندو آهي. نوجوان ڇوڪرا، ڇوڪرين جي محفلن ۾ شرمائيندا آهن ۽ ڇوڪرين جي ڇهري تي لالاڻ ڊوڙندي آهي. ڪم عقل ٻار، هڪدم ڪاوڙيل ٿي پوندا آهن ۽ اُهي ٻار، جيڪي پهريائين فرمانبردار ليکيا ويندا هئا، سي هڪدم ٻي- چيا ٿي پوندا آهن. پاڻ سجائڻ جو شوق هڪ طرف پيدا ٿيندو آهي، ته ٻئي طرف وسوسن ۽ خوابن جا محل اڏجڻ شروع ٿيندا آهن. جنهن سان گڏوگڏ سوچ جا گل ٽڙڻ لڳندا آهن، ۽ جنهن ڪري شاعريءَ ۾ دلچسپي وڌڻ لڳندي آهي. هن دؤر ۾ هر نوجوان چڻ ته هڪ فنڪار لڳندو آهي ۽ لافاني شهرت حاصل ڪرڻ جا خواب لهندو آهي. ذهن جي هر ڪنڊ روشن ٿي ويندي آهي ۽ ڏاهپ تازي تواني ٿي، ڪائنات جي ڳجهن کي ڦلهورڻ لاءِ جدوجهد ڪندي آهي. ان حالت ۾ جيڪڏهن عقل پنهنجي جاکوڙ جاري رکندو، ته اُهو فرد سائنسدان يا فلسفي بڻجي پوندو. ۽ جيڪڏهن عقل جي اِها ڊوڙ ختم ٿي وئي، ته پوءِ اهو شخص دنياوي ڪمن ۾ ڪاميابي حاصل ڪندو. ممڪن آهي ته هو ڪو اعليٰ رتبو حاصل ڪري وجهي.

اهوئي زمانو آهي، جنهن ۾ محبت فن کي جنم ڏي ٿي، ته گڏيل رشتن جي آبياري به ڪري ٿي. ان دؤر ۾ ئي محبت حسن جو تصور ۽ ڪيس حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي، ڪڏهن ڪڏهن ڪيس تخليق به ڪري وجهندي آهي. انهيءَ عهد ۾ ئي، محبت چڱائيءَ جا خاڪا اُڻندي، ڪيس حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشان هوندي سندس سرسيءَ لاءِ ويهن ننهن جو زور لڳائيندي آهي. ان وقت جيڪڏهن مذهب پنهنجا مدي خارج عقيدا پيش ڪندو، ته اهو ممڪن آهي ته نوجوانن جو جذبو ۽ منطق گڏجي، سندس چيله چٻي ڪري وجهي. پر ساڳئي وقت، مذهب جيڪڏهن نيڪي ڪرڻ جي جستجو جي روپ ۾ اچي، ته پوءِ اُهو نوجوانن جي دلين تي اثرانداز ٿي سگهي ٿو. مجموعي طور تي جوڀن اوستا وارو دور هڪ شاندار دور آهي. انهيءَ دوران عقل ۽ احساس گڏوگڏ

هلن ٿا. نوان تصور دل ۽ دماغ تي اثرانداز ٿي پيار جي پالوٽ ڪن ٿا. ان کان اڳ دُنيا ڪڏهن به ايڏي سندر ۽ عجيب ڪانه لڳندي آهي ۽ نه وري هڪ ئي وقت وس کان ٻاهر ۽ فتح ڪرڻ جوڳي محسوس ٿيندي آهي. بعد ۾ سڄي عمر زندگيءَ جي انهيءَ حصي بابت حسرت موجود رهندي آهي. ڇو ته انساني سگهه جو هر پهلو ان دؤر ۾ پنهنجي عروج تي هوندو آهي، هر شئي جي وڌڻ ويجهڻ جي مُند جوڀن تي هوندي آهي ۽ هر مانائتي تحرڪ جي واڌ ويجهه ٿيندي رهندي آهي. جيڪڏهن ان دور کي 'زندگيءَ جي جاڳرتا' چئجي به ته وڌاءُ ڪونه ٿيندو.

ان دؤران خبرناهي ته اها ڪهڙي قوت آهي، جيڪا هڪ ڇوڪر کي خوف جي احساسن هوندي به هڪ ڇوڪريءَ جي قريب آڻي ٿي، جڏهن ته ڇوڪري اُڪير وچان لڪڻ شروع ٿي ڪري. اسان جي جسم جي اندر اهو الائي ته ڪهڙو اسرار آهي، جيڪو اسانجير زندگين جي حسين ترين گُل، يعني عورت ۽ مرد جي وچ ۾ پيار جي پيڙهه جو پٿر رکي ٿو؟

اسانجي جسم جا اوسر ڪائيندڙ جيو- گهرڙا ڦندي، توانائيءَ سان ڦاٽڻ ٿا لڳن. ايئن محسوس ٿيندو آهي ته منجهن ايندڙ زرخيزيءَ جي راهه ۾ رُڪاوٽ بڻجندڙ هر شئي کي اهي جيو- گهرڙا ناس ڪري ڇڏيندا. جيئن ته پيار جو حياتياتي ذريعو ميلاپ جي جبلت جي واڌاري ۽ چوندڊ جو فطري اظهار آهي، تنهنڪري ان جي انسان جي اندر جسماني اهميت، درحقيقت انهن اُسرندڙ جيو- گهرڙا جو هڪ انوکو ميلاپ آهي. هر ساهوارو رڪاوٽن کي هٽائي پنهنجي راهه ناهيندڙ هڪ خاص قسم جي واڌ ويجهه محسوس ٿو ڪري. کيس زندگيءَ جي بيچين پيشقدمي نظر اچي ٿي. جڏهن ته دل ڪنهن وڻندڙ پُرڏڪاري احساس سان پرپل لڳي ٿي. ايئن ٿولڳي ته هڪ ساهوارو پنهنجو پاڻ کي اڌورو محسوس ڪندي، پنهنجي مڪمل وصال جي تڙپ ٿو رکي.

انهيءَ صورتحال ۾ نوجوان اُنهن احساسن منجهه به هزارين عجيب پهلو ڳولي ٿا ڪڍن، جن کي اڳ اُهي اهميت ئي ڪونه ڏيندا هئا. خاص قسم جا آواز کين وڻڻ لڳن ٿا، راڳ رنگ حد کان وڌيڪ پسنديده ٿي پوي ٿو ۽ سڌ هڪ مذرڪوملتا حاصل ڪري ٿو ونئي- جيڪا ڳالهه پيار ڪندڙن کي انتهائي گهڻو سرور ٿي بخشي. ڪي مخصوص خوشبون، جسم جا اُسرندڙ حصاء صفائيءَ جي مهڪ ۽ عطر جي موهيندڙ قوت وغيره، پيار جي سلسلي ۾ نئي جي حيثيت رکن ٿا. زندگيءَ جي هن حصي ۾ تحرڪ به اهميت اختيار ڪري ٿا ونن. ناچ جي لئه ۽ زور، رانديگرن منجهه تيزي ۽ اعتماد، ڇوڪرين ۾ پرپل باوقار خوشطبي وغيره وڻڻ لڳن ٿا. انهيءَ کان وڌيڪ ڪي خاص نظارا دلپسند ٿي پون ٿا. پيار جي موسم ۾ ڪي رنگ دل کي لُڀائين ٿا. خاص

طور تي ڳاڙهو رنگ ۽ پيار ڪرڻ وارن جي وچ ۾ للڪار جو اُهڃاڻ بڻجي ٿو پوي. ۽ نوجوان دليون ملاقات محل پاڻ کي چنڊي ڦوڪي ايندڙيون آهن. جهنگل جا اڻ سُڌريل ماڻهو ٻين جو ڌيان ڇڪڻ ۽ شوق کي وڌائڻ لاءِ پنهنجي بُت تي عجيب غريب چٽ ڪڍندا آهن. ڪپڙن اوڍڻ جو مطلب به دراصل سينگار وارو وچي ٿو بيهي، جنهن جي ذريعي ڪي نياپا ڏيئي سگهجن يا هُر کر پيدا ڪري سگهجي. بهادريءَ ۽ طاقت جي نمائش، نفيس ۽ نازڪ دلين ۾ ٿڙڪڻي وجهي ٿي ڇڏي ۽ جسم جا نازڪ وَرَ وَڪَڙ اندر ۾ طوفان مچايو ڇڏين. اهي رنگن، خوشبوئن، آوازن، ڇهائن، نظارن، راڳن ۽ ناچن جا مختلف اظهار جوانيءَ جي دؤر ۾ خواهشن کي رڱي ٿا ڇڏين- ۽ اهڙي طرح پيار جا زبردست ڇيڙيندڙ محرڪ بڻجيو وڃن.

آهستي آهستي اهي سڀ تجربا ۽ ڪيفيتون پاڻ ۾ گڏجي پون ٿا، 'نسلي واڌ' وارو جذبو، جسم ۽ روح جي اُڃ جي صورت ۾ حاوي ٿي وڃي ٿو- ۽ پوءِ محبت جو جنم ٿئي ٿو. محبت دل ۾ ايئن ڦٽي ٿي، جيئن صبح جي سڌير ماحول ۾، سج پنهنجون شاخون ڦهلائي، هر وجود کي گرميءَ ۽ روشنيءَ جهڙن بي بها موتين سان مالامال ڪري، جهانن کي نئين زندگي عطا ڪري ٿو. ان مدهوشيءَ ۾ ليوڪريشس جو هيٺيون گيت ڪيڏو نه وڻندڙ آهي:

"اي حسن جي ديوي، اي وينس، تون فطرت جي دنيا جي راڻي آهين. تو ڪانسواءِ ڪا به شيءِ زندگيءَ جي عظيم ايوانن تائين ڪو نه ٿي پهچي سگهي ۽ نه وري تو بنان ڪو حسين ۽ خوش باش رهي سگهي ٿو. پهاڙي سلسلن توڙي سمونڊ جي گهرائين، سرڪش دريائن توڙي پکين جي ڪکن پن منجهان نهيل آکيرن ۽ سائي جهومندڙ گاهه سان پرپور وسيع ميدانن ذريعي هر سيني ۾ تون محبت جي مٺڙن جذبن کي سجاڳ ڪرين ٿي. هر سرير منجهه پنهنجي نسل کي برقرار رکڻ جي سرگرم خواهش پيدا ڪندي، ڪيس ٻئي جي قريب ٿي آڻين. مست گلن سان پريل زمينون، جهومنديون رهن ٿيون ۽ تيز وهندڙ ندين مثان، هوا ترندي رهي ٿي- ۽ منجهائن هر ساهوارو، جيڪو تنهنجي حسن جو گهايل آهي، سو محبت جي معاملي ۾، تنهنجي سربراهيءَ کي سچي دل سان قبول ڪري ٿو."

## محبت جو روحاني پهلو:

هن انتهائي جنادار ۽ فطري بنيادن تي اها محبت وڌي ويجهي ٿي، جنهن کي جسم جي فرحت ۽ روح جي غذا چيو ويندو آهي. زندگيءَ جي هن نسلي واڌ واري جذبي جي ذريعي، معشوق ۽ عاشق جي وچ ۾ وفا جو رشتو پيدا ٿئي ٿو. جسماني ٻڪ جو هيءُ قسم، هڪ روح جو ٻئي روح سان، نهايت حسين ڳانڍاپو قائم ڪرڻ جو سبب بڻجي پوندو آهي. غارن ۾ پلجندڙ هڪ وحشيءَ

جي شهوتي جذبن مان، آخرڪار شاعرائي سپردگيءَ جا جلوا ظاهر ٿيڻ لڳن ٿا.

پر اڳين دؤر ۾، عام طور تي مُحبت جو جذبو انتهائي گهٽ نظر ايندو تنهن دؤر جي ماڻهن ٻوليءَ ۾، مُحبت نالي ڪنهن شيءِ جو وجود ورلي ملندو. شادي ڪرڻ مان سندن مقصد، فقط ٻار پيدا ڪرڻ ۽ انهن لاءِ خوراڪ جو انتظام ڪرڻ هوندو هئو. مشهور ڏاهي لُبوڪ جي تحقيق مطابق، 'يوروبا' جي علائقي ۾، وحشي ماڻهو، شاديءَ کي اينري اهميت مس ڏيندا آهن، جيتري هو جُوئر جي فصل لڻڻ لاءِ زمين کي ڏيندا آهن. ڪوبه مرد، عورت کي حاصل ڪرڻ لاءِ، ڪو خاص اُتساهه ڪونه ڏيکاريندو آهي، جنهن ڪري محبت بلڪل اڻلڀ آهي. جرمن فيلسوف نيتشي جي چوڻ مطابق ''محبت درحقيقت پرووانس جي شاعرن (Provencal Troubadones) جي ذهني ايجاد آهي.'' پر اها پنهنجي جاءِ تي سچائي آهي، ته جتي به تهذيب ۽ ترقي يافته معاشري جنم ورتو، اُتي نسلي واڌ وارو طريقو، روحاني عنصر سان ڳنڍيو رهيو آهي. مثال طور يونان وارا، محبت يا رومان کان چڱي طرح واقف هئا- توڙي جو سندن گهٽي چاهت، لاسڙاٽ ڇوڪرن ڏانهن هوندي هئي. ٻئي طرف الف ليليٰ جا داستان انهيءَ ڳالهه جو کُليو ڪلايو ثبوت آهن، ته عشق جو مستقل تصور، وچين دؤر (Mideaval period) جي سُجاڻ تحريڪن کان پهريائين وجود وٺي چڪو هيو. پر ڪليسا جي جنسي پاڪيزگيءَ واري پرچار، ۽ احترام جي تصور واري نظريي جي ڪري، عورت کي پردي جي پٺيان ڌڪي، ماحول کان اينرو ته پري ڪيو ويو، جو آخرڪار محبت وارن جذبن سان ڀرپور شاعريءَ، پنهنجي ڀرپور قوت سان سيني رڪاوٽن کي دور ڪري ڇڏيو. جنهن لاءِ شاعر روشيفوڪال (Rechefoucauld) ٿو چوي ته ''هن قسم جي محبت جو، محبت ڪرڻ وارن سان اهڙو لاڳاپو آهي، جهڙو روح جو اهڙي جسم سان، جنهن جي اندر هو پنهنجي اثر سان هلچل پيدا ڪري ٿو.'' ٻئي هنڌ وري مشهور ڪوي 'ڊي موسي' چوي ٿو: ''هڙئي مرد ڪوڙا، غدار، بد زبان، منافق ۽ مغرور هوندا آهن ۽ عورتون وري فطرت ۾ پاڻ هُرتڙيون، تاهه ٿوهه جون شوقين ۽ بي وفا ٿين ٿيون. پر تڏهن به دنيا ۾ هڪ شيءِ اهڙي آهي، جيڪا انتهائي احترام جوڳي آهي- ۽ اُها آهي انهن ٻنهي نامڪمل هستين جو وصال، يعني محبت.'' فريڊرڪ نتشي دُنيا جا ٿهيل هٺ ٽوڪيا بت ڀڃڻ کان پوءِ، ساهي پٽيندي محبت جو احترام هيئن ڪري ٿو: ''مون پوري حياتيءَ ۾ ان کان وڌيڪ مقدس ڳالهه اڄ تائين ڪونه ٻڌي آهي، ته سچي پريم ۾، روح جسم سان ٻکين پئجي ويندو آهي.''

اسين جسماني تمنائن جي روماني محبت جي معراج تائين رسڻ واري

تبديليءَ کي ڪيئن بيان ڪري سگھون ٿا؟ اهو ڪيئن ممڪن ٿيو، جو حاصلات جو جُنون، نرم دليءَ ۾ تبديل ٿي ويو ۽ جسم جي لوچ پوچ، روح جي نزاڪت جو روپ اختيار ڪيو؟ ڇا انهيءَ جو سبب اهو هيو، ته تهذيب جي ترقيءَ وصال جي دؤر کي پوئتي هٽائي ڇڏيو ۽ جسم ۾ هن ناڪام آرزوءَ جي هورا ڪورا وڌڻ ڏني- اها اُنَ ترڻ جيڪا تصورن ۾ تبديل ٿي وئي، جنهن ڪري محبوب جون جابون اکڙين ۾ اچي نهيون. اها صورتحال جنهن جي اسين مسلسل ڳولا ته ڪندا رهون، پر ان کي حاصل نه ڪري سگھون، سا پنهنجي رُتبي کان وڌيڪ مُلهائتي ٿي پوي ٿي ۽ پوءِ صورتحال ايئن ٿي ٿئي، جو ڪنهن به شيءِ جي خوبصورتي اسان جي اندر لڪل چاهت واري چِٽ يا خواهش اندر وجي رهي ٿي. اها ته حقيقت آهي ته چاهت مڪمل ٿيڻ سان ڪمزور ۽ ناڪاميءَ سان وڌيڪ سگھاري ٿئي ٿي. تنهن ڪري محبت هڪ فرد جي جوانيءَ ۽ تهذيب جي مضبوط اوسر دوران، سڀ کان وڌيڪ روحاني ڪيفيتن جي اثر هيٺان هوندي آهي. ڇو ته انهيءَ حالت ۾ تمنائون ۽ جذبا سختيءَ سان دبايا ويندا آهن. نتيجي ۾ اهو مسلسل ڪرب جسماني خواهشن کي راڳ ۽ شاعريءَ ۾ منتقل ڪري ٿو.

هاڻي اچو ته محبت جي نفسياتي ارتقا تي ڪجھ غور ڪريون. اڪثر ڪري ان جي شروعات هڪ ڇوڪريءَ جي پيءُ سان خاص تعلق ڪري ۽ هڪ ڇوڪريءَ جي ماءُ سان خاص تعلق جي ڪري ٿئي ٿي. بعد ۾ وري ان فرد جي شخصيت جا پاڇولا، جيڪو سندس قريب هوندو آهي ۽ هڪ جيڏو ڇورائيندو آهي، تنهن سان بي انتها سنپنڊ جي ڪري ٿئي ٿي. اسڪول جي هر درجي ۾ ڪجھ اهڙا يار ضرور هوندا آهن، جيڪي مخالف جنس رکندڙ اُستاد سان پيار ۾ ٻُڏل هوندا آهن. جڳ مشهور فيلسوف گوئٽي ته پنهنجي هڪ بيمثال افساني جو موضوع ان ڳالھ کي بڻايو هُئو، ته هڪ ماستريائيءَ پنهنجي هڪ شاگرد کي ”منهنجا پُٽ“ جي لفظن سان سڏ ڪري سندس دل ٽوڙي وڌي هئي. ڇاڪاڻ ته اهڙي جذباتي محبت ۾ به رومانوي خيالن جا ويڙها، پنهنجي جوڀن سميت ويڙهيل هوندا آهن. اها حقيقت آهي ته، هڪ وڌندڙ ويجھندڙ جسم منجھ تخيل بي قرار هوندو آهي، جنهن مان هڪ حسين تصوراتي دُنيا جي تخليق عمل ۾ ايندي آهي. عاشق پنهنجي محبوب شخصيت کي، خوابن جي دنيا ۾ سهڻن روپن سان سجائي اجا وڌيڪ رنگين بڻائيندو رهندو آهي. هيءَ ئي اها عمر آهي، جنهن ۾ جسماني طلب شعوري طور تي ظاهر ڪونه ٿيندي آهي. گوئٽي جي خيال موجب: ”هڪ پوتر نوجوان لاءِ محبت جي پهرين لهر، هميشه روحاني مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ هوندي آهي.“

ان کان پوءِ جلد ئي قوهہ جوانيءَ جي محبت جو آفاقي تجربو شروع ٿئي ٿو. هن محبت کي، ڳجهو رکڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي. ڪيس عام طور تي پڌرو ڪونہ ڪيو ويو آهي. ايتريقدر جو جيڪي ننڍڙا ننڍڙا تحفا هڪٻئي ڏانهن موڪليا ويندا آهن، انهن تي پنهنجو نالو لکڻ کان بہ نٽايو ويندو آهي. هن اسٽيج تي ڇوڪريون عام طور تي، ڇوڪرن کان وڌيڪ همٿ ڏيکاريندڙيون آهن، جيتوڻيڪ اهائي جرئت اڳتي هلي هو وڃائي ويهنديون آهن، پر تڏهن بہ اها حقيقت آهي، تہ محبت جي ماملي ۾، هو ڇوڪرن کان وڌيڪ اهل هونديون آهن. ڇوڪرو گهڻو ڪري شرمائيندو رهندو آهي، پر ڇوڪري پنهنجي خوداعتماديءَ ذريعي، ان ڪيفيت تي غالب پوندي رهندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڇوڪرو، ڇوڪريءَ کان حد کان وڌيڪ ڪَنُ هڻڻ لڳندو آهي ۽ سندس محبوب ترين مشغلو هوندو آهي، تہ رات جي اونداهين ۾ ويهي وقت گذاري، يا ڏينهن جو خوامخواه رُلي پني ٽائيم پاس ڪري. پنهنجي محبوب آڏو، ڪانئس جيڪي غلطيون گستاخيون ٿي چڪيون هونديون آهن، انهن تي منهن مٿو پٽڻ، سندس خاص سرگرمين مان هوندو آهي. ڪجھ نوجوان، جن کي وري امڙ جو پيار سرس حاصل هوندو آهي، انهن کي تہ حساسيت ڪڏهن ڪڏهن جنسي طور تي مفلوج بہ بڻائي ڇڏيندي آهي. نوجوانيءَ ۾ ڪيترن نوجوانن ۾ وري هيرو ٿيڻ جي خواهش شديد تر هوندي آهي.

جڏهن سندن خوابن جي شهزادي، سندن ڀرپاسي ۾ موجود هوندي آهي، تہ پوءِ اُهي پنهنجي زندگيءَ جي پرواهہ بہ ڪونہ ڪندا آهن. بلڪہ انهيءَ ڪري انتهائي خطرناڪ ڪم سرانجام ڏيئي پاڻ کي سورمو ثابت ڪرڻ جي زبردست ڪوشش ڪندا آهن، جيڪا توقع عام طوُر تي ڪانئن قطعي ڪونہ ٿي ڪري سگهجي. راند روند ۾ بہ ساڳيا اهي عمل دهرائيندا آهن، جيڪي هڪ نَرُ جانور، پنهنجي ماديءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪندو آهي. اها ڪيفيت، اڳتي هلي باقاعدي ويڙهہ جو روپ اختيار ڪري ٿي، جنهن ۾ مقابلي بازيءَ ۽ ڌن دولت جا عنصر پنهنجو زور ڏيکارين ٿا. اوهان خود ڏٺو هوندو، تہ ڪنهن زال کي حاصل ڪرڻ لاءِ، ڪيترا پوڙها ۽ ڪرڙوڌ، فقط انهيءَ ڪري اڳ ڪڍي ويندا آهن، جو نوجوانن جي ڀيٽ ۾ وٽن ججهو ناڻو موجود هوندو آهي.

جويـن اوسنا کان پوءِ ايندڙ هنن ابتدائي پڌراين منجهان پريم مختلف مرحلا طئہ ڪري ٿو. جيڪڏهن اهي ڪيفيتون عارضي آهن تہ ٺيڪ، پر جيڪڏهن اينگهہ ٿيون ڪن تہ پو ڏاڍيون ڏکيائون پيدا ٿيون ڪري وجهن. جنسي آواره گردي، ڪنهن بہ اهڙي بي حيائيءَ کي جنم ڏيئي سگهي ٿي.

جنهن جي موجوده دؤر ۾ ڪا بہ گهرج ناهي. هڪ نارمل ماڻهو انهن سڀني مرحلن کي، آسانيءَ سان طئي ڪري وڃي ٿو. حقيقت اها آهي، تہ اهڙن مڙني تجربن مان گذرڻ کان پوءِ ئي تہ منجهس بُردباري، روح ۾ ڪشادگي پيدا ڪرڻ جو جذبو ۽ پنهنجي ذات ۾ عظمت پيدا ڪرڻ جو ذوق ڪَر موڙي اُٿي ٿو. اُهي سڀ لَڪ لنگهي ئي، هر ماڻهو پائيدار محبت جي منزل تي پهچڻ ۾ سَقل ٿئي ٿو.

محبت جي هن ٽئين مرحلي ۾ ڪورٽ شپ (ان نيت سان محبت ڪرڻ تہ اڳتي هلي شادي ڪبي) جو دؤر شروع ٿئي ٿو، جنهن کي انساني زندگيءَ جو، حسين ترين دؤر ڪري چيو ويندو آهي. هتي اسان جو مطلب اهو هرگز ڪونهي، تہ اهڙا احساس پهرين موجود ڪونہ هوندا آهن. نہ ايئن بلڪل ڪونهي. پاڻ نَنڍپڻ جون ڪيتريون ئي رانديون، حقيقت ۾ محبت جا کيل هوندا آهن. پنجن ورهين جي هڪ ننڍڙي نينگري بہ، ڪڏهن ڪڏهن بي انتها چالاڪيءَ سان، پنهنجي دوست نينگرَ کي ڦاسائي ويهندي آهي. ڪورٽ شپ، تمام اهم ڳالهين جي تڪميل ڪري ٿي ۽ عام طور تي اهڙا جذبا، محبت ۾ پاڻ وڌيڪ اُپار ۽ شدت پيدا ڪندا آهن. اها محبت، زندگيءَ جي معيار کي بلند ڪرڻ لئہ، ان عظيم چوندِ لاءِ موقعو فراهم ڪري ٿي، جيڪا اسان جي نسل کي عظمت ۽ امرتا کان آشنائي ڏياري ٿي. بالغن ۾ اڪثر ڪري، ڪورٽ شپ اها شڪل اختيار ڪندي آهي، تہ هڪ مرد سوپ پري انداز ۾ اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، جڏهن تہ عورت دلربائيءَ سان پوئتي هٽندي آهي. پر عام طور تي، ڪڏهن ان اصول جي ابتڙ بہ ٿي پوندو آهي. مثال طور تي نيوگنيءَ ۾، چوڪريون عشق ڪرڻ ۾ اڳرائي ڏيکارين ٿيون ۽ پنهنجن محبوبن کي، بيحد قيمتي تحفن سان جهنجهي ڇڏين ٿيون. پر هيءَ ساراهہ جوڳي رسم، اسان جي ملڪ ۾ عام طرح سان اجا پيدا ڪونہ ٿي آهي، تنهنڪري ورلي ئي ڪا چوڪري، ڪنهن نوجوان جو پيڇو ڪندي نظر ايندي آهي. گهڻ ۾ گهڻ برنارڊشا جي تحريرن ۾ تہ اهو بار مرد ئي کڻندو آهي. جاڪاڻ تہ فطرت ۾ مرد جي نفسيات، هڪ 'بهادر شڪاريءَ' واري آهي ۽ عورت سندس لئہ جڻ تہ شڪار آهي، جنهن جي مثان سوپ حاصل ڪرڻ وڏي مرتبي جي برابر آهي. ان مان ثابت ٿيو، تہ ڪورٽ شپ هڪ جنگ آهي. جڏهن تہ هر ميلاپ تڪميل جي جهلڪ هُجي ٿو.

اسٽينلي هال جو چوڻ آهي تہ: ”ڪي نر مڪڙا (Grosshoppers) جوانيءَ جي موسم ۾ پاڻ ۾ ڇتن ڪُڪڙن وانگر وڙهي پوندا آهن. بلڪ ڪي ساهہ وارا (Male Fish) نسلي واڌ واري موسم ۾ آنن جي هٽ ڪرڻ تان، هڪٻئي جو سر بہ ڪٽي وجهندا آهن ۽ نرَ رانئو مڇي (Salmon) جا ڏند نہ رڳو ڏاڍا تکا

۽ ويڍيندڙ ٿي پوندا آهن، پر مادي ڪان بہ بالڪل مختلف هوند آهن. ڪرڙين منجھ موجود نر، جوانيءَ جي موسم ۾ هڪٻئي سان ملندي سدائين وڙهندي نظرايندا. پڪين منجھ بہ نرن جا اڪثر قسم جھار جي مُند ۾ چڙ هلندي پريل هوندا آهن ۽ پنهنجن پرن توڙي پيرن ۾ چيندڙ ننهن يا اهڙيون ڪي پيون اتڪلون ڪرڻ سان گڏ، هڪٻئي کي چُنهنبون هڻندا ۽ رهندبون پائيندا رهندا آهن. اڪثر حيوانن جي زندگيءَ ۾، جنگ جو زمانو ئي محبت جو زمانو ڪري ليکيو ويندو آهي. انسانن ۾ اها جنگ، ڌن دولت ۽ ڏيکاءَ تي وڃي چيھ ٿي ڪري. تنهنڪري اها حقيقت آهي، تہ اسان جي ويڙهہ، ڏندن سان نہ پر ناڻي سان ٿيندي آهي ۽ ڪاروباري اخلاقيات جي پردي ۾، دراصل پنهنجا ننهن تيز ڪندا آهيون.

عقلمند عورتون، حياءَ ۽ فرار جي هٿيارن سان هٿياربند ٿي جنگ ڪنديون آهن. حياءُ هڪ چالاڪيءَ واري پسپائي آهي، جيڪا خوف ۽ ذهني طور تي صاف هجڻ جي نشاني آهي. جنهن کي باجھ ۽ ڪهل وڌيڪ اوساريندي آهي. اهڙا احساس نہ فقط انسانن ۾، پر جانورن منجھ بہ ڏٺا ويا آهن. توهان خود باخبر هوندؤ، تہ جانور بہ هڪ خاص موسم کان سواءِ، لڳُ ڪرائڻ کان لنوائيندا آهن. پر هڪ ڏاهي Beaumarchais چوائي ماڻهو ڪڏهن بہ موسم جو خيال ڪرڻ بنان هر وقت پنهنجي اُڃ اُجهائي ٿو. سڌريل ماڻهن ۾ حياءُ محبت جي هڪ انتهائي خوبصورت نفسياتي خوبي آهي، جيڪا لاثاني عظمت حاصل ڪري سگهي ٿي ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ روح جي بنيادي ۽ گهرن جذبن تي بہ قابو پائي سگهي ٿي. قديم ملائشيا ۾، جڏهن عورتن ۾ آتم هتيا ڪرڻ جي رواج زور ورتو، تہ اتان جي ڏاهن قانوندانن ۽ آئين سازن، اهو حڪم جاري ڪري ان وبا کي ختم ڪيو، تہ جيڪا بہ عورت آپگهات ڪندي، تنهن جي لاش کي الف ننگو ڪري گهٽين ۾ رلايو ويندو.

وليم جيمس جو وري چوڻ آهي: ”حياءُ فطري ۽ هڪ جبلي نہ پر حاصل ڪيل جذبو آهي. جيڪو تڏهن پيدا ٿيو، جڏهن عورتن محسوس ڪيو، تہ مرد آڌو آسانيءَ سان پاڻ پيش ڪرڻ سان محبت جو جلد خاتمو ٿئي ٿو ۽ ان جي جگهہ نفرت اچي والاري ٿي. ان تجربي جو نچوڙ، هنن پنهنجي ڌيئن ۽ پينرن ڏانهن منتقل ڪيو ۽ کين حياءُ ڪرڻ جي تعليم ڏني.“ مشهور مفڪر ڊيڊرو تہ بہ وکون اڃا بہ اڳتي هليو ويو ۽ چوڻ لڳو تہ: ”حقيقت ۾ ساڙيل مردن، عورتن کي پنهنجي ملڪيت سمجهي، پنهنجي قبضي ۾ رکڻ لئہ زالن ۾ زوريءَ شرم ڪرڻ جو جذبو پيدا ڪيو.“ تواريخ جا ورق بڌائين ٿا، تہ دنيا ۾ ڪيترائي اهڙا قبيلا موجود هئا، جن ۾ فقط پرڻيل عورتون ئي لباس اوڍينديون هيون. سندن مڙسن جو خيال هئو تہ پنهنجي هن ملڪيت (عورت)، تي حق

جناٿڻ جي سلسلي ۾، ان پاليسيءَ کين مدد ڏني ڪئي. پر جڏهن شادي عورت مٿان قبضو ڄمائڻ جي بدران، هڪ ڪاروباري عهدنامو بڻجي پئي ۽ والدين اهو ڏٺو، ته پاڪباز ڪنوارين جا اگهه وڌيڪ پئي مليا، ته هنن ڇوڪرين ۾ شرم ڏيارڻ جي ڪوشش ۾ تيزي آڻي ڇڏي.

پوءِ اهو ساڳيو جذبو مختلف سببن مان گذرندو حياءُ بڻجي پيو ۽ آخرڪار عورت جي من موهيندڙ سونهن جو اتوٽ حصو ٿي پيو. بي حياءُ عورتون، وحشي مردن لاءِ فقط عارضي ڪشش جو سبب بڻجن ٿيون، جڏهن ته ان جي ابتڙ، ڏيکاءَ ۽ خودنمائيءَ ۾ احتياط ۽ سونهن ۽ ڏاڻءَ جي اظهار ۾ سادگي، سندن لاءِ بهترين هٿيار ثابت ٿي سگهن ٿا. ان جو اندازو ان ڳالهه مان لڳايو، ته جڏهن ڪجهه ماڻهن جي واتان، انساني خاص عضون بابت يَٽ شَٽ ٻڌندا آهيون، ته ايئن ضرور ٿيندو آهي ته عارضي طور اسان کي ڪُجھ بيچيني ٿئي، پر ايئن ورلي ڪو ٿيو آهي ته اسان جذباتي طور تي، ڪنهن زبردست تاءَ ۾ اچي ويجون. اها حقيقت آهي ته نوجوان، جهڪيل نيڻن مان وڌيڪ متاثر ٿيندو آهي. ڇاڪاڻ ته لاشعوري طور تي هو سمجهندو آهي، ته نماڻن نيڻن ۾، حياءُ ۽ روحاني پنهنجائپ لڪل آهي، جيڪا عورت جي بيحد اعليٰ گڻن مان هڪ گُڻ آهي. حياءُ ئي آهي، جيڪو پنهنجين خاصيتن کي لڪائيندي، هڪ مرد جي جرئت ۽ همٿ کي للڪاريندو آهي ۽ ڪيس نين آزمائشن ۾ اُتساهه ڏياري، سندس لڪل اُنهن صلاحيتن کي اُڀاريندو آهي، جيڪي عام طرح سان سندس زندگيءَ جي اندر، مختلف تهن هيٺان لڪيون ۽ دٻيون پيون هونديون آهن. تنهنڪري ايئن چوڻ ۾ عار نه ٿيڻ کپي، ته مردن جا تقريبن هڙئي ڪارناما ۽ سندن سڀ ڪاوشون مخالف جنس کي متاثر ڪرڻ لاءِ ڪيل ڪوشش جي ذريعي ئي وجود ۾ آيون هُجن.

محبت جي تڪميل ٻار پيدا ڪرڻ جي صورت ۾ پيدا ٿئي ٿي. منهنجي خيال ۾ ته اسان منجھ اهڙي ڪا عادت ڪونهي، جنهن کي 'ٻار ڄڻڻ واري جبلت' جو نالو ڏئي سگهجي. فقط ٻه جبلتون، يعني جنسي ميلاپ ۽ ماءُ پيءُ واري محبت جي صورت ۾ موجود آهن. هتي اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي، ته فطرت ڪڏهن ٻه، پنهنجي مقصدن جو پورائو سنئين سڌي نموني سان ڪونه ڪندي آهي. شايد ان ڪري ئي انسان سندس اُها تخليق آهي، جيڪا منجهس موجود بلندتين مزي منهن پئدا ٿئي ٿي. اسپتال ۾ رڙيون ڪندڙ عورتن ۽ ٻاڪاريندڙ ٻارن جون ڪيهون پنهنجي جڳهه تي، پر ڪيئن ته املهه پيار ذريعي، هڪ ٻارُ پنهنجي ماءُ جي ويم واري تڪليف کي، هڪ وٽندڙ سرور ۾ تبديل ڪري ڇڏي ٿو. ۽ پيءُ ۾ اهڙو ته بي پناهه فخر ڀريو جذبو پيدا ڪري ڇڏي ٿو، جو هُو بنا ڪنهن اعتراض جي، ٻار جي

سارسنڀال، پرورش ۽ ٻيا گهورا خرچ پڪا برداشت ڪرڻ تي آمادگي ظاهر ڪري ٿو.

جڏهن ٻار پيدا ٿئي ٿو، ته ماءُ پيءُ جي جذبن ۽ دل ۾ محبت زبردست پلٽو ڏئي پيدا ٿي پوي ٿي. پر ايئن ضرور آهي ته هيءَ محبت ان شعلي کان گهڻو مختلف هوندي آهي، جيڪو پهريائين دل ۾ هورا ڪورا پيدا ڪندو هُئو. سچي ڳالهه اها آهي، ته هن هلچل پسند جسم ۾ اها آگ تقريبن اُجهامي چُڪي هوندي آهي اها محبت، جنهن ٻار جي ماءُ پيءُ کي اجهل چڪ ذريعي هڪٻئي جي ويجهو آندو هُئو، تنهن جو گهڻو حصو، ان ٻار ڏانهن منتقل ٿي چُڪو هوندو آهي. هڪ عورت کي جڏهن پُٽ ٿيندو آهي، ته هوءَ سندس پيءُ يعني پنهنجي مڙس کي، گهڻو ڪري نظرانداز ڪرڻ شروع ڪندي آهي جڏهن ته مرد وري ڇوڪري پيدا ٿيڻ جي صورت ۾، پنهنجي محبت ڌيءَ ڏانهن منتقل ڪري، پنهنجي زال کان گهڻو پري ٿي ويندو آهي. پر زندگيءَ جي آخرين حصي ۾ اُهي ڪيفيتون پنهنجي ڪشش وڃائي ويهنديون آهن، ۽ زال ۽ مڙس جي وچ ۾، محبت جي مشعل وري روشن ٿيڻ لڳندي آهي.

اهڙي طرح وقت آخرڪار ٻن جسمن کي ڇڏي 'ٻن روحن' جي شادي ڪرائي ڇڏيندو آهي. جو ته ماءُ پيءُ ٻنهي کان پوءِ واري دؤر ۾، ڪيترين ئي آزمائشن ۽ لاهن چاڙهن مان گذرڻو پوي ٿو ۽ بيشمار جسماني تڪليفن ۽ روحاني اذيتن سان منهن ڏيڻو پوي ٿو. انهن منجهان ڪو روڳ اهڙو لڳي ٿو، جيڪو زندگيءَ جي متعلق بي بقا هجڻ جي تفصيل کي پيدا ڪندو آهي ۽ منجهس (زندگيءَ ۾) سنجيدگيءَ کي جنم ڏئي وجهندو آهي. محبت موت کي مقدر سمجهي، پُرسڪون زندگي حاصل ڪري وٺي ٿي. گڏ ويهي رڌون رڌڻ، ۽ انهن کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ ڪوششون ڪرڻ، سوپ ۽ هار جو تال ميل ٻن قربدار ذهن کي، اهڙي طرح روحاني هم آهنگيءَ ۾ ٻڌي ڇڏي ٿو، جو ايئن لڳندو آهي ته هن جوڙي جا جسم ته ٻه آهن پر سندن روح هڪ آهي. ايتريقدر جو آهستي آهستي سندن چهرن ۾ ب هڪجهڙائپ جهلڪندي نظر ايندي آهي. گڏجي ٻارڙن جي سارسنڀال ڪرڻ ۽ کين وڏندو ويجهندو ڏسڻ ٻيو ڪجهه نه، پر شخصيتن جي مڪمل اتحاد جا چٽا مثال آهن.

پوءِ گهر، جيڪو ڪڏهن ٻارڙن جي ٽهڪن سان گونجندو هئو، سو انهن مٺڙن ٽهڪڙن جو جڏهن فقط يادگار ئي رهجي ويندو آهي، ته هي سالن جا جهونا جوڳي (زال ۽ مڙس) ٻيهر هڪ نئين قسم جي محبت سان مالا مال ٿيندا آهن. اهو دؤر ايستائين هلندو آهي. جيستائين ڪراڙپ جو عذاب ۽ موت جي سنگت، پنهنجا ڪارا ڪڪر منجهائن هڪ جي مٿان نٿي اچي ٻيهاري. هتي هڪ ڳالهه ياد رکڻ کپي، ته اُهي ماڻهو جيڪي محبت کي فقط هڪ تمنا يا

آرزو سمجهندا هئا، سي درحقيقت گوشت ۽ هڏن جي ڳنڍ ڪان ئي واقف هئا. جڏهن هر جسماني عنصر مٽي ٻڻجي چڪو هوندو آهي، ته اتان وري هڪ نئون ميلاپ، ڪا نئين سحر اُڀاريندو آهي. ايئن ئي آهستي آهستي، اهو قرب جسماني ٻُڪ ڪان هٽي، روحاني ميلاپ تي پهچي پنهنجي ارتقائي سفر جي پُڄاڻي ڪري ٿو.

ته اهو آهي سچو محبت جو مامرو- اچو ته مٿس هڪوار ٻيو نگاهه وجهون. هڪ انتهائي باريڪ ساهواري (Protozoa) جي شڪل ۾، حيوان جي پُرتشدد جذبي ۾، هڪ جهنگليءَ جي شهوتي چتڪتائيءَ ۾، نوجوانن جي سوچيندڙ ۽ دل لُڀائيندڙ نيڻن ۾، شاعرن جي گيتن ۾، اديبن جي افسانن ۾، انهيءَ محبت جي مٺاس ئي ته آهي! هڪ ڪراڙي جوڙي ۾ (جيڪو ان وقت خوشي مان ڪنبي وڃي ٿو، جڏهن سندس پٽ پوٽا سالن جي جهوني محبت ڪي، عقيدت جا گل پيش ڪرڻ لاءِ، سندن شاديءَ جي سالگره پارٽي ڪن ٿا) به محبت موجود آهي. ان ڪان وڌيڪ هن وشال ڪائنات ۾ ٻيو ڪهڙو معجزو ٿي سگهي ٿو؟ جنهن معجزي ذريعي ٻن وجودن جي پاڻ ۾ ابتدائي چڪ اڳتي هلي محبت ۽ وفا جي گيتن جو روپ وٺي ٿي. اِتي مون کي جارج سنتيانا جا هي من موهيندڙ لفظ ياد اچن ٿا ته: "هر آدرشڪ وجود فطري بنيادن تي ئي اُسرندو آهي ۽ فطرت جي ارتقا جا بنياد به آدرشڪ آهن."

محبت کي پنهنجي معمولي ابتدا تي شرمسار ٿيڻ نه کپي. چاڪاڻ ته سندس انتهائي ڪاميابي ۽ عروج به انهيءَ معمولي شروعات جي ڪري ئي ته ممڪن ٿئي ٿو. ياد رکڻ کپي، ته اُها اميد ۽ آسرو نفرت جي لائق آهي، جيڪا روحاني سپردگيءَ ۾ پنهنجي عظمت نٿي ڳولهي. استاد عشق، افلاطون جو چوڻ آهي: "اهو ماڻهو، جنهن محبت جو ڇهاءُ محسوس ڪونه ڪيو، اُهو درحقيقت اونده ۾ هٿوراڙيون ڏيندو رهندو." مرندڙ گهڙيءَ ليپلس پنهنجي انهن سيني دوستن کي ٻُنڀيون ٻڌايون، جيڪي سندس لکڻين، شهپارن ۽ ايجادن جي ساراهه جا ڍُڪ ڀري رهيا هئا. سندس چوڻ هئُو ته: "انهن شين جي زندگيءَ ۾ ڪا به اهميت ڪونهي". جڏهن سندس شاگردن ۽ دوستن ڪانئس پڇيو: "اها ڪهڙي شيءِ آهي جنهن کي اهم چئجي؟" ته ذات جي هِن سچي ساٿيءَ، آخري پساهه کڻندي، کين جواب ڏنو: "محبت".

حقيقت به اها آهي، ته هر شئي کي فنا آهي، فقط محبت ۽ انسيت کي ئي بقا آهي. محبت نسلي واڌ ذريعي، موت جي خلا کي پار ڪري ٿي. جيتوڻيڪ اسان کي بي انتها سطحي لڳي ٿي، پر جيتريقدر انساني عظمت جو تعلق آهي، ته اهو چئي سگهجي ٿو، ته محبت کي زبردست دوام حاصل آهي. آخر ۾ اهائي اسان جي خاتمي جو خاتمو آڻي، پسپا ٿيندڙ زندگيءَ کي، هڪ نئين

نڪوري زندگيءَ (چاول بار) ۾ منتقل ڪري ٿي. اسان جي توانائيءِ ان نوجوان مان ليئا پائي باهر نڪري ٿي، جيڪو ڦڙتيءَ ۽ لچڪ جو چٽو پٽو مثال آهي. اسان جي سڄي عمر جو ڪمايل ڏن ۽ دولت، ان عمر ۾ مورڳو اسان جي ڪلهن جو بار بڻجي پون ٿا ۽ اسان جي سڄي ڏاهپ، معمولي ۽ سرد روشنيءَ جو روپ اختيار ڪري ٿي. اهو پريم ئي آهي، جيڪو جيون جي آخرين ڏاڪي تائين، اسان کي امرتا ۽ سڪون سان تمتار رکي ٿو. پر هڪ ڳالهه ياد رکڻ کپي، ته اُهو سڪون ۽ شانتي محبت حاصل ڪرڻ سان گهٽ، پر اُنهيءَ کي ورهائڻ سان وڌيڪ برڪت پريو ۽ پائيدار ٿئي ٿو.

(ول ڊيورنٽ جي ڪتاب *Pleasures of Philosophy* تان ورتل).



# اجوڪي دؤر جي عورت

ول ڊيورئنٽ، دُنيا جي عظيم ۽ ناماري محقق ۽ مُفڪر جي حيثيت ۾ سُڃاتو وڃي ٿو. سندس فني/ فڪري شهپارا پڙهندڙن جو چوڻ آهي، ته هُو تخليق ۽ ترتيب جي خوبصورتي رکندڙ، هڪ شاعر دانشور آهي. جنهن جو نثر هڪ ئي وقت، بيحد اثرائتو ۽ دل ڇُهندڙ آهي. ول ڊيورئنٽ جو هيءَ مضمون پڻ، پنهنجي موضوع ۽ مقصد جي حوالي سان بيحد اهميت رکي ٿو. خاص طور تي هيءَ تحرير سنڌ جون نيم پڙهيل ۽ دانشوريءَ جي نِلهي دعويٰ ڪندڙ، اُهي هٺ نوڪيون اديبائون/ شاعرائون

ضرور پڙهن، جيڪي سچو ڏينهن عورت جي نام نهاد يورپي طرز جي آزاديءَ (Women's Emancipation Movement) واري جَڪَ هٿڻ ۾، سيني کان گوءِ کٽڻ جي ڪوشش ۾ رُڌل آهن.

هيءُ مضمون عورت جي عظمت، معيار ۽ مستقبل تي، خوبصورت نموني سان بحث ڪري ٿو ۽ عورت جي مُحترم مقام بابت مُناسب واٽ ڏسي ٿو.

هيءَ تحرير پڙهنديءَ، انهيءَ ڪي يورپي سماجي ۽ ثقافتي قدرن جي پسمنظر ۾ ڏسڻ کپيءَ، جيو ته اسان جو سماج، اجا انهيءَ ڪيفيت تائين پهچي نه سگهيو آهي.

- سنڌيڪار

## هڪ وڏي تبديلي:

اسان جي جديد شهري عورت هڪ اهڙي لاثاني وٿ آهي، جنهن جو مثال انساني تواريخ ۾ ڪونه ٿو ملي. ٻن منٽن لاءِ جيڪڏهن اسان پاڻ کي سن 2000ع ۾ وٺي وڃون ۽ پنهنجو پاڻ کان اهو سوال پڇون، ته ويهين صديءَ جي ابتدا ۾ (انساني سماج ۾ تبديليءَ جي حوالي سان)، سڀ کان اهم ڪهڙي تبديلي آئي؟ ته ان جو جواب نه ته عالمي جنگيون چئبيون ۽ نه وري عظيم روسي انقلاب. پر ان جي اُبتڙ، عورت جي مرتبي ۾ تبديلي ئي صحيح جواب ٿيندو. تواريخ ۾ انهيءَ ٿورڙي مُدت ۾، شايد ئي ڪا ايڏي وڏي ۽ غيرمعمولي ڳالهه ٿي هجي! مُقدس ڪُتب، جيڪو اجتماعي نظام جو بنياد هئو ۽ سڌريل سماجي سرشتو، جيڪو انساني شهوت ۽ غيرمُستقل مزاجيءَ جي خلاف اسان جو جواب هئو – ۽ اُهو مُنجهيل اخلاقي سرشتو جيڪو اسان کي وحشيپڻي مان ڪڍي انسانيت، فضيلت ۽ خوش اخلاقيءَ جي عظمت طرف وٺي پئي ويو، سي سڀ اُن نُڪتي- يعني 'عورت جي اهميت' جي آڌو هيٺا نظر اچن ٿا. جيڪا اهميت، اسان جي سيني ادارن ۽ زندگيءَ ۽ سوچ جي مڙني راهن تي ڇانيل نظر اچي ٿي. تنهنڪري اسين هن ٿنل قتل معاشري، (سرمايه داري سماج) ۾ هرويرو (بي سبب) پريشان قطعي نه آهيون.

اَڄُ عورت جو درجو هڪ گهرو ٻانهيءَ، گڏيل ملڪيت يا جنسي آسودگيءَ واري رانديڪي کان هٽي ڪري ٻه وڏي رهيو آهي. جيتوڻيڪ اهو احساس ويهين صديءَ کان اڳُ ٻه موجود هُئو، پر اُهو احساس (يا وري بغاوت ڪٿي چئجي) ايترو ٻه اهم ڪونه هئو، جو اُن تي ويهي وقت ويچائجي ۽ سوچجي. بلڪ جڏهن ٻه ڪٿي ڪو اهڙو موضوع نڪرندو هئو، ته اُن وقت جو ماڻهو اچرج ۽ حيرت سان اهڙن ويچارن کي ٻڌندو هُئو.

اڄ کان گهٽو اڳ افلاطون جو خيال هئو، ته عورت لاءِ سماج ۾ هر

دروازو ڪليل رکجي ۽ هر ڏنڌي ۾ ڪيس همٿائجي. جڏهن ته ارسطو، جيڪو ان جڳ جي فرقن ۽ اصولن جو احترام ڪندو هيو، تنهن جا وري خيال هئا ته: عورت اڃا ان معيار تي پهچي ڪين سگهي آهي ۽ فطرت ڪيس هڪ مرد جيترو اهم ۽ باصلاحيت بڻائڻ ۾ ناڪام ثابت ٿي چڪي آهي. بقول سندس: ”عورت جي حيثيت هڪ غلام کان وڌيڪ ڪجھ به ڪونهي، تنهنڪري ڪيس سياست ۽ ٻين گڏيل ڪمن ۾ دخل اندازي ڪرڻ جو ڪو به حق ڪونهي.“ ٻئي طرف يهودين جي خداوند جو به ساڳيو ئي خيال هئو. سندس ’آخري حڪم‘ ۾ مائرن ۽ زالن کي ايترو ئي درجو ڏنو ويو هئو، جيترو ملڪيت ۽ جانورن کي. هتي اها ڳالھ ذهن ۾ ضرور اينديءَ ته يهودين جو رب به يهودين جي سڄي شخصيت جو ٽُٽ هئو. چاڪاڻ جو يهودي ويڙهو قومن وانگر، عورت کي هميشه پنهنجي مٿان مصيبت سمجهندا هئا. هڪ اهڙي مصيبت، جيڪا سپاهين کي سُک ڏيندي هئي، تنهنڪري لاچار ڪيس برداشت ڪرڻو پئجي ٿي ويو. ان حقيقت لاءِ مثال آهي ته قديم زماني ۾ جڏهن يهودين وٽ، ڌيئاڻو ٻارُ ڄمندو هئو، ته ڏيئو ڪونه ٻاريو ويندو هئو ۽ اُها عورت، جيڪا ڪنهن ڇوڪريءَ کي ڄڻيندي هُئي، تنهن کي ٻيهر ’پاڪ‘ ڪيو ويندو هئو. تنهنڪري هر يهودي ڇوڪرو، شُڪراني جي دُعا گهرندي چوندو هئو: ”مالڪ، تنهنجا لک لائق، جو تو مون کي زائفان يا ڪافر ڪري پيدا نه ڪيو“. پر حقيقت ۾ ڏٺو وڃي ته ان زماني ۾ ٻين قومن جو به گهڻو ڪري اهوئي حال هئو. پاڻ ڪٿي ڪٿي ته اخلاقي طور تي يهودي ٻين جي ڀيٽ ۾، وڌيڪ بُلند نظر ايندا. مثال طور مشرقي لوڪ ڪنهن به عورت کي ايستائين ڌڪار ۽ نفرت سان ڏسندا هئا، جيستائين اُها وِڌوا ڪجھ پُٽن کي ڄڻي ۽ اُهي پٽ جنگ ۾ وڙهندي ٻليدان نه ڏين. ٻيو تہ ڇڏيو پر عورتن جي سڀ کان وڏي حمايتي افلاطون به پنهنجي خالق جا ٿورا مڃيا آهن، جو هُن ڪيس هن جڳ ۾ مرد ڪري پيدا ڪيو.

ان دؤر کان اڄ ڏينهن تائين عورتن جي درجي ۾ لکين تبديليون آيون آهن، پر اسان انهن سڀني کي، هتي بيان ڪونه ڪنداسين. يوناني وئشيائون، جيڪي پُراڻي ايٿينز جي زندگيءَ کي موهيندڙ بڻائينديون هيون؛ ۽ اُهي ناچڻيون، جن پنهنجي ناچ ۽ جنسي سلوٽائپ سان بادشاهي درٻارن ۾ وڃي، مرد جي حاڪميت ختم ڪئي، ان ڏس ۾ تن جي تعريف نه ڪرڻ بي انصافي چئبي. فرانس جي جڳ مشهور وئشيائن يعني ’اسپيشيا‘ ۽ ’فرائن‘ جا اُن دؤر جي وڏن فنڪارن ۽ مفڪرن سان لاڳاپا هُيا. اڄ اُهوئي فرانس، جيڪو تهذيب ۽ تمدن جو ڳڙھ سمجهيو وڃي ٿو، تنهن ۾ ’دوباري‘ ۽ ’پومپادو‘ (وئشيائون) جو ذڪر نه ڪرڻ به بي حيائي چئبي. شايد تنهنڪري ئي ڪجھ وقت لاءِ

فرانسي انقلاب، عالمي آزاديءَ جو علمبردار رهيو. 'ڪندورسي' ان ڪري ئي، اسيمبليءَ ۾ عورتن جي ووٽ ڏيڻ واري حق جي لاءِ رٿ پيش ڪئي ۽ 'ميري وول اسٽون ڪرافٽ' مردن جي ڀيٽ ۾، عورتن جي حقن ۾ به واڌارو آندو. پر جڏهن رتوڇاڻ ختم ٿي، ته عورتن فرانس جي آزاديءَ مٿان پنهنجا 5 لک ڪونڊر ڪُهرائي ڇڏڻ ڪان پوءِ به اهو محسوس ڪيو ته آزاديءَ جا علمبردار (مرد انقلابي) آزاديءَ ۽ انصاف کي پنهنجي گهرن جي اندر، سهي ڪونہ پئي سگهيا. آزادي فقط مردن لاءِ هُئي ۽ عورتن کي سندن حق فقط ڪاڳرن تي لکيل نظر آيا.

اهي ساڳيا ويچار اڄ اسان جي جڳ ۾ موجود آهن. اسان مان ڪيترائي اهڙا مرد آهن، جن جي عمر چاليهن ورهين کان وڌيڪ هُجي- سي 'رچرڊ واگنر' (جرمن راڳ جو ماهر) جي انهن ٻولن تي نہ هلندا هجن ته: ”عورت هڪ روح کان وانجهيل حيوان آهي.“ اسان مان گهڻا اهڙا آهن، جيڪي 'شوپنهار' (جرمن فيلسوف) جي انهن ٻولن کي مزو وٺي نہ پڙهندا هجن ته: ”زائفان ننڍو قد رکندڙ، سوڙهن پناڙن، ويڪرن ڪلهن ۽ ننڍين ڄنگهن واري جنس آهي.“

جڏهن جرمن فيلسوف نٽشي اسان کي تاڪيد ڪيو ته: ”جڏهن به عورتن وٽ وڃو ته پنهنجو چهبڪ به ساڻ کڻجو.“ ته ڇا اسان مردن پاڻ کي هوڏ ۽ مغروريءَ ۾ محسوس نہ ڪيو؟ اسين ان پهلوءَ کي گول مول ڪري وڃون ٿا ته هنن ڏاهن جون هڙئي تخليقون، اصل ۾ جنسي دُشمنيءَ جو ثبوت آهن، جيڪي زبردست گهبري ۾ اچي ڇڪيون آهن. يا سادن اکرن ۾ ڪين شڪست کاڌل مردن جي ڏاهپ جا ٽُنل آواز، چئجي به ته وڌاءُ نہ ٿيندو. اسان کي ايئن قطعي نظر نہ ايندو، ته هڪ من موهنيءَ بائرن جي سونهن ۽ دٻدٻي کان متاثر ٿي، شوپنهار کي ٺُڪرائي ڇڏيو هُئو. خود نٽشي يورپ جي مختلف ملڪن ۾، 'سلومي' (جرمنيءَ جي پڙهيل ڳڙهيل عورت) جو فقط ان ڪري پيڇو ڪندو رهيو، ته هو پنهنجي عقل ۽ علم سان متاثر ڪري ڪيس حاصل ڪري سگهي. پر افسوس جو ان ۾ ڪيس ناڪامي نصيب ٿي. ٻئي پاسي هنيلي ۽ چالاڪ جرمن اوٽو وائينگر کي ڏسو، جيڪو ڦريائين هوٽل جي هڪ نوڪريائيءَ تي موهت هُئو. پر جڏهن ان ڪيس 'ڇڪي' ڪري ڇڏيو ته بيٿوون جي گهر وڃي، آتم هتيا ڪري ڇڏيائين.

سن 1900ع تائين عورت کي آئيني حق حاصل نہ هُئا. آفريقا ۾ عورتون زرعي مشين وانگر ڪامنديون هيون. 'تاهيٽي' ۽ 'نيوبرٽن' (بہ علائقا) ۾ سُوئرن کي ٿڃ پيارڻ سندن ڊيوٽي هُئي. انگلستان ۾ مڙس پنهنجي زال کي ماري ۽ ڇڏي پئي سگهيو، ۽ هر رات پنهنجي مرضيءَ مُطابق ساڻس ڪيڏي

پئي سگهيو. انهيءَ دؤر ۾ عورت مجبور هُئي، جو نه عورت وٽ نه سواءِ احتجاج ڪرڻ جي ٻيو ڪجهه نه هُئو. جيڪڏهن هن ناڻو پئي ڪمايو، ته اهو به آخرڪار مرد جي ملڪيت پئي ٿيو. جيڪڏهن شاديءَ ۾ ڏاج ڏيڻ پئي آيو، ته اهو به مرد جي هٿ ۾ پئي ويو. ڪنهن مرد اهو سوچيو به ڪونه هُئو، ته هوءَ (عورت) ڪڏهن ڪارخانن ۽ فئڪٽرين ۾ ڪم ڪندي يا ڪيس پنهنجي راءِ ڏيڻ جو حق ملندو.

پر ڏسندي ئي ڏسندي ڪايا پلٽ ٿي وئي. انهن سهٽين زالن آزاديءَ ۽ هڪجهڙائيءَ جا نعرا بلند ڪرڻ شروع ڪيا ۽ انهن ڪمزور ڪنيائن شيشا ٽوڙڻ شروع ڪيا، پوسٽ جي ڊبن کي باهيون ڏنائون، ڊگها ڊگها جلوس ڪڍيائون ۽ جوشيليون تقريرون ڪري، پنهنجي پوري ٻَل ۽ همٿ کي استعمال ڪيائون- ۽ آخر ڪامياب ٿيون. هاڻي هُو شام تائين ويهي، اسان جي ٻچي به ڪونه ٻُڌنديون. هاڻي هو اسان جي مسئلن ۽ مونجهارن جي بجاءِ پنهنجن جهنجهٽن کي ختم ڪرڻ لاءِ پيون سوچينديون. سچ اهو آهي ته ڪين ان وقت روحاني سُڪون ۽ ووٽ ڏيڻ جو حق مليو، جڏهن مرد انهن مان ٻهرين شيءِ ته موريگو وڃائي چڪو هُئو ۽ ٻي شيءِ کي اهميت ئي ڪونه پئي ڏنائين.

اڄ عورتون ٻيڙيون چڪين ٿيون، گارگند ڪن ٿيون، شراب ۾ مست ٿي ٿيون وڃن ۽ ان ڪان وڏي ڳالهه ته آزاديءَ سان سوچين ٿيون- ۽ هنيلو مرد، جيڪو ڪنهن سمي انهن سڀني خوبين جو اڪيلو ماهر هُئو، اهو سندس جڳهه تي وينو گهر ۾ ٻار ريجهائي.

## ڪُجهه بنيادي سبب:

اسين انهن سڀني ٻچڙين ريتن ۽ رسمن جي خاتمي لاءِ، ان ڪان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو سبب ڏيئي ٿا سگهون، ته اهي رسمون (جيڪي هزارين سال پراڻيون آهن) ۽ تن ۾ هيڏي وڏي انقلاب جو حقيقي سبب- يعني عورتن جي آزادي، سچ پچ ته صنعتي انقلاب جو اچڻ ئي هُئو. اهو انقلاب، جنهن وڏي پئماني تي عورتن کي ڪارخاني ۾ آندو. سندن ڪارخاني ۾ آمد ان ڪري ٿي، جو سرمايه دار ڏٺو ته مرد ڳري قيمت (پورهئي جي) به وٺي ٿو ۽ ٻيو ته ننڍي وڏي ڳالهه تي جهڳڙو ڪيو بيٺو آهي. ان جو مثال، اهو آهي جو گذريل صديءَ ۾ انگلنڊ ۾ عورتن ۽ انهن جي ٻارن کي ته روزگار آرام سان پئي مليو، پر مردن رستن تي پئي ٿابا کاڌا. ڇو ته سرمايه دار جنهن کي اخلاقيات نالي ڪنهن شيءِ سان ڪا واقفيت ئي ڪونه هوندي آهي، تنهن کي ته رڳو وڌيڪ مُنافعو ٿو کپي. جيڪڏهن ڏٺو وڃي ته ائين ڪري، اڻويهين صديءَ ۾ انگلنڊ جي قومي سرمايه دار (National Bourgioise) لاشعوري طور تي ملڪ جي ڪٽنبن ۾ ڪيني جو ٻج پئي ڇٽيو. پر ترقي به ائين ٿي

يورپ ۾، اسانجن مائرن ۽ ڀينرن جي آزاديءَ جي سلسلي ۾، پهريون قدم 1882ع ۾ کنيو ويو. اهو سال جنهن ۾، برطانيه ۾، اهو قانون پاس ٿيو ته عورتون پنهنجي ڳڪر جي پورهيي مان ڪمايل ناڻو، پاڻ وٽ رکي پئي سگهيون. هيءُ قانون، حقيقت ۾ ته عيسائيت جي عين اصولن ۽ اخلاقي ضابطن وٽان هئو، پر ان جي پٺيان به، انگريز ڪارخانيدار جا پنهنجا مفاد لڪل هئا. ته جيئن عورتون به مشين جي طرف وڌن ۽ پورهيو سستو ٿئي. شايد تنهنڪري ئي هن اهڙا بل 'دارالعوام' (انگريز پارليامينٽ جو عوامي ايوان) ۾ پيش ڪيا. سرمائيدار جي ان پاليسيءَ، عورتن کي گهرن مان ڪڍي، دڪانن تي اچڻ لاءِ مجبور ڪيو آهي. اڄ انگلينڊ ۾ هر ٻي عورت، ڪنهن نه ڪنهن آفيس، يا ڪارخاني ۾ نوڪري ڪري ٿي. ڪارخانن ۾ به، عورتون مردن جي مقابلي ۾ چوڻ تي وڌي رهيون آهن. آئيندي به ائين ٿيندو ته، هر شهري عورت، گهر کان ٻاهر نڪري ڪم ڪار ڪندي. پر هيراڪ ٿيڻ لاءِ وقت ڪيندو.

اهي خاصيتون هڪ طرف، پر عورتن جو صنعتي ميدان ۾ پير پائڻ، معنيٰ ته گهريلو زندگيءَ جو خاتمو. جيئن جيئن نيون ۽ جديد مشينون اچڻ لڳيون، ڪارخاني ۾ پيداوار جي نون طريقن جنم ورتو ۽ شيون سستيون ٿي ويون، تيئن ئي انهن ڪارخانن، گهريلو هٿ جي هنرن جو پڙ ڪندو ڪٽي ڇڏيو. آهستي آهستي، عورت پنهنجي پراڻن ڳڻن کان وئي وانجهي ٿيندي، گهر جي ماحول مان، ويو رس نڪرندو ۽ آخرڪار، عورت بيڪار ۽ ڪشمڪش جو شڪار ٿي پئي.

پوءِ به، عورت جي ان جدوجهد جي تعريف نه ڪرڻ، گهٽتائي چئبي. هن گهر کي الوداع چئي، ڪارخاني جو رخ رکيو ۽ ڪم هٿ ڪيو، جيڪو وٽانئس ختم ٿي چڪو هئو. چو ته، هن ڄاتو پئي، ته ڪم کان سواءِ، هوءَ ڪمزور ٿي، ٻين جي ڳيجهو بڻجي ويندي ۽ نيٺ وڃي هوءَ يا ته ڪنهن امير گهرائي جي ٻانهي ٿيندي، يا وري ڪنهن ڪرڙوڙ جي زال. اڄ هوءَ پنهنجي ڪمايل ڳگهار مان اوتري خوشي ۽ سڪون حاصل ڪري ٿي، جيتري هڪ ڇوڪرو جيڪو تعليمي اداري مان فارغ ٿي، ڪنهن ڪارخاني ۾ وڃي لڳو هجي ۽ پنهنجن پيرن تي وڃي بيٺو هجي. حقيقت اها آهي ته، عورتن اها غلامي، ان ڪري ڳنهي ورتي، جو هن سمجهيو پئي، ته ڪين ڪم ڪرڻ کان پوءِ، خوشي حاصل ٿيندي.

اڄ جڏهن گهر جو روايتي تصور تقريبا ختم ٿي چڪو آهي ۽ ان گهر ۾ موجود اطمينان جو پڻ، خاتمو اچي چڪو آهي، ته زندگيءَ وڃي ڪڏ جهڙن فليٽن ۾ پناه ورتي آهي. سڄو ڏينهن فقط وٽ وٺان ۽ پيچ پيچان ۾ ختم ٿيو وڃي. اهو ادارو (گڏيل گهر) جيڪو گڏريل هزارين سالن کان، نهايت

ڪاميابيءَ سان، پئي هليو، تنهن کي هڪڙي نسل ئي هٽي درهم برهم ڪري ڇڏيو. علم سماجيات سان تعلق رکندڙن ۽ نفسياتدانن جو چوڻ آهي، تہ: ريتون رسمون ۽ اخلاقي قدر، آهستي آهستي، مٿبا آهن، پر هي تواريخ جو، سڀ کان اهم واقعو، اکيجنب ۾ ئي ٿيو ۽ ختم بہ ٿي ويو. اسان جي پانڪن، ڏاهن، سياڻن ۽ سياستدانن، وٺي رڙيون ڪيون، تہ ڪميونسٽ گهرو تصور کي ختم ڪري ڇڏيندا، پر جيستائين اُهي اچن، تيستائين هن اقتصادي ڦيري، هن صنعتي انقلاب جي وحشي لهرن، ان سڄي قصي کي وقت کان اڳ ئي پورو ڪري ڇڏيو.

ٻار، جيڪي زندگيءَ، ڇُرپر ۽ هل هنگامي جي ذريعي، گهر جي خوشيءَ کي قائم رکي پئي سگهيا، تن کي بہ ان انقلاب لوڙهي رکيو. اُهي ٻار، جيڪي ڪليل زمينن ۾ اچي، ڪم ڪار ۾ هٿ ونڊائيندا هئا ۽ خوشيءَ جو سامان پيدا ڪندا هُئا، سي هنن ننڍڙن فليٽن ۽ ڏٽيل شهرن ۾، جڻ تہ مصيبت جي نشاني بڻجي چڪا هُئا. دنيا ۾ بيڪار پورهيتن جو سمنڊ پئي چڪيو. ٻارن جڻڻ تي بہ، نظر پئي رکٽي پئي، تہ متان گهڻن ٻارن جي ڪري، سُجائي ۽ جهالت نہ اچي واسو ڪري. اهي سڀ چڪر مشين جي اچڻ جي ڪري ٿيا. ڇاڪاڻ جو مشين آئي، تہ ڪارخانو نهيو، تنهن ڪارخاني ۾، روزگار لاءِ ماڻهو آيا، جنهن ڪري وڏا شهر نهيا ۽ شهرن ۾، اُهي سڀ مصيبتون ظاهر ٿيون. ٻارن جي جڻڻ ۾، عورتن جي حقن واريون ۽ ٻيون سڀ تحريڪون، هاڻي مذهبي ماڻهن ۽ پادرين جي اثر ۾ ڪونہ رهيون ۽ سندن دانهن ڪُوڪ کي، ڪا بہ اهميت ڪونہ ملي. انهيءَ سڄي صورتحال کي ختم ڪرڻ لئہ، فقط هڪ ڳالهہ وڃي بچي هُئي، سا اها تہ يورپ ۽ آمريڪا جي سوين سالن جي تواريخ کي بدلايو وڃي. پر افسوس جو، تواريخ ڪڏهن بہ بدلي ڪانهي! اها تہ پنهنجي مخصوص راهہ تي، روان دوان آهي.

شهرن ۾، ٻارن جي فقط هڪ عياشيءَ واري سامان جيتري اهميت وڃي رهي هُئي. جيڪو ڳنهڻ، هر ڪنهن جي وس جي ڳالهہ نہ هُئي. چو تہ پنجن سالن تائين ٻار، ڪو بہ ڪم ڪونہ پئي ڪري سگهيو. نتيجي ۾، هر نئون ٻار، خاندان جي مٿان بار پئي بڻيو. ويم ڪرڻ، هاڻي هڪ عام رواجي ڳالهہ نہ رهي، پر اُن هڪ خطرناڪ جراحي (Surgical) عمل تي وڃي دنگ ڪيو. ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ عورتون، جسماني طور تي ويون ڪمزور ٿينديون. اڄ جي مرد جي زوال پذير جمالياتي شعور ۽ ڪمزور ۽ سنهڙين عورتن ڏانهن پسنديدگيءَ جي رُجحان، تہ حالتن کي وڌيڪ خراب ڪري ڇڏيو. صحتمند عورتون، اسان جن ڪلاڪارن ۽ فنڪارن جي معيار تي نہ پئي لٿيون. چو تہ هنن لاءِ، هاڻي سونهن جو معيار، هڪ تندرست مامتا جي بجاءِ ڇنڪتائيءَ وارو، جنسي رجحان

تي پيو هُئو. ايئن آهستي آهستيءَ منجهن گهٽِ ٻارن ڄڻڻ جي سگهه ختم ٿيندي وئي. جيترو ٻه ڪانئن ٿي سگهيو، هنن ٻارن ڄڻڻ کان پرهيز ڪئي. ان سڄي معاملي ۾ سندن مڙس، يعني مرد ٻه ٻٽَ لڳا بيٺا هئا. هنن پورڙن کي ته اها خبر ٻه ڪانه هُئي، ته جيترو هنن ناچ گاني تي پئي خرچ ڪيو، ان کان گهٽ خرچ تيءَ ٻارن جي سُٺي پالنا تي پئي سگهي.

ٻارن ڄڻڻ تي ڪنٽرول ڪرڻ جي ڪري ٻه، عورتن جي آزاديءَ ۾ تيزي آئي. ٻارن جي سنڀال ڪرڻ واري فرض کان مليل آزاديءَ، عورت کي اجا وڌيڪ ڪارخاني جي طرف ڌڪيو ۽ هُوءَ ڪلهوڪلهي ۾ ملائي مرد سان گڏ جُنبي وئي. جنهن ڪري هوءَ مردن جهڙا نه فقط ڪم ڪرڻ لڳي، پر سندس سوچ ٻه مردن جهڙي ٿيڻ لڳي، بلڪ ڳالهيون ٻه انهن جهڙيون ڪرڻ لڳي. تنهنڪري ڏنو وڃي، ته عورتن جي آزادي ٻه مردن کي آزاد ڏسي ڪري عمل ۾ آئي. جديد عورت روايتي مرد جون چڱيون ۽ لڱيون، هڙئي عادتون اختيار ڪرڻ شروع ڪيون. ٻيڙيون ڇڪڻ، گاريون ڏيڻ، بيپرواهي ڏيکارڻ، وار ڪترائي ننڍا رکائڻ ۽ سُوٽ پائي، هن مرد جو صحيح نقل ڪيو. جنهن ڪري نئين زماني، مردن ۾ عورتائيون ۽ عورتن ۾ مردائيون خاصيتون پيدا ڪري وڌيون. هڪ جهڙي ڏنڌي ۽ ماحول، ٻنهي جنسن کي هڪ ئي خاني ۾ وجهي ڇڏيو. اج کان هڪ ٻه ٽهيون (Generations) پوءِ غلطين کان بچڻ لاءِ ڪي هٿرادو نشانيون استعمال ڪرڻيون پونديون، ته جيئن ڪنهن ٻه فرد کي آسانيءَ سان سڃاڻي سگهجي، ته هُو مرد آهي يا عورت. (جينوٽيڪ اها صورتحال اج ٻه ڪافي حد تائين لاڳو آهي).

ڪو زمانو هُئو جو عورت کي، سَنڍ ٿيڻ جو خيال ڌڪئي وجهي ڇڏيندو هُئو. پر اڄ اهو هڪ فيشن تي چڪو آهي- اسان جي دؤر ۾، عورت جي عزت سندس ڄڻيل ٻارن جي تعداد جي ڪري ٿيندي هُئي. عورت جو ڪم، فقط ماءُ يا وڻشيا ٿيڻ هوندو هُئو ۽ ڪانئس اها توقع رکي ويندي هُئي، ته هوءَ پنهنجي ڪم کي ايمانداريءَ سان نڀائيندي رهي. هر ڌهاڙي لکين عيسائي ۽ غيرعيسائي لوڪ، پنهنجن خدائن ۽ ديوتائن کان ٻار ڏيڻ جي دُعا پِندا هُئا. دم درود ٿيندا هُئا، پاڪ مزارن تي حاضري ڀربي هُئي ۽ مختلف رسمن جي ادائگي ٿيندي هُئي. 'مايا' قوم جا بي اولادي ماتهو، ديوتائن جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ روزا رکندا هُئا، چلا ڪڍندا هُئا ۽ قيمتي نذرانا رکندا هئا. مشهور آهي ته هڪ آفريقي بادشاهه کان جڏهن پڇيو ويو ته: ''توهان کي ڪيترا ٻار آهن؟'' ته هُن انتهائي ڏک ۽ افسوس مان وراڻيو: ''تمام گهٽ! مون کي چوڙا ستر ٻار آهن.''

هتي آئون هڪ سوال پُڇندس ته ايئن ڇو آهي، جو مامتا جون تصويرون

اسان کي ڏاڍو وڻنديون آهن؟ ان جو جواب آهي ته شهرن اڏجڻ کان اڳ، ٻارن جي جهجهائي ڪارائتي هوندي هئي ۽ اسان جا هڙئي جذبا ۽ احساس اسان جي اُن ضرورت مطابق گهٽبا وڌبا هئا. اڄ جڏهن شهري ماڻهن کي ٻارن جي ضرورت ڪونهي ۽ شهر پنهنجي بي پناهه روشنين ۽ دڳهين رنگين راتين جي ڪشش سان، سگهاري ڳوناٽي کي پنهنجي طرف ڇڪي ورتي ٿو. اُن هُل هنگامي ۽ روشنيءَ سان ڀريل هي ديوتا (شهر) جڏهن پنهنجون دڳهيون ٻانهون ڦهلائي ٿو، ته معصوم ڳوناٽو انسان، ڊوڙندو سندس ٻاڪر ۾ اچي ٿو ڪري. هر سال اهي ڀورڙا ڳوناٽا، لکن جي تعداد ۾ اچن ٿا ۽ شهري حرفتن ۽ عذاب جو ڪاڄ ٻڻجي وڃن ٿا. شهري- جيڪي ٻارن جي هُجڻ ۾ تڪو به دلچسپي ڪونه رکن، سي زالن کي زالون گهٽ، پر وئشيائون ٻڻائڻ تي گهڻو زور ڏين ٿا ۽ سندن روح ۾ مامتا جو منڙو تصور ئي اُپرڻ نٿا ڏين. اُن جي اُبتڙ ٻار ڄڻڻ ۽ خوشي محسوس ڪرڻ، جيڪو اسان جي ڳوناٽي زندگيءَ جو يادگار ورثو آهي، سو نه فقط اسان جي بخيلائپ کي ختم ڪري ٿو، پر اسان جي روح ۽ ذهن جي سرديءَ جي به پڄاڻي ڪري ٿو. اهو دؤر ئي عجب دؤر هئو، جڏهن سدا سُهاڳڻيون ٻار ست بسملاهيون ڪري ڄڻينديون هيون. پر پوءِ به اسان جا جذبا زنده آهن. اسان مان هر اهو فرد، جنهن جو جنم گذريل صديءَ ۾ ٿيو هوندو ۽ باغن منجهه ڇهچ سائي زمين جي ڪليل ماحول ۾ پليو هوندو، سو مرڻ گهڙيءَ تائين پنهنجي ان خيال تي پُختو بيٺو هوندو، ته جنهن گهر ۾ ٻار ڪونهي، تنهن گهر ۾. خوشيءَ جو هجڻ ممڪن ئي ڪونهي. ان سان گڏ اهو ويچار به زنده رهندو، ته تندرست ۽ سگهارن پُٽن ۽ نيڪ رحمدل ڌيئرن واري هڪ خاندان جي لاءِ عملي جدوجهد کي ڇڏي، فقط جديد آرٽ جون تصويرون ناهڻ، موسيقيءَ ۾ نوانُ جي تخليق ڪرڻ يا اڄ جي عورت تي دڳها دڳها مضمون لکڻ جي ايتري اهميت ڪونهي، جيتري ڪنهن باهمت ۽ بردبار شخصيت ٻڻائڻ لاءِ ٿيندڙ ڪوشش جي آهي

## اسان جون نياڻيون:

جيئن ته هيستائين اسان جيڪو ڪجهه ڏٺو آهي، ان ۾ اهو محسوس ڪيوسين، ته عورت جي آزادي اصل ۾ سندس ڪاوشن جي ڪري نه، پر انهن اقتصادي تبديلين جي ڪري ٿي آهي، جيڪي سرمايه دار سماج ۾ آيون. تنهنڪري سيني خامين جو مٿس الزام هڻڻ بي انصافي ڇئبي. انهيءَ سلسلي ۾، اچو ته تياڪڙ ٻڻجي ٿورو جائزو وٺون.

اسان کي سُڌ آهي ته اڄوڪي دؤر ۾ هڪ عورت بي انتها نهٺائيءَ سان، صنعتي زندگيءَ جي گهرجن سان سنبنڌ رکندي اچي ٿي. ذهانت جا سڀ گُر، جنهن کي اڄ جي نفسيات فقط مردن لاءِ مخصوص سمجهندي پئي آئي،

سي گڏ، اڄ جي عورت انتهائي تڪڙ ۾ سڪندي پئي وڃي. جيڪڏهن آفيس ۾ ڪم ڪندڙ ڇوڪرين کي ڏسندؤ ته محسوس ٿيندو ته، ڪنهن به نئين ڪم شروع ڪرڻ جي صلاحيت منجهن بلڪل گهٽ آهي (ٿورا گهڻا جنسي تعلقات قائم ڪرڻ کان سواءِ) پر سندن صبر، قابليت ۽ پائيدار سُرهائي، آفيسن ۾ ساراهه جا گڏيل احساس پيدا ڪري وجهي ٿي. هڪ يا ٻن نسلن جي نندڙي سفر ۾، هن نازڪ جنس صنعت جي ميدان ۾ (سواءِ چند سخت محنت طلب ڪمن جي) اهو درجو حاصل ڪيو آهي، جو اڄ جيڪڏهن انگريز فيلسوف 'جان اسٽوئرٽ مِل' کين ڏسي ها، ته پنهنجين انهن ڪمتر اميدن لاءِ (جيڪي هُن عورت منجهه پئي رکيون) ڪيس پڇتائڻو پوي ها. هتي اسان اها دعويٰ ڪونه ٿا ڪريون، ته صنعتي شعبي ۾ عورت جو ڀرو ڪيتري حد تائين ٿيندو، پر تڏهن به اهو ضرور سمجهون ٿا ته جڏهن بجليءَ جي لهرن اڃا وڌيڪ ترقي ڪئي ۽ ميڪانيت مرداڻي دل ۽ سگهه جي اهميت گهٽائڻ شروع ڪئي، ته پوءِ مردن کي به پنهنجي حيثيت ۽ اهميت کي برقرار رکڻ لاءِ سخت جدوجهد ڪرڻي پوندي.

جيستائين علم سياست جو تعلق آهي، ته مُنهنجي خيال ۾ ته اسان جو نوجوان نسل (عورتون) ڪو گهڻو ڀاڱي پريو ثابت ڪونه ٿيندو. ڇو ته صنعتي دؤر جي عورت کي سياست جي راند فقط ان لاءِ ڪرڻي پوي ٿي، ته جيئن هوءَ مردن جي ٺاهيل قانونن جي خلاف پنهنجي حفاظت ڪري سگهي. ڇا اهو سچ ڪونهي، ته مردن هزارين قانوني حدبنديون ڪري، پنهنجي ظالماڻن حقن جي حفاظت ڪري ڇڏي آهي؟ پر دير يا سوير، اهڙن قانونن کي ٽُٽڻو هُئو ۽ جنسي متڀيد کي ختم ٿيڻو هُئو. شاباس آهي انهن عورتن کي، ته اُهي هڪ ـ ڪنيون ٿي، قابليت سان پنهنجي حقن جي جنگ وڙهيون. جيتوڻيڪ مردن هر مخالف آواز جون پاڙون پٽي پٽيون (ايتريقدر جو آمريڪا ۽ انگلنڊ جا سر ڦريا مزدور، جن پڻ ساڳئي حق حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هُئي ۽ زبردست سياسي احتجاج ڪيا هُئا، پر ڪين وريو ڪجهه به ڪين) پر عورتن گڏ ٿي، سورهين وانگر اها ويڙهه وڙهي ۽ حڪومت جي دروازن تي وڃي فريادي ٿيون. آخرڪار انهن ازل کان بند دروازن کي ڪلڻو پيو، جتان جمهوريت جي جُهومندڙ ديويءَ کين پنهنجي ڀاڪُر ۾ ورتو. پر افسوس جو اسان جون عورتون اڄ کان 50 ورهيه پوءِ، منهن مٿو پٽينديون ته سائن ڪيڏو ناحق ڪيو ويو هُئو.

آڳرين تي ڳڻپ ۾ ايندڙ ڪجهه عورتون، ان حقيقت کي سمجهن ٿيون ته آدمشماري ڪرائي، انگ اکر معلوم ڪرڻ ڪا آزادي نه ڇٽبي ۽ نه وري آزادي ڪا سياسي شيءِ آهي. آزادي ته ذهني چاڪائي آهي، جيڪا هر

ماڻهو پنهنجي اندر ۾ محسوس ڪندي سمجهي سگهي ٿو. اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ پير وجهو، اوهان کي لکين ڀڪندڙ نينگريون نظر اينديون. اسان ڪيترن ئي ادارن ۾ ساڻن ملندا رهون ٿا. جيتوڻيڪ سندن پيشانين تي سائنس ۽ ادب منجهان حاصل ڪيل سنجيدگي، اکين ۾ ڄاڻ ۽ علم جي تلاش لاءِ بيقراري ۽ جدوجهد جو جذبو به موجود آهي. سندن جوان سُهڻن جسمن مان، زندگي ليئا پائيندي نظر ايندي، سندن سونهن، اسان جي نگاهن کي ڪيرو ڪري ڇڏيندي ۽ اسان سندن بي فڪريءَ ۽ ڇاڪائيءَ واري حالت تي هرڪجي بس ڪري ويهي رهنداسين، پر توهان انهن منجهان، ڪيترين کي ٻي باڪيءَ سان اُٺي ڪلاس ۾ سوال پُڇندي ڏٺو آهي؟ توهان منجهانئن گهٽين کي جاچيو آهي، جن ڏاهپ ۽ فڪر جي هشيارن سان هشياربند ٿي، پراڻن مُدي خارج عقيدن کي ٽوڙي ڦوڙي، دنيا کي نون ساه سرجيندڙ نظرين سان متعارف ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي هُجي؟

اهڙي تعليم مان ڪهڙو فائدو؟ ڇا اسان جون اهي نينگريون، اڄوڪي عورت جي نون مقصدن، مصروفيتن ۽ تجربن ۾ پنهنجي نئين ذهانت جو روح ڦوڪي، ڪنهن لازوال ڪردار جي تخليق ڪرڻ جون اهل آهن؟ ڇا ذهن ۽ دلچسپين جو اهو سنجوڳ، جبلت جي طاقت ۽ بُردباريءَ کي ٽوڙي نه وجهندو؟ ڇا هيءَ نئين ڏاهپ، هڪ عورت لاءِ مڙس جي ضرورت کي، آهستي آهستي گهٽ نه ڪري ڇڏيندي؟ خبر ناهي ته ڇا ٿئي، پر چوندا آهن ته قديم روم جا ماڻهو اهڙي خيال کان ئي ڏکي ويندا هُئا ته زال زائفان پڙهيل ڳڙهيل هجي. منهنجو پُختو ويساه آهي ته هر مرد ان عورت سان چڱي طرح نڀائي ڪون سگهندو آهي، جيڪا ذهني طور به سندس مَٽُ هجي. مرد فطري طور تي فقط انهن شين سان پريم ڪندو آهي، جيڪي ڪانئس ڪمزور هونديون آهن. بلڪل اهڙي طرح، جيئن عورت فقط ان شيءِ سان محبت ڪندي آهي، جيڪا ڪانئس وڏيڪ سگهاري هُجي. تنهنڪري، هر اُها ڇوڪري، جيڪا ان قدرتي معيار کان لنوائي، ذهانت ۽ علم جي بنيادن کي معيار بڻائي مڙس طلبيندي آهي، سا اڪثر ڪري گهاٽي ۾ رهندي آهي. ڇو ته (شعوري يا لاشعوري طور تي) هُوءَ انهن شعبن ۾ هرويرو ٽنگ ويٺي اڙائيندي آهي، جن تي سالن کان مرد اڪيلو ئي قابض رهيو آهي. اهوئي سبب آهي شايد، جو اسان جي تعليمي ادارن مان، گريجوئيٽ ڇوڪرين منجهان سئ سيڪڙو ڇوڪريون غير شادي شده زندگي گذارين ٿيون. اسان جي هڪ، بهترين سائنسدان مس 'سونيا ڪووولوسڪي' دانهن ڪندي لکيو ته ساڻس ڪوبه مرد شادي ڪرڻ لاءِ تيار ڪونه هُئو. هڪ هنڌ لکي ٿي: "مون سان ڇا جي ڪري ڪوبه مرد پريم ڪونه ٿو ڪري؟ جڏهن ته مان ٻين عورتن جي ڀيٽ ۾، سندن زندگيءَ

ڪي، وڏيڪ سُکيو سنابو بڻائي سگهان ٿي. حيرت جي ڳالھ آهي جو مرد انتهائي ڪريل عورتن سان محبت ڪرڻ پسند ڪن ٿا، پر مون سان نہ.“ اهو سڀ ان ڪري آهي، جو پڙهيل ڳڙهيل عورت عمر جي هڪ خاص حد تائين پهچڻ کان اڳ، پنهنجي اندر جي اڏمن کي لڪائيندي رهي ٿي. 50 سالن جي مختصر عرصي ۾ زائفائن اهو واضح ڪري ڇڏيو آهي، تہ ٻن جنسن جون پاڻ ۾ ذهني اڻ برابريون فطري نہ پر هٿرادو آهن. پر ان جو مطلب اهو بہ ڪونهي، تہ عورتون انهن مڙني مسئلن کي ختم ڪري سگهنديون، جيڪي وقت ۽ ريتن رسمن جي ڪري پيدا ٿي پيا آهن. حقيقت تہ اها آهي تہ عورتن جي تهذيبي ترقيءَ کي اجا 5 منٽ بہ مس گذريا آهن. انهيءَ ترقيءَ جي پنيان، ڪا تواريخي روايت ۽ تحريڪ پرجهلو ڪانہ ٿي آهي. اهڙا ڪي بہ گهڻا شاندار ۽ بيمثال ڪارناما بہ ڪونهن، جيڪي منجهن خوداعتمادي پيدا ڪرڻ ۾ ڪا مدد ڪري سگهن. سڄي انساني تواريخ ۾، فقط ڪجھ عرصي کان عورت تعليمي ميدان ۾ پير پاتو آهي. اجا تہ تعليمي ادارن ۾ بہ عورتن جو انگ مردن جي برابر ڪونہ ٿيو آهي، جنهن ۾ پڻ خاصو عرصو لڳي ويندو. پر ترقي ڪرڻ کان پوءِ بہ اهي امڪان آهن تہ مٿان عورت جي سگھ جو ڪجھ حصو، مامتا جي حوالي ٿي ويجي ۽ هوءَ پنهنجا اهي شاهپارا، سُڌريل مردن جي حوالي ڪري، خوشي حاصل ڪري. ڪيس ڏاهپ ۽ذهانت جي وچوارو فرق محسوس ٿئي ۽ دنيا منجھ تعليم کان وڏيڪ ٻيون ڪي شيون ڪيس پنهنجي طرف ڇڪي وٺن.

ٻئي طرف اڄوڪي زائفان جي جسم جو جائزو وٺو. ڇا گهرو ذميدارين کي ڇڏڻ ۽ ڪارخاني ۾ ڪم ڪرڻ سان، سندس جسماني صحت تي برو اثر ڪونہ پيو آهي؟ هوءَ پنهنجي ان ڏاڍيءَ، جيڪا ٻنين ۾ ڪم ڪندي هُئي، تنهن جي پيٽ ۾ هرگز تندرست ۽ سگهاري ڪونہ ٿي لڳي. سندس مُنهن مان اُها مٺيا ئي ڇڏائجي وئي آهي. هن نظام ۾ ڳهي ڳهي، نهايت دير ۽ بي وسيءَ کان پوءِ، هُو ويجي ڪنهن ٻار کي ڄڻي ٿي. نہ رڳو عورت، پر مرد بہ جڏهن کان زراعت کي خدا حافظ چيو، تڏهن کان سندس صحت ڊانواڊول ٿي وئي آهي. ان جو بنيادي سبب اُهو آهي جو اڄوڪو ذهن وڏيڪ هوشيار آهي، جيڪو منجهيل اوزارن ۽ مشينن کي بي انتها اعتماد سان روان ڪري ٿو. پر ان جي پيٽ ۾ اڄوڪو جسم، هاڻي اهو بوجهو ۽ دٻاءُ سهڻ لاءِ تيار ڪونهي. اهڙو بوجهو، جيڪو ڪجھ وقت اڳي هو خوشيءَ سان کڻڻ لاءِ تيار هُئو. انهن سيني اوڻاين ۽ پريشانين هوندي بہ، اڄوڪي زائفان اينري سُهڻي آهي جو، ڇگن پلن ڏاهن کي ڏندڻ ڏئي ڇڏي ٿي. اسان کي هن ويچاريءَ کي داد ڏيڻ کپي تہ الائجي ڪهڙا اهر زهر ڪري، پاڻ کي ان چمار تائين

هوءَ جوان رکي ٿي، جنهن جمار ۾ پراڻي زماني جون زالون ڪُراڙيون ليکيون وينديون هيون. پرتي نہ وجو ڪجھ وقت اڳي 50 يا 60 ورهين جي عمر جي عورت، پُڍي، هلڻ ڪان هلاڪ ۽ اوڙي پاڙي جي ڏاڏي ٻُڍي وينديُ هئي. اج ان عمر جي عورت ڪان وڌيڪ خطرناڪ شيءِ، دنيا جي تختي تي ڪونہ ملندي. تڏهن تہ پراڻي گُلابي چهري ۽ ڳاڙهسرن مهاندن جي فطري رنگت جي جڳھ، سُرخين ۽ پائوڊرن اچي والاري آهي. جيڪا بہ عورت اهو ڪُجھ نٿي ڪري، سا چڻ تہ ٽولي مان ئي خارج سمجهڻ کپي.

سمجھ ۾ ايئن ٿو اچي تہ اڄوڪي عورت جي هيٺائي عارضي ۽ مختصر بہ ٿي سگهي ٿي. جو تہ جڏهن دنيا ۾ مشيني ڪاروبار ميڪانيڪي قوت جي زور تي هلڻ لڳندو، تہ ڪارخانا بہ ايڏا ئي صاف ٿي ويندا، جيترا اسان جا گهر. شهر وڏا اجگر جيڏا ٿي پوندا ۽ انسان تازيون هوائون ڪٽڻ لڳندا. ممڪن آهي تہ سير سفر، ٽينس جي راند ۽ باسڪٽ بال منجهان گُذري، عورتون وري انهن گلاب جي گُلن جو واس وٺڻ لڳن، جيڪي ڪانئن شهري صنعت گيريءَ کسي ورتا هُئا. اڄوڪي عورت تہ هونئن ئي مختصر لباس اوڍي ٿي، تنهنڪري هوءَ تہ جلد ئي سُهٽي ٿي ويندي! اختصار هونئن بہ چڱي شيءِ آهي (خدا شل درزين کي سلامت رکي). ڪپڙن ۾ ننڍائپ يا لُنڍائپ جو هونئن تہ مڙئي خير آهي، پر اسان کي هڪ نقصان پهچي ٿو تہ مرد جنهن عورت جا خواب لهندو هُئو، سو بہ مختصر ٿي ويندو؛ ۽ پراڻي وضاحت ختم ٿي ويندي. ان ڳالھ جو نفسيات سان وڏو تعلق آهي. چاڪاڻ جو جيڪڏهن مرد جي تخيل ۾ گڙٻڙ هوندي، تہ پوءِ سونهن جي معيار ۾ تبديلي ايندي ۽ آهستي آهستي سونهن بہ ويندي ختم ٿيندي. خير ڳالهيون ڪُنائٽيون، ان ڳالھ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي تہ اڄوڪي عورت، زندگيءَ جي رنگينيءَ ۾ بي انتها اضافو ڪيو آهي، عورتون پنهنجي سر بہ ان آزاديءَ مان بيحد خوش آهن ۽ ڊاپندي نظر نٿيون اچن. اسان مان ڪُجھ ماڻهن جي اها گهٽتائي آهي تہ اُهي عورتن جي بيبي ڪٽ وارن رڪائڻ ۽ بيڙيون ڇڪڻ وارين عادتن سان، اڃا تائين نـاھ ڪونہ ڪري سگهيا آهن. حالانڪ ايندڙ نسل انهن عادتن کي خراب ڪونہ سمجهندا. ياد رکو! سُهٽيون زالون، مستقبل ۾ پلو يا ڊلو جيڪو ڪجھ ڪنديون رهنديون، اهو ان وقت جي مردن کي بہ وٽندو ويندو، جو تہ ريتن ۽ رسمن جو سونهن جي شعور تي چڱو خاصو اثر ٿئي ٿو. توهان پاڻ ڏسو، تہ پراڻي زماني ۾ بہ عورتون حقو ڇڪينديون هيون ۽ مرد الف نہ ڪڇندا هئا۔ دُنيا جو ڏنڌو ايئن ئي هلندو رهندو آهي. اڄ جڏهن پوڙهيون رنون حرامڙيون ٿي پيون آهن ۽ جوان عورتون، پنهنجي عاشقن جي منهن ۾، سگريٽ جي دونهي جا ڇلا نـاهي ڦوڪارا هڻن ٿيون (ان هوندي بہ جو سگريٽ

کي صحت لاءِ نقصانڪار سمجهيو وڃي ٿو.) پر تڏهن به اُهي ادائون ته مرد کي مرٿهارڪو ٿيون ڪري ڇڏين ٿا! هاڻوڪيون عورتون ۽ مرد اهڙي بي لغام زندگيءَ کي وڌيڪ پسند ٿا ڪن، ته پوءِ اسان ڪهڙي باغ جي موري آهيون؟ جو ڪين درس وينا ڏيون ته بابا! ڏاهپ ان ڇڙواڳ زندگيءَ کان وڌيڪ بهتر آهي. پر پوءِ به آرام نٿو اچي، جڏهن اسين اڄ جي نچڻ جو ڇريائپ وارو انداز ڏسون ٿا (جيڪو خبر ناهي ته ڪنهن عورت ايجاد ڪيو آهي، يا ڪنهن پاڳل مرد). ڇا اسان جي وڏڙن جون به اهي ئي سوچون هونديون، جڏهن 'والٽنر' (ناچ جو هڪ قسم) پراڻي ناچ وارين ريتن جي جڳهه والاري هُئي؟ اڃو ٻيو منظر ڏسو: هي ڏاڙا هڻڻ، ماڻهو مارڻ ۽ سياسي ڦڏي بازين جهڙا 'معصومانه فن' ۽ انهن ۾ اڄوڪين عورتن جي مهارت لاءِ توهان ڇا چوندؤ! اڃو ته انهيءَ سلسلي ۾ اوهان کي مثال ڏيان. 1926ع ۾ هڪ گمنام شخص اسپتال ۾ انتهائي زخمي حالت ۾ آندو ويو. چون ٿا ته ٽن ڇوڪرين کيس ڏاڍا موچڙا هنيا. هي ويچارو مرد پنڌ وڃي رهيو هُئو ته ٽن نوجوان ڇوڪرين، جيڪي ڪار ۾ ويٺيون هيون، تن کيس نيندڙ (لفٽ) ڏني، ته هو کيس پنهنجي منزل تي رسائينديون. پر اڳتي هلي جڏهن هڪ ويران ٽڪرو آيو، ته هنن گاڏي ڪٽي روڪي ۽ گاڏي روڪي سائنس (مرد سان) هٿچراند ڪرڻ شروع ڪري ڏنائون. مرد ڪو صفا الله لوڪ هُئو، سو هن ڪا سرگرمي ڪونه ڏيکاري. انهيءَ ڪري ڇوڪرين کي مٿس ايتري ڪاوڙ آئي، جو ٻن ڇٽين کيس دسي سوگهو ڪيو ۽ ٽينءَ کيس ناهوڪي ڪُٽ ڪڍي. ان کان پوءِ کيس پَٽَ تي ڦٽو ڪري ڀڄي ويون. ڇا ان کان پوءِ به، عورتن جي آزاد هُجڻ تي شڪ ڪري سگهجي ٿو؟

شايد ٿنهنڪري ئي 'هڪسلي' (هڪ فيلسوف) جو چوڻ سچ هُئو ته عورتن جي فرمانبرداريءَ واري خوبي، مرد جي سڀ کان پسنديده ڳالهه هئي. عورتن منجهه قديم زماني کان اها خاصيت رهي آهي. اڳ ۾ جڏهن حياءَ ڪرڻ ۽ شرمائڻ واري ڳالهه مرد کي پسند هوندي هئي ته عورت ائين ڪندي هُئي، پر اوچتو ئي اوچتو جڏهن مرد بي حيائيءَ کان وڌيڪ متاثر ٿيڻ لڳو ته اڄوڪي عورت ذهني ۽ جسماني طور تي ائين ٿيڻ شروع ڪيو. جنهن ذريعي هوءَ عارضي طور تي اسان جي خواهش کي ته اُڀاري سگهي ٿي، پر دائمي روحاني آرام ڏيڻ سندس وس ۾ قطعي ڪونهي. اڄ جڏهن هر بالغ مرد عورت جي دفاع ڪرڻ واري خوبيءَ مان متاثر ٿئي ٿو ۽ کيس عورتاڻين ادائن مان سرور حاصل ٿئي ٿو، ته وري هر ڪچو ذهن رکندڙ مرد، جنسي ڇتڪتائيءَ جو شڪار ٿي وڃي ٿو. دوستي ۽ ساٿ جي اهميت کان اٽڃاڻ رهي، کيس فقط ئي فقط جسماني خواهشون ڇوڏاري ڦرندي نظر اچن، ته پوءِ هر

حالت ۾ سندس شاديءَ جو انتظام ڪرڻو پوندو آهي. پر شاديءَ کان پوءِ جڏهن دماغ تان اهو اَنڌُ لهڻ لڳندو آهي ۽ زندگيءَ جي اصل حقيقتن کي منهن ڏيڻو پوندو آهي ته پوءِ مسئلا اُٿي کڙا ٿيندا آهن ۽ آخرڪار اُها شادي ناڪام ٿيندي نظر ايندي آهي. 'برناردشا' (انگريزي اديب) ايئن چوندي غلط هُئو ته: ''شادي وڏ ۾ وڏ سُڪون ڏانهن ڏسيل موقعن جو ٻيو نالو هُئو''. جڏهن ته حقيقت ان جي اُبتڙ هُئي. جيتوڻيڪ موقعا ته پوءِ به پيئي رهيا، پر ان ڏس ۾ حاصل ڪرڻ جي جبلت ڪمزور پئي ٿيندي ويئي.

## اسان جون جُهونبيون:

اڄوڪي پورهيت عورت جو روپ، جيڪو آزاديءَ ۽ توانائيءَ وارن جذبن سان ڀرپور آهي، سو ان وچين طبقي جي عورت کان وڌيڪ وڻندڙ آهي. وچين طبقي جي شادي شده عورت ڪنهن هڪ پيشي سان لڳل آهي، جتان ڪيس مقرر پگهار ملندو رهي ٿو ۽ هوءَ تاس کيڏڻ، سودو سڙو وٺڻ ۽ ٻين گڏيل چڱڀلائيءَ جي ڪمن ۾ حصو وٺندي رهي ٿي.

پر ٿوري وقت لاءِ اچو ته اسين پنهنجو پاڻ، هڪ غيرملڪيءَ جي نظرن ۾ ڏسون.

ڪائونٽ ڪيسرلنگ جي خيال ۾: ''آمريڪا ۾ مڙس ايڏا ئي ويچارا آهن، جيتري پراڻي زماني ۾ مشرقي عورت.'' ان کان سواءِ بقول سندس، مغرب ۾ مرد نفسياتي طور تي به ختم ٿيندو پيو وڃي. سندس چوڻ موجب: ''آمريڪي عورتون سواءِ ڇاتين جي اُڀار جي، باقي ته مرد ئي لڳن ٿيون ۽ سندن تاثر گهرائپ ۽ سختيءَ سان ڀريل آهن.'' پر اسان جو ڪائونٽ پهرين ڳالهه ۾ ٻيو وڌيڪ ڇا گهري ٿو؟ اسان کي ڪائونٽ جي انهن ويچارن کي سنجيدگيءَ سان نه وٺڻ کپي، ڇو ته اهي رايا 'بريندن برگ' جي خيالن جي ڇانو ۾ وڌيا ويجهيا آهن. پر پوءِ به انهن لفظن ۾ ايتري سچائي ضرور موجود آهي، جو انهن مان مرد جي هيٺائي ظاهر ٿئي ٿي —... اهو حال رهيو ته اسان وٽ جلدئي 'غلام مڙسن' جا ادارا قائم ٿي ويندا ۽ ظالم عورتون مظلوم محنتي مزدورن جون حويليون ناهي، ڪين بند ڪري ڇڏينديون. جنهن تي اُهيئي چيڙاڪ عورتون، پهرو به ڏينديون. عورتن جو ڪُجهه تعداد ٻار ڄڻڻ لاءِ سرگرم رهندو، باقي سڀ اقتصادي مسئلن ۾ اهڙيون ته وڪوڙجي وينديون، جو پهرين ٻار ڄڻڻ جي خواهش ۽ پوءِ اُها صلاحيت به وڃائي ويهنديون. ارتقائي تواريخ جي فيلسوفيءَ مطابق اسان وٽ ڪوبه اهڙو دليل ڪونهي، جنهن ذريعي مستقبل ۾ به اهو ڪجهه ٿئي، جيڪو ماضيءَ ۾ ٿي چڪو آهي.

انهيءَ سڄي صورتحال جا ڪهڙا سبب آهن؟ گهٽو ٿڻو انهيءَ ڪري، جو وقار جو تصور سگهائپ منجهه نه رهيو آهي. اڳي پنهنجي جسماني ٻل جي زور

تي، مرد آقا هئو ۽ عورت غلام ـ ۽ انهيءَ ڪري ئي هو عورت کي ماري پٽي سگهيو. پر اڄ ايئن ڪونهي. اڄ ڏاهپ جي لاءِ وڏي للڪار آهي ته آخر مرد پنهنجي اها پراڻي عادت ڇو ڇڏي ڏني؟ اڪثر ڪري، انهيءَ ڳالهه جو جواب ٻڌڻ ۾ ايندو آهي ته، مرد جي اخلاقي شعور ۾ بهتريءَ جي ڪري اهو سڌارو آيو. جنهن سان گڏ عورت جي ان جنسي آزاديءَ، ڪيس وڌيڪ سگهارو ڪيو ته، هوءَ جنهن سان وڻيس تنهن سان اُٿي ويهي سگهي. پر پوءِ به ان سڄي بحث جي پٺيان جيڪو بنيادي سبب لڪل آهي، سو اهو ته موجوده حالتن جي مونجهاري ـ جنهن ۾ جسماني سگهه کان وڌيڪ ذهني سگهه جي اهميت آهي، تنهن برتريءَ ۽ ان جي اهميت گهٽائي ڇڏي آهي. نتيجي ۾، وچين طبقي جي مرد جو دٻدٻو ختم ٿي چڪو آهي ۽ آهستي آهستي عورت سندس مٿان غالب ٿيندي ويئي. جتي جسماني سگهه جي اهميت قائم آهي، اُتي مرد گهر جو سربراهه ۽ حاڪم لڳو وڻو آهي (خاص ڪري پورهيت طبقو) ۽ عورت پنهنجي وجود کي مڃائڻ لاءِ ڪمائيندي رهي ٿي.

موقعي پرست وچولي طبقي جي اٿي تي ڇٽي ٻٽيل عورت کي ته ڏسو! گهر جا ٿانو ٻهاري ڪرڻ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري، نرسن ۽ دائين جون خدمتون خريد ڪري، هُن جيئن جيئن مامتا جي جذبي کي ختم ڪرڻ شروع ڪيو، تيئن تيئن بيڪاري منجهس گهر ڪري وئي. هوءَ هڏ حرام ٿيڻ لڳي ۽ نتيجي ۾ اهو ڪم، جيڪو ڪيس مرد جو مددگار بڻائيندو هئو، ان ڪم کي ڇڏي ڏيڻ ڪري هوءَ هڪ اهڙي گڏي بڻجي وئي، جنهن کي فقط شوڪيسن ۾ رکي پيو سگهجي.

اُهي ڳالهيون ڪندي، اسين ڪنهن به اهڙي عورت کي خوار خراب نٺا ڪرڻ چاهيون، جيڪا ڪنهن ڪارخاني يا آفيس ۾ ڪم ڪري ٿي. ڇو ته اهڙيون عورتون بنيادي طور تي، سماجي ڪارج ۾ ايندڙ فائديمند شين کي تخليق ڪن ٿيون. پر اسين ان عورت جي مذمت ضرور ڪريون ٿا، جيڪا پنهنجي سونهن جو واپار ڪري ٿي، جنهن جو پيار فقط آرام ۽ دولت جي عيوض ملي سگهي ٿو. اها عورت، جيڪا ڏينهن آسائش ۽ رات تفريح ۾ گذاري ڇڏي ٿي. اڄوڪي دؤر ۾، اهڙين عورتن جي ان شيل شڪار ڪرڻ واري عادت کان وڌيڪ بُري شيءِ ٻي ڪا به نٿي ٿي سگهي. انهن ويچارين کي اول ته ٻار ٿين ئي ڪونه! پر جي ٿين ته به بلڪل گهٽ. البته سندس گهر ۾ نوڪرن جي فوج ضرور ڏسڻ ۾ ايندي! اهي عورتون هونديون ٽُپ وانديون، پر سندن گهرجون هزارين آهن. بيڪاريءَ ۽ وانداڻپ جي فن ۾، هُو هزارين من موهيندڙ طريقن سان، ٻي انتها قابل ٿي وڃن ٿيون. جنهن جو نتيجو آخرڪار اهو ٿو نڪري، جو مرد ويچارو گهٽي ڪم جي ٻار پوڻ ڪري،

انسان مان ڦري فقط ڏوڪڙن پيدا ڪرڻ جي هڪ مشين بڻجي پوي ٿو.

اڄ زائفائون شاديءَ لاءِ ضروري ڳالهين سکڻ ۽ پاڻ منجهه فضول گڻ پيدا ڪرڻ ۾ مصروف رهن ٿيون. اهو سڄو ناٽڪ انهن عورتن پيدا ڪيو آهي، جيڪي ناٽي تي خريد ڪري سگهجن ٿيون.

پر اها حقيقت آهي ته اهڙيون عورتون، ڪنهن مرد جي شخصيت جي تڪميل جو ڪو حصو بڻجڻ جي بجاءِ ان مرد کي روحاني طور تي تباهه ۽ برباد ڪرڻ جو ذريعو بڻجي وڃن ٿيون. اڄ لکين عورتون ويهجي وڃن ٿيون، جو ته مٿي بيان ڪيل شڪاري عورتون، مردن کي ڦاسائڻ کان پوءِ ڪين اهڙي نموني ته چباڙين ۽ چيچاڙين ٿيون، جو سوين مردن جو شادي ڪرڻ تان ارواح ئي ڪڇي وڃي ٿو- ۽ شايد اهوئي اسان جي جڳ جي اخلاقي قدرن جي ڏيوالي جو بنيادي سبب آهي.

ان هوندي به اسين پُراميد آهيون ته هيءُ سماجي سرشتو عارضي رهندو ۽ اسان جو ذهني، اخلاقي، سياسي ۽ فني ڏيواليڻو ختم ٿي، آخرڪار هڪ روشن معاشري جي تشڪيل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو. ڦوهه جوانيءَ وارو دؤر، جيڪو حقيقت ۾ تعليم ۽ تربيت جو دؤر آهي، سو پڻ اعليٰ گڻن جي تخليق جي عمل ۾ تبديل ٿي ويندو. اهڙو ڏينهن ضرور ايندو، جو سواءِ چند ذهني بيمارن جي، ماڻهو خوشيون ملهائيندا، شاديون ٿينديون، ٻارن جي پيدائش ٿيندي ۽ ماڻهو زندگيءَ جي انهيءَ وهڪري کي، تيستائين جاري ساري رکندا، جيستائين هڪ نئون اخلاقي نظام ۽ ڏاهپ ۽ ڪردار جا نوان مضبوط ادارا، انساني زندگيءَ کي عظمت ۽ ڏاهپ جي وادين ۾ توڙ تي نٿا پهچائين!

(ول ڊيورئنٽ جي Pleasures of philosophy تان ورتل).



مون سدائين پنهنجي اندر کي پوتر رکڻ جي جُستجو ڪئي. ڪڏهن به ڪنهن جي احساساتي فضيلت کي ٿيڙ ڪونه ڏنم- ها. البته اهڙن ماڻهن کي ٽُڏ و هڻڻ کان سواءِ جاڳائڻ ممڪن ڪونهي، جيڪي بُرائيءَ، نفرت يا اگهاڙپ سان واسطيداريءَ ۾ رهندي نَٽ پٽيريندا آهن ته هو ڏاڍا حساس آهن.

(Roger Caillios)





# سماج بابت مارڪسوادين جا رايا

مارڪسوادين جي سياسي نظريي ۾، رياست وارو تصور وڏي اهميت جوڳو آهي. سندن خيال موجب رياست جو بُنياد تڏهن پيو، جڏهن انساني سماج ٻن طبقن ۾ ورهائجي ويو. جن منجهان هڪڙو آقائن يا حُڪمرانن جو طبقو، ٻيو ٻانهن يا محڪومن جو طبقو آهي. آقائن واري طبقي، باقي عوام تي پنهنجو ڏاڍُ ۽ اختيار برقرار رکڻ لاءِ، رياست کي وجود ۾ آندو. ان ڏس ۾ اينگلز جو چوڻ آهي:

”پُراڻي زماني جي رياست، انسانن جو واپار ڪندڙ ۽ آقائن جي رياست هئي. جنهن جو اصل مقصد، محڪومن کي ٻانهپ ۾

رکڻ هُئو. جڏهن ته جاگيرداريءَ جي اثر هيٺ آيل رياست، هارين ۽ ڪڙمين کي دٻائي رکڻ ۾ دلاليءَ جو ڪردار ادا ڪيو. هن دؤر جو رياستي روپ، سرمائيدارن جو هڪ هٿيو آهي، جنهن جي مدد سان اُهي پورهيتن کي ڦري لُٽي رهيا آهن.“

مارڪسوادي چون ٿا ته اُوله جي مُلڪن ۾ جنهن جمهوري طريقي واري حُڪومت جو رواج آهي، تنهن ۾ دراصل جمهوريت جي ڪا هڪڙي جهلڪ ب ڪانهي. هن هٺ نوڪيي جمهوريت ۾ حُڪومت جي ڏور، چند وڏن وڏن سرمايه دارن، اميرن ۽ ڪارخانيدارن جي هٿن ۾ آهي، جيڪي پنهنجي مرضيءَ مُطابق جمهوريت جي وضاحت ڪن ٿا. اُلهندي وارا هام ٺاهڻ، ته جمهوري طريقي جي حُڪومت سان، عوام کي آزاديءَ جو ڦلُ مليو آهي. جڏهن ته مارڪسوادي چون ٿا، ته اها آزادي دراصل هڪ هٿناٺ آهي. ان جي پُٺيان ڦرلٽ ۽ استحصال جو وڏو ڪاروبار آهي، جنهن مان سرمايه دارن کي، پورهيتن جي وهايل پگهر جي نتيجي ۾ ٿيندڙ ڪمائيءَ تي، ڏاڍيواليءَ جو حق حاصل آهي. مارڪسوادين چوائي، سرمايه دارن عوام کي ٻن قسمن جا ڏانوڻ وڌا آهن. جن منجهان هڪڙا ڏسڻ ۾ ٿا اچن ۽ ٻيا نظرن کان اوجهل آهن. پهرئين قسم جي توڙهي ۾ رياست ۽ اُن جا ٻيا پُرزا، يعني فوج، پوليس، جيل ۽ ڪورٽون وغيره شامل آهن، جڏهن ته ٻئي زنجير جي شڪل ۾ مذهب، قانون ۽ اخلاقي قدر سامهون اچن ٿا. هُو ٻڌائين ٿا ته جيستائين رياست جو وجود قائم آهي، تيستائين سچي آزاديءَ جي حاصلات مُمڪن ئي ڪانهي. پر پوءِ ب عارضي طور تي، سماجوادي معاشري ۾ رياست جي وجود کي هُو لازمي سمجهن ٿا، چو ته وٽن سماجواد (Socialism) 'سماج جي مناسب اوسر' ڏانهن پهريون ڏاڪو آهي. هن سرشتي ۾ پورهيتن جي آمريت عمل ۾ ايندي، جيڪا طبقاتي متيبد کي ختم ڪري، ڦرلٽ کي ٻُنجو ڏيئي ڇڏيندي. هن سرشتي ۾ پيداوار عوام جي گڏيل ملڪيت بڻجي ويندي ۽ انفرادي سرمايه ڪاريءَ جي اجازت نه هوندي. ملڪ جي هلي چلي ڪامورن جي بدران، پورهيتن جي نمائيندن جي هٿ ۾ هوندي. ٻئي ڏاڪي تي ڪميونزم لاڳو ٿيندو، جنهن ۾ رياست جي ڪاب ضرورت ڪانه هوندي. هن ڏاڪي تي رياست کي ختم ڪونه ڪيو ويندو، پر اُها پنهنجو پاڻ ختم ٿي ويندي. مارڪسوادي چون ٿا ته رياست ۽ ناانصافي هڪٻئي جون ساهيڙيون آهن، تنهنڪري جڏهن معاشي انصاف جو حصول مُمڪن ٿيندو، ته رياست ب پنهنجي موت مري ويندي ۽ هيٺيون اصول عمل ۾ ايندو.

”هر ڪنهن کان سندس قابليت موجب ڪم ورتو ويندو ۽ هر ڪنهن کي اُجورو سندس ضرورت مطابق ملندو.“

اقتصاديات ۾ مارڪس اها نواڻ آندي، ته هن موڙيءَ (Capital) جي جمع ٿيڻ واري عمل جو جائزو ورتو ۽ ٻڌايو ته واڌو قدر (Surplus Value) ڪهڙي نموني موڙيءَ جو روپ وٺي ٿو. پنهنجي مشهور ڪتاب 'سرمايو' ۾ هن بحث جي ابتدا، هُو جنس (Commodity) جي وضاحت سان ڪري ٿو. هُو چوي ٿو ته جنس اهڙي وَٿُ آهي، جيڪا ڪنهن انسان جي ضرورت کي پورو ڪري ٿي ۽ مٽاسٽا ۾ ڪم اچي ٿي. انهيءَ خيال کان، جنس هڪ خاص خوبي رکي ٿي. مختلف جنسن منجهه گڏيل خوبي اها آهي، ته اُهي سڀ انساني محنت جي پيداوار آهن- جيڪا انفرادي نه پر گڏيل حيثيت رکي ٿي. جنسن جي قيمت، مٿس لاڳت ۾ آيل محنت منجهان ڪٿي ويندي آهي. يعني قدرن جي روپ ۾ سڀ جنسون، محنت منجهه سيڙيل وقت جي ڪٿ آهن. پُراڻي دؤر ۾، مال جي بدلي مال واري مٽاسٽا ۾ جيڪو فائدو عمل ۾ هئو، تنهن هيٺ پهريون جنس هوندي پر اُن جي قيمت لڳائي ويندي هئي، جنهن جي مٽا ۾ ٻي جنس ورتي ويندي هئي. ان جي ابتڙ سرمايه داري سرشتي ۾، پهريائين ڏوڪڙ هوندوآهي، جيڪو پوءِ جنس ٻڻجي ويندو آهي. انهيءَ جنس کي وڪڻي ڏوڪڙن جو روپ ڏنو ويندو، جيڪو پهرين رقم کان وڌيڪ هوندو آهي. ڏوڪڙ جي اصل مُلهه ۾ جيڪا واڌ اچي ٿي، اُن کي مارڪس واڌو قدر چوي ٿو. اها واڌ ڏوڪڙن کي سرمايو بڻائي ٿي ڇڏي. واڌُو قدر ان وقت نهي ٿو، جڏهن محنت جنس جي شڪل اختيار ڪري ٿي. اها ڳالهه هڪ مثال ذريعي آسانيءَ سان بيان ڪري ٿي سگهجي.

فرض ڪريو ته هڪ پورهيت، ڪارخاني ۾ روزانو اٺ ڪلاڪ پورهيو ڪري ٿو. جتي جيتري پگهار کيس ملي ٿي، اوتري مُلهه جو مال هُو ٽن ڪلاڪن جي محنت ۾ ٺاهي وٺي ٿو. باقي پنج ڪلاڪ هُو جيڪا محنت ڪري ٿو، تنهن جو اُجورو ڪارخاني جي مالڪ واري کيسي ۾ وڃي ٿو پوي. حالانڪ جيتري محنت پورهيت ڪري ٿو، جيڪڏهن ان سموري محنت جو مُلهه کيس ملي پوي، ته ڪارخانيدار کي ته ڪُجهه به نه ملندو! ان مان ثابت ٿيو ته مزدور جيڪو مال تيار ڪري ٿو، ان مان نه رڳو هُو پنهنجو محنتانو ڪمائي ٿو وٺي، پر هڪ 'واڌو قدر' به تيار ٿو ڪري، جيڪو جنس جي شڪل وٺي، ڪارخانيدار جي قبضي ۾ هليو ٿو وڃي. جڏهن ته ڪارخانيدار پنهنجي هٿن سان ڪوبه ڪم نٿو ڪري. هاڻ ثابت ٿيو ته هن دؤر جو ڪارخانيدار پورهيت منجهان ايترو لاڀ پرائي ٿو، جيترو پُراڻي دؤر ۾ آقا پنهنجي ٻانهي منجهان پرائيندو هُئو. بلڪ ڪيترن پهلوئن کان پورهيت جي حالت ته ٻانهي کان به بُڇڙي آهي. مثال طور، عام طرح سان پورهيت ڇڙي هڪڙي فني خوبي رکي ٿو- يعني جيڪڏهن ڪنهن ڪارخاني ۾ بلب ٺهي

ٿو. ته هڪڙو پورهيت اُن جو شيشو ٿو ناهي. ته ٻيو تارون ۽ ٽيون اُنهن کي ڳنڍي ٿو. اهڙي صورت ۾. پورهيت لاءِ ٻيو ڪو چارو ڪونهي. ته هو پنهنجي حصي جو گهربل ڪم ڪندي. مُڪمل مهارت کان وانجهيل رهي. نه ته ٻي صورت ۾ لنگهڻ ڪٺنا پوندس.

مارڪس پنهنجي ڪتاب 'سرمايو' ۾. اها ڳالهه ثابت ڪرڻ جي جستجو ڪئي آهي. ته 'واڌو قدر' ڪيئن سرمايي ۾ مٽجي ٿو وڃي. جنهن سرمايي منجهان سرمايه دار نيون انجڻيون خريد ڪري نوان ڪارخانا هڻي، صنعت کي وڌيڪ وشال ٿو بڻائي. هو چوي ٿو ته ڏوڪڙ يا سرمايي جي هڪ خاصيت اها به آهي. ته اهو سدائين 'بيچين' هجي ٿو ۽ مسلسل واڌ ۾ رهي ٿو. اهوئي سبب آهي. جو هڪ ڪارخانيدار هڪ ڪارخاني تي قناعت ڪونه ٿو ڪري، بلڪ ٻيا به ڪارخانا لڳائيندو ٿو رهي. جڏهن ته وڏا ڪارخانيدار ننڍين ڪارخانيدارن جا ٽڏا پٽائڻ ۾ لڳا پيا هوندا آهن. بعد ۾ سڀ وڏا ڪارخانيدار ملي. ننڍين ڪارخانيدارن جو ڪباڙو ڪري ٿاڇڏين ۽ چند ماڻهو گڏجي، وڏا ڪارخانا هڻي، ڏن دولت جا مالڪ ٿي ٿا ويهن. ان هوندي به سرمايه دار سدائين پورهيت جو ڳيجهو رهي ٿو. پر پورهيت طبقو جڏهن باشعور بڻجي ٿو. ته اهو ان ڪارخاني کي پنهنجي قبضي ۾ وٺي. ڦورن کان سندن ڏنُ ڦري ٿو وٺي.

مارڪسوادي مذهب کي ڪونه ٿا مڃين. سندن خيال موجب ابتدائي دور کان، تواريخ ۾ ڦورو ۽ حڪمران طبقن. مذهب کي هٿيار طور ڪتب آڻيندي انسانن کي غلام بڻايو آهي. هو چون ٿا. ته قديم دؤر ۾ بادشاه مُلڪ جو حڪمران هُجڻ سان گڏ، اعليٰ مذهبي عهدو به پاڻ وٽ رکندو هُئو. مصر جا فرعون، چين جا خاقان، ايران جا ڪسريٰ ۽ روم جا سيزر وغيره، ڌرتيءَ تي خُدا جي نائبيءَ جو هامون هڻندا هُئا. سندن خلاف بغاوت ڪرڻ، خُدا جي خلاف بغاوت سمجهيو ويندو هُئو. اهڙي طرح مذهب جي معرفت، شهنشاهن پنهنجي جبر کي قائم رکيو. مذهبي پيشوائن ۽ رياست جي اها دوستي، بادشاهت جي پڄاڻيءَ تائين جاري رهي.

بادشاهن ۽ شهنشاهن کان پوءِ. سرمايه دار به جڏهن اقتدار جا مالڪ ٿيا. ته اُنهن پڻ مذهب کان ساڳيو ڪم ورتو ۽ ڏاڍي فراخدليءَ سان مذهب جي پرورش ڪيائون. اولهه جي سامراجين، پادرين جي مدد سان ايشيائي آفريقي مُلڪن تي قبضو ڪري ورتو ۽ بعد ۾ ڪين مَندين ۾ تبديل ڪيائون. بلڪ اڄ تائين مذهبي لبادي منجهه. پادري مختلف مُلڪن ۾ جاسوسيءَ جي ڊيوٽي ڪن ٿا.

مارڪس چوندو هُئو: ''مذهب عوام لاءِ آفيم آهي''. جو ته سندس خيال موجب، مذهب جي ڪري انسان بهشت جي ڏٺن ۾ ورتا پيا هوندا آهن ۽

زندگيءَ کي عارضي ۽ معمولي سمجهنديءِ پنهنجن حقن جي حفاظت تان هٿ کڻي ڇڏيندا آهن. اڄ به مذهب سندن لاءِ ذهني فرار جو سامان بڻجي پيو آهي. جنهنڪري هو روزاني زندگيءَ جي ڏکن، مصيبتن، محرومين ۽ مسڪينيءَ جو، حقيقت پسنديءَ سان ڀرپور جائزو وٺڻ ۽ پنهنجن حقن جي حصول لاءِ عملي جدوجهد ڪرڻ بدران، مذهب جي ڇٽيل تصوراتي دُنيا ۾ پناه وٺندا آهن. مارڪس چوي ٿو، ته عوام کي جڏهن هن دُنيا ۾ 'سچي خوشي' ملي پونديءِ ته اُهي اُن 'خيالي خوشيءَ' لاءِ باٿون ڪونه ڪائيندا، جنهن جو دلاسو مذهب کين ڏيو ويٺو آهي. نتيجي ۾ مذهب پنهنجو پاڻ ختم ٿي ويندو. مارڪسوادي، مذهب کي قديم زماني جي ڪنهن عُبوري دؤر جو يادگار ٿا ڳڻائين. تنهنڪري خُدا، روح، موت کان پوءِ جي زندگيءَ ۽ قيامت وغيره تي سندن ڪو به ايمان ڪونهي. روح بابت وضاحتون ڏيندي هو چون ٿا، ته غارن ۾ رهندڙ انسان جا خيال ٻاراڻا هئا. طبيعت ۾ مسلسل بيچينيءَ جي ڪري، ننڊ دؤران، هو خوابن ۾ جڏهن پاڻ ۽ پنهنجن دوستن کي گهمندي ڦرندي ڏسندا هئا، ته هو سمجهندا هئا، ته سندن اندر ڪا اهڙي وَٿُ به آهي، جيڪا خواب واري ڪيفيت ۾ چرپر ڪري ٿي. انهيءَ وَٿُ کي هُن روح جو نالو ڏنو ۽ هن تصور جنم ورتو، ته روح جسم يا مادي کان ڌار به رهي سگهي ٿو ۽ اهو لافاني به هجي ٿو. پراچين دور ۾ انسانن سج، چنڊ ۽ تارن وغيره کي به روحن جو درجو ڏيئي، سندن پرستش ڪرڻ شروع ڪئي. جيئن ته اهو ڪثرت پرستيءَ (Pluralism) جو زمانو هئو، تنهنڪري قبائلي سردارن وانگر، مختلف ديوتائن ۾ به هڪ سردار کي مڃيو ويو، جنهن کي خُدا يا خُداوند چيو ويندو آهي. هن سان گڏ اهو تصور به لاڳاپيل هئو، ته ٻين روحن وانگر، خُدا به مُجرد ۽ ممتاز آهي، تنهنڪري کيس ڪنهن مادي وجود جي ضرورت ئي ڪانهي. جدلياتي ماديت کي مڃيندڙ چون ٿا ته خُدا ۽ روحن جا تصور، انساني ذهن جي ايجاد آهن، جنهن کي بعد ۾ فطرت کان مٿاهيون هستيون سمجهي قبول ڪيو ويو ۽ اهو ويساه پُختو ٿيو، ته اُهي ماديءَ کان پرانهان آهن. مارڪسي اخلاقيات کي سمجهڻ لاءِ، مثاليت پسنديءَ جي ٻن پهلوئن تي ڌيان ڏيڻ ضروري آهي:

١- مابعد الطبعياتي: يعني مادو ذهن جي تخليق آهي.

٢- اخلاقي: يعني دُنيا ۾ ڪُجھ بُنيادي مقصد آهن، جن جي حاصلات لاءِ هر باشعور شخص جستجو ۾ آهي.

جدلياتي ماديت جا پوئلڳ، خيال پرستيءَ جي مابعد الطبعياتي تصورن کي رد ڪن ٿا، پر ان جي باوجود انهن جا پنهنجا نصب العين ضرور موجود آهن. سندن سڀ کان وڏو مقصد اهو آهي ته انساني سماج منجهان، معاشي ناانصافيءَ ۽ ڦرلٽ جو خاتمو آندو وڃي. انهيءَ مقصد جي لاءِ لکين ڪميونسٽن، پنهنجي

زندگين جو بـليدان ڏنو آهي. البت ايترو ضرور آهي ته هُو اخلاقي قدرن سان، مذهب کي سلهاڙڻ لاءِ تيار ناهن. هو اهو ٿا مڃين ته فلاڻو ڪم فقط انهيءَ ڪري ڪرڻ کپي، جو ڪنهن ماورا هستيءَ طرفان اهڙو حڪم ڪيل آهي؛ ۽ اُنهيءَ جي صلي ۾ بهشت جي بشارت ڏني اٿائين. بلڪ هُو ته ڪنهن به ڪم کي سرانجام ڏيڻ، انهيءَ ڪري ضروري ٿا سمجهن، جو اُنهيءَ جي نتيجي ۾ معاشي ۽ معاشرتي انصاف جي حصول ۾ مدد ٿي ملي. هُو چڱن عملن جو معاوضو، بهشت ۾ حاصل ڪرڻ جا قائل نه آهن. سندن آڏو عملن جو معيار، معاشي انصاف جي حاصلات ۽ زبردستيءَ جي ڦرلٽ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ ۾ آهي. جنهن به عمل سان انهيءَ ڇوٽڪاري ۾ مدد ملي ٿي، سو سٺو عمل آهي ۽ جيڪو عمل انهيءَ ڪوشش آڏو رڪاوٽون وجهي، سو خراب عمل آهي.

مارڪس ازلي ۽ ابدي اخلاقي قدرن جوقائل ناهي، سندس خيال موجب، معاشي ماحول جي مٽجڻ سان، اخلاقي قدر پڻ بدليو وڃن ۽ هُو چوي ٿو، ته جاگيرداري نظام ۾ اهڙا قدر رائج هيا، جيڪي جاگيردارن جي مفادن جو بچاءُ ڪندا هُيا. مارڪسوادي موسوي شريعت جي انهن ڏهن حڪمن جو مثال ڏين ٿا، جن ۾ شخصي ملڪيت جي بچاءَ جي تلقين ڪئي ويئي آهي. هُو چون ٿا ته جهڙيءَ طرح صنعتي انقلاب کان پوءِ جاگيرداريءَ واري نظام سان بـدل اخلاقي قدر تبديل ٿيا هئا، اهڙي طرح ڪميونسٽ انقلاب هڪ نئين اخلاق کي جنم ڏيندو، جيڪو معاشي استحصال ۽ ذاتي ملڪيت جو خاتمو ڪري ڇڏيندو ۽ پورهيت جي حقن جو ضامن هوندو. سندن خيال موجب، عام رواجي اخلاق، نظرياتي ۽ سمجھ کان مٿانهون آهي ۽ اصل ۾ هڪ اهڙي سماج سان لاڳاپيل آهي، جنهن جا بنياد بي انصافيءَ ۽ طبقاتي فرق تي بـدل هُئا. اهوئي سبب آهي، جو روايتي اخلاقي قدر، ان بي انصافيءَ ۽ طبقاتي تفاوت جو بهانو ڪندي، ذاتي ملڪيت جو تحفظ ڪرڻ گهرن ٿا. ان ڪانسواءِ مارڪسوادي روايتي اخلاق کي چند فردن تي بـدل سمجهن ٿا جيڪو آڳرين تي ڳڻجي سگهندڙ مراعات يافته شخصن لاءِ ته بيشڪ سک ڀرئي جيون ماڻڻ جو سبب بڻجي پئي سگهيو، پر گڏيل نياءَ ۽ انصاف کي پکيڙڻ ۾ ناڪام ٿيو. ياد رکڻ گهرجي، ته فقط چند فردن جي سک ڀرئي زندگيءَ کي مثال بڻائي، اجتماعي سطح تي ٿيندڙ بي انصافيءَ کي ختم نٿو ڪري سگهجي.

مارڪس جا پوئلڳ، معاشي برابريءَ کي سڀ کان اُتم اخلاقي مرتبو سمجهن ٿا سندن چوڻ آهي، ته جنهن سماج ۾ هر انسان جون ضرورتون سُهڻي نموني پوريون ٿينديون رهنديون ۽ کيس پنهنجن ٻارن ٻچن جي آئيندي بابت ڪابه اَڻ تُڻ نه هوندي، اُن سماج ۾ سلامتيءَ جو گڏيل احساس پيدا ٿي پوندو

آهي، جيڪو آخرڪار بڇڙائيءَ جي مڙني سببن کي ناس ڪري ڇڏيندو آهي.

مارڪسوادي چون ٿا ته روايتي اخلاق جي پيڙهه شخصي سک ۽ آرام تي رکي ويئي آهي، جڏهن ته اخلاقيات جو نصب العين، فردن جو سک ۽ آرام ناهي، بلڪ معاشي انصاف جو قيام آهي، جنهن سان سڀ ماڻهو سک ۽ آرام پرائي سگهن ٿا. مارڪسوادي چون ٿا ته ڪميونسٽ معاشري جو اخلاق، قديم دؤر جي اخلاق وانگر، مابعد الطبعياتي ساڃاهه کان متاثر هون يا فقط خيالي پرستيءَ سان لاڳاپيل نه هوندو، بلڪ عملي ۽ لاڳاپيل حالتن تي ٻڌل هوندو.

مارڪسوادين جو ويساهه آهي، ته مثالي فرد مثالي معاشري کي قائم ڪري سگهي. بلڪ مثالي معاشرو ئي مثالي فرد کي جنم ڏيندو آهي. آلڊس هڪسلي (Huxley) مارڪسوادين تي اعتراض ڪيو آهي، ته اُهي پنهنجن مقصدن جي حاصلات لاءِ، هر قسم جي وسيلن کي جائز سمجهن ٿا. انهيءَ جي جواب ۾ مارڪسوادي چون ٿا، ته نظريي ۽ عمل جي فرق وانگر مقصد ۽ وسيلي جو فرق به بي معنيٰ آهي. ٻئي هڪٻئي کان جدا ناهن، بلڪ پاڻ ۾ ملي هڪ ايڪو ٺاهن ٿا.

اهڙي معاشري جي ماڻهن آڏو، ڪنهن به واعظ ڪرڻ جي ڪا ضرورت ئي ناهي. ٻئي طرف جيڪو شخص غُربت ۽ ذلت جو شڪار هُجي، سندس بُنيادي ضرورتون به پوريون نه ٿينديون هجن ۽ جنهن کي پنهنجن ٻارن ٻچن جي آئيندي جو ڏک، اندران ئي اندران ڪوريندو رهي، اُن شخص کي ڪو به واعظ، نصيحت يا توڪل ۽ قناعت جو سبق، بُڇڙائيءَ کان باز نٿو رکي سگهي. انهيءَ جو مطلب ته مارڪسي اخلاقيات ۾ معاشي ۽ اخلاقي مسئلا، يا معاشي ۽ اخلاقي نصب العين، هڪٻئي سان جُڙيل آهن. مارڪسوادين جو نظريو آهي، ته اخلاقي سونهن تڏهن ئي برقرار رهي سگهي ٿي، جڏهن عملي طور تي معاشي ۽ سماجي انصاف قائم ڪيو وڃي. يعني سندن خيال موجب روايتي اخلاقيات جو بنياد، شخصي خوشيءَ ۽ سرهائيءَ تي ٻڌل آهي، جڏهن ته اخلاقيات جي اصل منزل فرد جي خوشي نه، پر معاشي برابريءَ جو حصول آهي ـ جنهن منجهان سڀ ماڻهو سرها ٿي سگهن ٿا.

جيستائين قدر آرٽ ۽ ادب جو واسطو آهي، مارڪسوادين جي خيال موجب، پيداوار جا وسيلا سياسي، سماجياتي ۽ عقلي عملن وانگر، جمالياتي حسن کي به رستو ڏيکارين ٿا. هو سچائيءَ ۽ چڱائيءَ وانگر، سونهن جي قدر کي به واڌارو ڏين ٿا. سندن چوڻ آهي ته جڏهن اهو چيو وڃي، ته فن زندگيءَ لاءِ آهي ته انهيءَ جو مطلب (جيئن اعتراض ڪرڻ وارا چون ٿا) سو نه هوندو آهي ـ يعني

فن جو ڪو خاص مقصد آهي. ان جو مطلب دراصل هي آهي، تہ فن زندگيءَ جي معروضي حالتن جي پيداوار آهي. معروضي زندگي فن کي جنم ڏيندي آهي، انهيءَ ڪري فن بہ زندگيءَ کي سگهارو بڻائيندو آهي. فنڪار تي اهو لازم ڪونہ آهي، تہ هو شعوري سطح تي ڪجھ واضح مقصد ذهن ۾ رکي، ڪو نظم چوي يا ناول لکي.

جڏهن سندس نظم يا ناول جو ڀاڱون حقيقي معنيٰ ۾ ”چيڪي مٽيءَ“ منجھ ڪُتل هونديون، تہ بيشڪ اُهو زندگيءَ جو هڪ سندر روپ وٺي اُسرندو۔ جهڙيءَ طرح ڪو گُل زمين منجهان پاڻ ۾ سُڳنڌ ۽ سونهن جا سياويڪ روپ وٺي نروار ٿيندو آهي. ايئن ڪڏهن بہ ڪونہ ٿيندو آهي، تہ ڪو گُل مٽيءَ منجهان بي رنگ بڻجي اُسري پوي ۽ بعد ۾ سندس پنکڙين تي رنگ چٽيا ويندا. اينگلز چوي ٿو:

”تخليقڪار جي ذاتي رايي جو اظهار جيترو ڳجهو هوندو، ادب ۽ فن لاءِ اهو اوترو ئي مفيد هوندو.“ ادب جا مارڪسي نقاد، فرانسي رومانويت جي نعري: ”فن فقط فن جي واسطي“ جا قائل ڪونہ آهن. هُو انهيءَ نعري کي مريضائي سونهن پرستيءَ جو ڪرشمو سمجهن ٿا، جيڪو موضوعيت ۽ پاڻپڻي جي دامن ۾ پلجي ٿو. سندن خيال موجب فن زندگيءَ لاءِ آهي، چو تہ انهيءَ جو بنياد زندگي ئي آهي. فرانز مهرنگ جي چوڻيءَ موجب:

”مارڪس ’فن فقط فن جي واسطي‘ واري نعري جو مخالف هُو ۽ ادب ۽ فن ۾، حقيقت نگاريءَ کي اهم ڄاڻيندو هُو. ڪيس سروانٽينز ۽ بالزاڪ جهڙا حقيقت نگار پسند هُئا.“

ادب جا مارڪسي نقاد چون ٿا تہ ذاتي ملڪيت جي وراثتي تصور جنهن خود غرضيءَ کي وڌاءُ ڏنو، تنهن اڳتي هلي ادب ۽ فن ۾ موضوعيت ۽ داخليت جو روپ اختيار ڪري ورتو. جهڙيءَ طرح هڪ سرمايي دار ذاتي نفعي خاطر معاشري جي ڀلائيءَ کي قربان ڪري ڇڏيندو آهي، اهڙيءَ ريت هڪ موضوعيت پسند فنڪار، پنهنجي پوڄا (نرگسيت) ۽ پاڻ ۾ گُم هجڻ ڪري، زندگيءَ جي جاندار تقاضائن ۽ انسان دوستيءَ جي اعليٰ قدرن کان لنوائي ويندو آهي. ادب جا مارڪسوادي نقاد چون ٿا، تہ سرمايہ دارانہ ماحول ۾، اخلاق جي عالمن، فيلسوفن ۽ سياست دانن جي فڪر ۽ نظرين وانگر، فنڪار ۽ اديب جي راءِ پڻ متاثر ٿيندي آهي. سندس احساس مريض بڻجي ويندا آهن ۽ نظر جهيڻي ٿي پوندي آهي. جنهن ڪري هو زندگيءَ کان سڌو سنئون موضوع وٺڻ بجاءِ، پنهنجي اندر ۾ گوتا هڻندو آهي. هُن جي گنجريل خيالن ۽ بيمار احساسن کي بيان جو سادو ۽ سيبتوڏانءُ ملي ڪونہ سگهندو.

تنهن ڪري سندس ڳالهائڻ جو طريقو بہ وِچڙي ويندو آهي ۽ هو انهيءَ

کي رمزيت يا تجريدي آرٽ چئي، پنهنجين ڪوتاهين جو جواز پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

مارڪسوادي چون ٿا، تہ فنڪار جون تخليقون تڏهن صحت مند ٿي سگهنديون، جڏهن هو هڪ صحتمند معاشري ۾ جيون گهاري ۽ سندس احساس ۾ ساڳي فطري سوپيا ۽ نواڻ هجي، جيڪا بهار ۾ ڦٽل پنکڙين ۾ هوندي آهي. هو چون ٿا تہ صحت مند معاشري ۾ ئي انسان دوستيءَ جا قدر نپجي سگهن ٿا. ٽالسٽائي وانگر، مارڪسوادين جي خيال ۾، فن جو مرتبو وڏ ڪان وڌ ماڻهن کي خوشيءَ جو سامان مهيا ڪرڻ آهي. اهوئي سبب آهي، جو ڪميونسٽ ملڪن ۾ لوڪ گيتن ۽ لوڪ ناچن کي وڏيڪ مقبوليت حاصل رهي آهي.

ادب جي مارڪسي نقادن کي جيڪڏهن اهو چيو وڃي، تہ جاگيردارن جي معاشرتي نظام (جيڪو معاشي ناانصافيءَ تي بڌل هُئو) دنيا جا ڪجھ عظيم ترين فنڪار ۽ اديب پيدا ڪيا هئا، تہ هو جواب ڏين ٿا تہ انهن زمانن ۾ پڻ عظيم فن جي تخليق ڏهندڙ معاشري ۾ تضادن جي پيداوار آهي. جيئن اٺويهين صديءَ جي ڏهندڙ معاشري گوئٽي ۽ شلر کي پيدا ڪيو، جن جو فن ۽ ڪلپنائون انهيءَ زمانيءَ جي پڇندڙ ٻرندڙ قدرن خلاف، بغاوت جي نشاندهي ڪن ٿيون. مارڪسوادي جدلياتي ماديت کي هڪ انقلابي جذبو سمجهن ٿا. لينن جو قول آهي تہ: "انقلابي نظريي کان سواءِ ڪا بہ انقلابي تحريڪ اڳتي وڌي نٿي سگهي."

*(علي عباس جلالپوريءَ جي ڪتاب، 'روايات فلسفہ' تان ڪنيل)*

سڪٽي انائيت ۾ ويتر هيل انفراديت پسندي، ڪنهن
به شخص تي بهتر تاثر قائم نٿي ڪري سگهي.
اهڙي طبعيت تي قابو پائڻ ڪان وڌيڪ دُنيا ۾ ٻي
ڪابه اهم شئي ڪانهي. ياد رکڻ کپي انفراديت
جي اعليٰ ترين حاصلات به. اتم درجي جي گڏيل
سماجي سرشتي منجهان ئي پلئه پئي تي سگهجي.
(پيٽر- اي- ڪروپاتڪن)





# هڪ روسي پادريءَ جي انقلابي عبادت

سوويت عوام جي جرمن نازين خلاف انقلابي جدوجهد ۾، سوويت عوام جي دل ـ گهُربي دوست ۽ همسفر پادريءَ، فيودور يزانوف بابت هيءَ مختصر ڪهاڻي، انقلابي رضاڪار استاد ووسڪو بوئينڪوف جي بُڌايل آهي، جيڪو تنهن وقت ۾ 'سڪوو' علائقي جي رضاڪار دستن جو سربراهه هئو. اها حقيقت آهي، ته هيءَ مختصر ڪٿا فقط ٻن يا ٽن صفحن تي پکڙيل آهي، پر وطن سان مُحبت، نظرياتي ڪُنڌپٽي خلاف انساني قدرن جي عظمت جو، هڪ لازوال ۽ نه وسارڻ جوڳو قصو آهي.

جنهن جو مُک ڪردار ’فيودور‘ هڪ ڳوناٽي پادريءَ جي روپ ۾، اڻ توريو املھ ماڻڪ آهي.

گهڻو اڳ جڳ مشهور دانشور مارڪس اورلي چيو هيو تہ اسان جي زندگي ايئن ئي آهي، جيئن خيال ان کي بڻائين ٿا. انهيءَ ڳالھ کي نظر ۾ رکنديءِ هيءُ پيار ڀريو پادريءَ اسان کي چوڻ تہ ڪو اهڙو خيال لڳي ٿو، جنهن خيال ۾ ڪنڌريٽي، ذاتي سُک، ڀاڙيائپ ۽ پيٽ ڇٽائپ جو ڪوبہ جُزو ملاوٽ ٿيل ڪونهي. بلڪ هو تہ ڪنهن اهڙي فرحت بخش گُل جي خوشبو مثل آهي، جيڪو هر جڳھ تي واسنا ڪندي، ماحول کي مهڪائي وجهي ٿو. هيءُ مذهب جو انساني تصور پيش ڪندڙ محبتي ماڻهو، اسان جي مدرسن ۽ عبادت گاهن ۾ ويٺل مُنافقن ملن موراڻن، مذهبي ٺيڪيدارن، پير صاحبن ۽ بدافعال بي عقل عالمن جي منهن تي هڪ چماٽ آهي. جديد دُنيا دائرن، گولاين ۽ ليڪُن کان مٿي چڙهي هلي آهي. جتي گوٺناٿين، بچاپڙائين ۽ خوشامدين جي مٿان سچائين، حقيقتن ۽ اخلاقي ايمانداريءَ کي سرسي حاصل ٿي رهي آهي، اُتي پرستاريت جي پوري ڪاٺ کي بہ سُرو لڳي رهيو آهي. عمل ۽ احساس جي پرک، فقط انهيءَ جي صحيح يا غلط هجڻ، يا وري خلق جي دوست يا دشمن هجڻ سان ٿئي ٿي. هڪ بدڪردار ڪميونسٽ جي ذلتن تي ڦٽڪار ٿي پوي ۽ باڪردار مذهبي انسان جي ساراھ ۾ اُتساهيندڙ گيت تخليق ٿين ٿا. چو جو هاڻي سڀ جون اڪيون کلنديون پيون وڃن، تہ مطلق سچائي ۽ عقلِ ڪُل جو دعوائون فقط اونده ۾ هٿوراڙيون ڏيڻ جي برابر آهن. جڏهن تہ حقيقت جو رستو سهپ، سبب ۽ سيبتائيءَ وارو آهي، جيڪو باهمي اشتراڪ ۽ خيالن جي انصاف ڀري ڏي- وٺ جي ذريعي حاصل ٿئي ٿو.

هن مضمون جي ترجمي ڪرڻ جو مقصد، هڪ تہ پاڻ وٽ موجود بي عمل ۽ لباڙي مذهبي عالمن جون اکيون کولڻ آهي تہ حقيقتن کي مختلف هنڌن تان نروار ٿيندي ڏيکارڻ لاءِ، لڪير جا فقير بڻجڻ واري بدعت کان بچڻ جي ڪوشش پڻ.

- سنڌيڪار

’اسڪوو‘ شهر کان ڪجھ ميل پري، ڪنهن عام واهڻ جهڙو ’برود ورچ زاپولبي‘ نالي هڪ ڳوٺ آهي، جنهن ۾ پاڇين يا سبزين جي واڙين کان سواءِ، سرن سان چٽيل ڪونڙيون ۽ هڪ گرجا گهر بہ آهي. هن ڳوٺ تي نازي جرمنن قبضو ڪرڻ شرط ئي، پنهنجو هٿ ٺوڪيو هڪ چڱو مڙس مقرر ڪري، ان هٿان زاپولبي ڳوٺ وارن لاءِ، خاص حڪمناما جاري ڪرائي انهن کي عام

جڳهه تي هٽائي ڇڏيو. جنهن ۾ اهو ٻڌايو ويو ته جيڪڏهن نازي حڪمن جي انحرافي ڪئي وئي، ته ان جا ڪهڙا ڏڪائيندڙ نتيجا نڪرڻا هئا؟ ڪُجهه وقت ڪان پوءِ انهن 'ضابطن' جي پيچڪڙي ڪرڻ جي الزام ۾، ٻن ڄڻن ڪي گرجا گهر جي سامهون وچ چوڪ تي ڦاهو ڏيئي به ماريو ويو هئو. ظاهر آهي ته انهيءَ دهشت جي نتيجي ۾، هرڪو وڃي گهرن ۾ لڪو.

انهيءَ وچ ۾ پر واري وطن دوست مزاحمتي ٽوليءَ کي خبر پئي، ته مقامي پادري 'فيودور' انهن نازين کي پٺ پائيءَ ۾ مسيحي جماعت مان خارج ڪرڻ جو اعلان ڪيو هئو، جن سندس ڌرتيءَ تي قبضو ڪيو هئو. انهيءَ کان سواءِ هن گرجا گهر ۾ ايندڙ ماڻهن تي به، وطن جي ويڙهو جوڌن جي مدد ڪرڻ لئه زور بار ٿي وڌو. پر تڏهن به اجا انهن ڳالهين جي تصديق ڪونه ٿي هئي.

انهيءَ سلسلي ۾، چئن مُحب وطن ساٿين کي حڪم آيو، ته هو روس جي جاسوسي ڪاتي 'روسي' وٽ حاضر ٿين. هي چار ئي همراهه جڏهن هيڊڪوارٽر ۾ پهتا، ته ڪمانڊر ڪين مخاطب ٿي چيو: "ڪامريڊو، ڇا توهان ۾ ڪي پڪا مومن آهن؟" پر سُٽ ئي آيل شخص جي چهري تي سمجهه پري پريشانيءَ کي محسوس ڪندي، هن ٻيهر ڪڙائيءَ سان چيو: "مان توهان کان ٻيهر ٿو پڇان، ته توهان مان اُهي ڪير آهن، جن کي ڪليسائي عبادتن جي پيليءَ پٽ ڄاڻ آهي؟ توهان کي هتي مسخريون ڪرڻ نه، پر هڪ معرڪي ۾ حصو وٺڻ لاءِ سڏيو ويو آهي. اسان کي 'زاپولبي' جي پادريءَ، فيودور سان هر حالت ۾ رابطو ڪرڻو آهي. منهنجون توهان کي سخت هدايتون آهن، ته انهيءَ پادري سان وڃي ملو. پر اهڙي طريقي سان، جو ڪنهن کي به مٿس شڪ شبهو نه ٿي سگهي. انهيءَ سلسلي ۾، توهان کي سڀ اُپاءَ وٺڻ مُباح آهن."

ٻئي ڏينهن صُبح جو ساجهر، ٻن همراهن زاپولبي ڳوٺ طرف الله توهار ڪئي ۽ تڙڪي مهل وڃي پادريءَ جو در ڪڙڪايائون. دروازو پادريءَ پاڻ اچي کوليو. ڪيس پراٺو ڪٿو پاتل هجي، چهري تي اڇي سونهاري ٿي جرڪيس، جڏهن ته سندس چهرو اپريل ۾ ڪڙو پئي لڳو. پادريءَ ٻهريائين آيل ٻنهي اڻجاتل همراهن کي گول ڪاون واري عينڪ (جيڪا ٻن سڳن سان ڇڪي، ڪنن ۾ ويڙهي وئي هئي.) منجهان، خاموشي سان ڏٺو ۽ پوءِ ڪين اشاري سان اندر هلڻ لاءِ چيو.

ڪمري ۾ پهچڻ کان پوءِ هُو آيل مهمانن کي ميز آڏو ويهڻ لاءِ چوندي، پاڻ سندن سامهون ٿي ويٺو، ته جيئن سندن مقصد چڱي طرح سمجهي ۽ ٻڌي سگهي. پر هن ڳڀرو جوانن کي، ڪو به اهڙو سهنجو طريقو ذهن ۾

ڪونہ ٿي آيو، جنهن ذريعي هو پنهنجي سڀ واري 'اعتقاد' ۽ پنهنجائپ واري خيال کي بيان ڪري سگهن. جنهن لاءِ ئي هنن هيءُ هوشياري ڀريو روپ اختيار ڪيو هئو. بهرحال، منجهائن هڪڙي نيٺ چيو: "عزت ڀريا پادري صاحب، اسان کي پتو پيو آهي، تہ توهان ڳوٺ ۾ ڳاڙهي فوج جي سگهي واپسيءَ بابت اعلان ٿا ڪندا وتو؟ ڇا اهو سڀ سچ آهي؟"

"هائو، آئون سندن انتظار ۾ آهيان، تہ هو ڪڏهن ٿا موٽن!" پادري فيودور ورائيو: "پر ان جي اوهان وٽ ڪهڙي ثابتي آهي؟" همراهن وري ٻيو سوال ڪيو.

پادري فيودور ڪجھ گهڙين لاءِ ساڪت ٿي ويو. پنهنجي چشمي کي لاهي اکيائين ۽ پوءِ چيائين:

"پاڪ ڪتاب مون کي انساني رت وهائڻ ۽ هٿن ۾ هٿيار کڻڻ کان منع ڪن ٿا. پر هاڻي جيڪڏهن مون کي رائيفل ملي، تہ آئون ڪن ظالمن کي خون بہ ڪري ڇڏيندس."

انهيءَ کان پوءِ آيل همراه وري ڪنهن سوچ ۾ ٻڏي ويا. آخرڪار ٻنهي مان هڪڙي پنهنجي جائزن جي ڪئنواس مان ڳالهائيندي چيو:

"وڙهڻ لاءِ تہ لاتعداد ماڻهو پيا آهن، جيڪڏهن توهان واقعي ئي اسان جي ڪا مدد ڪرڻ چاهيو ٿا، تہ پوءِ اسان توهان کي هڪ وڏيڪ ڪارائتو ڪم ڏسيون. سو اهو تہ ڳوٺ ۾ اجا بہ ڳچ ماڻهو رهن ٿا، پر نازين جي قبضي هيٺ رهندي هو ڏاڍا ڏنل آهن. ڪين سرحدن تي تازي جنگي صورتحال بابت ڪا بہ سُڌ ڪانهي. ڇا اوهان پسند ڪندؤ تہ اسان جي معرفت توهان تائين رسايل، تازيون جنگي خبرون ڪين پهچي سگهن؟" سندن انهيءَ سوال تي، پادريءَ ڪنڌ ڌوٺيندي هائوڪار ڪئي، تہ هو سندس ٿورا مڃيندي اُتان روانا ٿيا.

ڪُجھ عرصو پوءِ جڏهن خزان جي پڇاڙڪن ڏينهن واري موسم هُئي، ڳوٺ جي مٿان مٽيءَ جي طوفانن وسڪارو لائي ڏنو هُئو. ايتريقدر جو گهوڙن، ماڻهن، توڙي ٻين ساهوارن جو، رستن تي هلڻ چلڻ مُشڪل ٿي پيو هُئو. مٿان وري ڇتين مٿان پوندڙ زوردار مينهن، منجهائن هر ڪنهن کي، گهر اندر قيد ٿيڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو هُئو. پر انهيءَ صورتحال هوندي بہ 'زاپوليي' ڳوٺ جا رهواسي، بنان ڪنهن وقفي جي، روزانو گرجا گهر ڏانهن ايندا ويندا هئا. بلڪ هن موسم ۾، هُو پنهنجن ٻارن کي بہ لوبون ويڙهي ڪين ساڻ وني ويندا هُئا.

گرجا گهر جي ڪوساڻ ڀريل ماحول ۾ ميڻ بتين جي جهيڻي روشنيءَ ۾ پادري سگورو، پهريائين تہ پاڪ ڪتاب منجهان، ڪين دلجاءِ ۽ آٿت ڏياريندڙ مناجاتون پڙهي ٻڌائيندو هُئو ۽ پوءِ ساڳئي سُريلي ۽ مناجاتي آواز واري نفاست

سان ڳاتل ڪنهن مقدس راڳ واري انداز ۾، ڪين سوويت سڌ سماءَ واري ڪاتي جي طرفان جاري ڪيل، جنگي محاذن جي تازي صورتحال بابت، خبرون به ٻڌائيندو ويندو هئو. ويٺلن منجهان، ڪنهن ڪي به سڌ ڪانه هوندي هئي، ته وٽس اهي احوال ڪٿان ٿا پهچن. هر ڪنهن ايئن پئي سوچيو، ته يا ته گرجا گهر جي ڪنهن ڪُنڊ ۾ هُن ڪٿي ريڊيو سيٽ لڪائي رکيو آهي، يا وري رات جو لڪي ڇپي، هو انقلابي مجاهدن سان رابطي ۾ ٿو اچي. مُنڍ ۾ ته پادريءَ جي ايڏي جرئت تي، هر ڪنهن کي شڪ شبها اُڀريا ۽ ڪو وقت ته هر ڪو ڪانئس خوف به کائيندو رهيو، پر ٿورڙي ئي عرصي ۾ مولودن واري طرز ۾ خبرن پڙهڻ ۽ پمفليٽ ٻڌڻ، جڻ ته سندن روح جي خوراڪ بڻجي پيو. هو سندس ڳالهيون دل لائي وڏي اُتساهه سان ٻڌندي، بعضي ته ڪانئس ساڳيون خبرون ورائي پڙهڻ جي فرمائش به ڪندا هئا.

هن سلسلي جو اندازو نازين جي مقرر ڪيل، ڳوٺ جي چڱي مڙس کي ٿي چڪو هئو. ڪيس سڌ هئي ته انقلابي مهندار، ڪيئن ۽ ڪنهن وقت گرجا گهر ڏانهن اچن وڃن ٿا. پر سندس جهڙي اتحاد لاءِ، انهن ڪامريڊن کي سڃاڻڻ وڏو مسئلو هئو. اُن هوندي به هن گرجا ڏانهن ويندڙ مڙني همراهن تي نظر رکڻ شروع ڪئي. ٿورڙي ئي وقت ڪان پوءِ سندس مُشاهدي ۾ آيو، ته بنان ڪنهن ڳجهه ڳوهه يا سسپس جي، هر ڪو عام جام پادريءَ وٽ اچي وڃي پيو. هوڏانهن پادري فيودور به انتهائي وقار ۽ بُردباريءَ سان، بنان ڪنهن ماڻهوءَ تي خاص ڌيان ڏيڻ جي، گرجا جو ڪاروبار هڪ ـ ڪرو پيو هلائي. پر جڏهن مقرر ٽائيم اچي ٿو، ته روزمره وانگي، هُو آرام سان مليل پمفليٽ ڪڍي پڙهڻ شروع ٿو ڪري.

بهرحال، اها سڄي ڪارروائي نازي ضابطن جي بلڪل برخلاف هئي، پر چڱي مڙس لاءِ مسئلو هي هئو، ته زاپولبي شهر ۾ نه رڳو نازي فوجن جا دستا موجود ڪونه هئا، پر ڪا گشتي پلاٽون به ڪونه هئي. اهڙي صورتحال ۾، آخر ٿي ڇا پئي سگهيو؟ انهيءَ مسئلي تي چڱي خاصي مشاڪُٽ ڪان پوءِ، هُن نازي فوج جي ڪمانڊر سان ملاقات ڪرڻ لاءِ، شهر وڃڻ جو فيصلو ڪيو. پر همراه ويو اهڙو، جو اَتو پَتو ئي گم! پورو مهينو گذري ويو، پر چڱو مڙس ڪونه موٽيو ۽ نه وري نازين ئي ٻيهر ڳوٺ جو رُخ رکيو. ايستائين جو سياري جي شروعات ٿي وئي.

پر اچا پهرين برفباري مس ٿي هئي، ته نازي ڳجهي تنظيم ’گستاپو‘ جي هڪ آفيسر اچي ڳوٺ ۾ نڪاءُ ڪيو. سندس اڳواٽيءَ ۾ آيل فوجي، گهرن ۾ وني ڪاهي پيا ۽ گهرن ۽ جاين مان ماڻهن کي گهيلندا ٻاهر ڪڍيندا ويا. سندن رڙ پئي پئي ته، ”پادري فيودور ڪٿي آهي؟“ پر پادري

اهڙو ته گولي ٿيو، جو ڪنهن کي سنڌس پاڇو به هٿ ڪونه آيو. ڪيس ڳوليندي نازي فوج گرجا گهر سميت، سڄي ڳوٺ کي باهه ڏئي ساڙي ڇڏيو. بهرحال ان ڪارروائيءَ جا ڪيتا، انهيءَ فوجي آفيسر کي به ڏينهن ئي پيا! ڳوٺ کي اُجاڙڻ کان پوءِ، جيئن ئي هو واپس وڃي رهيو هئو، ته موٽندي سنڌس دستي جي، انقلابين سان هڪ مختصر جهڙپ ٿي، جنهن ۾ سنڌس اَنت اچي ويو. اُن کان پوءِ انقلابين پنهنجي سرِ پادريءَ جي ڳولا شروع ڪئي، پر هو هٿ نه اچڻو هئو سو ڪونه آيو!

ها البت اها خبر سو پئي، ته جنهن وقت آگ جا اُلا ڳوٺ کي وڪوڙي ويا هئا، ته لڳي ٿو ته ڪنهن همراهه ڏنو هئو، ته ڪي ماڻهو پادريءَ کي ڳوٺ جي پٺيان، ٿورو پريرو هڪ وڻاڻ يا واڙي ۾ ڪٽي ويا هئا. ڪنهن پئي وري ڏس ڏنو، ته ڳوٺ ۾ ڪلور ٿيڻ کان هڪ ڏينهن اڳ، پادري بابا جهنگ ڏانهن نڪري ويو هئو. بس مسئلو اهو هئو ته هو ڪيڏانهن به ويو! پر انقلابين ۽ ڌرتيءَ جي پاسبانن جي ٽوليءَ ڏانهن بهرحال ڪونه ويو هئو. گهڻا ڏينهن گذري ويا، سڀ ڪنهن ايئن پئي سمجهيو، ته ڪراڙو پادري خدا وٽ وڃي پهتو هوندو. جيتوڻيڪ سنڌس ذڪر ڏاڍي احسان منديءَ سان ٿيندو هئو، پر آهستي آهستي هو ويو سڀني کان وسرندو ۽ پوءِ مهيني ماسي سنڌس نالو آيو ته وهوا نه ته ٿيو خير!

بهرحال هڪ پيري ڪو سنتري، جيڪو ڪنهن پئي مجاهدن جي ديري تي پهريدار هئو، تنهن زاپوليبي کان سؤ ڪلوميٽر پري هڪ هيڊڪوارٽر تي پاڻ سان گڏ سليٽي ڏاڙهيءَ سان ڪو ڪراڙو همراهه آندو، جنهن جي خواهش هئي ته ڪميسار سائِس ملاقات ڪري.

ڪميسار صاحب سائِس ملاقات جي اجازت ته ڏني پر ملڻ سان ئي پهرين نظر ۾ ڪيس هُن سڃاتو. هي پوڙهو، پيو ڪونه پر زاپوليبي جو پادري فيودور هئو. جنهن جي تصديق سنڌس منفرد عينڪ به ٿي ڪئي. ڪميسار سان ملندي ئي، ڪراڙي پادري ڪيس تعظيمي سلام ڪيو ۽ پنهنجي ڪلهي تان هڪ ٿيلهو لاهي، انهيءَ کي ميز تي چنبي خالي ڪيائين. جنهن مان نوٽن جون دستيون، سونا سڪا، چانديءَ ۽ سون جا ڳنڍا ۽ اڻ لڀ نوادرات ڇڻ ڇڻ ڪندي ميز تي پکڙجي ويا. اهو سڀ رکڻ کان پوءِ هو چوڻ لڳو: ”منهنجا ٻچڙئو، هي لڳ ڀڳ پنج لک روبل جو آندل سڄو سامان توهان لاءِ آهي. هيءَ سڀ روڪڙ واهڻن جي رحمدل ڳوٺاڻن ڏني آهي ۽ سڄو سون ساڙيل گرجا گهر مان مليو اٿم. هيءَ سڄي دولت عوام جي آهي، جيڪا عوام ئي ڪٺي ڪئي آهي. اها آئون اوهان آڏو، جيڪي حقي واجبي اسان جي ملڪ جون اختياريون آهيو، پيش ڪندي هڪ گذارش ٿو ڪريان ته جيڪڏهن

اوهان ڪان پُڇي، ته انهن پئسن ڪي ٽئنڪن جا دستا ناهڻ تي خرچ ڪيو ۽ انهن دستن ڪي، روسي جنگي سورمي دميتري 'دونو ڪسوئي' جي نالي ارپيو." ان مهل جيڪي هيڊڪوارٽر ۾ موجود هيا، سيني کي چڻ ته اُپ ساهي ٿي پئي، جيڪي هن عظيم پادريءَ کي ڏسي حيران هئا.

اڳتي هلي 1944ع ۾، جڏهن سوويت فوجن 'سڪوو' علائقي کي آزاد ڪرايو، ته لين گرادِ شهر جي ابي 'اليڪسي' کيس پنهنجي آفيس ۾ گهرائي، سندس آڏو عقيدت جا گل پيش ڪندي چيو:

"عوام اوهان کي پنهنجي هڪ محافظ جي حيثيت ۾ تسليم ڪيو آهي." هن بيشمار مُبارڪون ڏيڻ کانپوءِ، پوڙهي پادريءَ جي سيني تي اعزازي بِلو سجائيندي، کيس ٻڌايو: "هيءَ عوام جي طرفان توهان جي عزت افزائي آهي."

"ولوديا منهنجي طرفان مهربانيون ۽ احسانمندي قبول ڪريو." پادريءَ فيودور وراڻيو.

پوءِ هن چيو: "منهنجي هاڻي اچي پڇاڙي ٿي آهي. ويچارڙن سادن اختياريءَ وارن منهنجي لاءِ موزون سمجهيو آهي، ڇا آئون هڪ ڪليسائيءَ جي حيثيت ۾، پاڪ صليب کي فوجي تمغي جي پرسان سينگاريان؟"

ميونسپالٽيءَ جي سربراه مُرڪندي وراڻيو:

"اوهان جي صلاحيتن جي مڃتا نه رڳو ڪليسا ڪئي آهي، پر ساڳئي نموني هن سادڙي دُنيا طرفان به توهان جي امرتا تسليم ٿي آهي، جيڪا ڳالهه ڪنهن پادريءَ لاءِ، انتهائي خوشيءَ جي ڳالهه آهي. اهڙو پادري، جيڪو پنهنجون سوچون ۽ زندگي، عوام جي ٻلي ڪري ٿو ڇڏي. مهرباني ڪري منهنجون مبارڪون به قبول ڪريو." پوءِ جڏهن پادري فيودور پنهنجي ماڳ موٽي پهتو، ته هر ڪنهن هميشه سندس ڇاتيءَ تي سجيل اعزازي صليب کانسواءِ هڪ ٻيو فوجي تمغو به ڏٺو، جنهن تي "حب الوطنيءَ جي جنگ وڙهندڙ هڪ ساٿيءَ لاءِ" جا لفظ اُڪريل هُئا.

انهيءَ پياري پادريءَ فيودور جو لاڏاڻو اڄ کان ٽيهه ورهيه اڳ لينن گراد ۾ ٿيو، جتي کيس مرڪزي گرجا گهر جي پِر ۾ دفنايو ويو. هن جاءِ تي سندس همعصر جوڙيوالن مرتبي جون رسمون ادا ڪندي، قبر آڏو هن جهوني جوڳيءَ جي شان ۾، رائيفلن جا ٺڪاءَ ڪري کيس سلام پيش ڪيو.

(SPUTNIK جي ڪنهن پرچي تان ڪنيل)

اها ڳالهه هر پهلوءَ کان نشاندهيءَ جوڳي آهي، ته
ڪوبه حقيقي خوش گُفتار شخص، سطحي ۽ نيچ
سوچن کان پوتر هُجڻ کپي. ڇاڪاڻ ته اهو
نامُمڪن آهي، ته خسيس ۽ خوشامد پسند خيال ۽
خواب رکندڙ انسان ڪن به لافاني قدر کان آگاهي
ڏيئي سگهي. اسان کي سمجهڻ گهرجي ته عظيم
ٻول اهي چپ ئي اُچاري سگهن ٿا، جن جي سوچ
سندي جوهر ۾ شاندار تصورن جي امرت ڌارا
وهندي هُجي ٿي.

(Longinus)





# اوپير جي تواريخ جو اڻ-ڳاتل سُورمو

لاتعداد رنگن جي هن وسيع سرشتيءَ ۾، هر رنگ جو سياويڪ تاثر آهي. پوءِ به اها حقيقت آهي، ته انهيءَ رنگ برنگي دنيا ۾، پائيدار ۽ پڪا رنگ ٽي آهن- يعني ڳاڙهو، سائو ۽ نيرو. جن جي انفراديت، ڪنهن به شڪ يا سوال کان مٿانهين آهي، ڇو جو انهن جي ڳنڍپ ۽ ميلاپ سان ته ڪئين نوان روپ رنگي سگهجن ٿا، پر ساڻن ڪو به برميچي نٿو سگهي. ماڻهو به طبيعتن ۽ وجود

جي لحاظ کان، جڙ ته ڪي مختلف رنگ آهن.
منجهائن ڪي اهڙا به آهن، جن لاءِ لطيف پڻ چيو آهي ته: ”توڙي ڏوہي ڏوءِ، ته به لالائي نه لهي!“
تبديليءَ ۽ تغير جا سهسين سينگار ڪنڌڙ انهيءَ دنيا ۾، جتي لاتعداد اڻ ڦيٺ ماڻهو پنهنجا وارا وڄائي ويا آهن، اُتي وچ اوير جي ملڪ الجزائر جو حواري بومدين پڻ، ڳڻپ لائق انسانن منجهان هڪ آهي. اهڙا انسان جن پنهنجي ڌرتيءَ ۽ عوام لاءِ پنهنجي زندگيءَ جي ملڪيت قربان ڪري ڇڏي. حواري بومدين، بيشڪ انقلابي جدوجهد ۽ غلاميءَ جي خلاف جنگ جو هڪ اهڙو ڪردار آهي، جنهن کي ڪا گهٽي شُهرت حاصل ڪونه ٿي سگهي آهي، پر انهيءَ ڳالهه ۾ ڪو شڪ ڪونهي، ته موچارن مهاندن وارو هي شخص پنهنجي قربانين جي ڪري، انسانيت جي آڪاش جو هڪ لازوال ستارو آهي. جنهن پنهنجي ذات جي سچي عظمت ۽ دماغي صلاحيتن جي سموري پونجي، ستايل ۽ هيسيل الجزائري عوام جي پيرن ۾ رکي ڇڏي.
هو قومي آزاديءَ جي تحريڪ ۽ عالمي سماجوادي برادريءَ جو هڪ اهڙو عزت ڀريو اڳواڻ هيو، جنهن نالي ۾ نهال قومپرستن، جاگيردار بي ضمير طبقي ۽ وات ٽُڪاٽي ڪندڙ، ٻڙواتي ڪميونسٽ ڪُوڙن ڪامريڊن جي ٻهانن، تاويلن ۽ ترڪتالي تجزين کي قبول ڪرڻ بدران، 'نڪروما'، 'ٽيٽو' ۽ 'ڪئبرال' وانگر، پورهيت مظلوم عوام جي ڏکن ۽ ڏاکڙن ڀري زندگيءَ جو مطالعو ڪيو. سندن اهنجن ۽ ايذائن کي محسوس ڪيو- ۽ پوءِ سندن ئي تعاون سان، آزاديءَ جي جنگ جي شروعات ڪئي.
ظاهر آهي ته جنهن جنگ جا بنياد سچائيءَ، سادگيءَ ۽ سچٽائپ جهڙن سُهڻن اصولن تي رکيل هُجن، تنهن ۾ ناڪاميءَ جو ته سوال ئي پيدا نٿو ٿئي! نتيجي ۾ اهي عوام، جيڪي جهالت ۽ ٽيسي جي باهه ۾ صدين کان سڙندا ٿي آيا، تن پنهنجي اورچ قيادت ۽ باصلاحيت پارٽيءَ، يعني 'قومي آزاديءَ جي محاذ' جي سرواڻيءَ ۾، عين انهيءَ وقت دنيا جي هڪ زبردست استعماري طاقت، يعني فرانس کي بدو عربن آڏو گوڏا کوڙڻ تي مجبور ڪيو. انهيءَ سڄي جدوجهد ۾ حواري بومدين جو ڪردار، ڪڏهن به وسارڻ جوڳو ناهي. توڙي جو قومي آزاديءَ جي هن سدابهار سرواڻ کي، اها اهميت ڪونه ملي سگهي آهي جيڪا سندس حق آهي، پر تواريخ ۾ جڏهن به انساني وقار ۽ مهانتا لاءِ جدوجهد جو ذڪر ايندو، ته ڪيس نظرانداز ڪرڻ ناممڪن هوندو.
هيءُ مضمون 'سياسي خاڪن' جي سلسلي ۾، روس جي رسالي ماهوار 'پريسترائيڪا' جي فيبروري 1990ع واري پرچي ۾ شايع ٿيو، جيڪو

تواريخ جي هڪ روسي ڄاڻوءَ ولاديمير خوروس لکيو آهي.

ـ سنڌيڪار

حواري برمدين، جنهن جي مرتبي کي جيتوڻيڪ ٻارهن ورهيه گذري چڪا آهن، پر تواريخي طور تي ڪنهن به گهڻ رخي شخصيت جو وزندار ۽ ايمانداريءَ ڀريو تجزيو ڪرڻ لاءِ اهو مدو تمام گهٽ آهي. تحقيق نگارن کي، هن زبردست سياسي اڳواڻ جو مڪمل خاڪو پيش ڪرڻ لاءِ ڪافي قدر جاکوڙ ڪرڻي پوندي. پر پوءِ به، الجيريائي عوام جي آزاديءَ واري جدوجهد ۾ سندس لافاني مرتبي تي، سيئي گهٽي قدر يڪ راءِ هوندا. چو ته چوٿائي صديءَ جي الجيريائي ماڻهن جي انقلابي جدوجهد جي حاصلات جا هڙئي رُنباءِ ڪنهن نه ڪنهن نموني سندس ذات سان لاڳاپيل آهن.

## بومدين انقلاب جي راهه تي:

بومدين جي دل ۾ آجپي جي تڙپ ننڍپڻ کان ئي پيدا ٿي. جڏهن سندس بابا ڌارين زميندارن جي ٻيگهيي ۾ هئو ۽ جنهن دؤر ۾ فرانسي حڪومت جو هر پوليس وارو، الجيريائي عوام لاءِ سندن قومي وقار جي بيعزتيءَ جو ڏڪائيندڙ اُهڃاڻ بڻجي پيو هئو. هُو اڃا تيرهن سالن جو هئو، جو فرانس جي خلاف 'گوئليا' شهر واري بغاوت ۾، سندس اکين آڏو سوين وطن پرستن جي لهوءَ جي هولي کيڏي وئي. انهيءَ واقعي جي پس منظر کي ياد ڪندي، هن بعد ۾ محسوس ڪيو، ته آزاديءَ جي سرهاڻ ماڻڻ لاءِ، هٿيارن کڻڻ کان سواءِ ٻي ڪا واهه نه بچي هئي. انهيءَ سلسلي ۾، چوڏهن سالن جي وهيءَ ۾، هُن الجيريا جي غيرقانوني تنظيم 'پيپلز پارٽي' ۾ شموليت ڪئي.

اڳتي هلي، مصر ۾ حواري بومدين، آخرڪار انقلابي جدوجهد ۾ حصو وٺڻ جو فيصلو ڪيو. انهيءَ دوران انتهائي اورچائيءَ سان فلاسافيءَ، تواريخ ۽ معاشيات جو مطالعو ڪندي، پاڻ ۽ پنهنجن ساٿين (جيڪي الجيريا مان هجرت ڪري آيا هئا) سان گڏ جيئن پوءِ تيئن هُن آزاديءَ جي جدوجهد ۾ وڌ کان وڌ بهرو وٺڻ شروع ڪيو. انهيءَ دؤران، هُن هڪ قابل اڳواڻ ۽ سياسي ڪارڪن جي حيثيت ۾ پنهنجي سُڃاڻپ واضح نموني ڪرائي ورتي- ۽ اهڙي طرح ٻين الجيريائين سان گڏجي، فوجي سکيا پڻ حاصل ڪئي. بعد ۾ جڏهن ڪيس پهرين نومبر 1954ع کان، ملڪ اندر انقلابي جدوجهد جي شروعات جي خبر پئي، ته ان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڏينهون ڏينهن منجهس اُتساهه وڌندو ويو.

تن ڏينهن ۾ 'بن بيلا' جي اڳواڻيءَ ۾، قاهره ۾ قومي آزادي محاذ جي پرڏيهي سفارت جي جوڙجڪ ٿي رهي هئي. حواري پڻ ان ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺندي، سندس ويجهو ساٿي بڻجي ويو. اها جدوجهد زور وٺندي وئي،

تان جو سندس اڳوائيءَ ۾ هڪ هٿياربند جٿو، ڳجهي نموني سان هڪڙي ڏينهن 'تليسن' شهر ويجهو، الجيريا جي اولهندي ساموندي ڪناري تي اچي لٿو. دراصل اتان کان ئي سندس زندگي هڪ گوريلي جي روپ ۾ شروع ٿئي ٿي.

ٺيڪ ٻن سالن کان پوءِ، کيس تنظيم جي شعبي 5 جو ترتيبوار پهريائين نائب ڪمانڊر ۽ پوءِ ڪمانڊر مقرر ڪيو ويو. انهيءَ دؤران هُن ڪيترين ئي ڇاپامار مهمن جي مهنداري ڪرڻ کان سواءِ، مراڪش ۽ تيونس جي علائقن ۾ هڪ نئين باغي فوجي ٽولي جي جوڙجڪ جي نگراني ڪئي. آخرڪار 1960ع ۾ بومدين چيف آف جنرل اسٽاف جي عهدي تي وڃي پهتو. جنهن جي هيٺان انقلابي فوج جي سيني شاخن به عملي طور تي ڪم ٿي ڪيو.

## بومدين- رياستي سربراهه جي حيثيت ۾:

انهيءَ محنت طلب جنگ کان پوءِ، بومدين لاءِ هڪ نئين دور جي شروعات ٿئي ٿي. بومدين جي ڪري ئي بن بيلا جي نواڻ پسند گروپ لاءِ، 1962ع جي سرءُ ۾ حڪومت ناهڻ ممڪن ٿيو، جنهن ۾ بومدين کي بچاءَ جو وزير بڻايو ويو. اهڙي طرح الجزائر جي پهرين آزاد حڪومت وجود ۾ آئي. پر جلد ئي سندس بن بيلا سان اڻبڻت شروع ٿي وئي، جنهن جي پڄاڻي جون 1965ع ۾، بومدين هٿان بن بيلا جي حڪومت جي خاتمي جي شڪل ۾ ٿي. نتيجي ۾ هُن جي هٿان قومي آزاديءَ جي محاذ جيءِ نئين انقلابي ڪائونسل جي جوڙجڪ ٿي.

بومدين جي خيال موجب رڳو حڪومت جي تبديلي ئي مسئلن جو حل ڪونہ هئو، پر منجهس زبردست اُتساهه هئو تہ پنهنجي ملڪ ۾، ترقيءَ ۽ انقلابي قدمن سان نئين تبديلي آڻي. ان ڪري ئي هن هڪ ڀيري چيو هئو: "اسين سماجوادي تعمير ڪرڻ چاهيون ٿا؛ ۽ انهيءَ رستي تي هلڻ لاءِ، اسان کي ٽي انقلاب آڻڻا پوندا- يعني صنعتي، زرعي ۽ ثقافتي تبديليون آڻيون پونديون. پر انهن ٽنهي کي، هڪ ئي مهل شروع ڪرڻ ناممڪن آهي، ڇو تہ انهيءَ لاءِ مسلسل محنت ۽ زبردست تياريءَ جي ضرورت آهي."

انهيءَ سلسلي ۾، بومدين جي سروائيءَ ۾ هلندڙ حڪومت ڪجهه اهڙا قدم کنيا، جن جي ڪري غيرسرمائي داري طريقہ ڪار اختيار ڪرڻ ۾ مدد ملي. انهيءَ ڪري ئي سٺ جي ڏهاڪي جي پوئين اڌ ۾، کاڻيون، تيل، لوهه جا وسيلا، ڪيميائي ذخيرا، خوراڪ ۽ ٻيا صنعتي ادارا قومي ملڪيت ۾ ورتا ويا. جڏهن تہ 1968ع ڌاري، رياست جي ناڻي جي ڏيتي ليتيءَ واري ڪاروبار، ڌارين ملڪن جي خانگي بئنڪن جي جڳهه والاري ورتي.

مٿين سڌارن جي ڪري، ملڪ جي معاشي حالتن ۾ ڏاڍي بهتري آئي، جنهن جو هڪ مثال 1960ع جي پوئين اڌ ۾، مجموعي قومي پيداوار ۾ ڪُٽپ جوڳو واڌارو آهي. انهيءَ کان سواءِ ملڪ جو ناڻو ۽ سون جو ذخيرو، لڳ ڀڳ ٽيڻو ٿي ويو، جڏهن ته منصوبابنديءَ جي بهترين طريقن کي عمل ۾ آندو ويو، جنهن ڪري ڊن وديا ۾ نون لاڙن اچڻ سان گڏوگڏ بنيادي صنعتن ۾ رياستي حصيداري وڌي وئي.

انهيءَ کان پوءِ زرعي سڌارن جو دؤر شروع ٿيو. نومبر 1971ع ۾، زرعي انقلابي قانون لاڳو ڪيو ويو. پٽيدارن کي زمين جا مالڪاڻا حق مليا، وڏين جاگيرن کي گهٽايو ويو، سهڪار سپائن جنم وٺڻ شروع ڪيو. تنهن کان سواءِ بي زمين ۽ ٻنيءَ جي گهرجائُو ڪڙمين کي پلاٽ ڏنا ويا. خاص قسم جي 'سماجوادي ڳوٺن' جي اڏاوت شروع ٿي وئي. جيڪي پيداواري ۽ ثقافتي مرڪز هئا، تن ۾ ٻنين کان سواءِ گهر، اسڪول، اسپتالون، هوٽل، کيل گهر، ٽپال گهر ۽ ڪلبون پڻ موجود هيون. زرعي انقلاب جو مقصد، جاگيرداريءَ جي باقيات جو خاتمو، هارين جي زندگيءَ ۾ سڌارو ۽ پورهيتي پيداوار ۾ اضافو ڪرڻ هئو، جنهن جا نتيجا ڏاڍا وڻندڙ حاصل ٿيا.

انتظامي سڌارن ۾ عوامي اسيمبلين جو قيام (69-1967ع) قومي آزاديءَ واري محاذ جي نئين سر جوڙجڪ (70-1968ع) ڏور رس نتيجن جوڳي ترقياتي رٿابنديءَ جون وضاحتون (1967_72ع)، مفت طبي سهولتن جي فراهمي (1974ع)، قومي زندگيءَ کي اپنائڻ ۽ الجيريا کي پُختا سماجوادي بنياد فراهم ڪندڙ آئين جي ترتيب (1976ع) جنهن جي نتيجي ۾ 'ڊي پي آر اي' يعني عوامي جمهوري الجيريائي مملڪت جو جُڙڻ ممڪن ٿيو.

اهي سڀ نُڪتا انهيءَ فهرست جو هڪ حصو آهن، جيڪي سڀ واري ڏهاڪي جي پوئين اڌ ۽ ستر جي ڏهاڪي ڌاري ٿيل، الجيريا ۾ ترقيءَ جي هڪ جهلڪ ڏين ٿا. اهي سڀ اُپاءَ بومدين طرفان هڪ سياسي شخصيت جي حيثيت ۾ ڪيل ڪوشش جي تصويرڪشي ڪن ٿا. سندس مخصوص ڏاتءَ ۽ مستقل مزاجيءَ سان ڀرپور حڪمت عملي ۽ فني مُناسبت واري حوالي سان، سندس اهليت ۽ اڳواڻيءَ جو بهترين مثال آهي.

## نظرياتي وات:

حواري بومدين مشهور سياسي شخصيت هُجڻ سان گڏ هڪ اهڙو بهترين نظربي دان ۽ مُفڪر به هئو، جنهن جي خيالن ۾ ترتيب موجود هُئي. اهڙي ترتيب، جنهن کي عوامي قبوليت رکندڙ جمهوريت چئي سگهجي ٿو. عوام وٽ سندس هر دلعزيز هُجڻ وارو تاثر، ماضيءَ جي قومي ورثي سان سلهاڙيل سماجوادي آئيندي لاءِ انهيءَ ميجتا سان لاڳاپيل آهي، جيڪا بومدين ۾ سندس

ساٿين جي سوچ ۾، خاص طُور تي واضح هُئي. اها حاصلات گڏيل عمل ۽ پيائيپيءَ جي جذبي جي پيداوار آهي. انهيءَ رخ ۾ ربط پيدا ڪرڻ لاءِ، هُو مسلسل جاڪوڙيندو رهيو. انهيءَ ڪان سواءِ ڪيس اسلام جي جمهوري وضاحتن منجهان، سوشلزم سرجندي نظريو آيو. بومدين جي خيال ۾ جيڪو انصاف، مساوات ۽ انسان هٿان ٿيندڙ انسان جي استحصال جي خاتمي جو اعلان ڪندي، منجهن پونجيءَ جي هڪ-ڪري ورهاست جي هدايت ڪري ٿو. اهو نظريو، سندس جمهوريت پسنديءَ جي واڌ ۽ جاگيردار باقيات ۽ اُن طرفان برقرار رکيل ادارن جي خلاف جدوجهد جو سهڻو مثال پيش ڪري ٿو.

بومدين جي فڪر جي ٻي خاصيت هارين ۽ سندن انقلابي همٿ ۽ خاص ڪردار جي ساراهه ڪرڻ به آهي. اسين سندس سوچ کي مڪمل طور تي سمجهڻ جي دعويٰ ڪونه ٿا ڪريون ۽ نه وري سندس انقلابي جمهوري ۽ پونجي واد مخالف اُتساهه کي محسوس ڪرڻ ڪان وانجهيل آهيون. انهيءَ سڄي صورتحال کي سمجهندي، اهو لازم آهي ته سندس ميجتا ۽ واڪاڻ ڪئي وڃي.

سوشلزم جي مقامي اوسر دؤران، اُن جي نظريي ۽ عمل ڏانهن روبي سان سلهاڙيل بومدين جا گُفتا، صنعتي ترقيءَ جي ممڪن ڪردار ۽ رٿابنديءَ هيٺ ٿيندڙ ترقيءَ وغيره مٿان. عالمي سوشلزم جي ڇاپ بالڪل چٽي ۽ گهري نظر اچي ٿي. ٻئي پاسي الجيريا جي پرڏيهي پاليسي ترتيبيندي، بومدين اُن زبردست تواريخي ڪردار ڪان واقف هُئو، جيڪو قومي آزاديءَ جي جدوجهد ۾، عالمي سماجوادي نظام انقلابي لهر جي صورت ۾ ادا ڪيو هُئو. اهوئي سبب آهي، جو جيستائين حواري بومدين الجيريائي راڄ ڀاڳ جون واڳون پنهنجن لائق هٿن منجهه سنڀالي رکيون، تيستائين الجيريا جا دُنيا جي ٻين سوشلسٽ مُلڪن سان بهتر لاڳاپا رهيا. پر سندس سڀ ڪان اهم ڪردار اهو آهي، جنهن ۾ هُن سڄي دُنيا اندر هلندڙ قومي آزاديءَجي تحريڪن جي سدائين ڪُليل دل سان حمايت ۽ مدد ڪئي.



# ڪاري آفريقا جو اڇو اڳواڻ

حق، سچ، انصاف ۽ آزاديءَ جي حاصلات ڪيتري روح ضربيندڙ ۽ ڪٺن آهي! اهو احساس اسان کي انساني تواريخ جو لڳ ڀڳ هر دور آسانيءَ سان ڏياري سگهي ٿو. پر اهڙي ڪيفيت جو عملي مظاهرو ڏسڻ لاءِ، هر انسان جي زندگيءَ جي روان دوان دور ۾، ڪنهن نه عظيم انقلابي تحريڪ سان واڳيل، ڪنهن راهنما جي زندگيءَ تي گهري نظر وجهڻ کان پوءِ، وڌيڪ شدت سان ٿي سگهي ٿو. چاڪاڻ جو تواريخدانن جي عام طور هڪ مقبول راءِ رهي آهي ته: اڪثر ڪري تواريخ پنهنجو پاڻ

ڪي ورجائيندي رهي ٿي. انهيءَ ڪري جو اها هر دور جي انسان لاءِ سبق ۽ مثال پيدا ڪندي رهندي آهي.

ويهين صديءَ ۾ اهڙي ئي هڪ لازوال مثال جي صورت ڏسڻ لاءِ اسين ڏکڻ آفريڪا جي عظيم عوامي انقلابي جدوجهد جي سرواڻن منجهان هڪ مهان منش ۽ ديش پريمي راهبر، جوسلوو کي ماڈل طور پيش ڪري سگهون ٿا. استاد مارڪس، اينگلز، لينن، اسٽالن، انتونيو گرامچي ۽ فيدل ڪاسترو جي قافلي جو هيءُ بهادر ۽ جري جوان ڏکڻ، يوڳنا، ويٽنام، پانهجي ۽ سماجي اڻ برابريءَ جي خلاف جدوجهد جو اهو شاندار اهڃاڻ آهي، جنهن تي ڪائنات جون سڀئي صالح قوتون بجا طور فخر ڪري سگهن ٿيون.

پنهنجي ئي وطن ۾ هم وطن دوستن جي ملامتن، تعذيرن ۽ تڪليفن جو شڪار ٿيل هيءُ ڏکڻ آفريقي انسان، اسان جي آسپاس رهندڙ 'موسمي ڪميونسٽن' ۽ اڻ پورين خواهشن جي خارش ۾ ڪنهندڙ جونن جوڳين جي منهن تي هڪ اهڙي زوردار چماٽ آهي، جنهن جي تپش هو موت جي بستري تي به ضرور محسوس ڪندا. اها ئي ڳالهه آهي ته هي مضمون ترجمو ڪندي ۽ جوسلوو جي زندگيءَ تي نظر وجهندي، الائي ڇو مون کي اردوءَ جو هيءُ شعر ڏاڍو ياد آيو:

*"عمر ڀر سنگ زني ڪرتي رهي اهل وطن*
*يه الگ بات هئي دفنائين گي اعزاز ڪي ساٿ."*

- سنڌيڪار

اسان وٽ ڊگلس هرڊ، وليم پيري ۽ شيخ زيد جي ٿيندڙ تڪڙن دورن جي پرمار ۾، اخبارن انتهائي بي حيائيءَ سان ڏکڻ آفريڪا جي هڪ وطن دوست سپاهيءَ جي مرتبي کي وساري ڇڏيو آهي. افسوس جو اخبارون نيوزيلينڊ ۽ ڏکڻ آفريڪا جي وچ ۾ ٿيندڙ ڪرڪيٽ راند جي باري ۾ ته پريون ٽُب لڳيون پيون آهن. پر سندن نظر انهيءَ گهڙيءَ تي نٿي وڃي، جڏهن مٿيون ٻئي ٽيمون، نيوزيلينڊ ۾ هلندڙ آخري ٽيسٽ جي پهرين ڏهاڙي تي هڪ منٽ لاءِ هڪ اهڙي وطن پرست مجاهد جي مرتبي تي افسوس وچان خاموشي اختيار ڪن ٿيون، جيڪو ڏکڻ آفريڪا جو پڪو ڪميونسٽ، هاڻوڪي حڪومت جي اتحاد جو اهڃاڻ، آفريقي قومي ڪانگريس (ANC) جي مرڪزي ڪاميٽيءَ جو ميمبر، ڏکڻ آفريڪا جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو سيڪريٽري (بعد ۾ چيئرمين پڻ) ۽ ملڪي اتحادي حڪومت ۾ هائوسنگ جو وزير رهي چڪو آهي. هن امر انسان کي جوسلوو جي نالي سان ياد ڪيو ويجي ٿو. زماني جا رنگ ته ڏسو، ٿورڙو ئي وقت اڳ، ڏکڻ آفريڪا جي انسان دشمن نسل پرست حڪومت، هن

مٿير مڙس کي، 'عوام جو دشمن نمبر هڪ' ڳڻائيندي هئي.
جوسلوو 1926ع ۾ ڄائو ۽ 1934ع ۾ ڏکڻ آفريڪا ۾ مهاجر ٿي پهتو. حالتن جي دٻاءُ هيٺ ننڍي عمر ۾ ئي اسڪول ڇڏي مزدوري ڪرڻ لڳو. مزدوريءَ دوران ڪارخاني ۾ پنهنجو هڪ پير به وڃرائي ويٺو. انهيءَ وچ ۾، ڪيترين ئي مزدوريون ڪرڻ کان پوءِ هو مزدورن جي يونين ۾ پڻ سرگرم ٿي ويو ۽ نيٺ 1942ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي ۾ شامل ٿيو. جيئن ته انهيءَ پارٽيءَ ۾ نسلي مت ڀيد بلڪل نه هو، تنهنڪري اها ڪيس دل جي ويجهو محسوس ٿي. پارٽي ۾ اچڻ کان پوءِ سنت ئي سندس شخصيت هڪ سياسي حڪمت عمليءَ جي ماهر ۽ پارٽي سان واڳيل/ ارپيل، مرڻ جيئڻ جو عزم رکندڙ ۽ (آخري دم تائين) اسٽاليني سوچ سان سلهاڙيل سياسي اڳواڻ جي حيثيت ۾ پڻ مشهور ٿي ويئي. مٿس 'گلاسناسٽ' ۽ 'پيرسترائيڪا' جو تر جيترو به اثر نه ٿيو. هن پنهنجي هڪ معتبر تحرير 'ڇا سوشلزم ناڪام ثَيو آهي؟' ۾، اها دعويٰ ڪئي آهي ته ڪميونزم پنهنجي جوهر مطابق، هڪ ڀيرو ٻيهر عروج تي ايندو ۽ جمهوريت سان انتهائي اهم سنبنڌ قائم ڪري نيون ڪاميابيون ماڻيندو.
ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ فوجي خدمتون انجام ڏيڻ کان پوءِ به 'وٽس واٽر سئنڊ' يونيورسٽيءَ ۾، قانون جي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ داخل ٿيو. جتي سندس نيلسن منڊيلا سان ڄاڻ سڃاڻ ٿي، جنهن بعد ۾ سڄي عمر جي ساٿ ۽ دوستي جو روپ اختيار ڪيو. ٻنهي آزاديءَ جي جدوجهد جي راهه ۾ ملندڙ مڙني ڏکن ۾ ڀاڱي ڀائيواري ڪئي. جيئن نيلسن منڊيلا پنهنجي جيون ڪهاڻيءَ جي ڪتاب ۾ لکيو آهي: "وٽس يونيورسٽي ۾ داخلا جي پنهنجي پهرين سال ۾، سڀني کان اول منهنجي ملاقات جوسلوو ۽ سندس ٿيندڙ گهرواريءَ 'رُٿ' سان ٿي. اڄ مان ميجان ٿو ته زندگيءَ ۾ جن انتهائي تيز ۽ معامله فهم ذهنن سان منهنجو واسطو پيو آهي، جوسلوو تن منجهان هڪ آهي."
پنهنجي جوانيءَ جي مهڙين ڏينهن ۾، نيلسن منڊيلا آفريڪي سياست ۾ ڪميونسٽ طريقهٔ ڪار جي انهيءَ ڪري مخالفت پئي ڪئي جو بقول سندس :"آفريڪي عوام، بنيادي طور، هڪ نسل جي بدران طبقي جي حيثيت ۾ پيڙيو پئي ويو. انهيءَ ڪري پاڻ کي، هڪ سگهاري قومي آزادي جي تحريڪ جوڙڻ جي ضرورت هئي. جيڪا آفريڪي قومپرستيءَ جي جهنڊي هيٺ هلي ۽ جنهن جي، اڳواڻي آفريڪا وارا پنهنجي سر ڪن." انهيءَ ڪري ڪميونسٽن جي جدوجهد ۾ سچائيءَ بابت هو هميشه ٻڏتر ۾ رهندو هئو. پر آهستي آهستي جوسلوو جي اثر ڪري آفريڪن نيشنل ڪانگريس ۾ سڀئي رڪاوٽون دور ٿينديون ويون ۽ پارٽي ڪميونزم جي موهه ۾ ر ڳجي ويئي. خاص ڪري 1950ع ۾، حڪومت طرفان ڪميونزم کي ناس ڪرڻ لاءِ ناهيل

مشهور قانون (جنهن هيٺ ڪميونسٽ پارٽي تي بہ بندش وڌي ويئي هئي) ڪان پوءِ اُها ڇاپ گهري ٿيندي ويئي. ڇو تہ حڪومت ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ميمبرشپ کي قانوني طور هڪ ڏوهہ قرار ڏنو ۽ ڪميونسٽ فڪر لاءِ ڪم ڪرڻ کي 'سزا جوڳو قدم' پڌائيندي ڏهہ سال سخت پورهئي جي سزا مقرر ڪئي. ظاهر آهي تہ اُنهيءَ قانون کي اقتداري پارٽي يعني نيشنل پارٽي هڪ هشيار طور استعمال ڪري، ڪنهن بہ مخالف جماعت تي وار ڪري پئي سگهي. جيئن هڪ مشهور آفريقي آزاديءَ جي اڳواڻ 'اوليور ٽامبو' چيو: ''اڄ اهو قانون ڪميونسٽ پارٽي تي مڙهيو ويو آهي. سڀاڻي اها سزا اسان جي مزدور يونين، انڊين ڪانگريس، آفريقي پيپلز آرگنائيزيشن ۽ اسان جي پنهنجي پارٽي آفريقي نيشنل ڪانگريس کي بہ ملڻي آهي.'' سو انهن ڏينهن ۾ اهو قانون جڙڻ تہ ڪميونسٽ پارٽي لاءِ خوشبختي ثابت ٿيو. ''ڪميونسٽن جي مخالفت کي پنجو اچڻ لڳو، ۽ مون کي محسوس ٿيو تہ آفريقا جا ڪميونسٽ ۽ قومپرست هڪٻئي کان ٻري هجڻ بدران ويجهو هئڻ کپن،'' نيلسن منڊيلا بعد ۾ چيو:

اهوئي سبب هو جو، جڏهن 1953ع ۾ نسل پرستن ڏکڻ آفريقي حڪومت طرفان، متيپيد تي بدل 'بانٽو ايجوڪيشن ايڪٽ' لاڳو ٿيو تہ سيني نسل پرستيءَ جي مخالف تنظيمن گڏجي هڪ گڏيل پڌرنامو جاري ڪيو، جيڪو دراصل آئندي جي خواب جي تعبير پئي لڳو. آمريڪي آزاديءَ واري پڌرنامي (Declaration of Independence)، فرانسي انساني حقن جي پڌرنامي ۽ ڪميونسٽ مينيفسٽو وانگر اسان جي سهمتيءَ سان پريل 1955ع واري آزادي جي پڌرنامي منجهہ آئيندي جي جمهوري ڏکڻ آفريقا جي لاءِ عوام جي حڪومت هر قومي جٿي جي هڪ جهڙي رتبي، قومي پوڃيءَ ۾ عوام جي حصيداري ۽ زمين جي ورهاست جهڙا سونهري نڪتا شامل هئا. حقيقت ۾، آفريقي قومي ڪانگريس جو منظور ڪيل هيءُ اهم ترين پڌرنامو هئو. انهيءَ ساراهہ لائق ڪم ۾ جوسلوو جو وڏو حصو هو. جيتوڻيڪ 'اي اين سي' جي گورن جي حمايتي ۽ ڪميونسٽن جي مخالف ڌرين ياران انهيءَ پڌرنامي جي سخت مخالفت ٿي، پر نيلسن منڊيلا انهيءَ جي حمايت ڪئي. ڇاڪاڻ جو هن دستاويز ۾ ذاتي ڪاروبار ڪرڻ ۽ آفريقي واپارين کي نجي واپار وڌائڻ جي اجازت مليل هئي.

1956ع ۾ جڏهن منڊيلا ۽ سلوو سميت، اي اين سيءَ جي ڪارڪن جي وڏي انگ کي، پڌرنامي خلاف سازش ڪرڻ جي الزام ۾ گرفتار ڪيو ويو تہ جوسلوو نهايت ڪاميابيءَ سان پنهنجي وڪالت پاڻ ڪندي، شاهدن کان زبردستيءَ آڏي پڇا ڪندي مقدمي ۾ حڪومت جا بخيا اديڙي ڇڏيا ۽ ثابت

ڪيو ته هن جڙتو ڪيس ۾ اصل     قانون جي پيچڪڙيءِ اي اين سيءَ بدران رياستي اختيارين ڪئي هئي. سنت ئي 'شارپ ولي' ۾ ٿيل قتل عام جوسلوو ۽ منڊيلا کي اجا به وڌيڪ هڪ ٻئي جي قريب ڪري ڇڏيو. انهيءَ هاجي تي ٻنهي گڏجي ويهي حڪمت عملي تيار ڪئي ۽ ان ڏس ۾ عوام کي متحرڪ ڪرڻ لاءِ قومي سطح تي هڙتال ڪرائي ويئي، جنهن ۾ لکين ماڻهن ڪم ڪرڻ کان انڪار ڪيو. نتيجي ۾، حڪومت کي مجبور ٿي هنگامي حالتن جو اعلان ڪرڻو پيو.

پر انهيءَ پرامن احتجاج مان جوڳا نتيجا نه ملڻ کان پوءِ جوسلوو طئي ڪيو ته رياستي دهشتگردي ۽ ظلم جي خاتمي لاءِعدم تشدد بجاءِ رياستي اختيارين خلاف تشدد جو استعمال اٽٽر آهي. انهيءَ ڪري ئي ڪميونسٽ پارٽيءَ پنهنجي ٻيهر تنظيم ڪاري ڪنديءِ پنهنجو ڌار فوجي شعبو قائم ڪرڻ شروع ڪيو. ساڳي طرح منڊيلا به عدم تشدد تي مبني جدوجهد واري داستان کي بند ڪرڻ تي ويچارڻ لڳو. هو به انهيءَ راءِ تي پهچي چڪو هئو ته غلام آفريقا جي چوٽڪاري لاءِ تشدد واري راهه اختيارڪرڻ کانسواءِ ٻيو ڪو به چارو نه رهيو هئو. هن لکيو: ”ڪنهن بي مهار درندي جي حملن کي خالي هٿن سان منهن نٿو ڏيئي سگهجي.“ آخرڪار جڏهن 'اي اين سي' تنظيم کان ٻاهر، هڪ علحده فوجي تنظيم قائم ڪرڻ تي سهمت ٿي ته انهيءَ ڪم جي اڳواٽيءِ والٽرسسلوءِ جوسلوو ۽ نيلسن منڊيلا کي سونپي وئي. اهڙي طرح سان "Umkhonto we Siz we" (قومي ڀالو يا ٻڙڇي) جي نالي سان 1961ع ۾ ڏکڻ آفريقا جي هٿياربند آزادي پسند فوج وجود ۾ آئي. هن تنظيم جو آئين جوسلوو لکيو ۽ خاص ڳالهه ته تشدد پسند ۽ انتشار ڦهلائيندڙ ڪاررواين کي جائز قرار ڏيڻ لاءِڪميونسٽ پارٽيءَ جي گوري چمڙيءَ وارن ميمبرن جي حمايت حاصل ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. اينٽري ٽائين جو سياسي ڪيسن ۾ پڻ، سلوو اعتبار جوڳو بچاءَ جو وڪيل بڻجي چڪو هو. 1962ع ۾ منڊيلا پنهنجي مٿان مڙهيل ڪيسن جي سلسلي ۾، پنهنجي بچاءَ لاءِ جوسلوو کي پنهنجو وڪيل مقرر ڪيو، پر جيئن ته هي ڪيس پريٽوريا کان جوهانسبرگ جي عدالت ڏانهن منتقل ٿي چڪا هئا، تنهنڪري سلوو اتي وڃي نٿي سگهيو، ڇاڪاڻ جو سرڪار سندس چرپر تي پابندي وجهي ڇڏي هئي. منڊيلا جي قيد وارن ڏهاڙن ۾ جيل مان ڪيس پچائڻ لاءِ پڻ سلوو هڪ رٿابندي ڪري ڏانهس موڪلي. پر جيل ۾ ٿيل سندس هڪ ملاقات ۾ تحريري طور منڊيلا ڪيس سمجهائيندي سندس رٿا کي رد ڪيو ۽ بعد ۾ ڪيس اهو ڪاغذ ڦاڙي ڇڏڻ جي هدايت ڪئي. پر سلوو انهيءَ تواريخي دستاويز جي اهميت کي نظر ۾ رکندي ان کي پاڻ وٽ محفوظ ڪري ڇڏيو.

پر افسوس جو سندس انهيءَ معمولي چڪ جي ڪري، اها ساڳي چٺي اڳي هلي هڪ ٻئي ڪيس ۾، منڊيلا لاءِ وڏي نقصان جو باعث بڻي.

نسل پرست حڪمران ٽولي جي نفرتن، مصيبتن، گرفتارين ۽ بندشن جو مسلسل شڪار ٿيڻ ڪانپوءِ نيٺ 1963ع ۾، سلوو جلاوطن ٿي اچي لنڊن ۾ رهيو. جتي هن 'اسڪول آف ايڪانامڪس' منجهان، 'ماسٽرس' جي سند حاصل ڪئي. پورا ڏهه سال لنڊن ۾ جلاوطن رهڻ کان پوءِ، آخرڪار پارٽي طرفان گوريلا جٿا منظم ڪرڻ جو حڪم ملڻ تي، هو ٻيهر واپس ڏکڻ آفريقا موٽي آيو. انهيءَ دوران، انتهائي خطرناڪ حالتن ۾ زمبيا، انگولا، تنزانيا ۽ موزمبيق ۾ رهائش دوران، ڪيس مارڻ لاءِ مٿس ڪيترا وار ڪيا ويا، پر هو هر دفعي بچي ويو. نيٺ موپوتو ۾ هڪ بم جي ڌماڪي ۾، سندس بدران هن جي وفادار گهر واري فسٽ رُٿ موت جو شڪار ٿي ويئي. جنهن بابت تبصرو ڪندي، هڪ ٻيري پنهنجي جيون ڪهاڻيءَ واري ڪتاب ۾ منڊيلا لکيو: "هوءَ هڪ زبردست ۽ سرگرم عورت هئي... ۽ سندس موت نسل پرست حڪمران ٽولي طرفان، اسان جي حق پرست جدوجهد مٿان ٿيندڙ ظلمن جي انتها کي واضح ٿو ڪري." پر ٻئي طرف، سلوو کي پنهنجي پياري گهر واريءَ جو موت به پنهنجي جدوجهد واري راهه تان هٽائي نه سگهيو ۽ هن حڪمران ٽولي خلاف، ملڪ کان ٻاهران ويهي گوريلا ڪارروايون جاري رکيون. 1983ع ۾، پريٽوريا ۾ ٿيل هڪ زبردست ڪار بم جي ڌماڪي، (جنهن ۾ 19 ماڻهو مري ويا، ۽ ٻن سون کان وڌيڪ زخمي ٿيا) جي منصوبابندي به سندس کاتي ۾ جاڻائي ويئي. انهيءَ واقعي تي افسوس جو اظهار ڪندي، 'اي اين سيءَ' جي هڪ ٻئي اڳواڻ، اوليور ٽامبو چيو: "دراصل نسل پرست حڪمران ٽولي جي تشدد ڀرين ڪاررواين، اسان کي هٿياربند جدوجهد ڪرڻ تي مجبور ڪيو آهي."

ملڪ کان ٻاهر رهندي به، سلوو ڪارن جي شهرن ۾، هڪ ڏند ڪٿائي ڪردار بڻجي ويو ۽ ماڻهو سندس نالي پٺيان، پنهنجن علائقن ۾ اسڪول کولڻ لڳا. اهوئي سبب هئو جو ١٩٨٥ع ۾ آفريقن نيشنل ڪانگريس جي تواريخ ۾ پهريون دفعو جنهن گوري شخص کي، پارٽي جي مرڪزي ايگزيڪيوٽو ڪاميٽي جو ميمبر چونڊيو ويو، اهو سلوو ئي هيو. ٺيڪ ان اعزاز جي حاصلات کان هڪ سال بعد، ڪيس ڏکڻ آفريقا جي ڪميونسٽ پارٽي جو سيڪريٽري جنرل پڻ چونڊيو ويو.

جڏهن ١٩٨٦ع ۾ پهريون ڀيرو، حڪومت ۽ آزادي پسندن طرفان، هيٺين چئن نُڪتن:

(١) هٿياربند جدوجهد

(۲) اي اين سي جو ڪميونسٽ پارٽي سان اتحاد
(۳) اڪثريتي راڄ جي حاصلات
(۴) سماجي خير
بابت ڳالهيون ٿيون، ته جنم ٽيپ ڪاٽيندڙ نيلسن منڊيلا چيو: ”تشدد ڀرين ڪارروائين جي ذميواري حڪومت تي اچي ٿي، ڇاڪاڻ جو انهيءَ جي شروعات هميشه ظالم قوتون ئي ڪنديون آهن. مظلوم ڪڏهن به نه. ڇو ته اهي قوتون ئي ته مظلومن کي انهيءَ راهه تي وٺي وڃڻ جون پڻ ذميوار هونديون آهن. جيڪڏهن ڦورو ٽولا تشدد تي لهي ايندا، ته ڦريل ماڻهو ڪين سندن ٻوليءَ ۾ جواب ڏيڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪري به ڇا ٿا سگهن؟“ انهيءَ موقعي تي جلاوطنيءَ ۾ رهندڙ سلوو بيان جاري ڪيو: ”توهان پاڻ اندازو لڳايو ته هيستائين حڪومت اسان کي چڪي ئي نه پئي ڪيو، پر سنڌس خلاف هٿياربند جدوجهد کان پوءِ، هو اسان سان ڳالهين لاءِ راضي ٿيا آهن. انهيءَ جو مطلب اهو ٿيو ته اسان ڪاميابي حاصل ڪري ورتي آهي.“
فيبروري ۱۹۹۰ع ۾ جڏهن منڊيلا آزاد ٿيو ته سلوو کي به وطن واپس اچڻ جي آزادي ملي. پر ساڳئي سال، جڏهن ڊي ڪلرڪ جي حڪومت ۽ آفريڪن نيشنل ڪانگريس جي وچ ۾ ”ڳالهيون شروع ڪرڻ بابت ڳالهه ٻولهه“ ٿي، ته پارٽيءَ جي وفد ۾ سلوو به موجود هئو. جنهن تي حڪومت سخت اعتراض ڪيو، جيتوڻيڪ ساڳي حڪومت هنگامي حالتون ختم ڪري، سنڌس جان جي حفاظت جي ضمانت به ڏئي چڪي هئي. انهيءَ موقعي تي منڊيلا ڊي ڪلرڪ سان ملاقات ڪري، کيس ڏسيو ته ”حڪومت ۽ پارٽي وچ ۾ مذاڪرات شروع ڪرڻ لاءِ، ڳالهه ٻولهه ڪرڻ جو تصور ئي سلوو جو ڏنل آهي ۽ هوئي آهي، جنهن اسان کي امن ڪرڻ لاءِ رضاڪاراڻه طور، هٿيار بند جدوجهد کي عارضي طور بند ڪرڻ جي صلاح ڏني هئي. تنهنڪري کيس اي اين سي جي مذاڪراتي وفد کان ٻاهر رکڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.“ منڊيلا جو ڏنل دليل، ڊي ڪلرڪ جي لاءِ به فائديمند ثابت ٿيو ۽ هن پنهنجي حمايتن کي ايئن چئي مطمئن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ”سندس اختيار ڪيل پاليسين جي نتيجي ۾، سلوو جهڙن تشدد پسند ماڻهن جي سوچ ۾ پڻ، ڪيئن نه تبديلي آئي آهي!“ ’امن لاءِ ڳالهيون ڪرڻ‘ واري جوسلوو جي صلاح بابت، منڊيلا بعد ۾ لکيو: ”پهريائين ته مون کي سندس راءِ غلط لڳي، پر پوءِ، آئون جيئن جيئن ٿهرم سان سوچيندو ويس، ته مونکي لڳو ته، اسان کي ان سلسلي ۾ اڳرائي ڪرڻ کپي، ڇاڪاڻ ته اهائي بهترين واٽ آهي. مون اهو به طئه ڪيو ته هڪ مجاهد جي حيثيت ۾ جوسلوو جو مرتبو، ڪنهن شڪ کان پاڪ آهي ۽ اهو به ته، هو ئي واحد شخص آهي، جيڪو اها تجويز ڏيئي سگهي ٿو. هن

ڪي ڪڏهن بہ حڪومت جو پَنُو يا تـڪل شخص نٿو چئي سگهجي."

اڳتي هلي، جڏهن ساڳي تجويز 'اي اين سي' جي قومي ايگزيڪيوتـو ڪاميٽي جي سامهون بحث لاءِ آئي، تہ ان تجويز جي حمايت ڪندي منڊيلا چيو: "هٿياربند جدوجهد ڪرڻ جو بنيادي مقصد، حڪومت کي ڳالهين جي ميز تي آڻڻ آهي، جنهن ۾ اسان کي ڪاميابي حاصل ٿـي آهي... اسين پنهنجون هٿياربند ڪارروايون ڪنهن بہ وقت شروع ڪري ٿا سگهون، پر هيءَ گهڙي ئي آهي، جو اسين پنهنجو اعتماد ظاهر ڪريون." آخرڪار ۵ آگسٽ ۱۹۹۰ع تي حڪومت ۽ اي اين سي جي وچ ۾ 'پريٽوريامنٽ' جي نالي سان هڪ عهدنامو ٿـيو، جنهن تحت هٿياربند جدوجهد کي معطل ڪيو ويو.

۱۹۹۲ع ۾ جڏهن ٻنهي ڌرين ۾ ڳالهين جو دور شروع ٿـي رهيو هئو، تہ جوسلوو هڪ ڀيرو ٻيهر هڪ نئين رٿ کڻي سامهون آيو. 'سن سيٽ ڪلاز' جي نالي سندس مشهور ٿـيل هن رٿ هيٺ، سلوو صلاح ڏني تہ 'اي اين سي' کي پنجن سالن لاءِهڪ عبوري حڪومت جوڙي، ان ۾ گورن کي پائيوار ڪرڻ گهرجي. انهيءَ سلسلي ۾ جوسلوو کي واکاڻيندي، منڊيلا چيو: "جيئن اڳ ۾ هٿيار بند جدوجهد کي معطل ڪرڻ لاءِ، سلوو هڪ دليريءَ ڀريو موقف اختيار ڪيو هئو، تيئن هن ڀيري بہ، هن قومي يڪجهتي جو مظاهرو ڪندڙ، گڏيل حڪومت جوڙڻ جو وزنائتو پر متضاد رايو ڏنو آهي..." هوڏانهن 'جو' هڪ اخبار جاري ڪندي ان ۾ مضمون لکيو تہ: "حڪومت ۽ اي اين سيءَ جي وچ ۾ ٿـيندڙ ڳالهين جو مطلب، ڪنهن هڪ فاتح ڌر طرفان ٻـي هارايل ڌر تي شرط مڙهڻ ناهي. حقيقت ۾ تہ حڪومت جي ڪاروبار کي چڱيءَ طرح هلائڻ لاءِ، اسان کي سالن جو تجربو کپي ۽ اها گهرج، اسان کي چونڊون کٽڻ کان پوءِ بہ محسوس ٿـيندي. اي اين سي جي حڪومت کي راڄ ڀاڳ هلائڻ لاءِ، هاڻوڪي شهري انتظاميہ جون خدمتون ڪجھ وقت تائين گهربل رهنديون." انهيءَ سلسلي ۾ جوسلوو جيڪي تجويزون پيش ڪيون، تن کي "تماشام وارا فقرا يا شرط" جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿـو. هنن تجويزن ۾ هن واضح ڪيو تہ گڏيل قومي حڪومت ۾، گورن جي "نيشنل پارٽـي" کي پنجن سالن جي محدود مدي تائين ساڻ کنيو ويندو. سيـني قانون لاڳو ڪندڙ عملدارن لاءِ عام معافي ۽ مقرر مدي لاءِ ڪنيل ٻين آفيسرن سان، اڳوڻي سرڪار پاران ڪيل انجامن کي پورو ڪيو ويندو... سنڊس انهن تجويزن کي پارٽـي جي "مرڪزي اختياراتي ڪاميٽي" (اي اِي سي) انهيءَ شرط سان قبول ڪيو تہ ٿـورائي رکندڙ جماعتن کي، نامنظور ڪرڻ جو اختيار (ويٽو پاور) نہ ڏنو ويندو. انهيءَ صورتحال بابت منڊيلا چيو: "اسان اصولي طور فيصلو ڪيو تہ جيڪي بہ پارٽـيون عام چونڊن ۾ عوام جا پنج سيڪڙو ووٽ حاصل ڪنديون، تن کي

حيثيت مطابق ”قومي حڪومت“ ۾ حصيدار بڻايو ويندو.

انهيءَ سلسلي ۾، انتهائي جرئتمند رٿابنديءَ واري خاڪي سان، جوسلوو قومي حڪومت جي ڪابينا ۾ گهر اڏڻ جي وزير جي حيثيت ۾، هن صديءَ جي پڇاڙيءَ کان اڳ ڏکڻ آفريقا جي گهرجن کي نظر ۾ رکندي، ٽيهه لک نوان گهر اڏڻ جي رٿا تيار ڪئي. انهيءَ ڏس ۾ گهر اڏڻ لاءِ عملي اپاءُ وٺڻ لاءِ، هو سڀني امڪاني مددگار ڌرين کي، هڪ پليٽفارم تي آڻڻ ۾ پڻ ڪامياب ٿيو. جڏهن ته بئنڪن، ناڻو فراهم ڪندڙ ادارن، گهر اڏيندڙ ڪمپنين، رسد پهچائيندڙن، اوزارت جو سامان ٺاهيندڙ ادارن، حڪومت ۽ مڪاني ادارن، رٿائن کي پورو ڪرڻ لاءِ ڪيس پنهنجي ڀرپور سهڪار جي آڇ ڪئي. هنن ادارن گڏجي حڪومت طرفان اڏيل گهرن کي پنهنجي ذمي کڻڻ جي شرط تي، ١٩٩٥ع کان وٺي اڏي راس ڪيل گهر، سرڪار حوالي ڪرڻ جي ذميواري کڻندي، انهيءَ سلسلي ۾ ١٩٩٤ع ۾ لاڳاپيل ڪم شروع ڪرڻ لاءِ هائوسنگ جي وزارت سان معاهدا به ڪيا.

جوسلوو جي مرتبي تي روشني وجهندي نيلسن منڊيلا چيو: ”اڄ سڄي قوم ڏکڻ آفريقا جي هن عظيم ديش ڀڳت جي موت تي سوڳوار آهي.“ جڏهن ته ’اي اين سي‘ ۽ اڳوٽي حڪومت جي وچ ۾ تجويز ٿيل مذاڪرات ۾ ’جوسلوو‘ جي شموليت تي اعتراض واريندڙ تڏهوڪي صدر ڊي ڪلرڪ چيو: ”ڏکڻ آفريقا ۾ نئين آئين جي تياريءَ، اپريل ١٩٩٤ع ۾ ٿيندڙ عام چونڊن ۽ گڏيل قومي حڪومت جي تشڪيل جي معاملي ۾ ٿيندڙ ڳالهين ٻولهين جي سلسلي ۾، هن انتهائي اهم ڪردار ادا ڪيو.“ هوڏانهن انهيءَ ساڳي اخبار، جنهن ٿورو وقت اڳ مٿس پنهنجي زال کي قتل ڪرڻ لاءِ منصوبو جوڙڻ جو آروپ لڳايو هئو، تنهن سندس چالاڻي جي خبر ڏيندي سرخي هيئنءَ طرح هنئي :

”شال ساٿي ’جوسلوو‘ تي ابدي رحمت رهي.“

*( روزاني "Dawn" ڪراچي جي ٦ فيبروري ١٩٩٥ع جي شماري ۾ ايم اي ايڇ جي ڇپيل مضمون Great South African is no more جو ترجمو)*

سمجھ ۾ سنترتا ويساھ طرفان مليل انعام آهي. تنھن ڪري هميشہ اعتقاد جي لازمي هُجڻ لاءِ سرگرم رهڻ بدران، پروڙڻ ۾ معلوم ڪرڻ جي شڪتيءَ کي سگهارو رکڻ ۾ پنھنجي پروسي جي سيڙپ ڪريو.

(سينٽ آگسٽين)



# نئون عالمي نظام

هن دؤر ۾ مجموعي طور تي، آمريڪا ۽ يورپ جو سماجي، سياسي ۽ فوجي ڪردار استحصال پريو ۽ رتُ چوسيندڙ بلا وارو ٿو لڳي. اُهو رت، جيڪو هُو ٽين دُنيا جي مظلوم ۽ اٻوجهه ماڻهن جي رڳن مان، مختلف نموني بازين ۽ حرفتن سان چوسيندا رهن ٿا. جيڪڏهن 'ٽين دُنيا' جو ڪوبه فرد اُٿي چئي، ته: نام نهاد تهذيب يافته اهي طاقتون عقل ۽ تعاون جي آڙ ۾، ڇٽيل ۽ ڇچريل قومن کي وڌيڪ تباهه ۽ برباد ڪري رهيون آهن، ته اها ڪا نئين ڳالهه نه چئبي. پر ڳڻتيءَ جوڳي ڳالهه اِها آهي ته ... انهيءَ ڦرلٽ

خلاف قربانين سان ڀرپور جدوجهد ڪندي رهي آهي.

تن دنيا ۾ اهڙا ڪيترائي مڙس متير ٿي گذريا آهن، جن پنهنجي زندگين جو ٻليدان ڏيندي به اهو جهاد ڪيو آهي.

نهرو، ناصر، مجيب، اندرا، راجيو، ٽيٽو ۽ ڪاسترو جي، انهيءَ ڪردار ڪي سلام ڪرڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي، جيڪو هن اسان پوئتي پيل ملڪن جي لاءِ لازوال قربانيون ڏيندي ادا ڪيو آهي. پر انهن مجاهدن جي لاءِ به احترام ۽ عقيدت منجهان سيس نوائڻ گهران ٿو، جن سارتر، ريمزي ڪلارڪ ۽ جيسي جئڪسن ٻڌجي، حق جا نعرا بلند ڪيا آهن. اهڙن امر انسانن منجهان، آمريڪي رياست 'ميسا چوسز' جي '2000 سن بابت، تحقيق ڪندڙ انسٽيٽيوٽ آف ٽيڪنالاجي' ۾، ٻولين ۽ لسانيات جو پروفيسر، نوم چومڪسي به هڪ آهي. هو اهڙو باڪردار ۽ اخلاقي جرئت رکندڙ شخص آهي جيڪو آمريڪا ۾ ٻيجهد ذميوار شخص هجڻ جي باوجود، آمريڪي حڪومت جي انسان دشمن ڪردار ۽ خاص ڪري نئين عالمي نظام واري جڙتو تصور جي خالق صدر بش جي ظالمائي ذلت ڀريي ڪردار کي، جنهن نموني ٻيجڙو ۽ اگهاڙو ڪري ٿو، تيترو ۽ تهڙو سگهارو موقف، شايد ئي ڪو ٻيو آمريڪي رکندو هجي!

7 مئي 1991ع تي، روزاني 'ڊان' ڪراچيءَ ۾ ڇپيل سندس هيءُ مضمون، انسان دوستيءَ، تحقيق، سچائيءَ ۽ جرئت ڀريو هڪ اهڙو دستاويز آهي، جنهن کي ڪو به شخص، 'نئين عالمي نظام' جي خالقن جي منهن تي ڦهڪائي سگهي ٿو. هن مضمون ۾، ثابتين ۽ مثالن سان اهو ٻڌايو ويو آهي، ته آمريڪي حڪومتون مجموعي طرح ۽ صدر بش خاص طرح سان، ڪيئن ظلم، انڌير ۽ جبر جي قوتن جي ترجماني ڪندي، انسانيت لاءِ ذلتن جا طوق تيار ڪري رهيا آهن.

آمريڪي ۽ يوريي معاشري ۾ چومڪسي جهڙن ماڻهن جو پيدا ٿيڻ، اسان لاءِ وڏي خوشبختي، ڏڍ ۽ ٻَل آهي. هي ماڻهو اهڙيون اميدون آهن، جيڪي مايوسين جي انڌيري ۾ سهائي ڪن ٿيون، ۽ انصاف ڀريي انساني سماج جي تشڪيل لاءِ بي وسيءَ کي آسرن ۾ تبديل ڪن ٿيون. هي امر انسان، والٽ وٽمئن، ول ڊيورانٽ ۽ برٽرينڊ رسل جو تسلسل آهن، جيڪي ظالم ڪوڙ جي وجود آڏو، انتهائي ننڍڙو سچ ئي سهي، پر چوڻ جي جرئت رکن ٿا.

ـ سنڌيڪار

'نئين عالمي سرشتي' جي باري ۾، وڏي حقيقت اها آهي ته اهو معاشي

طرح سان تہ۔ رُخو آهي. جڏهن تہ فوجي طوُر تي گهڻ رُخو۔ ويجهڙ ۾ ٿيل مختلف واقعا انهن خاصيتن جي وچ ۾ تعلق کي سمجهڻ ۾ وڏيڪ مدد ڏين ٿا.

مثلاً جيئن ئي آمريڪا طرفان شاندار 'ترڪي شوٽ' نالي فوجي مشقن جو سلسلو رڻ پٽ ۾ شروع ٿيو، تہ 'نيويارڪ ٽائمز' اخبار، ڪيس هٽ آيل بُش انتظاميہ جي مُهڙين ڏينهن واري دوُر ۾، 'ٽين دُنيا مان ملندڙ للڪارن' جي سلسلي ۾، قومي سلامتيءَ سان لاڳاپيل حڪمت عمليءَ جي هڪ حصي جو جائزو شايع ڪيو.

اُنهيءَ مضمون ۾ هڪ هنڌ چيل آهي: ''اهڙا مثال، جتي آمريڪا پاڻ کان انتهائي ڪمزور دُشمن سان پلئہ اٽڪائي ٿو، تتي نہ رڳو انهن ملڪن کي ڪيس هارائڻو آهي، پر ڪين تڪڙ ۾ شڪست فاش بہ ڪرڻو آهي، ڇو جو انهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ طريقو نہ رڳو خواريءَ جو سبب بڻبو، پر سياسي حمايت ۾ بہ ناهوڪي لاٿ آڻيندو.''

مٿي بيان ڪيل 'انتهائي ڪمزور دشمن' آمريڪا لاءِ رڳو هڪ خطرو پيدا ڪري سگهن ٿا۔ سو آهي آزاديءَ جو حُصول. جيڪا ڳالھ آمريڪا لاءِ هرگز قبول ڪرڻ جوڳي ناهي. انهيءَ سلسلي ۾، آمريڪا اهڙي قاتل حاڪم جي حمايت بہ ڪندو رهندو، جيڪو ٽين دُنيا جي اُنهن جمهوري حُڪومتن جون پاڙون پٽڻ ۾ اڳرو هوندو، جيڪي آمريڪي اشارن تي نچڻ کان انڪاري آهن. انهيءَ سلسلي ۾ دستاويزي ثبوت، توڙي تاريخي رڪارڊ بہ ئي بالڪل واضح آهن. 'نيويارڪ ٽائمز' اخبار کي مليل معلومات ۾، سڄي معاملي لاءِ 'پُر امن حل' جو ڪوبہ اشارو مليل ڪونهي. هونئن بہ عام طوُر تي سمجهيو وڃي ٿو تہ ٽين دُنيا مان مليل للڪارن کي مُنهن ڏيڻ جي معاملي ۾، آمريڪا سياسي طوُر تي سدائين پوئتي رهيو آهي. ڇو تہ آمريڪا جون طلبون ئي اهڙيون آهن، جن کي عوام جي حمايت حاصل ٿي نٿي سگهي. تنهنڪري ڊپلوميسيءَ تي ٻڌل هر طريقو، سندس لاءِ هڪ خطرناڪ ڏنڊو آهي.

جيڪڏهن نئين عالمي سرشتي جو مرڪزي خيال سمجهڻو آهي، تہ اُن جي شروعات 'انتهائي ڪمزور مخالفن' کي 'رڳو شڪست ڏيڻ' سان ڪونہ ٿئي ٿي۔ پر ڪين لازمي طوُر تي ذريون ذريون ڪري ڇڏڻ سان ٿئي ٿي. يعني آمريڪا جو مطلب آهي تہ اسين هر شيءِ جا مالڪ آهيون، ٻين جو ڪم رڳو سندس بوٽ پالش ڪرڻ آهي. هن نظام ۾ ٻيا بہ ڏاڍا دلچسپ سبق درج ٿيل آهن. جن مان هڪ اهو بہ آهي، تہ ڏيهي ماٺهو جارج بش جي ٻڪ ۾ پيل تيل ۾ 'انڊوور' (جتي بش تعليم حاصل ڪئي) واري زماني جي، انهيءَ اُصول

جي واضح ۽ چٽيندڙ وضاحتن کي واڪائين، جنهن مطابق، مرتبي ۽ فرض جي حاصلات لاءِ ضروري آهي ته للڪاريندڙ کي، اُتندي ئي ٻوٽ ۾ نوئشو وهائي ڪيجي.

مان مثال طؤر تي اُهي لفظ پيش ڪريان ٿو، جيڪي هڪ صحافي خاطوءَ پاليسي جائزو لکنديء 'سورمي صاحب' (بُش) جي واتان نقل ڪيا آهن: ''خدا جو سونهن، اسان ويتنام مان مليل روڳ کي، هميشه لاءِ دفن ڪري ڇڏيو آهي.'' پر اسان جو صدر، پنهنجي سرسيءَ تي اجا ٿهڪ ئي ڏيندو هوندو، جو ريگن جي هڪ معتقد دانشور 'نارمن پود هرٽز' چوائي: ''فوجي طاقت جي استعمال خلاف شديد ذهني دٻاءُ کيس (بُش کي) بيچين بڻائي ڇڏيندو.''

حقيقت ۾ هيءَ سڄي ڊرامي بازي، ويتنام جي ماتمي گيت واري تصور کي، آمريڪي ماڻهن جي ذهن ۾، ذڪڻ ويتنام (۽ اڳتي هلي سڄي هند چيني ملڪن) جي مظلوم ماڻهن جي قتلام کي، ظلم ۽ ڏاڍائي نه پر 'اعليٰ مقصد جي ماڻ لاءِ ارپنا' جو درجو ڏيارڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪُجھ بہ ناهي. هڪ تازي جائزي موجب، آمريڪي عوام سمجهي ٿو ته ويتنام واري جنگ ۾ لڳ ڀڳ هڪ لک آمريڪي مُئا.هتي سمجهدار ماڻهو ۽ مصنف پڇن ٿا، ته اسين ان وقت ڪهڙا نتيجا پڌرا ڪيون، جڏهن پڇون ٿا ته جرمنيءَ ۾ نازين هٿان يهودين جي قتلام جو تعداد، پوٿا تي لک ڏسيو وڃي ٿو. هيءُ هڪ اهڙو سوال آهي، جنهن کي اهميت ڏيئي سگهجي ٿي. اهو جيڪو 'للڪاريندڙ کي مُنهن ۾ مُڪ وهائڻ' وارو اصول (جڏهن ته اوهان کي اها پڪ آهي ته اڳلو چؤڪنيو ٻڌل آهي ۽ سندس ذاتا نڪتل آهن) آهي، سو فطري طؤر تي، طاقت جي استعمال جي وڪالت ڪندڙن لاءِ ته پسند جوڳي ڳالھ آهي. اهڙيون 'خسيس فتحون'، ڊنل آمريڪي عوام ۾ ڪُجھ وقت ساھ وجهي بُش ۽ ريگن دؤر ۾ ملڪي سطح تي ٿيل، وڏن سانحن تان، سندن ڌيان کي هٽائي سگهن ٿيون. پر اها ڪا معمولي ڳالھ ناهي، ته آمريڪا لڳاتار هڪ اهڙي زوالجندڙ مُلڪ ۾ تبديل ٿي رهيو آهي، جنهن جا افعال ٽين دُنيا سان ملندڙ جلندڙ ٿا لڳن.

جارج بُش 'سرڪاري نوڪر' جي حيثيت ۾ بہ منفرد اعزاز رکي ٿو جيڪو سندس 'نئين عالمي سرشتي' واري رٻڙڪي کي سمجهڻ ۾ مدد ڏي ٿو، سو اهو ته هُو دنيا جو اَڪيلو رياستي سربراه آهي، جنهن کي عالمي عدالت 'غيرقانوني طاقت جي استعمال' جي الزام ۾، ڏوهاري قرار ڏيئي چُڪي آهي. وري نڪ جي پڪائي ته ڏسو! جو مٿين ڏوھ ۾، عالمي عدالت مٿس جيڪا تاوان ڀري ڏيڻ جي سزا رکي هُئي، (سندس ٻين ڏوهن جو پتو لڳائڻ ناممڪن

آهي) تنهن جي پرواهه ڪرڻ بنان، هُو عدالت تي تنقيد ڪري رهيو آهي. پر ٻئي طرف هُو پاڻ ۽ سندس حواري، عراق کان جنگي تاوان پورو ۽ مڪمل طور تي اڳاڙڻ جي لاءِ رڙيون پيا ڪن.

جارج بُش اهو ماڻهو آهي، جنهن پاناما ۾ فوجي مُداخلت ڪري، اُتي ڏهه سيڪڙو اقليتي اڇن جي آباديءَ کي، ملڪ جو والي وارث بڻايو. هُو پاناما ڪئنال تي آمريڪي قبضي جي خاطري ڏيندي، انهن اَڏن جي به پاڻاريداري ڪري ٿو، جتان بدمعاش جون ڪيمپون تيار ٿي، سڄي لاطيني آمريڪا مٿان دهشت طاري ڪري ٿيون ڇڏين. ٻئي طرف 1971ع ۾، جيئن ئي گڏيل قومن ۾ ڪيس آمريڪي نمائندو مقرر ڪيو ٿو وڃي، ته نه رڳو اوچتو سلامتي ڪائونسل ۾ آمريڪا طرفان مختلف دعوائن کي ويٽو ڪرڻ جو انگ وڌي وڃي ٿو، پر گڏيل قومن طرفان 'امن بحال ڪرائيندڙ جٿن' جي اهليت به محدود ٿئي ٿي. هن سڄي ڪاروبار ۾، برطانيه سندس جهٽ بڻيو بيٺو آهي.

بُش کي، 1975ع ۾ بدنام زمانه سي- آءِ- اي جي سربراهي سونپي وئي، ته جيئن هُو اُپرندي ايڪوادور ۾، قتلام جي حمايت ڪري سگهي. بُش صاحب ايندي ئي پنهنجون هڙئي صلاحيتون، ڪليسا سميت انهن سيني ڏرين خلاف ڪتب آنديون، جن غريبن جي پاسخاطري ٿي ڪئي. هُن پنهنجي جبر جي ايڏي ته انتها ڪري ڇڏي، جو اڄ به انهيءَ علائقي ۾ اوهان کي بيشمار ماڻهو اهڙا ملندا، جن جا جسم تشدد جي ذلت سبب ڇٽجي لاعلاج بڻجي چُڪا آهن.

ٻئي طرف، جارج بُش وچ اوڀر ۾ اسرائيل جي پٺڀرائي ڪندي، سندس بيجا قبضن، لبنان ۾ وحشياڻي اڳرائيءَ ۽ سلامتي ڪائونسل جي ٺهراءَ نمبر-425 (جنهن ۾ ڪيس لبنان مان فوجون واپس ڪرڻ لاءِ چيو ويو هُئو) جي جڙڻ ته حمايت پئي ڪئي. لبنان جي حڪومت طرفان ٽِلِساڳي استدعا (جيڪا هُن فيبروريءَ ۾ ڪئي هُئي) تي پڻ ڪو غور نه ڏنو ويو. ان جي اُبتڙ، آمريڪا جو ڇاڙتو اسرائيل، لاڳاتار شهري آبادين تي بمباري ڪندي، ڌهڪاءُ پيدا ڪندو رهيو. جڏهن ته باقي بچيل لبنان، بُش جي نئين دوست، حافظ الاسد جي هٿن ۾ هٿيڪو رهيو. هوڏانهن نام نهاد تُرڪ امن پسندن کي، ڪُلي ڇُٽي ڏني ويئي، ته هو آمريڪي خدمتن جي صلي ۾ مظلوم ڪُردن کي قتل ڪندا رهن.

مختصر، ايئن چئي سگهجي ٿو، ته اڄ اسان کي 'نئين عالمي سرشتي' ڏانهن اهو شخص وٺي وڃي رهيو آهي، جنهن جو ڪوبه اصول ۽ دين ايمان ڪونه رهيو آهي.

نار واري سموري گهوٽالي دؤران، ساڳي 'پاليسي جائزي' جي اصولن

ڪي اختيار ڪيو ويو. جولاءِ ۾ بُش صاحب فرمايو ته ڪيس ڪو اعتراض ڪونه ٿيندو، جيڪڏهن عراق طاقت جي زور تي ڪويت سان سرحدن جو معاملو طئي ڪري، يا پنهنجن پاڙيسرين تي، تيل جون قيمتون وڌائڻ لاءِ ڪو زور بار رکي. انهيءَ غلط فهميءَ ۾، صدام حسين سڄي ڪويت تي قابض ٿي ويو- ۽ اهو محسوس ڪرائڻ لڳو ته هُو نه رڳو آمريڪي/ برطانوي معيارن مطابق تصديق ٿيل هُئو بلڪ هڪ اڻ- گهڙيو قومپرست به هئو. انهيءَ ڪان پوءِ ئي 'معياري پاليسين' جي التجا ڪئي وئي.

اهو موقعو ڏسندي، آمريڪا ۽ برطانيه ڳُجهي نموني سفارتڪاري ۽ بندشون شروع ڪري ڇڏيون. جيڪي عام روايت جي اُبتڙ ڪارائتيون ثابت ٿيون. آگسٽ جي پڇاڙڪي حصي دؤران، عراق طرفان امن لاءِ پيش ڪيل آڇون پڌريون ڪيون ويون. تن ڪي به آمريڪي پرڏيهي کاتي جي عملدارن 'سنجيده' ۽ 'ڳالهائڻ جوڳيون' سندون ڏيڻ سان گڏ، عراق جي طرفان ڪويت خالي ڪرڻ وارن شرطن جي لاءِ به چيو: ”انهن ۾ اهڙا نُڪتا آهن، جن کي 'امن بابت سچائي' سان تعبير ڪري سگهجي ٿو.“ ٻئي طرف، عراق جي طرفان مڪمل واپسيءَ سميت ڪيل مختلف ڪوشش ڪي، هٺ وچان نظرانداز ڪيو ويو. جنهن سان لکين ماڻهن جي جان بچي پئي سگهي. سفارتڪاريءَ جي سيني ڪوشش کي نظرانداز ڪندي، ٽين دُنيا جي هڪ ڏُتڙيل مُلڪ (عراق)، جنهن جي مسڪين ۽ انتهائي ڪمزور فوج ڪي، انهيءَ لاءِ نشانو بڻايو ويو، ته جيئن ان مان ٻيا عبرت حاصل ڪن!

هوڏانهن دانشور حضرات به چُرپُر ۾ اچي ويا ۽ صدام جو هڪُ اهڙو خاڪو پيش ڪيائون، جنهن ۾ کيس هٽلر جو جاءِ نشين ڏيکاريندي ٻُڌايائون، ته هُو سڄي دنيا تي قبضي ڪرڻ جو سوچي رهيو آهي. انهيءَ ڪان پوءِ جيئن ئي بُش اعلان ڪيو ته صدام سان ڪابه ڳالهه ٻولهه ڪانه ٿيندي، ته ونئي سندس ساراهه ۽ صدام خلاف سوين ايڊيٽوريل لکيائون. جڏهن بُش اعلان ڪيو، ته جارح صدام کي ڪڏهن به ڳل ڪونه پارايا ويندا- ته بجاءِ جو کيس ڪا چِٺ آڪ ٿئي، اُلٽو انتهائي ذميوار مبصر به سندس ڏُر تي ٻيهي رهيا.

ڪيترن جو خيال هُئو ته برطانيه ۽ آمريڪا ماضيءَ ۾ غيرذميوار رهيا آهن (جڏهن ته حقيقت هئي ته ٻئي مُلڪ انتهائي مستقل مزاجيءَ سان، پنهنجا پنهنجا مُفاد حاصل ڪندا رهيا هئا). هوڏانهن هاڻي اسان کي تسلي ڏني وئي هئي، ته هر شيءِ بدلجي چڪي آهي. اهو هيئن ته هاڻي هُن سمجهي ورتو هُئو، ته جارحيت کي مناسب طريقي سان منهن ڏيڻ جو هڪ جواب آهي- سو اهو ته هڪدم پُرتشدد طريقا اختيار ڪجن. انهيءَ ڪري اسان اها اُميد رکي ٿا سگهون، ته جلد ئي برطانوي شاهي هوائي فوج (RAF) دمشق، تل ابيب ۽

جڪارتا تي بمباري ڪرڻ وينديون، پر اهو سڀ تڏهن ٿيندو، جڏهن برطانيه انهن قاتلن کي هٿيار ڏيڻ بند ڪندو. عجب آهي ته هن نين بصيرتن ۾، صدام لاءِ ڪا به آشيرواد شامل نه هئي، ته اهو اسرائيل تي حملو ڪري. جيتوڻيڪ سندس واهيات دليل، واشنگٽن ۾ وينل سندس هم پيشه مجرمن ۽ دوستن سان بالڪل مليا پئي!

اهڙي طريقي سان هڪ اهڙي ظالماڻي قتلام جي لاءِ راهه تيار ڪئي وئي، جنهن لاءِ ٽين دُنيا جي هڪ رسالي لکيو آهي: ”هن سرشتيءَ تي اهڙي پاڙيائپ واري لڙائي، اڳ ڪڏهن به ڪونه لڙي وئي.“ اهڙيءَ ڪارروائيءَ کان پوءِ، اتحادي فوجون منظرِ عام کان هڪدم هٽيون، انهن سان وڃي شامل ٿيون آهن، جيڪي فوجي اڏن تي ويهي، مهذب دُنيا کي تنگ ڪرڻ بنان رهي رهيا آهن.

ٻئي طرف، لڳي ٿو ته انهيءَ باري ۾ ڪنهن کي به ڪا پرواهه ڪانهي، ته سرڪاري طور تي جنگ جوٽڻ لاءِ، ڪو به سبب ڪونه ڏنو ويو آهي. حالانڪ هڪ مُڇن جي ساوِل آيل نوجوان، جيڪو علم پرائي ٿو، سو به فوري طور تي انهيءَ ڳالهه کي پسند نه ڪندو. هيءُ سچو سلسلو، ’آمريڪي ڪلچر جي تصديق‘ ۽ نئين عالمي سرشتي لاءِ راهبري ڪندڙ نشان آهي.

انهيءَ کان سواءِ، سرڪاري طور تي وڏي چڙهي پرامن حل جي خلاف ڪيل ڪوششون به، ڪي گهٽ راز ٿيون ٻڌائين! اهڙي طرح سان اسان کي خبر ٿي پوي، ته هيءُ مسئلو مختلف هُئو. چاڪاڻ جو آمريڪا، عراقي قبضي کان اڳ ئي مختلف قسمن جون سرگرميون شروع ڪري چڏيون هيون، جيڪي عراقي آڇن کان پوءِ جاري رهيون. حالانڪ انهن آڇن کان پوءِ، ماحول سڌري پئي سگهيو. انهيءَ موقعي تي مختلف هنڌن تي ٽيل قبضن جي معاملن ۾، برطانوي ۽ آمريڪي ورتاءَ جو ذڪر نه ڪرڻ به ڏاڍي زيادتي ٿيندي. انهيءَ کان سواءِ هن ڏس ۾ ٻيا دليل به وزندار ٿا لڳن. عراقي مسئلي سان منهن ڏيڻ لاءِ ورتل چند ڪوششن مان هڪ جو ذڪر ڪندي، ’ٽموٿي گارٽن ايش صاحب‘ نيويارڪ رويو ۾ ٻڌائي ٿو ته: جيتوڻيڪ ڏکڻ آفريڪا ۽ اوڀرندي يورپ ۾ مختلف پابنديون ممڪن هيون، پر صدام وارو مسئلو مختلف آهي- انهيءَ وضاحت سان ئي دراصل دليل پورو ٿئي ٿو. هاڻي اسان کي سمجهه ۾ اچي ٿو، ته پنهنجن ڏکڻ آفريڪا وارن يارن، 1980ع کان 1988ع تائين، جيڪو پاڙيسرين جو سٺ لک ڊالرن جو نقصان ۽ 15 لک ماڻهن کي قتل ڪيو آهي، تنهن تي ’چُپ ساڌڻ‘ ڇو ممڪن هُئو؟ انهيءَ ڪري، جو هو ڪميونسٽ آمرن ۽ اسان وانگر سُنو نسل آهن! آخر ڇو؟ انهيءَ سلسلي ۾ نيلسن منڊيلا عراقي عوام ڏانهن مُفاد پرستيءَ ۽ تعصب سان ڀريل. انهيءَ

'خاص رويي' جي مذمت ڪندي، جيڪو سبب ٻڌائي ٿو- سو آهي عراقين جي ناسي چمڙي. ساڳي ڳالهه سچ ثابت ٿئي ٿي، جڏهن 'نيويارڪ ٽائيمز' اسان کي پڪ ڏيندي ٻڌائي ٿي: "سڄي دنيا، صدام جي خلاف متحد ٿي وئي آهي، جيڪو هن مهل دنيا ۾ انتهائي نفرت ڀريو ڪردار بڻجي چڪو آهي ۽ هاڻي، اُها سندس ڪاري چهري کان نجات گهري ٿي."

اها ڳالهه سمجھ ۾ اچڻ جوڳي آهي ته سرد جنگ واري زماني ۾، مغربي نسل پرستي پنهنجي حيران ڪندڙ روپ ۾، ڇو واضح ٿئي ٿي؟ ستر سالن تائين هيءَ ڀرپور، روايتي هٿڪنڊن سميت 'ڪميونسٽن کان بچاءَ' جي نالي ۾ جاري رکيو ويو. پر اهو سبب عام طور تي ناڪي شرم هاڻو بهانو به وڃائي چڪو هئو.

هي سيڪجهه ذهن ۾ رکندي، اسان جو ڌيان اُنهن ڏينهن ڏانهن وڃي ٿو، جڏهن نيويارڪ پريس وضاحت ڏيندي چيو هئو: "اسان کي مختلف ملڪن ۾ مخالف ڌرتيءَ ڇاون کي، انگريزي طريقي سان ذبح ڪرڻ کپي. پوءِ پلي ته انهيءَ ڪاري ڪاروبار ۾ جيڪا به ذلت ٿئي، سا تيستائين ڪٽجي، جيستائين هو اسان جي هٿيارن جو احترام ڪرڻ نٿا سکن." حقيقت ته اها آهي ته هو اسان جي ارادن کي، چڱيءَ طرح سمجھن ٿا.

وچ اوڀر لاءِ 'نئون عالمي نظام' ڏاڍو ظالماڻو ٿو لڳي. هتي فاتح اُها تشدد پسند رياست آهي، جنهن گهٽي وقت کان سنجيده سفارتڪاريءَ ذريعي، علائقائي سطح تي هٿيارن جي ڊوڙ کي به تڏي ڦٽي ڪيو آهي. آمريڪا جي حڪمت عمليءَ وارو تصور هتان لاءِ اهو آهي، ته تيل جي ملڪيت جا مقامي ڪرتا ڌرتا، علائقائي طاقتن ذريعي تحفظ ۾ هجڻ کپن. پوءِ ان لاءِ ڇو نه رت پياڪ ۽ ظالم حافظ الاسد جهڙن ماڻهن کي به ست ۾ شامل ڪجي! يا ڪٽي مصر کي ئي خريدي ونجي! آمريڪا انهن پنهنجن پيچ لٽڪائو ڪتن جي وچ ۾، انهيءَ معاملي لاءِ رضامندي گهري ٿو. جڏهن اهي نتيجا ڪيس حاصل ٿيا، ته ممڪن آهي ته هو وچ اوڀر مسئلي تي، عالمي ڪانفرنس سڏائي وني! بشرطيڪ انهيءَ کي سندس خيالن مطابق هلائي سگهجي. جيئن ڪسنجر زور ڏيندي چيو هئو ته يورپ ۽ جاپان کي، سفارتڪاريءَ مان لازمي طور تي ٻاهر رکيو وڃي. پر ان جي پيٽ ۾ روس کي، اندروني ڏچن جي ڪري شامل ڪيو وڃي. ڇاڪاڻ جو هو پنهنجن سورن ۾ اهڙو ته ورتل آهي، جو هنن مسئلن تي اختلاف بدران اطاعت ڏيکاريندو. اهڙيءَ طرح برطانيه کي به موقعو ڏيڻ جي ڪوشش ڪجي.

جيستائين فلسطيني مسئلي جو سوال آهي، ته ان جي حل لاءِ آمريڪا، هاڻي آسانيءَ سان 'جيمس بيڪر' واري نار جي گهوٽالي کان، اگ ڏنل پلان

موجب اڳتي وڌي سگهي ٿو. جنهن مطابق، اردن، فلسطيني رياست آهي. جڏهن تہ قبضي ٿيل فلسطيني علائقا، اسرائيلي مشورن جي روشنيءَ ۾ هلايا وڃن، پر فلسطينين کي 'نابلوس' مان ٽيڪس اڳاڙڻ جي اجازت هجي. سندن نيستائين نمائندگي 'پي ايل او' کان ٻاهران منتخب ڪئي وڃي. فلسطيني قيادت پلي تہ جيل جون هوائون پئي کائي، پر اسرائيلي فوج جي نگرانيءَ ۾، 'آزاد ۽ منصفاڻيون چونڊون' ڪرايون وڃن. يعني پراڻين پاليسين لاءِ نوان بهانا گهڙيا، اُنهن کي 'نئين رُخ ۾ پيش قدمي' ۽ 'وسيع نظريءَ' جو نالو ڏنو ويندو.

فلسطينين جي زمين ۽ پاڻيءَ تي قبضو ڪري، سندن معاشي ترقيءَ کي سدائين روڪيو ويو. ها البت، کين اسرائيلي معاشيات لاءِ، حقيقي طور تي ٻانهائپ وارو پورهيو ڪرڻ جي اجازت ڏني وئي. انهيءَ ڏس ۾ تازا ڪرفيو، فلسطينين جي معاشي حالت کي تباهہ ڪرڻ لاءِ هڪ ٻي ڪڙي هئي.

هاڻي اسرائيل ۾، فاتح ليبر پارٽيءَ جي يزهاڪ رابن (۽ 1989ع ۾ بچاءَ جو وزير) جي ڏنل اُن پاليسيءَ مطابق عمل ڪري سگهن ٿا، جيڪا هُن 'پيس نائو' جي اڳواڻن آڏو، پي ايل او ۽ آمريڪا جي وچ ۾ ڳالهين تي اطمينان ڏيکاريندي پيش ڪئي. يعني هڪ پاسي ظاهري طور آمريڪا وارا، ڳالهين جو ڍونگ رچائيندي بيڪار ڳالهيون ڪندا، تہ ٻئي طرف ٻي پاليسي اسرائيل هٿان، فلسطينين جي 'انتفاده تحريڪ' جا هٿي ڏاڪا ڪڍي ڇڏيندو. اهڙن 'پوتر خيالن' جو اظهار ڪندي، رابن 40 سال اڳ عربي ڳالهائيندڙ اسرائيلين جي پيشنگوئين کي پوري ڪرڻ جو عهد ڪندي چيو: "فلسطينين کي پُرزا پُرزا ڪيو ويندو، کين تباهہ ۽ برباد ڪيو ويندو، سندن مقدر يا تہ مڪمل تباهي آهي يا تہ کين انساني سماج جو گند ڪچرو بڻجي، عرب ملڪن جي ذلتن ڀريل طبقن سان وڃي رهڻو پوندو." انهيءَ کان سواءِ ويچارن فلسطينين لاءِ اها راهہ ٿي بچي، تہ هو مورڳو اسرائيل ڇڏي هليا وڃن، تہ جيئن سندن جاءِ روس مان آيل اُهي يهودي ڀرين، جن تي شمير- پيريز ۽ بئڪر پلان مطابق، هاڻي اسرائيلي قبضي ۾ آيل فلسطيني آبادين ۾ آباد ٿيڻ تي ڪابہ بندش ڪونهي.

انهيءَ صورتحال جو سڀ کان وڏو سبب، برطانيہ ۽ آمريڪا جي سياسي قيادت لاءِ، ملڪ اندر سماجي ۽ معاشي ڏچا آهن، جن کين ايترو تہ خوار خراب ڪيو آهي، جو وٽن پنهنجي فوجي قوت جي زور سان اُرهہ زورايون ڪرڻ کان سواءِ، ٻي ڪا واٽ ئي ناهي بچي. اڄڪلهہ ڏنڊي باز صحافت جيڪي صلاحون کين ڏئي رهي آهي، ممڪن آهي تہ اُنهن تي عمل ڪندي، هُو پنهنجن ملڪن کي 'ڪرائي جي قاتل رياستن' ۾ تبديل ڪري ڇڏين.

جن جو ڪم، عالمي مافيا وانگر دُنيا ۾ شاهوڪارن کي 'تحفظ' فراهم ڪندي، ڪين تـين دُنيا مان ملندڙ للڪارن کان بچائي، پوءِ پنهنجي انهيءَ خدمت جي صلي ۾، ڪائنن چڱا خاصا ڏوڪڙ ڪيڻ آهي.

اُهي امير، جيڪي نار جي تيل پيدا ڪندڙ علائقن ۾ بالمر بڻيا وينا آهن، تن جي مٿي تي هٿرو گهمائيندي، ڪين بہ ڪم ڪرڻا آهن. پهريون، تہ جرمنيءَ جي قيادت ۾ سڪتي ورتل يورپي معاشي حالت کي درست ڪن ۽ بعد ۾، جاپانُ رهيل مشن روس جي مرندڙ ظلميت منجهان نڪتل علائقن کي، 'لاطيني آمريڪي نموني جي شفقت سان سرفراز ڪري' پورو ڪندو. جڏهن تہ ان وقت تائين روس ۾ اڳوڻي ڪميونسٽ بيورو ڪريسي، ٻاهرين ملڪن جي ڪارپوريشن جو ڪاروبار سنڀاليندي. باقي بچيل ٽين دنيا، لَٺ توڙي چَٺ سان ضابطي ۾ آندي ويندي. يعني جتي معاشي دٻاءَ ڪم ڪنَدا اُتي امدادون روڪڻ ۽ بندشون هڻڻ سان ڪين ڪنٽرول ڪيو ويندو، پر جي ايئن گوڏي هينان نہ ايندا، تہ پوءِ ڏنڊي جي زور تي ڪين مطيع بڻائبو.

اهي چند نُڪتا آهن، جيڪي نئين عالمي نظام جو ٿُلهي ليکي خاڪو چئي سگهن ٿا. پر شرط اهو آهي، تہ هن سرشتي بابت ڪيل دعوائن تان ڪشش ۽ لفظن جي جادوگريءَ جو نقاب لاهي، سندس اصل چهرو ڏسڻ جي تڪليف ڪئي وڃي.



# اسٽالن ازم تي هڪ نظر

اڄ ڪلهه سوويت پريس ۾، جن ڪُجهه شين تي تمام گهڻو مواد ڇپجي ٿو ۽ بحث ٿئي ٿو، تنهن ۾ اسٽالن ۽ سندس ڪارگذارين تي، خاص طور تي لکيو ۽ ڳالهايو وڃي ٿو. جنهن ۾ گهڻي ڀاڱي اسٽالن جي طور طريقن تي زبردست تنقيد ڪئي وڃي ٿي ۽ ڪيس سوشلزم جي جمهوري ۽ انساني پهلوئن کي ختم ڪندڙ هڪ آمراڻي سوچ رکندڙ شخص ڏيکاريو ويو آهي. سوشلزم جون ميڪانيڪي تاويلون ڪندڙ ڀلي ته اهڙن مضمونن ۽ ڳالهين کي اهميت نه ڏين، پر اها حقيقت آهي ته دنيا جو

ڪوبہ سرشتو جيستائين شين ڏانهن روين کي انساني، ڪائناتي ۽ مجموعي ڪارج پيريو نٿو بڻائي تيستائين اهو ڪوبہ صحيح ترياق ڳولي نٿو سگهي. اها حقيقت آهي تہ اسٽالن سوچ جي انهيءَ پهلوءَ کي، نہ رڳو نظرانداز ڪيو پر انهيءَ نظريي جي وڪيلن کي سخت سزائون پڻ ڏنيون. جيتوڻيڪ انهيءَ دؤر ۾ اسٽالن جي سختين جي پڪڙ پچاڙ ڪرڻ وارو ڪوبہ نہ هيو، پر تواريخ پنهنجو فيصلو ڏيندي ڪيس ڪافي جڳهن تي قصوروار قرار ڏنو ۽ اڄ سندس اباڻي ملڪ ۾ ئي، مٿس زبردست تنقيد ڪئي پئي وڃي. هيءُ مضمون جيڪو دميتري وولڪو گونوف جي ڪتاب 'Triumph and Trage-dy- A political profile of Joseph Stalin' جو هڪ باب آهي تنهن ۾ پڻ اسٽالن جي شخصيت ۽ ڪم جو هڪ جائزو ورتو ويو آهي. جنهن ۾ مٿس مثبت تنقيد ڪئي وئي آهي. يعني نہ رڳو سندس اوڻاين کي رَدِ ڪيو ويو آهي، پر سندس خوبين جو بہ ذڪر ڪيو ويو آهي.

- سنڌيڪار

## گهرو لڙائيءَ وارا ڏهاڙا:

جڳ مشهور 'آڪٽوبر انقلاب' جي تيز لهر، روس ۾ زبردست تحرڪ پيدا ڪيو ۽ هن سماجي طوفان هر شيءِ کي پنهنجي وڪڙ ۾ ورتو. روس جي نئين تواريخ جي مُک سال جي مُکيہ مهيني، روسي ڪامريڊن لاءِ هڪ ئي وقت پيڙا ۽ سوڀ جا سَلا اُپاريا.

اها حقيقت آهي تہ 1917ع کان اڳ هڪ پارٽي، جنهن جي هڪ ننڍڙي گروهہ کان وڌيڪ ڪا حيثيت ڪانہ هُئي، سا ٿورڙن مهينن ۾ زبردست سياسي قوت بڻجي اُڀري-پر پارٽيءَ لاءِ شروعات وارا اهي ڏهاڙا مختصر ثابت ٿيا. 1918ع ۾ جڏهن بظاهر لڳي رهيو هو تہ اُهي مسئلا جيڪي ماضيءَ جو حصو بڻجي اوجهل ٿي چڪا هئا، تن منحوس خطرن جي روپ ۾ ٻيهر ڪَرُ کنيو-۽ اهي خدشا مارچ/ اپريل وارن مهينن ۾ نروار ٿيا. هن مهينن ۾ پرڏيهي فوجي مداخلت، نئين سر زمينداري ۽ مٿين طبقي جي ٻين ماڻهن ۾ بغاوت جي باهہ کي ڀڙڪايو. جنهن جي نتيجي ۾ ننڍين فوجي عملدارن ۽ شدت پسند قومپرستن طرفان، هر جاءِ تي ننڍيون ننڍيون بغاوتون شروع ٿيون. يعني هڪ طرف سڄو مُلڪ مختلف ڀاڱن ۾ ورهائجي رهيو هُو تہ ٻئي طرف غيرمحفوظ سرحد تي هر هنڌ محاذ کُليا پيا هُئا.

گهرو لڙائيءَ ۾ ورتل روس اندر، ڀاءُ پنهنجي ڀاءُ جي لهوءَ جو پياسو بڻيل هُو. اهڙي صورتحال ۾، مُلڪ اندر اسٽالن ڏاڍو مقبول هُو. هُو پارٽيءَ جي گهڻ رُخين هدايتن کي مرڪزي ڪاميٽيءَ جي حُڪمن هيٺ ذميواريءَ

سان سرانجام ڏيئي رهيو هئو.

1918ع واري 'استالن گراد' شهر جي حيثيت، اوپرندي جنگي محاذ جي حيثيت ۾ اهميت اختيار ڪري چڪي هئي. انهيءَ محاذ تي خوراڪ ۽ سامان جي رسد ۾ مشڪلاتون درپيش پئي آيون. اهڙي موقعي تي، استالن کي مرڪزي ڪميٽيءَ جو نمائندو بڻائي محاذ تي موڪليو ويو، ته جيئن خوراڪ جي رسد جو جوڳو انتظام ٿي سگهي. ايئن ئي جڏهن بُک جو موتمار ڦندو، روس جي سياسي ۽ صنعتي علائقن ۾ ڏينهون ڏينهن سخت ٿيندو پئي ويو، ايتريقدر جو لينن جهڙو ڪامريڊ به سوويت حڪومت جي وزيرن کي تقريبن 'پروسي جوڳا جلاد' سمجهي چڪو هئو، اهڙي ماحول ۾ استالن پنهنجو ڪم شروع ڪيو. هُو گهڻا سوال جواب ڪرڻ بدران، عوام آڏو مرڪزي ڪميٽي جي فيصلن تي اعتراض اُٿارڻ بنان، ڏسيل حُڪمن هيٺ ئي عمل ڪندو رهيو. ايئن پئي لڳو، جڻ ته کيس هڪ 'بااعتماد ورڪر' جو ڪردار ادا ڪرڻ تائين محدود ڪيو ويو هئو. انهيءَ ڪري ئي شهر زار تسين (استالن گراد) ۾ پارٽيءَ جي ڪم ڪرڻ واري ذميواري، هُن سنتوش ۽ ڌيرج سان قبول ڪئي.

پر انهيءَ مشن کان گهڻو اڳ جڏهن ساڳيو شهر، انقلاب دشمن جو ڳڙهه هئو، تڏهن به کيس ڪجهه فوجي ڪم سرانجام ڏيڻ لاءِ چيو ويو هيو. انهيءَ دؤر ۾، هُو ضلعي فوجي ڪائونسل جو ميمبر هئو. جيئن ئي استالن پنهنجو ڪم شروع ڪيو، ته ٿورڙي ئي عرصي ۾ فوجي ڪائونسل نه رڳو چڙوچڙ شاخن کي منظم ڪري ورتو، پر منجهن سرگرمي پيدا ڪرڻ کان سواءِ نوان پاڳا پيدا ڪيا ۽ خاص ڪمن جي لاءِ، ڌار لشڪري ٽولا ناهي، مسلح ريل جو هڪ سپاهين وارو جٿو ۽ ڪارڪنن جو رضاڪار جٿو ترتيب ڏيئي ورتا.

اهڙيءَ طرح مرڪز ۽ فوجي ڪائونسل جي مهربانين سان، جلدئي 'زار تسين' شهر انهيءَ لائق ٿيو، جو پنهنجي چؤگرد گهيري کي منهن ڏيئي سگهي. هن طريقي سان انقلاب دشمن جا، شهر کي برباد ڪرڻ وارا هڙئي منصوبا مٽيءَ ۾ ملايا ويا. تنهن ڪري 'زار تسين' جي شهر به پين ڪافي اهڙين جڳهن وانگر، (جتي استالن رهي چڪو هُيو ۽ گهرو لڙائيءَ کي منهن ڏنو هُئائين) نه رڳو تواريخ ساز حيثيت حاصل ڪئي، پر سوويت تواريخ ۾، يادگار اهميت اختيار ڪري ورتي.

استالن جيتوڻيڪ 'زار تسين' جي معرڪي کي سرانجام ته ڏنو، پر اها حقيقت آهي ته انهيءَ سڄي صورتحال ۾، هُن جنگي حڪمت عمليءَ ۽ طريقئہ ڪار ۾ فوجي جُرئت جو مظاهرو ڪرڻ بدران، هميشہ نازڪ وقت تي 'آهني هٿ' ۽ آمرانا طريقا استعمال ڪيا. کيس جيڪي هنگامي اختيار مليل هئا، تن

جو استعمال ڪندي هُن 'زار' جي فوج جي انهن آفيسرن، جيڪي بعد ۾ سوويت حڪومت جي پَرِ ونـي بينا هيا، تن تي ڪڏهن بہ پنهنجي بي اعتماديءَ ڪي ڪونہ لڪايو. انهيءَ ڪري ئي. هُن ڪين مستقل ضابطي ۾ رکيو. اسٽالن ڪي سُڌ هُئي تہ ان وقت جو ڪمانڊر انچيف ۽ ملڪ جي انقلابي فوجي ڪائونسل جو چيئرمين 'ليو ٽراٽسڪي' پڻ، انهن فوجي ماهرن جي پاسي هئو. انهيءَ احساس زبردست شدت اختيار ڪري ورتي ايتريقدر جو ٻنهي جي وچ ۾ جهڳڙا شروع ٿـي ويا، جن منجهن زبردست دشمنيون پيدا ڪري ورتيون ۽ درحقيقت اڳتي هلي منجهن هڪٻئي جي لاءِ جيڪا شديد نفرت ۽ عداوت پيدا ٿـي، ان جو سبب بہ اهي اختلاف ئي هُئا.

اسٽالن جي عادت هُئي تہ هو مورچن، فوجي اسپتالن، گڏ ٿيڻ وارين جڳهن، ٿاڻن ۽ چيڪ پوسٽن (چڪاس وارين چوڪين) جي دؤري تي نہ ويندو هيو. هو سدائين هيڊڪوارٽر مان ويهي پيغام موڪليندو، رضاڪار دستن جي سربراهن ڪي سڏائيندو، ڪمانڊرن ڪي گهرائيندو، صورتحال جون رپورٽون وٺندو ۽ پوءِ ماڻهن ڪي موڪلي، انهن سڀني ڳالهين جي تصديق ڪرائيندو هُئو. هن اهڙي نازڪ صورتحال ۾ بہ، شرپسندن ڪي گولين سان اُڏائڻ ۽ انهن فوجي ماهرن جن لاءِ ڪيس شرپسندي ڪرڻ جو شڪ هوندو هُئو تن لاءِ بارها موت جي سزا جا حڪم جاري ڪيا. اهڙي قسم جا واقعا، 'زارتسين'، 'پرم' ۽ 'پيٽروگراڊ' ۾ ڪيترا دفعا پيش آيا. ڪيترن ئي موقعن تي ڏنل سخت سزائن تي، معاملا لين تائين بہ وڃي پهتا ۽ 'زارتسين' ۾ اسٽالن جي موجودگي وارن اهڙن موقعن تي، ٻنهي اڳواڻن جي وچ ۾ زبردست تضاد بہ اُڀريا. پر اها حقيقت آهي تہ خصوصي فوجي صورتحال جي ڪري، مناسب ضرورتن جي بعد ۾ ڪٽ ڪرڻ ڏاڍو مشڪل ڪم آهي. تنهن ڪري مٿس خاص قدم نہ کنيو ويو.

انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي، تہ گهرو لڙائيءَ ۾ اسٽالن جي ادا ڪيل ڪردار جي پنهنجي اهميت آهي، پر سندس خاصيتون هڪ اهڙي خاص 'نمائندي' واريون هيون، جنهن ڪي مختلف معاملن جي سرانجاميءَ لاءِ ئي مقرر ڪيو ويو هجي. اها حقيقت آهي تہ بعد ۾ لکيل تواريخ ۾، سندس 'فيصلہ ڪن ڀري' واري ڳالهہ درست ڪانہ هُئي. ان هوندي بہ انهي ڳالهہ کان انڪار نٿو ڪري سگهجي، تہ انقلاب جي شروعاتي مرحلي کان ئي اسٽالن، پارٽـيءَ جي اهم عهدن تي رهندو آيو. اسٽالن جي حيثيت ۾ آهستي آهستي ۽ خاص ڪري گهرو لڙائي کان پوءِ، خاصي مضبوطي آئي جنهن ۾ آخرڪار، هُو پارٽـيءَ جي سرواڻ جٿي جو مکيہ اڳواڻ بڻجي ويو.

پر انهيءَ وقت جي حالتن جي مڪمل جائزي وٺـڻ کان پوءِ سُڌ ٿـي پوي،

تہ اسٽالن پارٽيءَ جي گهڻن ليڊرن کان هيٺانهين پوزيشن ۾ هُئو. هڪ نظريي دان جي حيثيت ۾، هُن جي اهميت فقط عام ماڻهو ۾ نظريي ڦهلائيندڙ کان وڌيڪ قطعي بہ نہ هُئي. خاص ڪري سنڌس تقرير بالڪل اثرائتي نہ هُئي (جنهن جي ئي انقلابي لاهين چاڙهين ۾ وڏي اهميت هوندي آهي). ٻئي طرف ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي نظر ۾ هُو رحم پرپو ۽ ٻاجهارو بہ ڪونہ هُئو. هو انهن اخلاقي لياقتن کان بہ ڪورو هُئو، جيڪي ڪنهن بہ انقلابي شخصيت جا گڻ ليکيون وينديون آهن. پر پوءِ بہ منجهس ڪي مُنفرد لاڙا ضرور هُئا. خاص طور تي ٻين لاءِ ويساهہ ۾ نہ ايندڙ ڳالهہ بہ منجهس موجود هُئي_ سا اها تہ هُن مخصوص منزل جي حاصلات لاءِ مقصد جي پُختي هئڻ جو مظاهرو ڪيو. ماڻهن منجهہ ليڊرشپ طرفان مقرر ڪيل حاصلات لاءِ اسٽالن جي جدوجهد جي عوام ۾، پُختگي، تحرڪ، ضابطي ۽ هڪ_ ڪنائپ جي لاءِ ڏاڍي عزت هُئي. تنهن ڪري ئي اسٽالن کي اڳواڻيءَ (خاص طور تي انهيءَ گهرو لڙائيءَ وارن ڏينهن ۾) ۽ طاقت جي اهميت جو خاصو احساس هُئو. تنهن ڪري هن طاقت جي سچي هنر کي سمجهيو ۽ فيصلو ڪيو، تہ دٻاءَ، وزن ۽ زور کي مناسب طريقي سان استعمال ڪري گهربل نتيجن کي حاصل ڪرڻ ممڪن آهي.

## جنگي جدوجهد جي ساٿين جو دستو:

لينن جي اها عادت هئي، تہ هو پنهنجي صحت جي باري ۾ شڪايتون گهٽ ڪندو هُئو. جيئن تہ منجهس زبردست ٻَلُ هُئو، تنهن ڪري زبردست ذهني ۽ جسماني دٻاءُ سهڻ جي بہ منجهس وڏي صلاحيت هُئي. ان جو اندازو، انقلاب ۽ گهرو لڙائيءَ جي انتهائي مختصر عرصي ۾، لينن جي لکيل شاندار ۽ شاهڪار لکڻين تي هڪ نظر وجهڻ سان ئي سگهي ٿو. ٻئي طرف تنظيمي مسئلا، جيڪي زبردست پيچيدگين سان پرپور هُئا، تن بابت آتم ڪٿائي رڪارڊ ٻُڌائي ٿو تہ لينن جو لکيل پورو مڪمل ڪتاب، ڪڏهن بہ زبردست واڪاڻ کان سواءِ بيان نٿو ڪري سگهجي. پر سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ هُن انقلاب لاءِ ذميوارين ۾ حصيداري ڪئي ۽ حال ۽ آئيندي ۾ پنهنجو لازوال ڪردار ادا ڪيو. اهڙي صورتحال ۾، جڏهن لينن جي صحت نيڪ ٺاڪ هُئي تہ سندس جانشينيءَ بابت اُٿندڙ سوال اهميت حاصل ڪري نہ سگهيو. پر جيئن ئي 1921ع جي پڇاڙڪن ڏينهن ۾، مٿس زبردست ذهني دٻاءَ جا اُهڃاڻ ظاهر ٿيا ۽ بعد ۾ بيماري بہ پڌري ٿي، تہ ماڻهن نہ گهرندي بہ انهن شخصن بابت وڌيڪ اُڻ تُڻ سان سوچڻ شروع ڪيو، جيڪي سندس ويجهن ساٿين ۾ ڳڻيا ويندا هُئا. پوءِ لينن جڏهن پنهنجي مرض جي شدت کي محسوس ڪيو، تہ کيس احساس ٿيو، تہ پارٽيءَ جي اڳواڻن ۾ گروهہ بنديءَ جو ٿيڻ، عين ممڪن هُئو. تنهن ڪري 1921ع جي آخر ۾ ئي، لينن پنهنجي همراز ڪامريڊن جي

باري ۾، جاچ پڙتال ۾ وڏيڪ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي. انهيءَ محل تائين، لينن کي ڪوبہ سرڪاري اختيار ڪونہ هئو. سندس اهميت فقط پنهنجن غيرمعمولي ذهني ۽ اخلاقي خوبين جي ڪري ئي هئي. پر سوال اهو هئو تہ ڪانئس پوءِ، ڪنهن جي اهميت هئي؟ بين پان کي انقلاب جو ابو ڇو ٿي محسوس ڪيو؟ سندن پسمنظر ڪهڙو هئو؟ اسٽالن، لينن جي بين سنگين جو جائزو ڪيئن ورتو؟

1920ع واري ڏهاڪي ۾، لينن جي سرواٽيءَ ۾ پارٽيءَ جي مرڪزي ڪميٽي ئي ملڪ جو راڄ ڀاڳ هلائيندڙ اصل ادارو هئو. انهيءَ عرصي دوران تعداد ۾ ڪميٽي ڪافي ننڍي هئي. مثال طور ڏهين ڪانگريس (1921ع)۾ چونڊيل مرڪزي ڪميٽيءَ جا مڪمل ميمبر 25 ۽ اميدوار ميمبر 15 هئا. ياد رهي تہ ڪانگريس ۾ مرڪزي ڪميٽيءَ جي چونڊ ۾ معمولي واڌ آئي. جنهن ۾ 27 مڪمل ۽ 16 اميدوار ميمبر چونڊيا ويا. هيءَ چونڊ آخري هئي، جيڪا سنئين سڌي لينن جي اڳواڻيءَ ۾ ٿي. لينن جي وقت ۾، مرڪزي ڪميٽيءَ جي مڪمل گڏجاڻي بن مهينن ۾ هڪ ڀيرو ٿينديي هئي، جنهن ۾ اڪثريت ماسڪو وارن جي هوندي هئي. ڪميٽيءَ روزاني ڪمن جو بار، مثال طور تي معاشي ۽ فوجي مسئلن جي ترتيب، پارٽيءَ جي مختلف نسلي گروهن سان ويجها ناتا رکڻ، مختلف مسئلن ڏانهن پاليسيءَ جي وضاحت ڪرڻ جو ڪم پئي سنڀاليو. اهڙن مسئلن ۾ Decist (1) واري مامري سان گڏ پورهيتن جي مخالف ڌر 'آر سي پي' وارو مسئلو بہ شامل آهي. هي پارٽيءَ جو هڪ اهڙو حصو هئو (1920-21ع) جنهن جي خيال ۾ پورهيت طبقي جي تنظيم جي مٿانهين جوڙجڪ بعد ۾ پارٽي نہ پر ٽريڊ يونينون آهن. اها صلاح بيهارينديي ئي، هُن قومي معاشيات تي قبضو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. (انهيءَ گروپ جي ميمبرن ۾ اي شلا تينڪوف، ايم ولا ديبنروف، اي ڪلوٽائي، يولتووينوف، ايس ميدويديف شامل آهن). انهن مسئلن بابت پارٽي موقف جي پڌرائي، نئين معاشي پاليسي (اين اي پي) جو اطلاق وغيره شامل آهن. مطلب تہ هر شيءِ

---

(1) هي جمهوري مرڪزيت ۾ يقين رکندڙن جو گروهہ هئو. 1920ع ۾ هن 'آر سي پي' نالي هڪ گروپ ناهيو، جنهن جي اڳواڻي، 'ڪابي ڌر' جي ڪميونسٽن وي اوتينسڪي، ٽي ساپرونوف، وي ماڪسيمو وسڪي ۽ بين ڪامريڊن ٿي ڪئي. "Decist" گروپ وارن هڪ ماڻهوءَ جي اڳواڻيءَ ۾ حڪومت ڪرڻ جي مخالفت ۾، غيرمحدود گڏيل قيادت جي وڪالت ڪندي، مختلف جڳهن تي مرڪزي ادارن جي خلاف 'آستاني طاقت' نالي ادارا ناهيا ۽ گروهہ بندي ڪرڻ جي باقاعده اجازت ڏيڻ جا مطالبا ڪيا. (ايڊيٽر)

پنهنجي جڳهه تي وڏو افسانو بڻي پئي هُئي. پارٽيءَ کي اهي سڀ اختيار حاصل هُئا، جيڪي ڪنهن حُڪومتي ڏُر کي هجڻ کپن. اها ته سنئين سڌي ڳالهه آهي ته گهڻو دارومدار سياسي صورتحال، اخلاقي قدرن ۽ پارٽيءَ جي راهبر دستي جي جوڙجڪ ڪندڙ ڪامورن جي پيشيور ڪوشش تي ٻڌل هُئو. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ڪانپوءِ لينن ئي واحد شخص هيو، جنهن کي ذهين، ٻارهين ۽ ٻارهين ڪانگريس (حالانڪ هُو انهن ۾ موجود نه هُئو) ۾ گڏيل راءِ سان چونڊيو ويو هُئو. سندس اثر رسوخ، متا، تجربا، فيصلا، نظرياتي ڪارگذاري ۽ ٻيون سڀ ڪوششون پارٽيءَ جي مرڪزي ڪميٽيءَ ۽ راهبر دستي تي زبردست ڌاهپ پيريو تاثر ڇڏڻ ۾ خصوصيت رکندڙ هيون. جڏهن ته لينن جي هڙني ساٿين جو تعليمي ۽ انقلابي پسمنظر هڪٻئي کان گهڻو مختلف هُئو. جنهن ڪري سندن ذاتي پسند ۽ ناپسند پڻ مختلف هُئي. منجهائن اڌ جيترن ته سالن جا سال هجرت ۾ گذاريا ۽ انيڪ قسم جيسماجي، جمهوري سماجوادي ۽ چڙو انساني بنيادن تي ٻڌل ثقافتي اجلاسن ۽ ڪانگريسن ۾ به شريڪ ٿيا هُئا. ڪين پيدائشي ذهانت ورثي ۾ مليل هُئي. جڏهن ته چالاڪي، اڳ-ڇيتي يا دوراندیشي ۽ خبرداري، سندن ذات جو حصو ٿي وئي هُئي. ٻئي طرف اسٽالن منجهه اها ٿوم ئي ڪانه هُئي. سالن جا سال ديني تعليم پرائيندي جلاوطنيءَ ۾ رهڻ ۽ پرولتاري وقار پري سوچ کان وانجهائپ، اسٽالن کي رڳو 'نظربي جو عملدار' بڻائي ڇڏيو. پر لينن جي جوڙيوالن مان هو پهريون ماڻهو هُئو، جنهن سڀ کان پهرين رياستي هٿيارن ۽ انهن جي طاقت کي محسوس ڪندي سندن اهميت جو اندازو لڳايو. هوڏانهن لينن جي مڙني ساٿين طاقت جي غير شخصي جوڙجڪ جي اهميت کي، تمام گهٽ فوقيت ٿي ڏني. پر انهيءَ وچ ۾ اسٽالن آهستي آهستي راهبر دستي جي هر ميمبر جي باري ۾، پنهنجو هڪ خاص تصور جوڙي ڇڏيو. منهنجي خيال ۾ ته لينن جي چوگرد رهندڙ ساٿين مان، خاصي تعداد ۾ اسٽالن جي باري ۾ گهڻو وقت اڳ ڪيل تجزيي تي هليا. ڪجهه ڪامريڊن ڪيس فقط هڪ ڪارڪن ٿي سمجهيو، ڪيترن لاءِ هو فقط پارٽي جو هڪ سنو نمائندو هُئو، جنهن نسلي گروهن جي نمائندگي ٿي ڪئي ۽ ڪجهه ٻين آڏو، هُو هڪ معمولي چالاڪ قسم جو اهڙو ماڻهو هُئو جهڙا حڪومتي ادارن جا چلتا پُرزا هوندا آهن. پر بيشڪ اُتي لينن جي ساٿين اسٽالن جي قابليت جو تمام گهٽ اندازو لڳايو، جڏهن ته هُو ايتري تائين سيني کي، حتاڪ لينن جي ويجهن يارن، زائنوويف، ڪامنئيف، بُخارين رائيڪوف، ٽومسڪي، روزتاڪ ۽ ڪوزيور کي به چڱي طرح سمجهي چڪو هُئو. انهيءَ ۾ ڪوبه وڌاءُ ڪونهي ته فقط اسٽالن ئي اها ڳاهه تاڙي چُڪو هُئو ته گهرو لڙائيءَ ۾ سُرخ فوج جي ڪمانداري 'دشمن ۽ غدارن' ڪئي هُئي. جيتوڻيڪ

لينن کي اهو ’الهام‘ ڪونہ ٿيو، پر ڪيس سُڌ پئجي وئي تہ ’صنعت جا ڪپتان‘ (سرمائيدار) هڙ جا هڙ ’شرپسند‘ هُئا. سندس ئي واحد اک هُئي جنهن جاسوسن کي ڳولي لڌو هُئو، جن جو سوويت يونين جي سفارتي سرگرمين تي اختيار هُئو. اسٽالن بي شمار ’بہ مُنهن آلہ ڪارن‘ کي بہ سڃاتي ورتو هُئو، جن کي هن عملي طور تي رياستي زندگيءَ جي هر ڪنڊ مان ظاهر ڪري ورتو. (هي سڀ جملا طنزيہ لکيا ويا آهن جن مان اسٽالن جي چالاڪيءَ کي ظاهر ڪيو ويو آهي. سنڌيڪار)

اسٽالن جي جنرل سيڪريٽري ٿيڻ کان پوءِ، آڪٽوبر انقلاب جي پارٽي ڪانگريسن جي اکربہ اکر رپورٽ پڙهنديءَ، انهيءَ وقت ۾ حيرت جوڳي حد تائين، اظهار جي راءِ جي آزادي بابت ساراهہ ڪرڻ کان سواءِ نٿو رهي سگهجي. تنهن وقت تنقيد اينتري ئي اهم سمجهي ويندي هئي، جيترو زندگيءَ لاءِ ساهہ هجي ٿو. خوشامد، چاپلوسي، جي حضوريءَ جو چڙهہ تہ نالو ئي نہ هيو. ڪنهن بہ مانُهوءَ اتحاد براءِ اتحاد نٿي چاهيو، جيتوڻيڪ ليڊر تہ ڪافي هُئا، پر منجهن ڪنهن بہ قسم جي شخصيت پرستي ڪونہ هُئي. انهيءَ جو واضح مثال يارهين ڪانگريس ۾ لينن جي رپورٽ تي ڪيترن ئي عيوضين طرفان ڪيل تنقيد آهي. توڙي جو لينن جي تقرير جا ڪڏيل نتيجا ۽ اُصول، مجموعي طور تي ساراهيا ويا هُئا. للي چپيءَ کان هٽيل صاف بحث، جيڪو مختلف مسئلن تي ٿيندو هُئو، سو چڙهہ تہ هڪ اٽٽر اصول بڻجي چڪو هُئو. ڪانگريسن جون تفصيلي رپورٽون (Plenums) لينن جي وقت ۾ چڙهہ تہ ’پارٽيءَ جمهوريت‘ جا راهنما ڪتاب بڻجي نظرياتي ساٿ ۽ مٿانهين درجي جي سوچ جا مظهر بڻجي پيا هُئا.

يارهين ڪانگريس ۾ جوڙيل ’مرڪزي سيا‘ جي پهرين مڪمل گڏجاڻي 2- اپريل 1922ع ۾ ٿي، جنهن ۾ عيوضين جي خواهشن کي اهميت ڏينديءَ، پولٽ بيورو، تنظيمي بيورو (Org bureau) ۽ سيڪريٽريٽ جوڙي وئي. انهيءَ کان سواءِ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مرڪزي ڪميٽيءَ جي لاءِ، جنرل سيڪريٽري جو عهدو بہ قائم ڪيو ويو. جنهن ۾ پهريون سيڪريٽري ’جي وي اسٽالن‘ کي چونڊيو ويو. اهڙي طريقي سان هُو پارٽيءَ جي ٽن مکيہ عهدن تي پهچي ويو: يعني هڪ ئي وقت، هُو پولٽ بيورو ’آرگ بيورو‘ جو ميمبر ۽ جنرل سيڪريٽري بڻجي ويو. اڄڪلهہ تواريخ دان، ڏاها ۽ جيڪي مُلڪي تواريخ جا عجوبا پڙهن ٿا، تن جي ذهن ۾ سوال ٿا اُڀرن. تہ هروڀرو اسٽالن کي عهديدار بڻائڻ جي راءِ ڪنهن ڏني؟ انهيءَ سڄي سلسلي ۾ لينن ڪهڙو ڪردار ادا ڪيو؟ ڇا اسٽالن جي جنرل سيڪريٽري ٿيڻ سان، ڪيس ڪن خاص اختيارن جي ڇوٽ ملي؟ انهن ۽ اهڙن ٻين سوالن جا جواب، نہ رڳو

لينن کان پوءِ جي عرصي ڏانهن اشارو ڪندي، ان دؤر جي ملڪي ۽ پارٽي تواريخ سان واسطيداري ڏيکارين ٿا، پر بعد ۾ هڪبئي پٺيان ٿيل المين جي اُسرڻ بابت بحث کي پڻ دعوت ڏين ٿا. هتي سوال ٿو اُٿي ته ڇا اسٽالن منجھ اُهي لياقتون هُيون، جيڪي جنرل سيڪريٽريءَ جو عُهدو رکڻ لاءِ ڪنهن ۾ به هجڻ کپن؟ بظاهر ته شايد چئجي: ”ها منجهس اُهي گڻ هُئا.“ پر هينيون رڪارڊ ڏسي اوهان پاڻ فيصلو ڪيو. 1898ع کان وٺي هُو پارٽيءَ جو ميمبر هُئو. 1912ع ۾ کيس مرڪزي ڪميٽي جو رڪن چونڊيو ويو. ان کان سواءِ مرڪزي ڪميٽي، آرگ بيورو ۽ پولٽبيورو جو به ترتيبوار ميمبر رهيو. هُو پولٽبيورو جو واحد رُڪن هُئو، جنهن کي اداري جا هڪ ئي وقت ٻہ عُهدا، يعني قوميتن جي ڪميساري، پورهيتن ۽ هارين جي چڪاس واري ضابطو رکندڙ تنظيم جي ڪميساري ڏنا ويا هُئا. ان کان سواءِ کيس ٻين مختلف رياستي ادارن جي هم ڪار رڪن جا عهدا به مليل هُئا.

بيشڪ هيءُ سچو ڪردار، سماج جي نئين انقلابي تشڪيل لاءِ ڪيل سندس جاکوڙ جي تصديق ۽ اسٽالن منجھ موجود رياستي حڪومت ۽ سياسي جوڙجڪ متعلق ڄاڻ جي نشاندهي ڪندي، مختلف حربن ذريعي ڪم ڪرڻ واري لاڙي کان آگاهه ٿو ڪري. مطلب ته جنرل سيڪريٽريءَ جي عُهدي لاءِ، اسٽالن جي نامزدگي، توقع جي خلاف نہ هُئي. ٻئي طرف اڪثر اڳواڻن هن عهدي کي ڪا خاص اهميت به نہ ڏني... ته لينن جي ڇاڪائيءَ ۽ زندگيءَ ۾ اها هُئي صورتحال۔ يعني انهيءَ سچي عرصي ۾ پارٽي ۽ رياست جي اڳواڻيءَ بابت ڪو سوال ئي ڪونہ هُئو! ڇو جو ڪنهن به تڪرار کان وانجهو لينن جهڙو محبوب رهنما، اڃا جيئرو ويٺو هُئو. جڏهن ته پنهنجي نئين ڪردار ۾، اسٽالن پارٽيءَ توڙي عوام لاءِ ڪا خاص ڳُٽ جهڙي شيءِ ئي ڪونہ هُئو. سندس حيثيت اوستائين بہ ٻين عام ليڊرن جهڙي هُئي. پر انهيءَ سچي صورتحال کان پوءِ، سندس منفي ۽ مثبت افعال ظاهر ٿين ٿا، جن ۾ هو هڪ ليڊر جي حيثيت ۾، وڏيڪ پڌرو ۽ چٽو ٿيندي نظر اچي ٿو.

اڄ ڏهاڪا سالن جا گذرڻ کان پوءِ ئي ممڪن ٿي سگهيو آهي ته ڪو ماڻهو اسٽالن جي شخصيت بابت، جامع ۽ ڪافي قدر درست وضاحت ڪري سگهي. منجهس پنهنجن احساسن کي لڪائڻ جي وڏي قدرت هُئي. انهيءَ جو اندازو ان مان لڳايو جو سندس سچي حياتيءَ ۾ فقط چند ماڻهن ئي کيس ڪاوڙجندي ڏٺو هُيو. هن ۾ انتهائي ذکين فيصلن کي فقط چند ماڻهن ذريعي حل ڪرڻ جي اُتم صلاحيت موجود هُئي. سندس آڏو حالتون ۽ دُنيا فقط ٻن رنگن يعني ڪاري ۽ اڇي جي مظهر ۾ موجود هُئي. مختلف مسئلن ڏانهن سندس پهچ قطعي ۽ هڪ رُخي هُئي. جڏهن ته زندگي گڻ رخي آهي، پر هُو

انهيءَ حقيقت کي تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ هيو. سندس ساروٽيون، بيان ۽ رپورٽون پنهنجي بيهڪ ۾ حاڪمانيون هونديون هيون. پر انهيءَ جي باوجود ڪيترائي سندس ساراه جا ڍڪ پريندا رهندا هئا. ڇو تہ سندن آڏو هو عمل ۽ فرض جو مجسمو هئو. جذباتي پڻو ۽ نازڪ خيالي تہ سندس ويجهو ئي ڪونہ آيون هيون، تنهن ڪري ئي هو 'انسانيت' جو لفظ استعمال ڪرڻ کان هتر ڪندو رهندو هئو. 1922ع ۽ 1923ع جي شروعات تائين، جڏهن لينن اجا لکڻ ۽ هدايتون ڏيڻ جو ڪم ڪري ٿي سگهيو، هن درجن جي حساب سان ياداشتناما مسودا، دستاويز ۽ خط اسٽالن ڏانهن اماڻيا، جن مان ڪجھ لکتن ۾ سياسي ۽ تنظيمي مسئلن جي ڪڏيل حلن بابت، لينن جي تشويش ظاهر ٿيل هئي، اها ڪا روائتي ڳالھ ڪانہ هئي، جو ڇڙو نون مهينن کان پوءِ، (اسٽالن جي پارٽيءَ سيڪريٽري ٿيڻ کان نو مهينا پوءِ) لينن انهيءَ نتيجي تي پهتو، تہ اسٽالن بابت ڦهڪ ڪئي هئي. اهو بہ تہ، اسٽالن کي ڪنهن بہ ئي هنڌ مقرر ڪرڻ ڪپي ها. لينن انهيءَ نتيجي تي، انهن زبردست غلطين جي ڪري ئي پهتو، جيڪي اسٽالن جنرل سيڪريٽريءَ جي عهدي تي رهڻ دؤران ڪيون هيون.



# ڇا روس جي بغاوت پٺيان صيهونيت آهي؟

19_ آگسٽ تي، جڏهن روس ۾ گورباچوف حڪومت خلاف بغاوت جو اطلاع مليو، ته عام طور تي هر ڪو حيران ٿيو. پر اُهي ماڻهو، جيڪي ڪميونزم جا گهڻگهرا سمجهيا ٿا وڃن، تن ڪي اهو ٻڌي ڏاڍي سرهائي ٿي، ته اقتدار تي 'پڪن ڪميونسٽن' قبضو ڪري ورتو آهي. تنهن ڪري اهڙن حلقن جي طرف کان، انهيءَ قدم جي ڪافي واڪاڻ ٿي.

تن ڏينهن کان پوءِ پتو اهو پيو، ته قبضو ڪندڙن کي ڪا گهٽي حمايت حاصل ڪونهي ۽ سائن گڏوگڏ يلسن جي اڳوائيءَ هيٺ، ملڪ ۾ هڪ ٻي متوازي حڪومت پڻ ڪم ڪري رهي آهي. اقتدار جي لاءِ روس ۾ مختلف ڌرين منجهه ناهوڪي ڇڪتاڻ جاري آهي. انهيءَ کان پوءِ سُنت ئي خبر پئي، ته بغاوت ناڪام ٿي، گورباچوف ڪرائيميا مان موٽي آيو ۽ ملڪ جي سياسي توڙي نظرياتي طرح سان نئين جوڙجڪ ٿي رهي آهي. اسان مان ڪير ناهي، جيڪو انهيءَ ناٽڪ کان واقف ٿيڻ نه چاهيندو هجي! پر انهيءَ لاءِ تفصيلوار واقعن جو مشاهدو ڪرڻ کان پوءِ ئي، حقيقتن جو پتو پوڻ ممڪن آهي.

اسان مان اُهي، جيڪي انهيءَ ڳالهه ۾ اعتبار نٿا رکن، ته اقتدار جي عالمي سطح وارين تبديلين ۾، ڪي خاص منظم گروهه اثر پيريا ناهن، تن کي هن نديڙي مضمون مان ڪُجهه سبق ضرور ونڻ کپي. جنهن مطابق، اهو ثابت ٿو ٿئي ته سوويت يونين جي موجوده تبديلين ۾، گهٽي کان گهٽو ڪردار روسي يهودين جو آهي، جيڪي گورباچوف، باغي اڳواڻ ينائيف ۽ يلسن، تنهي سان مختلف ٽولن جي شڪل ۾ گڏ آهن. ۽ مختلف يهودي تنظيمن جي تعاون سان حالتن تي اثرانداز ٿي رهيا آهن.

هڪ سال اڳ، هفتيوار 'ٽائيم' (3 جولاءِ 90ع) ۾ 'ڪجهه بااثر وڪيل' جي عنوان سان هڪ مضمون ڇپيو هئو، جنهن ۾ گورباچوف جي انهن ٻارهن ساٿين جا نالا ڏنا ويا هئا، جيڪي سائس گڏ هُئا. جن کي 'ٽائيم' رسالي ٽن گروهن ۾ ورهائي پيش ڪيو، حالانڪ انهن ۾ ڪو گروهه ڪونه هُئو، هنن جي ترتيب هيٺن ڏنل آهي:

## گورباچوف جا وفادار:

1۔ اليگزينڊر ياڪوئيف: سفارتڪار ۽ تاريخ جو پروفيسر، جنهن کي گورباچوف جو نعم البدل سمجهيو ويجي ٿو.
2۔ بيواگني پريماڪوف: اڳوڻو صحافي ۽ پرڏيهي معاملن ۾ گورباچوف جو خاص صلاحڪار.
3۔ نڪولائي پيراڪوف: معاشي ماهر، پارليامينٽ جو ميمبر ۽ گورباچوف جو خاص نائب.
4۔ استائيسلاف شتالين: وڪيل، سياسي سائنسدان ۽ گورباچوف جي ذاتي عملي جو سربراهه.
5۔ وادم بڪاتن: محنتي ۽ لائق گهرو معاملن جو وزير ۽ صدارتي ڪائونسل جو ميمبر.

### گورباچوف جا مخالف:

1ـ گيورل پوپوف: ريڊيڪل معاشي ماهر، اپريل 90ع کان ماسڪو جو ميئر.
2ـ اناطولي سوبچڪ: قانون جو عالم، پارليامينٽ جو سرگرم ميمبر ۽ مئي 1990ع کان لين گراڊ جو ميئر.
3ـ والنٽن راسپوتن: ادبي شخصيت، انساني قدرن جو وڪيل، صدارتي ڪائونسل جو ميمبر.
4ـ وينيامن يارن: ساچي ڏُر جو همراه، يونائيٽڊ ورڪرز فرنٽ جو شريڪ چيئرمين ۽ صدارتي ڪائونسل جو ميمبر.
5ـ جنرل بورس گراموف: ڪيف جي فوجي ضلعي جو ڪماندار ۽ ملڪ جو هر دلعزيز فوجي آفيسر.

هنن منجهان 'ٽائيم' مطابق راسپوتن کان سواءِ ٻيا سڀ يهودي نسل جا مائٽو آهن.

هوڏانهن جن بغاوت ۾ حصو ورتو ۽ جن کي 'اٺن جو ٽولو' جي نالي سان مشهور ڪيو ويو، انهن جي ترتيب هيئن آهي.

1ـ ڪي جي بيءَ جو سربراه ولاديمير ڪرچڪوف. 2ـ نائب صدر گنادي ينائيف 3ـ سپريم سوويت جو صدر اناطولي لڪيانوف 4ـ بچاءَ جو وزير ديمتري يازوف 5ـ وزيراعظم ويلنٽائن پالوف 6ـ گهرو معاملن جو وزير بورس پوگف 7ـ صدر جي عملي جو سربراه والدي بولڊن. 8ـ سوويت بچاءُ ڪائونسل جو نائب چيئرمين اوليگ باڪلاتوف 9ـ پارليامينٽ جا ٻه ميمبر واسيلي استارو دبسوف ۽ اليگزينڊر ترياڪوف. 10ـ بورس گروموف: جنگي سورمو 11ـ رياستي سلامتي محافظن جو سربراه: يوري پليخانوف 12ـ سوويت جنرل اسٽاف جو سربراه ميخائيل سوسئيف 13ـ جنرل اسٽاف جي آپريشن واري شعبي جو سربراه اناطولي وينيزوف. هي سڀئي شخصيتون به يهودي آهن.

ٽئين طرف ڪميونزم جي خلاف محاذ اتڪائيندڙ يلسن ۽ سندس ٽولي ۾ هيٺيان همراه شامل آهن. 1ـ رشيا جو صدر بورس يلسن 2ـ رشيا جو نائب صدر: اليگزينڊر وائسڪي 3ـ وزيراعظم ايوان سلائيف 4ـ گهرو معاملن جو وزير وڪٽر برانيڪوف. 5ـ پرڏيهي وزير: آندري ڪوزريف 6ـ نائب پرڏيهي وزير: آندري فيو دوزوف 7ـ گيوريل پاپوف: ماسڪو جو ميئر 8ـ اناطولي سوبچڪ: لين گراڊ جو ميئر.

انهيءَ کان سواءِ يلسن جا خاص مددگار، ماسڪو جو نائب ميئر وغيره، هي هڙئي همراه به يهودي آهن. 2 سيپٽمبر تي ڪريملن ۾ جيڪا نئين قيادت اچي رهي آهي، ان ۾ به سڀ جا سڀ يهودي آهن.

هوڏانهن سياست ۾ دلچسپي رکندڙن کي ياد هوندو، ته سُڌارن بابت هڪ

نوڪيو '500 ڏينهن جي رٿابندي' نالي ڪتاب لکندڙ، گريگوريا ولنسڪي پڻ نہ رڳو يهودي آهي، پر هو هارورڊ جي يهودي معاشي ماهرن جو بہ لاڏلو رهيو آهي. جيڪي ڪيس سڌارن بابت، 'مفيد مشورا' پڻ ڏيندا رهيا آهن. انهيءَ ڪان سواءِ نئين سوويت يهودي پرڏيهي وزير بورس پنڪن ڪي پڻ جيڪا گهڻي تاتائي آهي، تنهن ۾ چيڪوسلاواڪيا جي موجوده اديب ۽ يهودي صدر واڪلاف هاويل جو بہ وڏو حصو آهي. ياد رهڻ گهرجي، تہ اڳوڻا ٻئي روسي پرڏيهي وزير شيورد نادزي ۽ بسمرتنخ پڻ يهودي هئا. جڏهن تہ گورباچيف جي نسل جي پوري خبر ڪانہ ٿي پوي، تنهن ڪري ان لاءِ پڪ سان ڪجھ بہ نہ ٿو چئي سگهجي. بلڪل لينن وانگر، جنهن جي پڻ نسلي اصليت بابت لڪايو ويو هئو. جڏهن تہ لينن جي زال يهودڻ هئي ۽ سندن گهر ۾، عبراني ٻولي پڻ ڳالهائي ويندي هئي. اسان کي گورباچيف بابت بہ، وڌيڪ ڄاڻ جي ضرورت آهي. سندس زال رئيسا، جنهن کي هو 'منهنجي جنرل' ڪري سڏيندو آهي، هڪ پڪي يهودڻ آهي. ان سڄي ڄاڻ جو ڪهڙو مطلب آهي؟ مڪمل ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ اسان کي 1917ع واري سوويت انقلاب جي شروعات ۾ وڃڻو پوندو. ڪامريڊ لينن ۽ سندس هڙئي ساٿي يهودي هئا، پر اها ڪهاڻي هڪ وڏي داستان جي حيثيت رکي ٿي. ٻئي طرف، يهوديت ۽ عالمي يهودي تنظيم جي باني 'ٿيودر هرزل' جا اهي لفظ هڪ وڏي معنيٰ رکن ٿا. جڏهن هو چوي ٿو: ''اسان هڪ قوم آهيون، اسان روسي يا آمريڪي يهودي نہ پر رڳو يهودي آهيون. يهودي رياست اسرائيل جي آئين ۾ پڻ اهو فقرو شامل آهي تہ سڄي دنيا جي يهودين کي، هڪ قوم طور ليکيو آهي. عالمي يهودي تنظيم، جيڪا 1897ع کان پنهنجو ڪم ڪري رهي آهي، اها بين الاقوامي صيهوني عدالت 'زنجيري' جي مک مورچي طور ڪم ڪري رهي آهي. جنهن 1968ع ۾، هڪ قومي چارٽر پڌرو ڪيو هئو، جنهن ۾ 1988ع ڌاري اضافو ڪيو ويو. چارٽر ۾ عام طرح دنيا جي مڙني يهودين ۽ خاص طرح روسي يهودين تي، اهو فرض لاڳو ڪيو ويو هئو تہ سندن اولين وفاداري عالمي صيهوني تنظيم ۽ اسرائيلي رياست لاءِ هوندي.

صيهوني عدالت، هڪ طويل سازش تحت يورپ ۽ سوويت يونين ۽ اتر آمريڪي کنڊ جي سياسي ۽ اقتصادي اختيار کي مڪمل طرح قابو ۾ آندو. جن ذريعي، ان ٻين ملڪن ۽ تنظيمن تي اثر وڌو. صيهوني عدالت جو خاص مقصد، اسلامي ملڪن ۽ چينين کي قابو ۾ آڻڻ آهي، جنهن ڳالھ کي لاڳاپيل ملڪن کي ضرور سمجهڻو پوندو. سوويت يونين ۽ سڄي اوڀر يورپ ۾ آيل موجوده تبديليون پڻ صيهوني عدالت طرفان دنيا ۾ نئين عالمي نظام قائم ڪرڻ لاءِ آنديون ويون آهن ۽ قدرت جو اهو اصول آهي، تہ ذليل ملڪن لاءِ اها سزا، بيعزتيءَ کان بہ وڌيڪ ايذائيندڙ هوندي آهي. اها حقيقت سندن آزاديءَ جو خاتمو هوندي آهي.

(فرنٽيئر پوسٽ ۾ 18 سيپٽمبر 91ع ڌاري طارق مجيد جي ڇپيل مضمون جو خلاصو).



## 'THE MOUSETRAP'

# نئين تواريخ اڏيندڙ ناٽڪ

هيءَ ناٽڪ، اڄ کان لڳ ڀڳ ٻائيتاليھ ورهيہ اڳ شروع ٿيو ۽ اڃا تائين جاري آهي. اگاٿا ڪرسٽيءَ جي لکيل 'ڪڙامار' (The Mousetrap) نالي هن ناٽڪ، لنڊن جي ناٽڪ منڊليءَ جي تواريخ ۾، ڊگهي عرصي تائين پيش ٿيڻ جو رڪارڊ قائم ڪيو آهي. پنهنجي ٻائيتاليهين سال ۾ هلندي، هيءَ ناٽڪ هن وقت 'مارٽن جي ناٽڪ گهر' ۾ هلي رهيو آهي. جتي اڄ کان ويھ سال اڳ، اهو پر واري 'ايمبسيڊر' نالي ناٽڪ منڊليءَ منجهان منتقل ڪيو ويو.

جتنان ان جي شروعات 25ـ نومبر 1952ع تي ٿي ۽ هن مهل تائين، اهو 17400ـ پيرا پيش ٿي چُڪو آهي. سڀ کان اهم ڳالهه اها ته ايڏي ڊگهي عرصي ۾، هڪ پيرو به ڪو وقفو نه ٿيو آهي. لنڊن ۾ ئي (جتي هاڻي اهو ناٽڪ ڏندڪٿائي حيثيت اختيار ڪري چڪو آهي) نوي لکن کان وڌيڪ ماڻهو، هن اعليٰ درجي جي فني پيشڪش کي ڏسي چُڪا آهن. سو به ايئن ته هيءُ ناٽڪ هلندي، هن شهر ۾، ڪيترائي ٻيا مشهور کيل تماشا ۽ راڳ رنگ جا پروگرام ٿيا، پر اُهي ڪڏهن به سندس دائمي مقبوليت جو مقابلو نه ڪري سگهيا.

’ڪُوئامار‘ جي هاڻوڪي هدايتڪار (ياد رهي ته هن مهل تائين، هن ناٽڪ کي ويهه مختلف هدايتڪار ترتيبي چُڪا آهن) ’ڊيوڊ ٽرنر‘ مون کي ’سينٽ مارٽن‘ منجهه ڏسيو، ته هيءُ ناٽڪ گهر، لنڊن ۾ اُولهندي چيڙي تي قائم ٿيل ٻين ناٽڪ گهرن وانگر، موڙيءَ جي مُند ۾ (جڏهن تماشائين جي آمد گهٽجي ويندي آهي) ٽڪيٽ جي اصل قيمت ۾، ويهه سيڪڙو گهٽتائي به نه ڪندو آهي.

هيءُ کيل، نيويارڪ جي ’براڊ وي‘ سميت، دُنيا جي ڪيترين راڄڌانين ۾ پيش ڪيو ويو آهي. پر جيڪا سڃاڻپ ۽ مشهوري کيس لنڊن ۾ ملي آهي، تنهن جو ڪو مثال نٿو ملي. جڏهن اهو ناٽڪ ايمبيسيڊر جي ناٽڪ منڊليءَ ۾ پيش ٿيندو هُئو، ته انهيءَ ڇهين سال ۾ ئي 2239ـ پيرا اسٽيج تي پيش ٿيڻ سان، مشهور راڳ واري پروگرام "Chow Chin Chaw" جو رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيو. هاڻي ته هيءُ ناٽڪ هڪ اداري جي حيثيت اختيار ڪري چُڪو آهي. خاص ڪري لنڊن ڏانهن ايندڙ سياحن لاءِ، اهو بيحساب ڪشش رکي ٿو.

سوال آهي ته آخر اهو ڪهڙو سبب آهي، جو ’ڪوئامار‘ ناٽڪ جي شيدائين کي، سائنس ايترو عشق ٿي پيو آهي؟ انهيءَ سوال جو جواب، اسان کي اڳتي هلي ملندو. البت جڏهن ناٽڪ ختم ٿيندو آهي، ته ڪونه ڪو فنڪار، ڏسندڙن آڏو اچي گذارش ڪندو آهي، ته اُهي سائنس ناٽڪ جي راز ڪنهن سان به نه سلڻ جو انجام ڪن. ايئن ڪندي، هو درحقيقت هڪ قسم جي خاموشيءَ ڀريل سازش ۾ شريڪ ڪندي، کين ناٽڪ جو حصو بڻجڻ تي راضي ڪري ڇڏيندو آهي.

1947ع جي ڳالهه آهي ته مرحوم راڻي ميريءَ جي 80 هين جنم ڏينهن جي حوالي سان، هڪ ريڊيو ناٽڪ لکڻ لاءِ اگاٿا ڪرسٽيءَ سان رابطو ڪيو ويو. جنهن جي نتيجي ۾، هن اڌ ڪلاڪ جو ناٽڪ ’ٽي انڌا ڪوئا‘ جي عنوان سان لکيو. بعد ۾ انهيءَ تخليق منجهه وڌيڪ ڪردار شامل ڪري، ان جو نالو

’ڪوئامار‘ رکيو ويو. هيءُ ناٽڪ سڀ کان پهرين 1952ع ۾ ناٽنگهم جي ’رائل ٿئيٽر‘ ۾ پيش ڪيو ويو. پر ’پيٽر ساندرس‘ (هاڻي سر جو خطاب رکندڙ مشهور ناٽڪ ڊائريڪٽر) ان جي اهميت کي سمجهنديءَ، ناٽڪ کي ’ايمبسيڊر‘ منڊليءَ ڏانهن کڻي آيو، جتي 1994ع تائين اهو لڳاتار پيش ٿيندو رهيو. بعد ۾ ’سينٽ مارٽن‘ ناٽڪ گهر ڏانهن منتقل ڪيو ويو، ڇاڪاڻ ته اُتي هال جي وڌي هئڻ ڪري، ڇئن سون کان وڌيڪ ماڻهو هن غيرمعمولي پيشڪش کي پسي ٿي سگهيا.

پهريون ڀيرو لنڊن ۾ اسٽيج ٿيڻ مهل، هن ناٽڪ ۾ مشهور اداڪار ’رچرڊ ايٽنبرو‘ ۽ سندس گهر واري ’شيلا سمٽس‘ پڻ شامل هئا.

ارڙهن مهينن کان پوءِ، جڏهن اٽينبرو هن ناٽڪ کان ڌار ٿيو ته عام خيال هُئو، ته غيرمعروف اداڪارن جي شامل هُئڻ ڪري ’ڪوئامار‘ کي اڳوڻي ڪاميابي حاصل نه ٿي سگهندي. پر اهو انومان غلط ثابت ٿيو. انن سالن جي مُدي ۾ هن ناٽڪ منجهه 259_ اداڪار ڪنيا ويا. هاڻي ته لڳ ڀڳ هر سال، نوان فنڪار کڻي چهرا تبديل ڪيا ويندا آهن. حد ته اها آهي جو جڏهن به نون اداڪارن جي ڀرتيءَ جو اشتهار ايندو آهي، ته هزار کان وڌيڪ درخواستون وصول ٿينديون آهن. شايد ناٽڪ جي ڪاميابيءَ جو راز، خرچ جي گهٽتائي هُجي! ڇو جو هڪ ته ناٽڪ جي سيٽن تي وڌي رقم خرچ ڪرڻ بدران، اُهي سادا ۽ سستا رکيا پيا وڃن، ٻيو ته اداڪارن ۾ به ڪا وڏن نالن جي ڀرمار ڪانهي. اصل ۾ اها خود ناٽڪ جي راز ڀري ٽيڪنڪ آهي، جيڪا ان کي هر سال ڪاميابيءَ جي هڪ کان ٻئي ڏاڪي ڏانهن وٺيو پيئي وڃي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته ايندڙ صديءَ ۾ هيءُ ناٽڪ پنهنجي گولڊن جوبلي ملهائيندو.

عظيم تخليقڪار سمرسيٽ ماهم هڪ ڀيري چيو هُيو: ”ناٽڪ جو مُکيه مقصد، ڏسندڙن کي خوش ڪرڻ آهي، جيڪڏهن اُهي ئي بيزار ٿيڻ لڳن، ته پوءِ ڪابه شيءِ پاڻ جالي نه سگهندي“. ڪنهن به ڪامياب ناٽڪ لاءِ ماهم جي مقرر ڪيل معيارن کي نظر ۾ رکندي، چئي سگهجي ٿو ته ’ڪوئامار‘ ڪڏهن به انهن معيارن کان هيٺ نه ڪريو آهي. ممڪن آهي ته سنجيده ناٽڪ ڏسندڙن لاءِ اها ڳالهه دُرست نه هُجي، پر عام ماڻهوءَ آڏو ڪاميابيءَ جو راز شايد اهوئي هجي. جيئن اگاٿا ڪرسٽيءَ چيو: ”ڪوئامار مڪمل طور تي ديڄاريندڙ، خوفناڪ ۽ رؤنشو پيدا ڪندڙ ناٽڪ ناهي، پر انهيءَ ۾ ٿورين ٿورين سڀ شيون آهن. جنهنڪري اهو مختلف ماڻهن کي مطمئن ڪري ٿو.“ اگاٿا ڪرسٽي پنهنجي جاسوسي ناولن کي ناٽڪ جو روپ ڏيارڻ بدران سنئون سڌو ناٽڪ لکڻ وڌيڪ پسند ڪندي هئي، هِن وقت هوءَ برطانيه جي

اُها ليکڪا آهي، جنهن کي دُنيا ۾ سڀ کان گهڻو پڙهيو ٿو وڃي. سندس ڪتابن جون ٻن اربن کان وڌيڪ ڪاپيون وڪرو ٿي چڪيون آهن. جاسوسي ڪهاڻيون لکندڙ ليکڪا جي حيثيت ۾ مليل مشهوريءَ جي ڪري، 'ڪوئامار' کي سندس مرتبي پُڄاڻان به جاري رهڻ جو اعزاز حاصل آهي. 1979ع ۾ سندس مرڻ کان اڳ، هُن 'ڪوئامار' تي فلم ٺاهڻ جي، اهو چئي اجازت نه ڏني، ته جيستائين اهو ناٽڪ لنڊن جي ناٽڪ منڊلين ۾ هلي بند نه ٿو ٿئي، بلڪ ان کان پوءِ به ڪيس ڪُجھ ورهيه ٿيا گذرن، تيستائين هُوءَ فلم نهڻ پسند نٿي ڪري. اهو ياد ڪندي، 'ڊيوڊ ٽرنر' کي اهو وقت ڏاڍو ڏور ٿو لڳي، جڏهن لنڊن منجھ هيءُ ناٽڪ بند ٿيندو ۽ پوءِ فلم ٺهندي.

هيتري عرصي کان پوءِ به، 'ڪوئامار' منجھ معمولي ڳالهين کان سواءِ، ڪي خاص تبديليون نه آيون آهن. فقط ٻي عالمي جنگ کان اڳ واري سڃاڻپ ڪارڊ ۽ راشن ڪارڊ جي استعمال کي غيرضروري سمجھندي، ان کي ناٽڪ منجھان خارج ڪيو ويو آهي. ناٽڪ جي شروعات، هڪ ننڍڙي هوٽل کان ٿئي ٿي. جتي هڪ طوفاني رات ڏاري، ڪُجھ مهمان قتل جون خبرون ڪٽي پهچن ٿا. اگاٿا ڪرسٽيءَ جي ڏانءَ مطابق، آخري معاملي حل ٿيڻ تائين، منجھائن هر هڪ قاتل ٿو لڳي.

ناٽڪ جي انهيءَ تسلسل کي نظر ۾ رکندي، ڊيوڊ ٽرنر چوي ٿو: "اهو هڪ اهڙو موبُجهارو آهي، جنهن کي هر ماڻهو حل ڪرڻ شديد خواهش رکي ٿو." ڏسندڙن منجھان، هر ڪو پنهنجي پَر ۾ نهايت بيچينيءَ سان، اصل قاتل معلوم ڪرڻ لاءِ، پنهنجا اندازا هڻڻ شروع ٿو ڪري. هيءُ ناٽڪ، هڪ صاف ۽ عمدي پيشڪش آهي ۽ خوفناڪ حد تائين پوائنٽو نه هُئڻ ڪري، هڪ وڻندڙ هلچل مچائيندڙ تخليق آهي. منجھس سونهندڙ حد تائين مزاح، ڊرامي، اَتَ پَوَ (Suspense) ۽ پهلودار موبُجهارن جا رنگ هُجڻ سان گڏوگڏ، هر عُمر ۽ ذائقي جي ماڻهوءَ لاءِ دلچسپي موجود آهي. اهوئي سبب آهي جو هيءُ ڊرامو، ڪاميابيءَ سان هلي مُنافعو ڪمائي رهيو آهي. ڊيوڊ ٽرنر وڌيڪ چيو: "هر هدايتڪار، پنهنجي ڪانه ڪا خاصيت هن ناٽڪ کي اَرپي آهي. چو ته اگاٿا ڪرسٽيءَ جا ناٽڪ ڪرڻ، ڪا معمولي ڳالھ ناهي. خاص طور تي، سندس ڏکهن ۽ وقت طلبيندڙ ڪردارن کي برداشت ڪرڻ آسان نه آهي. انهيءَ سلسلي ۾، فنڪارن کي تمام گهڻي محنت ڪرڻي ٿي پوي." هن ناٽڪ ۾، ڪنهن به اداڪار طرفان، گهڻي کان گهڻا دفعا ڪو ڪردار ادا ڪرڻ جو اعزاز، 'ڊيوڊ رئون' (Ravin) کي حاصل آهي. جنهن مسلسل يارهن سالن تائين، 4575ـ ڀيرا 'ميجر مينٽڪئلف' جو ڪردار ادا ڪيو. انهيءَ ڪري سندس نالو 'گنيز بوڪ آف ورلڊ رڪارڊ' ۾ پڻ آيل آهي.

’ڪوئامار‘ جي مداحن تي مبني، تنظيم جو قيام عمل ۾ اچي چُڪو آهي. جڏهن تہ سندس حوالي سان، سووينيئر ۽ مختلف وَٽَن تي جڙيل يادگارنامو The Mousetrap پڻ موجود آهي. ناٽڪ جي ايڪويهين سالگرهہ تي، لنڊن منجهان يادگار پوسٽ جي ٽڪلي جاري ٿي. هيءُ ناٽڪ، شاهي خاندان جي پاتين، مختلف مُلڪي سربراهن ۽ بين اهم توڙي عام شخصن سميت، ڪروڙين ماڻهو ڏسي چُڪا آهن. ناٽڪ جي هر سالگرهہ تي، سَڄي دُنيا منجهان سياستدان ۽ فئشن جي دُنيا سان لاڳاپيل ماڻهو خاص طور تي سڏرائي، جشن ملهائڻ سان گڏوگڏ، هڪ شاندار دعوت منعقد ڪري، اگاٿا ڪرسٽي ۽ سندس تخليق جي ميجتا ڪئي ويندي آهي. هن ناٽڪ کي جاري رکندڙن جي، ناٽڪ کي پنجاهہ سال پورا ٿيڻ ۽ اُن کان پوءِ جي دؤر تي بہ نظر آهي. ڊيوڊ ٽرنر جو چوڻ آهي: ”هن همراهن جو، ناٽڪ کي ختم ڪرڻ جو ڪوبہ ارادو ناهي. گهٽ ۾ گهٽ ويجهي مستقبل ۾ هن ناٽڪ جي اسٽيج تي، پردو هيٺ ڪرڻ جو ڪوبہ امڪان ڪونهي. چاڪاڻ تہ اهو ناٽڪ فن جي دنيا ۾، بهرحال هڪ نئين تواريخ کي جنم ڏيئي رهيو آهي.“

(مرحوم اطهر عليءَ جي مضمون "The Mousetrap- A little bit of every thnig" جو ترجمو، جيڪو 16- سيپٽمبر 1994ع تي روزاني ’ڊان‘ ڪراچيءَ ۾ ڇپيو).

عقل جي ايتري اهميت آهي، جيتري هڪ عملدار جي بادشاهه آڏو. جڏهن بادشاهه ظاهر ٿئي ٿو ته ڪهڙو به بالا عملدار هُجي، ڪُنڊون پاسا تاڙڻ ٿو لڳي. عقل ڏٺيءَ جي پرتاب آڏو نهايت جهيڻو آهي: خُدا جڻ ته سُورج آهي.

(جلال ُالدين رومُي)



# سجاڳ قومون ۽ سندن فنڪار

هر مهيني جي هر پهرين خميس تي اسين به ائين ئي ڪندا هئاسين، جيئن سموري عرب دنيا ۽ مصري عوام جي زندگيءَ جو دستور هئو. يعني ان دؤر ۾ پورٽ سعيد شهر ۾ رهندي، اسين بئتريءَ تي هلندڙ ريڊيي جي چوڌاري گڏ ٿي، پنهنجي عظيم فنڪاره اُمِ ڪلثوم جي سنئين سڌي نشر ٿيندڙ راڳ جي محفل ٻڌندا هئاسين.

مون کي ڪانئس اڳ توڙي پوءِ يعني اڄ تائين، عربن جي ڌرتيءَ تي ڪو به ٻيو وڏيڪ مشهور راڳي ڪونه ٿو سُجهي. اُمِ ڪلثوم ڏک توڙي خوشيءَ ڀريا راڳ، ايڏا ته

جذبات سان ڀرپور ڳائيندي هئي، جو سندس سامهون ويٺل سامعين يا گهر ۾ ريڊيو ٻڌندڙن کان رڙيون نڪري وينديون هيون. سندس آواز ۾ جادو ته ڀريل هئو ئي، پر همٿ ۽ بهادري سان پُر ٿيل سندس راڳن جو ته ڪو جواب ڪونهي! ڳائڻ دوران ڪنهن به هڪ لفظ تي، هوءَ منٽ کان وٺي ڏيڍ منٽ تائين، ساهي منجهائي ڳائي سگهندي هئي. عام طور تي پنهنجن راڳ جي محفلن ۾، هوءَ ٽي ڪلام ڳائيندي هئي. جن منجهان پهريان ٻه ڪلام لڳ ڀڳ ٻن ڪلاڪن جا ٿي ويندا هئا. جڏهن ته آخري گيت پوري هڪ ڪلاڪ جو هوندو هو. هن جو دستور هئو ته هُوءَ ڳائيندي، ساڳي مصرع بار بار ورجائيندي، ان کي لاهه چاڙهه ذريعي، باريڪ کان باريڪ ۽ نازڪ کان نازڪ بڻائيندي ويندي هئي.

جيتوڻيڪ يوربي لوڪن کي سندس راڳ ۾ ورجاءُ نظر ايندو هئو، پر اسين ايئن ڪونه سمجهندا هئاسين. هونئن به غيرملڪين کي، اسان جي ريگستان جي هر پٽَ هڪ جهڙي لڳندي آهي، پر اها خبر ته اسان کي ئي آهي ته واريءَ جو هر ذرو هڪ ٻئي کان ڪيترو سياويڪ آهي. اُم ڪلثوم جي هر جمعي رات ٿيندڙ موسيقيءَ وارين محفلن جي به ساڳي حيثيت آهي. هر محفل ايتري ته ٻيءَ کان مختلف هوندي هئي، جو اها سندس مداحن کي ڏورانهن علائقن منجهان ڇڪي، قاهره وٺي ايندي هئي. سندس آواز جي عاشقن ۾ لبنان جا واپاري ۽ ڪويت توڙي سعودي عرب جي شيخن سميت ٻيا به بيشمار انسان هئا. جيڪي هر مهيني جي پهرين خميس تي اچي، سندس حضور ۾حاضر ٿيندا هئا.

اسين عرب دنيا جا ماڻهو، سندس آواز جي جَڪَڙَ ۾ ايترو ته ورتل هئاسين، جو 1953ع ۾ جڏهن ڳلي جي ڪنهن مرض سبب سندس ڳالهائڻ ٻولهائڻ بند ٿي ويو، ته عربي ٻوليءَ جي سمورين اخبارن، اها خبر ڪارين پٽين جا باڪس هڻي، انتهائي شديد ڏک ۽ صدمي سان ڇاپي. بعد ۾ هي معاملو ايتري ته اهميت اختيار ڪري ويو، جو عرب دنيا جي ناليوارن ڊاڪٽرن به سندس ڳلي جو علاج انهي پَو کان ڪونه ڪيو، ته ڪٿي سندن هٿان هن اتهاسڪ ۽ ڏندڪٿائي آواز کي، ڪو نقصان نه پهچي پوي ۽ نتيجي ۾ متان عوامي ڪاوڙ جو شڪار ٿي پون!

آخرڪار آمريڪا جي شهر مئري لئنڊ جي علائقي 'بيٿيسدا' (Bethesda) ۾ قائم، 'آمريڪن نيول ميڊيڪل سينٽر' وارن جوکم کڻندي، سندس علاج جي هام هڻي ۽ نيٺ ڪاميابيءَ سان سندس ڳلي جو آپريشن

ڪري ڪيس ڳائڻ لائق بڻايو.

چوڻ وارن منجهان ڪوبہ چئي سگهي ٿو تہ صدر جمال عبدالناصر جي حڪومت دؤران، آمريڪين جي انهيءَ هڪڙي چڱائيءَ سبب ئي، مصر جا آمريڪا سان سفارتي ناتا برقرار رهيا. صدر ناصر، آمريڪين جي انهيءَ ٿوري جي ڪري، ڏانهن پنهنجي روين کي ٿڌو رکيو. ياد رهي تہ صدر ناصر انهن ڪروڙين عربن منجهان هڪ شخص هئو، جيڪو هر مهيني جي پهرين جمعي رات تي دنيا جهان جا سڀ ڪاروبار ڇڏي، ڏاڍي چاهہ سان پاڻ کي اُمِ ڪلثوم جي گيتن حوالي ڪري ڇڏيندو هئو.

(جهان سادات جي جيون ڪٿا "A Woman of Egypt" جي 56، 57 ۽ 153 صفحن تان ورتل)

چئيندڙ ۽ چاتل مڙئي هڪ ڳالهه آهن
(لوڪارٿ)





# زندگيءَ جا رنگ ڪهڙا!

1849ع ۾ ڊسمبر جي هڪ ڏهاڙي، روس جي تخت گاهه 'پيٽرسبرگ' جي 'سمائنو وسڪي' چوُنڪ تي، ٽن قطارن ۾ ايڪويهه قيدي بيٺا آهن. چوُنڪ جي وچ تي موت جو تختو کڙو ڪيل آهي، جنهن تي شهر جو مکي (Sheriff) هٿ ۾ ڪُجھ ڪاڳر کنيو بيٺو آهي، جن تي چوُنڪ ۾ بيٺل انهن ايڪويهن شخصن جا نالا لکيل آهن. هُو منجهانئن هر هڪ جو نالو وٺندي، هيٺيان لفظ ڊُهرائي ٿو:

"هن کي موت جي سزا ڏني ويئي آهي!"

مُکي نالا ڪٺي جيئن ئي موت جي تختي تان هيٺ

لٿو، ته سج پڻ ڊسمبر جي سرد جهڙاليءَ موسم ۾، بادلن وچان اوچتو پنهنجو مُنهن ڪڍيو. ايتري ۾ هڪ قيديءَ پٺ ڪنديءَ پنهنجي پرسان بيٺل ساٿيءَ کي چيو: ”اها اڻ ٿيڻي آهي ته هو اسان کي ماري ڇڏين!“ سندس ڳالهه جو جواب ڏيڻ لاءِ ٻڌندڙ همراهه ڪيس ڪفن جي پيتين ڏانهن اشارو ڪيو، جيڪي موت جي تختي جي پير ۾ اڃن لٽن سان ڍڪيل هيون، ۽ سندن انتظار ڪري رهيون هيون.

انهيءَ وچ ۾ ايڪويهن منجهان پهريان ٽي شخص، موت جي تختي ڏانهن نيا ويا، سندن هٿ پير ٻڌي ڪين ڇهري تي توپ پڻ چاڙهيا ويا.

اهو منظر ڏسي، انهيءَ نوجوان جا سيئي آسرا ختم ٿي ويا، جنهن ٿوري جهٽ اڳ، پنهنجي ساٿي قيديءَ سان بچي وڃڻ جو پڪو ڪيو هئو. ڇاڪاڻ جو ڪيس محسوس ٿيڻ لڳو هئو، ته سندس زندگيءَ جي بتي هاڻي پنجن منٽن ۾ اُجهامڻ واري هئي. اهو سوچي هن گرجاگهر جي سونهري قبي ڏانهن نهاريو، جتان سج جي ڪرڻن جا اولڙا ٿي آيا. ۽ پوءِ اوچتو هن کي ايئن لڳو، جڻ ته اهي ڪرڻا انهيءَ هنڌ تان ٿا اچن، جتي پنجن منٽن کان پوءِ هو پاڻ به موجود هوندو.

پر انهيءَ کان اڳ جو گولي هڻندڙ سپاهين کي، پهرين ٽن قيدين تي گوليون ڇوڙڻ جو حڪم ملي، عام حالتن جي برخلاف ڪجهه ڊگهي دير تائين سانت ڇانيل رهي. ايتري ۾ جهٽ اڳ ۾ پڪو ڪندڙ نوجوان، جنهن جي پري جي نظر خراب هئي. سو ڇتائيءَ سان آسپاس جي وارتا ته ڪونه ٿي ڏسي سگهيو، پر ڪيس ڪو سونچو ٻڌڻ ۾ آيو... اوچتو پريان ڪو عملدار گهوڙو تيز ڊوڙائيندو ۽ هٿ ۾ اڇو رومال زور زور سان لوڏيندو، ڏوڪيندو اچي چؤنڪ ۾ ٿو پهچي، ۽ زور سان هڪ حڪمنامو پڙهي ٿو:

”مون کي زار جو حڪم آهي ته هنن سڀني قيدين جي موت جي سزا، سائبيريا ۾ چئن سالن جي سخت پورهيي ۾ تبديل ڪئي وڃي... جڏهن ته هڪ قيديءَ کي صفا آزاد ڪيو وڃي.“

انهيءَ موقعي تي ڪاٿو ويهه درجا پوندڙ ٿڌ ۾ رڳو هڪ قميص پهريل اهو شخص، جنهن کي ٻئي مرحلي ۾ بندوقن آڏو اچي پنهنجي سزا پوڳڻي هئي. ۽ جنهن لاءِ زندگيءَ جا مٿيان ويهه منٽ وسارڻ بالڪل ناممڪن هئو، تنهن نوجوان شخص جو نالو 'فيودور دوستو وسڪي' هئو. جيتوڻيڪ ان وقت هن جي عمر ڇڙي اٺاويهه سال هئي، پر تڏهن به ادبي حلقن ۾ سندس چڱي سڃاڻپ ٿيل هئي ۽ اها سڀني کي پڪ هئي، ته هڪ ڏينهن هو سموري روسي تواريخ جو هڪ عظيم ناول نويس ٿي اُڀرندو.

*(جان ڪئننگ جي ڪتاب 'دنيا جون 100 جديد عظيم شخصيتون' تان ورتل.)*

اهو فقط خُدا جو پرتاب ئي آهي
جيڪو مٽي ءَ تي پوي
ته ماڻهو ٺاهي ڇڏي ٿو.
(انتوني ڊي سينٽ ايگزوپري)





# اوير جا اُتم صُوفي

جيتوڻيڪ يورپي *Mysticism*، عربي تصوف ۽ اسان جي صوفي مت ۾ ٿورو ڪي گهڻو فرق آهي، پر بُنيادي نُڪتن جي حساب سان، اهي ٽيئي سوچون، هڪٻئي سان ملندڙ جُلندڙ آهن. اسان وٽ صوفياڻا خيال، جيڪي لڳ ڀڳ سڀ جا سڀ وحدت الوجود (*Pantheism*) يا وحدانيت (*Monism*) مان نڪتل آهن، تن جو عربي تصوف مٿان گهرو اثر رهيو آهي. بلڪ ڪيترين روايتون آهن، ته سنڌ جي ويدانيت پسندن جي سوچ جو اثر ئي آهي، جنهن ايران ۽ عرب جي تصوف کي مُتاثر ڪيو آهي.

انهن سيني ڪتابي وضاحتن کي پري رکنديءَ جيڪڏهن تصوف جي باري ۾، آئون عام رواجي سوجهيءَ کي سامهون رکان، ته مان سمجهان ٿو ته تصوف ڪنهن به بيچين روح جي لاءِ هڪ اهڙي پناهه گاهه آهي، جنهن ۾ پهچڻ کان پوءِ ماڻهو ڪيترن ئي مسئلن ۽ مونجهارن کان بچيو وڃي. تصوف مون لاءِ ڪا به اهڙي فڪري واٽ ناهي جيڪا مسئلن ۽ مونجهارن جو ڪو مُڪمل حل ڏسي، ماڻهوءَ جي من کي مُڪتي ۽ شانتي ڏئي، پر زندگيءَ جي تنهن اُس ۾ تصوف ڪنهن ٻڙ جي ڇانو وانگر آهي. اها ٻي ڳالهه آهي، ته وڻ جي ڇانو ۾ بهرحال مستقل رهي نٿو سگهجي.

اها حقيقت آهي ته تصوف جا ڪيترا اهڙا انتهائي ذاتي تجربا آهن، جن کي عقلي بُنيادن تي پرکڻ ممڪن ناهي، پر اهائي ڳالهه آهي، جيڪا ان کي سمجهڻ ۾ وڌيڪ دلچسپي پيدا ڪري ٿي. ايتريقدر جو لطيف جهڙو شاعر به وڌ ۾ وڌ چئي سگهيو:

”سونهپ ۾ سپ گهٽا مُنجهڻ ماڪي هوءِ“

جڏهن ته اسونهپ ۾ وڃڻ لاءِ، اسان مان اڄ به شايد ئي ڪو تيار هُجي!

- سنڌيڪار

## امام حسن بصري رح (728ع)

بصري جو رهاڪو حسن، انهن عالمن مان هُئو، جن پاڻ سڳورن سان ته ڪونه گهاريو، پر سند ۽ ساٿين ۽ اصحابين سان لاڳاپيل رهيو ۽ امام حسين جي امامت ۾، بنو اُميه وارن سان مُهاڏو اٽڪايائين.

حسن بصري اُنهن عالمن مان هُئو، جن هن فاني دُنيا بدران اصلي دُنيا جي اهميت تي زور ٿي ڏنو ۽ پاڪيزگيءَ، رياضت ۽ خدا جي خوف جي تلقين ٿي ڪئي. اهڙن خيالن جو اظهار، حضرت عُمر بن عبدالعزيز ڏانهن لکيل هڪ خط ۾ ڪندي، هُن چيو: ”هن دُنيا کان هوشيار رهجانءِ، جيڪا ڇُهڻ ۾ ته ڏاڍي نفيس آهي، پر اصل ۾ ان جو ڏنگ موتمار آهي... هن دنيا کان خبردار رهج، جو ان مان هڙئي اميدون رکڻ فضول ۽ ڪوڙ آهي.“ ساڳئي خط ۾ هُن بک ۽ غربت کي سنئين راهه جي نشاني ۽ دولت کي تباهيءَ ڏانهن ڇڪيندڙ ڄاڻايو آهي. سندس خيال موجب، پاڪيزگي ڪنهن به سچي مذهب جو روح آهي ۽ اُن جا ٽي درجا آهن. پهريون ته انسان پلي ڪاوڙ وچان ئي سهي، پر سچ ضرور ڳالهائي. ٻيو درجو اهو ته انسان پنهنجي جسم جي عضون تي ضابطو رکي ۽ اُهي ڪم نه ڪري، جن جي رب طرفان منع ڪيل آهي. ٽيون ته اُنهن شين جي خواهش رکي، جن ۾ خدا جي رضا شامل هُجي. پاڪيزگيءَ سان ڀرپور ٿورڙو عمل به، هزارين سالن جي عبادت تي ڀاري آهي.

حسن بصريءَ تي هميشہ ايترو تہ خوف ڇانيل رهندو هُئو، جو هُن کان ڪل نالي شيءِ تہ ورلي نڪرندي هُئي، پر سندس چهري مان بہ ايئن لڳندو هُئو ڄڻ تہ هو ڪنهن جلاد آڏو بيٺو هُجي. هو سدائين پنهنجي گناهن کي ياد ڪندي، دوزخ جي خوف ۾ رهندو هُئو. سندس چوڻ موجب، هزار سالن جي سخت سزا کان پوءِ بہ جيڪڏهن دوزخ منجهان ڪيس ڇوٽڪارو مليو، تہ هُو پنهنجا ڀاڳ ڀلا سمجهندو. جڏهن ڪانئس ڪنهن پڇيو تہ هُو هن دنيا ۾ ڇا ٿو محسوس ڪري؟ تہ هُن وراڻيو تہ تصور ڪريو تہ 'سمنڊ ۾ ڪا ٻيڙي پُرزا ٿي پئي آهي ۽ منجهس سوار هر شخص پاڻ کي بچائڻ لئہ، تختو پاڻ ڏانهن ڇڪي رهيو آهي.'

## ابوهاشم ڪوفي (776ع)

ڪوفي جي رهاڪو ابوهاشم کان اڳ جا عالم پنهنجي زَهد، پارسائيءَ، مذهب جي عملي پهلوئن جي جستجو، خدا ۾ ڀروسي ۽ ساڻس پيار جي ڪري مشهور هُئا. پر ابوهاشم سيني ۾ انهيءَ ڪري منفرد هُئو، جو سڀ کان اڳ ڪيس ئي 'صوفي' سڏيو ويو. صوفين جي پهرينءَ خانقاه (جيڪا شام ۾ 'رملہ' جي جاءِ تي اهڙن عيسائي عالمن قائم ڪئي هئي، جيڪي اُتي صوفيائين مشقن ۾ مشغول هوندا هئا) ۾ ابوهاشم ڪُجھ مسلمان فقيرن کي پڻ اهي رياضتون ڪندي ڏٺو.

سُفيان ثوريءَ نالي مشهور عالم جو چوڻ آهي تہ، ابوهاشم ٻين جي پيٽ ۾ ڏيکاءَ جو حقيرپڻو بهتر طريقي سان سمجهندو هُئو. هڪ ڀيري ابوهاشم ئي چيو هُئو تہ: ڪنهن سئيءَ ذريعي جبل کي تهس نهس ڪرڻ ڏاڍو سولو آهي، پر ڪنهن جي بہ دل منجهان ڪينو ۽ غرور ڪڍڻ بيحد اوکو آهي. هڪ ڀيري هڪ قاضيءَ کي وزير جي گهر مان نڪرندي ڏسي هُن چيو: ”شل خدا اهڙي علم کان پناه ۾ رکي، جيڪو دل جا مطلب پورا ڪرڻ لئہ استعمال ٿئي.“ اهي سڀ واقعا ٻُڌائين ٿا تہ ابوهاشم جي فڪر جو بنياد اهو هُئو تہ: اندر جي پاڪيزگي تصوف جو جوهر آهي.

## ابراهيم بن اَدَم (777ع)

ابراهيم بن اَدَم جنهن کي جنيد بغداديءَ تصوف جي ڪُنجي سڏيو آهي، تنهن پڻ ڇڙاڳپ، رياضت، حقيقي دُنيا جي لاءِ تڙپ ۽ غربت ۾ رهڻ جي وڪالت ڪئي آهي. سندس خيال موجب سچو صوفي اهو آهي جيڪو هن دنيا ۽ ٻيءَ دُنيا لاءِ سڪي نٿو ۽ پاڻ کي الله جي اطاعت ۾ ٿو ڏئي. ابن اَدَم جي بقول جيڪو فقيريءَ جي دعويٰ ڪري ٿو سو شادي نٿو ڪري سگهي، ڇاڪاڻ جو هو پنهنجي ڏاڻيءَ جون گهرجون پوريون نٿو ڪري سگهي.

جڏهن صوفي پرڻجي ٿو ته جڻ ته ڪنهن ٻيڙيءَ ۾ سواري ٿو ڪري، پر جڏهن ٻار ٿو ڄڻي ته مورڳو اها ٻيڙي ئي ٿي ٻڏي ۽ سندس سڄي پاڪيزگي ختم ٿي ٿيڻ لڳي. اهڙو ماڻهو جڻ ته پنهنجي فقيريءَ جو روح ٿو ڪري. هڪ ڀيري جڏهن هن چيو ته هُن پنهنجي فقيريءَ لاءِ ڪا به ادائگي ڪا نه ڪئي آهي. ان تي ڪنهن ڪانئس حيرت مان پڇيو ته ڇا فقيري خريد به ڪبي آهي؟ ته هُن وراڻيو: ”بلڪل، مون ان جي پنهنجي آزاد راءِ سان چونڊ ڪئي آهي ۽ ان ڪي دنيوي عيش عشرت جي قرباني ڏيئي خريديم. آئون ته ان جي هڪ حقير ۽ عارضي جُزي لاءِ سوين دُنيائون قربان ڪري سگهان ٿو.“ ابراهيم اَدَم جي فڪر ۾ ذات جي ضابطي لاءِ، خود ملامتيءَ وارو عنصر ملي ٿو. هڪ دفعي جڏهن ڪانئس پڇيو ويو ته ڇا دل جي خواهش پوري ڪندي ڪيس ڪڏهن خوشي ٿي؟ ته هُن جواب ڏنو: ”هائو ٻه ڀيرا- جڏهن ماڻهن ڪيس نه سُڃاڻيندي مٿس ٿنول ڪئي.“ عام طور تي هو توڪل ۾ يقين رکندو هُئو پر پنهنجي سر هن قرآن شريف ۾ ڄڻائيءَ سان بيان ڪيل انهيءَ اخلاقي قدر ته ’زندگي گذارڻ لاءِ جستجو ضروري آهي‘ تي عمل ڪرڻ جو درس ڏنو.

## شقيق بلخي (810ع)

شقيق بلخي ابراهيم بن اذم جو شاگرد هُئو جنهن ’توڪل‘ جي فيلسوفيءَ کي بهتر بڻايو ۽ وڌايو. تصوف ڏانهن سندس لاڙي ٿيڻ بابت مشهور آهي ته هڪ ڀيري هو واپار سانگي تُرڪستان ويو، جتي هُن ماڻهن کي ساڪن بُتن کي پوڄيندي ڏٺو، جنهن تي هُن کين ملامت ڪئي. انهيءَ تي بُتن جي پوڄارين کيس چيو : ”جيڪڏهن خدا قادر مطلق ۽ هر خبر رکندڙ آهي ته پوءِ تون هن ڏورانهين جڳهه تي روزگار لئه ڇو آيو آهين؟ ڇا هو توکي پنهنجي شهر ۾ روزگار نٿو ڏيئي سگهي؟“ اهو ٻُڌندي ئي شقيق خراسان هليو ويو ۽ اُتي وڃي فقيري اختيار ڪيائين.

شقيق جي فڪر ’توڪل‘ موجب ڪنهن جي لاءِ زندگي گذارڻ لاءِ روزگار حاصل ڪرڻ جي اُبتڙ آهي. هن هڪ ڀيري چيو هُئو ته گذران لاءِ ٿيل هڙئي ڪوششون ڪنهن به شخص طرفان ’خدا جي بندي سان هلت‘ جي اُبتڙ آهن، تنهنڪري محنت سان روزي ڪمائڻ حرام آهي.

## حارث مُحاسبي (857ع)

حارث مُحاسبي پنهنجي زندگي هڪ مذهبي عالم جي حيثيت سان شروع ڪئي ۽ امام شافعيءَ جو پوئلڳ هُئو. هو عقليت جو حامي هُئو ۽ مُعتزلين جي خلاف سندن ئي طريقهِ ڪار استعمال ڪيائين.سندس حياتي امام غزاليءَ

سان نهڪندڙ لڳي ٿي. مثلا پنهي مڪمل مذهبي تعليم حاصل ڪئي، فڪري ۽ مذهبي معاملن ۾ پيئي جٽا پنهنجي دؤر جا وڏا خطيب هئا ۽ بعد ۾ تصوف ڏانهن لاڙو رکيائون، جنهن جو ڪنهن حد تائين سبب آسپاس جي حالتن جو دٻاءُ هئو ته ڪنهن حد تائين سندن اندر جي اخلاقي دٻاءَ جو زور به هئو. محاسبيءَ جو ڪتاب 'وصيه' پڻ غزاليءَ جي 'منقذه' جي ڪتاب وانگر آهي، جنهن ۾ سندس زندگيءَ اندر آيل انقلاب جا حوالا ڏنل آهن. منجهس پهرين ڳاله مسلم معاشري جي اُها ڳاله آهي،جنهن مسلمانن کي مختلف فرقي بندين ۾ ورهائي رکيو هئو، جڏهن ته هر فرقي چوٽڪاري جو جهنڊو کنيو. انهيءَ صورتحال ۾ هُن پنهنجي زندگي سچي راه جي ڳولا لئہ وقف ڪري ڇڏي پر هر راه تي هلڻ کان پوءِ کيس نراسائي ٿي، چاڪاڻ جو کيس تقريبن هر پانڌيئڙو پنهنجي مُفادن جي ڏُٻڻ ۾ ڦاٿل نظر آيو. هُن هڪ هنڌ چيو: "مون علم جي حاصلات راهبري حاصل ڪرڻ، گهرائيءَ سان سوچڻ ۽ وسيع سوچ رکڻ لاءِ ڪئي. پوءِ مون کي قرآن ۽ حديث مان راه ملي ته خواهشن جي طلب ماڻهوءَ کي انڌو ڪري،کيس حقيقتن کان ڏور وٺي ٿي وڃي ۽ آخرڪار کيس مونجهارن ۾ ٿي اُڇلي."

اها صورتحال کيس هر شيءِ جي تڪ تور ۽ احتساب (جنهن ڪري ئي سندس نالي سان محاسبہ جو لفظ لاڳو ٿيو)،نفس تي ضابطي ۽ اخلاقي بلندگيءَ ڏانهن وٺي وئي. هُن ٻڌايو ته سچائيءَ جي راه، خُدا جي خوف،سندس حُڪمن جي پوئواريءَ، سچائيءَ سان فرمانبرداريءَ ۽ رسول ڪريم جي عملن جي پيروي ڪرڻ سان حاصل ٿيندي آهي.

پوءِ جڏهن هن زندگيءَ جي ضابطن ۽ فقيرائي انداز واري زندگي اختيار ڪرڻ لاءِ وڪ وڌي، ته کيس وري به مونجهارا وڪوڙي ويا، پر کيس اها معلومات ملي، ته هتي به اُهو ئي راهبر ٿيندو، جيڪو خداشناسي رکي ٿو ۽ خداجي راضپي لاءِ پورهيو ٿو ڪري. ان سلسلي ۾ گهٽي جاڪوڙ کان پوءِ به، کيس اهڙا ماڻهو ڪون ملي سگهيا. پر جيئن ته اها حاصلات سندس زندگيءَ ۽ موت جو مسئلو هئي، تنهنڪري جدوجهد جاري رکيائين. بهرحال آخر کيس ڪاميابي حاصل ٿي ۽ هُن لکيو: "خدا مون لئہ اهڙي علم جا دروازا کوليا، جن ۾ مسئلا طئہ ٿيل ۽ واضح ثبوت رکندڙ هئا ۽ سُڌ پيم ته جيڪو به اها راه ۽ طريقا اختيار ڪندو سو علم وارو ٿيندو ۽ پنهنجو وجود بچائي وٺندو." انهيءَ راه ملڻ کان پوءِ هُن لکيو: "مون ان کي سچيءَ دل سان قبول ڪيو، ذهن سان سلهاڙيم ۽ ويساه جو بنياد بڻايم."

انهيءَ هوندي به، تصوف ڏانهن سندس لاڙو، عالماڻو آهي، جنهن جو ذڪر ڪندي سندس مشهور شاگرد جُنيد بغداديءَ ٻڌايو آهي،ته ڪيئن هُو سدائين

سائنس علمي بحث ڪندو هئو. مثلاً محاسبي جُنيد بغداديءَ جي گهر اچي ڪيس پاڻ سان گڏ وٺي ويندو هئو. جنهن تي جُنيد اعتراض ڪندو هئو ته ڪيس سُڪون منجهان ڪڏي چڪر باز دُنيا ڏانهن گهليو پيو وڃي. پر محاسبي ڪيس چوندو هئو ته هو هر ڳالهه بابت ڪائنس سوال ڪري. سوالن جوابن جو اهو سلسلو جُنيد کي ڏاڍو متاثر ڪندو هئو، تنهنڪري هو موٽي اچي، هر ڳالهه محفوظ ڪري ڇڏيندو هئو.

تصوف جي علم ۾ محاسبيءَ جي اهميت 'مقام'، 'حال' ۽ 'رضا' جي حاصلات بابت ڏنل وضاحت جي ڪري آهي. بقول سندس، 'مقام' هڪ اهڙي حالت آهي، جيڪا ڳولائو کي، ان تائين پهچڻ لاءِ ورتل ضروري ڪوشش جي نتيجي ۾ حاصل ٿئي ٿي. ٻئي پاسي 'حال' اهڙي صورتحال آهي، جيڪا پنهنجي ڪوشش وٺڻ بنان، خدا جي راضپي سان ملي ٿي. جڏهن ته 'رضا' ذهن جو اهڙو لاڙو آهي، جيڪو پڻ ماڻهوءَ کي خدائي مهربانيءَ ذريعي ئي ملي ٿو سگهي.

هڪ صوفي 'فقر' ۽ 'حال' منجهان، پوئين چونڊ ڪري ٿو. چاڪاڻ جو، بقول سندس: 'حال' خدا جي خاصيت آهي، جڏهن ته 'فقر' کي ايئن نٿو چئي سگهجي.

## رابعه بصري

بيبي رابعه بصري هڪ وڏي درويشياڻي ۽ صوفياڻي سوچ رکندڙ بزرگياڻي ٿي گذري آهي. ڪيس ننڍپڻ ۾ چورائي، ٻانهيءَ طور وڪيو ويو. پر سندس پرهيزگاريءَ ۽ عبادت، ڪيس آخرڪار آزادي ڏياري. جيتوڻيڪ اُن دؤر جي وڏن وڏن عالمن، ڪيس شاديءَ جي آڇ ڪئي، پر هُن اها ٺُڪرائي، هميشه اڪيلائيءَ جي زندگي گهارڻ جو فيصلو ڪيو. هڪ ڀيري بهار جي مُند ۾ ڪيس ڪنهن چيو، ته ٻاهر اچي خدائي خلقيل گُلزاريون ۽ حُسن ڏس، ته هُن وراڻيو: "توهان اندر اچي، انهيءَ گلزاري ٺاهيندڙ کي چو نٿا ڏسو. سندس مُحبت، مون کي سندس تخليق کان پري رکيو آهي." رابعه بصري، خُدا سان بنان غرض جي محبت ڪرڻ واري، پنهنجي صوفياڻي نظريي جي ڪري، مشهور آهي. ان دؤر جي سچي تصوف ۾، يا ته بهشت جو آسرو ڏنل هئو يا وري دوزخ جو دڙڪو مليل هئو. جڏهن ته هن جو خيال هئو ته خدا سان محبت رکندڙن کي، انهن ٻنهي ڳالهين کان مٿيرو هُجڻ کپي. عطار جو چوڻ آهي، ته هڪ دفعي رابعه وٽ ڪجهه صوفي گهمڻ ويا، ته هُن ڪائنن پڇيو: "توهان خدا جي عبادت چو ٿا ڪريو؟" منجهانئن هڪ وراڻيو ته "دوزخ ڏانهن ويندڙ رستي جون ست منزلون آهن، اُنهن کان بچڻ لاءِ." ٻئي چيو: "بهشت جي ملڻ لاءِ اٺ منزلن آهن، سي طئه ڪرڻ لاءِ." انهيءَ تي رابعه وراڻيو،

”اهو خدا جو خراب ٻانهو آهي، جيڪو لالچ يا ڊڄڪي جي ڪري، سندس عبادت ڪري ٿو.“ تنهن تي مٿين ٻنهي پڇيو: ”پوءِ اوهان عبادت ڇو ٿا ڪريو؟“ بيبي بصريءَ چيو: ”خدا ڪنهن مقصد کان بنان ٻه عبادت جي لائق آهي.“ چون ٿا ته هڪ دفعي رابعه بصري هڪ هٿ ۾ باهه ۽ ٻئي هٿ ۾ پاڻي کڻي ڊوڙندي ٿي ويئي. جڏهن ڪنهن کانئس انهيءَ جو مقصد پڇيو ته هُن وراڻيو: ”باهه سان بهشت ساڙڻ ۽ پاڻيءَ سان دوزخ ٺڪو ڪرڻ پئي وڃان، ته جيئن ٻئي مقصد ختم ٿين ۽ خدا جي ٻانهپ جو اصل مطلب حاصل ٿئي. سو مطلب اهو آهي، ته ٻانهو بنا طمع جي خدا سان پيار ڪري، وصال حاصل ڪري. اهو وصال انهيءَ ڪري، ته جيئن منهنجي اصل خواهش جي تڪميل ٿئي.“

## ذُوالنون مصري (706-859ع)

ذُوالنون مصري پهريون صوفي هُئو، جنهن پنهنجن صوفيائن تجربن کي عالم آشڪار ڪيو. ٻين صوفين وانگر، هُن دل جي پاڪيزگيءَ ۽ خواهشن جي انڪار تي گهڻو زور ڏنو آهي. هن جي فڪر ۾، ٻن رستن جو تذڪرو ملي ٿو: پهريون ۽ گهڻ اهم اهو ته گناهن کان پاسو ڪجي، دنيا تياڳجي ۽ غصي تي قابو پائجي.

۽ ٻيو ڏکيو رستو اهو، ته خُدا کان سواءِ هر شيءِ کي، دل مان ڪڍي ٻاهر ڪجي.

ذوالنون سڀني تي ٻاڙڻ بدران، توڪل جي ترهي جي وڪالت ڪري ٿو ۽ گڏ توبهه تائب ٿيڻ تي زور ڏي ٿو.

ذوالنون ڄاڻ کي يقين کان پڻ ڌار ڪري ٿو، بقول سندس: ”ڄاڻ حواسن جي مُحتاج آهي، پر يقين جو تعلق، اندر جي روشنيءَ ۽ وجدان سان آهي.“ سندس آڌو ڄاڻ ٻه ٽن قسمن جي آهي:

1۔ هڪڙي خدا جي هيڪڙائيءَ جي ڄاڻ.
2۔ ٻي ڄاڻ سبب ۽ تجربي ذريعي ملي ٿي، جيڪا عقلمند، فصيح ۽ عالم وٽ هجي ٿي.
3۔ ٽين ڄاڻ هيڪڙائيءَ جي خاصيتن جي هُجي ٿي، جيڪا صوفين ۽ درويشن وٽ آهي، جيڪي رب جو وجود پنهنجي دل ۾ پسن ٿا.

هُن ڄاڻ جي انهيءَ آخري قسم کي ’معرفت‘ سڏيو آهي، جيڪو تصور پڻ سڀ کان پهرين ذوالنون مصريءَ ڏسيو هُئو. بقول سندس، معرفت جو بنياد خُدا جو پنهنجي بندي سان، سندس دل ۾ روحاني روشنيءَ ذريعي رابطو آهي. اهي رڳو پاڻ ناهن پر اُهي خدا جي وجود جو هڪ حصو آهن. سندن سڄو تحرڪ، خدا جي طرفان آهي ۽ سندن لفظ خُدا جا لفظ آهن، جيڪي رڳو سندن

زبان جي ذريعي پڌرا ٿين ٿا. پنهنجي هڪ تحرير ۾ هُن چيو آهي: ”ماٺهوءَ منجهه جيتري خداشناسي وڌي ٿي ايترو ئي هُو منجهس گم ٿئي ٿو.“ انهيءَ جو مطلب اهو آهي، تہ سندس ذهن ۾ انهيءَ صوفيائي ڪيفيت، جو خاڪو هُئو، جنهن کي حضرت بايزيد بسطامي ’فنا‘ جي نالي سان سڏيو آهي.

## بايزيد بسطامي (874)

بايزيد بسطامي ايراني مسلمان هُئو ۽ سندس وڏا ٻاهه کي پوڄيندڙ پارسي هئا. پهريائين تہ هو قاضي هوندو هُئو ۽ امام ابو حنيفہ جي اهڙن معتقدن ۾ ڳڻيو ويندو هُئو، جن کي ’صاحب الراءِ‘ يعني حديث فقہ ۾ پنهنجو خاص مؤقف رکندڙ سمجهيو ويندو هُئو. پر بعد ۾ هڪ ڪُرد صوفيءَ بزرگ جي هدايت سان، هو پڻ صوفي بڻيو. هڪ روايت آهي، تہ هو ابو علي سنڌيءَ جي صوفيائي واٽ جو پانڌيئڙو هُئو، جنهن کيس ’فنا في التوحيد‘ جو سبق ڏنو ۽ اُن جي جواب ۾، بايزيد وري کيس هيڪڙائپ جو فڪر سمجهائيندي، سورت فاتحہ ۽ سورت اخلاص مان درس ڏنا. کيس هندستاني يوگا بابت بہ ڄاڻ هُئي، بقول سندس، ان مان کيس معرفت لئہ خدا جي عبادت جو بهترين طريقو مليو.

بايزيد انتهائي پرهيزگاري ۽ تپسيا ڪندي ۽ ننڊ کي تياڳيو، تقريبن چاليهن سالن تائين شام جي صحرائن ۾ رُلندو رهيو. هُن هڪ دفعي چيو، تہ صوفي پنهنجي منزل اندو، ٻوڙو ۽ ٻي حس ٿي پائي سگهي ٿو. بهرحال هُن سڄي عمر اسلامي اصولن جي ننڍي يا وڏي ڪا بہ پيچڪڙي نہ ڪئي.

بايزيد جي گفتن ۾ سندس توحيد ڏانهن زبردست لاڙي جا اهڃاڻ ملن ٿا ۽ هو ايستائين جاکوڙ جاري رکي ٿو، جيستائين ’جُز‘، ’ڪُل‘ جو حصو نٿو بڻجي.

انهيءَ سلسلي ۾، هُو پنهنجا تجربا ٻڌائيندي چوي ٿو: ”آئون خُدا جي جستجو ۾، خُدا کان خدا ڏانهن هلندو رهيس، جيستائين هُن مُنهنجي اندر ۾ مون لئہ نہ پُڪاريو تہ: ’تو ۾ مان پاڻ آهيان.‘ مونکي فخر آهي تہ مُنهنجو آقا ڪيڏو عظيم آهي. جڏهن آئون پنهنجي خول مان ٻاهر نڪتس، تہ مون عاشق ۽ معشوق کي هڪ ۾ ئي ڏٺو، ڇاڪاڻ جو سوچن جي دُنيا ۾ سڀ هڪ آهن. پورن ٻارهن ورهين تائين پنهنجي نفس سان اها ڪار ڪيم جهڙي لوهر لوهہ سان ڪندو آهي. واري واري سان (نفس کي) پڇتاءُ جي ڪوري ۾ تپائي، کيس ملامت جي هٿوڙي سان سزا ڏيندو رهيس، جيستائين اهو شيشو نہ ٿيو. پوءِ پنجن سالن تائين ديني عملن سان ان شيشي کي چمڪائيندو رهيس. هڪ سال لئہ پاڻ کي بند ڪري، سيني آڏو هر شيءِ مئل ڏٺم، زنده فقط خدا کي ڏٺم. عرش ڇا هي؟ ڪُرسي ڇا هي؟ درد ۽ اُن جي دوا ڪهڙي آهي؟ ابراهيم عہ، موسيٰ عہ ۽ حضرت محمد (صلي الله عليہ وسلم) ڪير آهي؟ سڀ

آئون آهيان.“ وڌيڪ چوي ٿو: ”جيڪو بہ خُدا منجهہ پنهنجو پاڻ کي تحليل ڪري ٿو، سو جيڪو ڪُجهہ بہ ٻُڌجي پوي ٿو، سو خدا آهي. جڏهن هُو ڪنهن مان بہ ناهي، تہ دراصل هُو سڀ مان آهي. صوفيءَ کي اهڙي راڄ ۾ رهڻ کپي، جتي سنو ۽ خراب هُجي ئي نہ. ڇو تہ ٻئي دُنيا جي ماحول سان لاڳاپيل آهن. هيڪڙائيءَ جي حدن ۾ ڪو بہ اَمُر ۽ ڪا بہ بندش ڪانهي.“

بايزيد بسطامي پهريون صوفي آهي، جنهن پنهنجي صوفياڻن تجربن کي بيان ڪري، اُن کي معراج جو نالو ڏنو آهي، جنهن کي ئي بعد ۾ ابنِ عربي ۽ ٻين قبول ڪيو.

## جُنيد بغدادي (910ع)

جُنيد بغدادي علم دينيات، قانون ۽ اخلاقيات ۾ پيڙ ٿيل تصوف جو اڳواڻ سمجهيو ويندو آهي. جنيد بغدادي پهريون صوفي هُئو، جنهن حضرت علي ع کي تصوف جو باني سڏيندي، سندس اطاعت قبول ڪئي، ڇاڪاڻ جو بقول سندس، علي ع کي اندروني توڙي بيروني ٻئي علم حاصل هُئا. هُن سُفيان ثوريءَ کان قانون سکيو ۽ حارث مُحاسبيءَ سان، تصوف جي مسئلن تي بحث ڪندو هُئو. جُنيد ’شُڪر‘ جي بدران ’صبر‘ جي فڪر جي وڪالت ڪئي. ڇاڪاڻ جو سندس بقول، پوئين راهہ ابدي آهي ۽ عام صورتحال کان مختلف ٿي فقر ۽ ضابطن کان پري ڪري ٿي. انهيءَ جو مثال اهو آهي جو جڏهن عثمان المڪيءَ جهڙو شاگرد وٽانئس فيض پرائڻ آيو تہ هُن کيس پنهنجي هدايت هيٺ آڻڻ کان انڪار ڪيو، جو سندس خيال موجب منجهس فقيرائپ نہ هُئي. انهيءَ تي منصور حلاج کيس چيو ”شيخ! اهي ٻئي ڳالهيون ماڻهوءَ جون خاصيتون آهن ۽ جيستائين اهي ٻئي ختم نٿيون ٿين، ماڻهو خدا کي حاصل نہ ڪري سگهندو.“ جُنيد وراڻيو: ”تون غلط آهين، صبر ڪنهن بہ شخص جي خدا ڏانهن روحاني حالت ۾ بهتر صورتحال کي ظاهر ڪري ٿو، جڏهن تہ شڪر عشق ۽ وڇوڙي جي انتها کي ظاهر ڪري ٿو، جيڪي ٻئي انسان جي وس کان ٻاهر آهن.“ جُنيد جي انهيءَ فيلسُوفيءَ صوفين توڙي مذهبي عالمن ۾ کيس قابلِ قبول بڻايو. ڪو بہ ماڻهو سندس ’ظاهر‘، جيڪو شرعي حڪمن جي طابع آهي ۽ ’اندر جيڪو تصوف مطابق آهي‘ تنهن کي چئلينج نٿو ڪري سگهي.

بقول سندس: طريقت جي سچي حاصلات قرآن ۽ سُنت جي مڪمل پيروي ڪرڻ ۾ آهي، انهيءَ ڪري ئي هو لباس عالمن وارو اوڍيندو هُئو جڏهن تہ مٿي تي صوفين واري ٽوپي پائيندو هُئو. پنهنجي انهيءَ لباس ۾ پنهنجي معتقدن ۽ شاگردن جي زور ۽ گذارشن جي باوجود تبديلي نہ آندائين.

وحدت الوجودي صوفين منجهان اڪثر سچائيءَ جي صحيح حاصلات لاءِ

ابليس جي خدا سان عشق جي وڪالت ڪندي ڪيس ساراهيندا آهن، پر جُنيد ان جي سخت مخالفت ڪئي آهي. شيطان سان ڪيل ملاقات ۾ هُن ڪيس چيو: ”ڪوڙا تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين تہ تون خدا جو فرمانبردار خادم آهين، جي ائين هُجي ها تہ تون سندس حڪمن جي انحرافي ڇو ڪرين ها؟“ انهيءَ ڪري ئي هُن پنهنجي فڪر ۾ خدا جي مڪمل ٻانهائپ تي زور ڏنو آهي. ڇاڪاڻ جو اهو هر وجود جو اصل سبب آهي ۽ سڀ شيءِ ڪي وٽس ئي وڃڻو آهي.

خدا ۾ ڀروسو خُدا سان بندي جا اُهي لاڳاپا بحال ڪري ٿو، جيڪي هُن دنيا ۾ اچڻ کان پهرين هُئا. دُنيا جي بدڪارين کان هُن توبہ ڪي لازمي ڄاڻايو آهي. توبهہ جا هُن ٽي دروازا ٻڌايا آهن.

1ـ بُري عمل کي روڪڻ.

٢ـ غلط عمل کي ٻيهر نہ ورجائڻ.

3ـ پنهنجو پاڻ کي هر بديءَ، بُڇڙائيءَ ۽ ناپاڪيءَ کان پري رکڻ.

(”فلاسافي آف مسلم هسٽري“ مرتب محمد شريف تان ورتل)



# پيننائيءَ جي نظر ۾ آزاديءَ ۽ ذميواريءَ جو مسئلو

فرانس جي جڳ مشهور مُفڪر يان ياڪ روسو چيو هُئو:
”فطرت اسانکي آزاد پيدا ڪيو آهي، پر اسين هر هنڌ زنجيرن ۾ جڪڙيا پيا آهيون.“
انهيءَ پسمنظر ۾ غور ڪجي، ته محسوس ٿيندو ته آزاديءَ جو مسئلو، هر دؤر ۾ ڏاڍو منجهائيندڙ رهيو آهي. اسان جي زندگيءَ جو وُجود ماڻهن، معاشري ۽ آسپاس جي ماحول

طرفان عطا ڪيل رخن ۾ ورهائجي، جڻ ته ڪنهن ڪُوئامار ۾ قاتل، جڪڙيل،

وڪوڙيل ۾ قيد ٿيل آهي. اسان کي خبر آهي، تہ چوندڻ ۾ فيصلي ڪرڻ وارو سڄو طريقهٔ ڪار ڪڏهن بہ ختمي ڪونهي. چو تہ موت اچڻ سان گڏوگڏ، اُهو سلسلو بہ ختم ٿي وڃي ٿو. سارتر جي جڳ مشهور ناول 'آجپي جي واٽ' ۾ مختلف ڪردار پڻ ڪين مليل آزاديءَ جو ڪل جهڙو تصور پيش ڪن ٿا. اهڙي آزادي، جيڪا لولي لنگڙي، ڪُوڙي، اڌوري ۽ کوکلي لڳي ٿي. هتي آزاديءَ جو خيالي خاڪو. فقط تصوراتي دنيا تائين محدود آهي، جيڪو زندگيءَ جي حقيقي هلچل کان ڪوهين ڏور آهي. تنهنڪري آزاديءَ جو تصور خيالي حد تائين رهي ٿو، جڏهن تہ آزاديءَ متعلق سچو پچو ۽ ثابت تاثر، بهرحال ملي ئي نٿو.

پنهنجي جاءِ تي اها حقيقت آهي، تہ آزاديءَ کي ڪڏهن بہ سائنسي تڪ تور ذريعي ثابت ڪري نٿو سگهجي. پوءِ بہ آزاديءَ جي حقيقي حاصلات لاءِ، اسان کي انيڪ تجربن مان گذرڻو پوندو. دنيا ۾ ڪا بہ شئي، انسان کان ڪجھ بہ ڪري سگهڻ جو حق کسي، ڪيس اطمينان بخشي نٿي سگهي. هُو جڏهن بہ ڪجھ ڪري سگهڻ واري عمل ۾، اٽڪاءُ يا روڪ محسوس ڪندو، تہ پاڻ کي روڳي ۽ بيچين محسوس ڪندي، ڪنهن طبيب يا نفسياتي ماهر ڏانهن رخ رکندو، چو تہ هُو پنهنجي پسند مطابق عمل ڪرڻ کان عاري آهي. اخلاقي فيصلن جي سلسلي ۾ بہ اهو درست چئي سگهجي ٿو، تہ جيستائين اسين چڱائيءَ، برائيءَ، سچ ۽ ڪوڙ جي پرک جي معاملي ۾ آزاد ناهيون، تيستائين سچ پچ تہ اسين پنهنجي مڙني عملن لاءِ ذميوار ئي ناهيون. جيڪڏهن مون وٽ ذميواريءَ نالي ڪنهن شئي جو احساس ڪونهي، تہ پوءِ ڪنهن جي قتل ڪرڻ لاءِ، اسين سماج جي مفادن ۾ نقصان جا عذر ڏيئي، انهيءَ ڏوھ کي برائيءَ يا 'گناھ قرار نہ ڏيڻ' ۾ بہ ڪامياب ٿي سگهون ٿا. مشهور مُفڪر جولين هَڪسلي (Julian Huxly) انڌين قوتن ۽ حادثن کي تسليم ڪندڙ پهلوئن کان انڪار ڪندي بہ، اهو ضرور چاهي ٿو تہ اولاد جي سڌاري جي تعليم ضرور ڏني وڃي. ڪميونسٽ مُفڪر ڪارل مارڪس بہ، دلالي ڪرڻ کي پنهنجي فڪر جو مول متو نہ سمجهندي بہ، واقعن جي وهڪري ۾ لُڙهي، ضرورتن هٿان مجبور ٿي پوي ٿو- ۽ آخرڪار پنهنجن پوئلڳن کي انقلاب آڻڻ جي تعليم ڏي ٿو. خود جرمن فيلسوف نٽشي طرفان انسان کي خدا بڻائڻ وارو ويچار بہ، انهن ئي ڪوشش جي نشاندهي ٿو ڪري، جيڪي پنهنجي روپ ۽ مطلب ۾ مختلف هئڻ جي باوجود ، ساڳين ئي بنيادن تي بيٺل نظر اچن ٿيون.

جيتوڻيڪ پنهنجي جڳھ تي اها ڳالھ چڱي آهي، تہ آزاديءَ واري نڪتي تي زور ڏنو وڃي، پر اها سخت افسوس جهڙي ڳالھ ٿيندي تہ ڪيس ڪن

خاص حدن جي اندر بند ڪيو وڃي. ان هنڌ به آزاديءَ کي نه رڳو معروضي مجبورين ڪري، پر خود انساني زندگيءَ جي اصليت کي نظر ۾ رکندي به، انهن خاص معيارن جي اندر ئي لهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. تنهنڪري آزاديءَ جي تصور کي منجهائي پنهنجي. زندگيءَ جي بقا لئه سَنَدَ طور استعمال ڪري، خوامخواه مصيبتون پيدا نه ڪرڻ کپن. ڇو جو اها حقيقت آهي ته غلط ڪوششون هميشه سچائيءَ کي مُنجهائي مروٽي ڇڏين ٿيون. جڏهن ته صحيح رخ ۾ ڪيل ڪاوشون، ڪيس واضح ۽ اُجرو بڻائين ٿيون.

بنيادي طور تي آزاديءَ جون ٻه شڪليون هجن ٿيون. پهرين 'آزاديءَ جي چونڊ' ۽ ٻي 'چونڊڻ جي آزادي'. جيڪڏهن اسين آزاد آهيون، ته پوءِ اسان کي لازمي طور تي، پنهنجي پسند جي معاملي ۾ به آزاد هجڻ کپي. پر ان لاءِ اها ڳالھ ذهن ۾ رکڻ گهرجي، ته انهيءَ سلسلي ۾ صحيح طرز اختيار ڪرڻ سان، اسين آزاديءَ کي صحيح نموني مائي سگهون ٿا. پر ساڳئي وقت غلط رخ ۾، پنهنجي لاءِ وڏيڪ سنگهرون بڻائڻ جي غلطي به ڪري سگهون ٿا. جيڪڏهن اسين زر ۽ اختيار کي پسند ڪريون ٿا، ته پوءِ اسان جي آزادي سچ پچو ته اسان کي ئي سزا ڏي ٿي. ڇو ته اها اسان کي مجبور ٿي ڪري ته اسين اهڙا ڪم ڪريون، جيڪي انساني وقار جي سراسر برخلاف آهن. جي. ٽي. ڊبليو. پيٽرخ (J. T. W. Patrich) چيو آهي: "آزاديءَ جو جُنون اسان کي اينترو اندو نه ڪري ڇڏي، جو تمام سخت نظم و ضبط جي ضرورت پيش اچي." اسان وٽ ليلا جي ڪردار جي اها ڄڻائپ هئي، جو هُن ساه سڌير ڪندڙ سچائيءَ (جيڪا اسان جي هيئنين جو هار آهي) جي بدلي ۾، هڪ سوني روپي هار تي پنهنجا سيڻ متائي ڇڏيا. جيڪو عمل، فقط ڪُوڙ، دوکو ۽ سراب هئو ۽ ان جي ظاهري چمڪ دمڪ تي هوءَ هرکي پئي. پٽ جو لطيف، اتي انسانيت کي لالچائيندڙ لوڀ ۽ ايرکائپ جي خلاف سجاڳ ڪري ٿو، جنهن منع ٿيل ميوي کائڻ جي سزا ۾، اڳ ئي مُنش کي مصيبتن ۽ عذابن جي غار ۾ ڌڪي ڇڏيو آهي. هن ڪوڙي خيال ته: ماڻهن کي خدا جي زمين تي لامحدود اختيارن جي استعمال جي ڇوٽ ۽ ڪائنات ۾ مڪمل آزادي آهي ـ ڪيس پاڪ پوتر قانونن جي اهميت کان اڻڄاڻ بڻائي ڇڏيو آهي. جيستائين ماڻهو پاڻ کي انهيءَ ڪوڙي سحر مان ڪڍي ٻاهر نه ٿو ڪري، تيستائين هُو ڪڏهن به اُميد جي جلترنگ ٻڌي نه ٿو سگهي. لطيف اهڙي ئي هدايت لِيلا کي ڪندي چوي ٿو:

"ليلا ڇيلا ڇڏ، جي تون سوٻي سکين!"

هوڏانهن. مڪمل وجوديت پسند چون ٿا ته اسان کي لازمي طرح سان صالح ۽ صحيح آزاديءَ ۽ عمل جي چُونڊ ڪرڻ کپي. پر ايئن ڪنديءَ در حقيقت هو تواريخي حالتن کان منهن موڙين ٿا. هو فقط پنهنجي بنيادي خيال 'نراسائيءَ' مان ئي هر شيءِ جي ڪَٿَ ڪري، ان کي قبول ڪن ٿا. چو ته سندن آزادگيءَ جو تصور، بنيادي طور تي هر قسم جي پابنديءَ (اخلاقي) کان آزادي حاصل ڪرڻ آهي. جڏهن ته سچ اهو آهي، ته اخلاقي قدرن کي آزاديءَ جي چونڊ ۽ چونڊڻ جي آزادي کان، ڪڏهن به ڌار نٿو ڪري سگهجي. جڏهن اسين اخلاقيات کي آزاديءَ کان ڌار ڪريون ٿا ته حقيقت ۾ اسين ذميواريءَ جي احساس ۽ ضمير جي عظمت کان منهن موڙي ويهون ٿا.

پر لطيف فراريت يا مايوسيءَ ۾ ايمان نٿو رکي. ان جي مقابلي ۾ هُو ته حالتن سان مُهاڏو اٽڪائڻ جي ترغيب ڏي ٿو، جن کان منهن موڙڻ مشڪل آهي. لطيف جو ايمان آهي ته اسان کي باهرين جبر جي خلاف جدوجهد ڪرڻ کپي، ته جيئن لڪل حقيقتن کي پروڙي سگهجي- ۽ پوءِ انهن جي ذريعي پنهنجين حالتن ۾ تبديلي آڻڻ جي ڪوشش ڪجي. چو ته بي صورت ۾ اسين هر مشڪل آڏو هٿيار ڦٽا ڪري، پنهنجي ڪردار کي منجهائي رکنداسون. سندس (لطيف جي) سورميءَ ۽ پوتر سٽئي، جنهن جون اکيون پنهنجي محبوب تي کتل آهن، سا منزل جي حاصلات ۾ اُپن پهاڙن تي رسڻ لاءِ پنهنجن گوڏن ۽ هٿن سان هلڻ ۾ ڪوبه عارُ نٿي سمجهي. هتي لطيف ليلا کي تلقين ٿو ڪري، ته ليلائيندي رَهُ (لڳاتار) جيستائين وڃي تنهنجو ڏوهه معاف ٿئي! مارئي جنهن صورتحال کي منهن ڏيو بيٺي آهي، سا ماضيءَ ۾ سورهيائپ جي مثالن جي مقابلي ۾، ڏاڍي مُنجهيل ۽ بندش سان پريل آهي. مارئي جيتوٽيڪ عمر جي بند ۾ آهي، پر پوءِ به ڪيس زرق برق ڪپڙن جي آڇ، وڏيڪ سُچيت ۽ بُردبار بڻائي ٿي. هوءَ محل جي شاهي دروازن ۽ خوبصورت شاميانن کي ڪا اهميت نه ڏيندي، سيني پڃرن ۽ زندانن کي پيچي پور ڪرڻ گهري ٿي- ته جيئن مڪمل آزادي مائي سگهي. ان ڪري ئي هوءَ چوي ٿي:

"الا! ايئن مَ هوءِ، جيئن آئون مران بند ۾!"

مارئيءَ جي قصي ۾ هن صحرا جي ڪامڻيءَ جا زنجير تڏهن لهن ٿا، جڏهن خود قسمت پاڻ کي ڦيرائي ٿي. تنهنڪري لڳي اهو ٿو، ته هن قسمت سان سازباز ڪري، پنهنجي ڏکن ڀري قيد ۽ بند جي ڪهاڻيءَ کي ختم ڪيو آهي. مارئي اسان کي مناسب جبريت (جيڪا آزاديءَ جي آزاديءَ سان

واڳيل آهي) ڏانهن رهنمائي، انصاف پرئي ۽ ضابطي ۾ آيل آجپي ذريعي ڪري ٿي. هتي هڪ ڳالهه ضرور ڪبي، ته جيتوڻيڪ ماڻهو خدا جي تابعداريءَ جي زور بار هيٺ زنده رهي ٿو، پر تڏهن به هن کي اينتري آزادي ضرور مليل آهي، جو هو پنهنجي عملن جو ذميوار ٺهرايو وڃي؛ ۽ پوءِ انهن عملن جو بدلو وٺڻ لاءِ به تيار رهي. مارئي جيڪڏهن گهري ها، ته نالي ماتر حالتن جو مقابلو به ڪري پئي سگهي، پر هن اهو فيصلو ڪري ڇڏيو ته لالچن ۽ ڌمڪين جو مقابلو، انتهائي زبردست طريقي سان ڪبو. ان ڪري، هوءَ نه ته پنهنجو چهرو ٿي ڏوئي ۽ نه چيڙهيل وارن کي ڦڻي ٿي ڏئي؛ ۽ نه وري خوش ٿي کلي کائي ٿي. تنهنڪري بادشاهي بخمل ۽ زربفت ٺڪرائيندي، ڏاڏاڻي ڏيهه جي لوئيءَ کي اوڍڻ ۾ آجپو ٿي پائي- ۽ ايئن آخرڪار زندگيءَ، روشنيءَ ۽ آزاديءَ کي حاصل ڪري ٿي وٺي:

"سُٽي ساڻيهه ڳالهڙي، لهي ويا لوهه،
اندر جا اندوهه، لٿا ڏک سک ٿيا."

لطيف وٽ ذميواريءَ جو تصور، فقط جماليات جي اڻپوري انداز ۾ نه آهي. پر هُو لفظ 'ذميواريءَ' جي حقيقي معنيٰ ڏسڻ لاءِ، اُتم ۽ اعليٰ بڻجڻ جي تعليم ڏئي ٿو، جتان ئي لافانيت حاصل ٿي سگهي ٿي. تنهنڪري هتي ذميواريءَ جو مقصد، پنهنجي لاءِ به آهي، نه ڪي رڳو ٻين تي مڙهڻ لاءِ. چو ته اخلاق جي تخليق، اُره زورائيءَ ۽ ڏاڍي مڙسيءَ ذريعي ڪڏهن به ممڪن ٿي نٿي سگهي. بلڪ ان کي پنهنجي سچي سُڃاڻپ هُجڻ ضروري آهي. اسين ذميوار آهيون، ته به اُنهيءَ اُتم ۽ اعليٰ سچائيءَ ڏانهن ته: اسان پنهنجن عملن ۾ عام لوڪ جي درستگيءَ لاءِ ٿيندڙ ڪاوشن بابت پاڻ کي، ڪيترو جوابدار محسوس ڪريون ٿا. سارتر انهن عملن کي وشال ۽ ٻاهرين (Objective) مطابقت تي بيهاريندي ٻڌائي ٿو، ته جيئن ته پاڻ ديوتا ڪونه آهيون، تنهنڪري عمل جي درستگي، ڪوبه مطلب يا معنيٰ نٿي رکي. اسين پنهنجن عملن ذريعي، چڱن قدرن کي اُتم ۽ نيچ ته ٻڌائي سگهون ٿا، پر انهن کي ٻين ماڻهن کان ميڃائڻ اسان جي وس ۾ ڪونهي. تنهنڪري آفاقيت اسان جي نظرين يا روين تي مدار نٿي رکي. اهڙي نموني، انتهاپسند وجودي (Existentialists) هڪ دفعو ماڻهوءَ جي ڀاڳ کي مرڪز ٻڌائي، چون ٿا ته ماڻهوءَ جو مقدر ئي ايئن آهي-۽ ان طريقي سان سچي اخلاقيات جو ٻيڙو ٻوڙي ٿا ويهن. سندن ويچارن موجب، ماڻهو دنيا جي ذميواري کڻي ٿو، جنهن ۾ ڪنهن ڳجهي قوت جي ڀلائي يا عمل دخل ڪونهي، پر اها ته سندس ئي مهانتا آهي. اهڙيون ڳالهيون وڏا مونجهارا پيدا ڪن ٿيون. جيئن روسي اديب

دوستووسڪيءَ چيو آهي: ”جيڪڏهن خدا جو وجود ڪونهي، ته پوءِ هر عمل ڪرڻ جي اجازت آهي.“ هونئن به اها حقيقت آهي ته ماڻهوءَ جي آزاديءَ جو ته ڪاٿو لڳائڻ ئي مُشڪل آهي، پر پوءِ به منجهس پنهنجي آزاديءَ جي اظهار ڪرڻ جون ڪجهه حدون آهن. جيئن ڀٽائي چوي ٿو:

”تــوڙي وِلاڙون ڪريــن، تــوڙي هــليــن وِڪ،
لکئي منجهان لِڪ، لهندئي ڪين ’لطيف‘ چَئي.“

لطيف وٽ آزاديءَ جو تصور، سندس آفاقي نظرين منجهان سَرجيل آهي. خود فرد جو آزاد هُجڻ يا نه هُجڻ، ڪنهن الاهياتي ڳالهه تي ڀروسو ڪرڻ يا نه ڪرڻ سان ڳنڍيل آهي. تنهنڪري، لافانيت جي عدم موجودگيءَ کان پوءِ، خود آزاديءَ جي تصور جي ڪهڙي اهميت آهي؟ انهيءَ سلسلي ۾ لطيف چوي ٿو:

”ڪهڙي منجهه حسابِ، هُئڻ منهنجو هوت ري!“

ڀٽائيءَ جهڙا صوفي، آزاديءَ جا جلوا پنهنجي اندر ۾ ڳولڻ کان پوءِ، پاڻ کي ڪن وڏين سچائين ۾ غرق ڪندي، سچائين جا اُصول طئي ڪري اصلوڪي آزادي ماڻي وٺن ٿا. هيءَ هڪ اهڙي بندگي آهي، جيڪا هُو پنهنجي روح جي اٿاهه گهرائين سان قبول ڪن ٿا. جنهن منجهان ئي هُو اٽمت آزادگيون جوڙين ٿا. تڏهن ئي لطيف چوي ٿو:

”واجهائي وصل کي، ٿيس تهوارو تيئن!“

لطيف جي سُورمي سسئي، آزاديءَ کي ڀنڀور ڇڏڻ کان پوءِ، پُنهونءَ جي پانهن ۾ پسي ٿي. اهڙي طرح هُوءَ هڪ پُختي عقيدي کي ذهني طور تي قبول ڪندي اُنهيءَ اصل ڏانهن رُخ رکي ٿي، جيڪو ظاهر ۾ هرگز به دُرست نٿو لڳي.

مذهب پسند وجودي فيلسوف ڪيرڪيگارڊ، مرضيءَ يا چُونڊ کي ٽن حصن ۾ ورهايو آهي:

پهرين ’جمالياتي چُونڊ‘ ـ جنهن کي هُو مٿاڇري چونڊ سمجهي ٿو. جڏهن به ڪو شخص ڪنهن عمل کي دُرست ٿو سمجهي، ته هُو چوي ٿو ته آئون هن عمل کي پسند ٿو ڪريان. مثال طور تي جڏهن ڪو چوي ٿو ته: هيءُ نظارو مون کي وڻي ٿو ته دراصل هڪ طريقي سان هُو هڪ اهڙو فيصلو ڏي ٿو، جيڪو چونڊ جي ڪابه راهه بند ڪندي، اخلاقي قدرن بابت بحث کي بي مقصد بڻايو ٿو ڇڏي.

ڪيرڪيگارڊ ٻئي حصي تي 'اخلاقي چونڊ' کي رکي ٿو، جنهن ۾ سُونهن ۽ اُن جي مقصدن کي بيان ڪيو ويو آهي.

پر سندس آڏو چونڊ جو سڀ کان اعليٰ درجو اهو آهي، جنهنجا حقيقي پهلو اسان کي خوف ۽ دهشت ۾ نظر اچن ٿا. هن قسم جي بُلنديءَ اسان کي شڪ/ وسوسي يا مُعطلي- جيڪا خُدائي سڏ جي صورت ۾ اُتساهيندي، سا اخلاقي ذميوارين جي بوجھ کان بہ ڇوٽڪارو ڏياري ٿي، تنهن جي اهميت کان آگاهُ ڪيو ويو آهي. يعني

"گهڙو پڳو، مُنڌ مُئي، وسيلا وئا،
تنهان پوءِ سُئا، سُهڻيءَ سَڏَ ميهار جا."

واري ڳالھ آهي.

ساڳي طرح حضرت ابراهيم ع پڻ روايتي اخلاقي معيارن جي مٿان، رب جي رضا کي اهميت ڏيندي، ڪن اعليٰ مقصدن جي ڪري اهڙو ئي جوکم کڻندي، پنهنجي پُٽ جي قرباني ڏيڻ لاءِ بہ تيار ٿي ويو هُئو. ڪيس پَڪَ هُئي تہ هر شيءِ جي پُڄاڻي پلي ٿيندي- ۽ سچ تہ ٿيو بہ ايئن! هُو پنهنجي امتحان ۾ ثابت قدميءَ سان بيٺو رهيو. وجودي مُفڪر ڪارل جيسپرز اسان کي چُونڊ جي درجي بندين کان آگاهي ڏيندي ٻڌائي ٿو تہ، سڀني کان اُتم درجو بغاوت جي چونڊ جو آهي. جيڪا رات جي پيڙائن مان جاري ٿئي ٿي ۽ 'اعتمادي چونڊ'، يعني روايتي اخلاقي چونڊ تي تمام گهڻي سبقت ٿي رکي. مذهبي چونڊ رومانيت مان ڦُٽي نڪري ٿي ۽ سندس بنياد بہ غيرعقلي آهن. جڏهن تہ اخلاقي چونڊ اساسي ۽ عقلي بنياد رکي ٿي. لطيف پڻ پهرين قسم جي چونڊ ۾ يقين رکي ٿو. هُو ڏسي ٿو تہ اسين پنهنجن اندرين ڪنن سان، الاهي آواز ٻڌي سگهون ٿا ۽ ان مطابق رهي سگهون ٿا. هر وجود جو اقرار، پنهنجي پالڻهار سان تعلق ڳنڍڻ ۾ ئي آهي. اُهائي ڳاھ سُهڻي من ۾ سمائيندي، درياھ جي گونگي پاڻيءَ ۾ لهي پوي ٿي ۽ سچ پچ تہ انهيءَ کان پوءِ ئي ڪيس سُڌ ٿي پوي تہ ساهڙ، سُهڻي ۽ سمونڊ، هڪ ئي شيءِ آهي. هونئن تہ ڦري ڪُن پئي سيني کي ٻوڙيو، پر سهڻيءَ جڻ تہ سمورين گهرائين کي پنهنجي اندر ۾ اوتي ڇڏيو. سهڻي تہ درياھ جي پار وڄندڙ سُريلن گهنڊن تي موهت هُئي. تنهنڪري سياتي پيري اونداهيءَ ۽ ٿڌي ڪائيندڙ رات جي اوجاڳي ۾، مٿن مائٽن کان مليل مهڻن جي ملامت ۽ پاڙيسرين جي نظرن ۾ ڪري پوڻ کي نظرانداز ڪندي، چُونڊ ڪري ٿي- ۽ پاڻ مُرادو پيدا ٿيندڙ ڪنهن سُرت کي سلهاڙي، هوءَ هڪ پل لاءِ بہ ڪُجھ ويچارڻ بنان ڪچو گهڙو هٿ ڪري، لُڇندڙ ۽ غضبناڪ درياھ جي ڦري

ڪُن ۾ گهڙي ٿي پوي. لطيف اسان کي ٻڌائي ٿو، ته مهانتا پاڻ کي اسان کان ڪجهه پردن پويان لڪائي رکيو آهي ۽ پنهنجو پاڻ کي، اسان مٿان ڳجهي توڙي پڌري نموني ظاهر ڪرڻ کان هٽي ٿي ڪري. اسين آزاد ئي انهيءَ ڪري آهيون، ته جيئن پنهنجن اعتقادن ۾ ڦير گهير ڪندي، عظمت ۽ اُتم پٽي سان سلهاڙجي سگهون. دنياوي آزادي ته هڪ قسم جي کوٽ يا وڇوٽي آهي- جيڪا انڌيري ۾ اچانڪ ڏيڻ سان پُوري ٿي سگهي ٿي. آجپو ته درحقيقت اهڙي ڇرڀر آهي، جيڪا هستيءَ جي انڪار طرف رهنمائي ڪندي، وجود کي مٿائڻ جو درس ڏئي ٿي، ته جيئن مهانتا جي جوڙجڪ عمل ۾ اچي سگهي. آزاديءَ جي اونهي اُتساهه ملڻ کان پوءِ، اسان وٽ پاڻ لاءِ چوند ڪرڻ وارو مسئلو ئي نٿو رهي. ڇو ته پوءِ چوند ڪرڻ جا احساس ئي نٿا رهن. بلڪ ڪنهن ٻه ٻئي طريقي سان عمل نه ڪري سگهڻ جا احساس جنم وٺن ٿا. اسان کي لڳندو آهي، ته اسين اڪيلا ناهيون، پر ڪا اَجاتل شڪتي آهي، جنهن جي زور تي پيا هَلون. جيڪا مهانتا جي گهيرن ۾ رهندي، اسانجن اختيارن کان ٻاهر آهي. تڏهن ئي لطيف سهٽيءَ کي صلاح ڏيندي، چوي ٿو:

”پاڻُ مَ ڪٿج پاڻ سين، ري وسيلي وڃُ،
پيار پيري پيج، اُڪند ڪڻ عميق جي.“

عام طرح سان آجپي جا ٽي درجا هُجن ٿا. آزاديءَ جي شروعات شخصيت کان وانجهيل ’گڏيل سياءَ‘ کان ٿئي ٿي. يعني سجدي ۾ ڪريل انسانيت کي ڳيجهپي جي ظلم کان آجو ڪجي، جيئن ڪو عيسائي قانون کان آزاد ڪيو ويندو آهي. ٻئي درجي ۾ ’شين کان‘ آزادي ٿئي ٿي، جنهن جي سحر ۾ بي اختيار انسان قائل آهي. هڪ عيسائيءَ آڏو اهڙي آزادي ڏوهه کان ڇوٽڪارو آهي، جيڪو هڪ طرح سان ته خدا جي صليب ۾ پرتيل رحمت ۽ مسيح جو نئون جنم، انسان جي تباهه ڪُن حالتن تي اثرانداز ٿي، هڪ نئين چوند مُهيا ڪندي، ڪيس زندگيءَ جي آخري بااختيار امڪان آڏو اچي بيهاري ٿو. ٽيون درجو، جنهن جي وجودي مفڪر هائيڊگر وڪالت ڪري ٿو، سا ’موت جي آزادي‘ آهي. جنهن کان پوءِ موت جي امڪاني دائرن کي هٽائي، هڪ ممڪن سچائيءَ جي وجودي تصور هيٺ، ان کي قبول ڪري امرتا حاصل ڪري سگهجي ٿي. اها ئي حد آهي جنهن تائين پهچندي، لطيف جهڙا صوفي، موت جي مُنهن ۾ ٻه پاڻ کي آزاد محسوس ڪن ٿا. بلڪ سندن لاءِ موت ته خود اهڙو معيار ٻڻجي پوي ٿو، جنهن جي بنياد تي، هو پنهنجين شخصيتن کي اڳتي وڌائي سگهن ٿا. جيئن هُن چيو آهي:

"اوچو اُتاهون گهٽوءِ جيئڻ کي جبلُ
موت مون سين هلُ، ته پنيءَ توءِ پنڌُ ڪريان."

يا

"عاشقَ زهر پياڪَ، وهُ ڏسي وِهسن گهٽوءِ
ڪڙي ۾ قاتل جا هميشه هيراڪ،
لڱين لنئُون لطيف چئي، فنا ڪيا فراق،
توڙي چڪن چاڪ، ته به آهه نه سَلن عام کي."

مُطلق وجوديت پرستن لاءِ ته موت ڪنهن امڪان جي منسوخي آهي. پر مذهبي وجودين آڏو، موت هر وقت حاضر امڪان آهي، جيڪو پاڻ سان سلهاڙيل انساني وجود کي پُختو بڻائي ٿو. اُن جي حيثيت چڻ ته لافانيت جي دستاويز تي لکيل، ڪنهن بي انداز رقم جهڙي آهي. مطلق وجودين لاءِ موت اُنهن سيني ناڪاري تجربن جي مدد ڪري ٿو، جن تي سندن ڏيان آهي. يعني اُهو سندن زندگيءَ بابت 'بيهودي ۽ بي معنيٰ' هجڻ واري وضاحت جي حمايت ۾، آخري ثبوت آهي. 'سيسفس واري ڪٿا' ۾ اسان کي ان "ذميواريءَ کان آگاهي ٿئي ٿي، جيڪا انساني صلاحيتن جي حدبندي ڪري ٿي." پر هوڏانهن سسئيءَ کي ڏسو، جيڪا پهاڙن کي پُرزا ڪرڻ لاءِ تيار آهي ۽ جيڪي سندس ۽ پنهونءَ جي وچ ۾ رڪاوٽ بڻيا بيٺا آهن. مارئي پاڻ کي آزاد ڪرائڻ لاءِ، جيل جون ديوارون ٽوڙڻ جو عزم ڪيو بيٺي آهي. پر ٻئي طرف ناستڪ وجوديت پسندن آڏو، موت هڪ نه سهڻ جوڳي انساني حالت آهي. جڏهن ته لطيف آڏو، موت کي ته پوءِ به چند وانگر ڏرتيءَ جي چوڏاري تجلا ڏيندو رهڻ کپي. لطيف اسان کي نصيحت ڪندي چوي ٿو، ته موت ئي ڪنهن خوشيءَ پريبي سمي سان سلهاڙجڻ جو اڪيلو اوزار بڻجي پوي ته پوءِ ان کي ئي چونڊيو. پوءِ ئي توهان کي ساهڙ، سهڻيءَ ۽ سير جي هڪ هجڻ واري ڳالهه سمجهه ۾ ايندي. اها سسئي گُناهن ۾ گُم ٿيل پنهور کي چڏي، جابلو ويرانين ۾ مرڻ کي ترجيح ڏئي ٿي ۽ مارئي دعا ٿي گهري، ته قيد ۾ فنا ٿيڻ بدران هوءَ ملير ۾ مري. صوفي به زندگيءَ جي قرهيءَ کي صاف ڪرڻ کانپوءِ ئي مرڻ کي ترجيح ڏين ٿا. سقراط سچائيءَ جي سرسيءَ لاءِ زهر جو پيالو پيتو، حسين ع دل جي رضا سان جام شهادت نوش ڪيو، ته جيئن انصاف دُنيا ۾ باقي رهي. سُهڻي ميهار سان ملڻ لاءِ، پاڻُ پاڻيءَ ۾ ٿي اُڇلي. منجهانئن ڪوبه موت کي اهميت ڪونه ٿو ڏئي. پر عام طور تي اسان وٽ، اجا تائين موت کي خوشيءَ سان قبول ڪونه ٿو ڪيو وڃي. ماٺهو اجا به جن ڳالهين ۾ ڀروسو رکن ٿا، سي درحقيقت پاڻ کي هڪ تراڪڙي خطرن ڀري سطح تي رکي، اُنهن بُراين کي دعوت ڏين ٿا، جن کان هو هميشه لنوائيندا

رهندا آهن. سچ ته اهو آهي ته ماڻهوءَ منجهه ۽ مارئيءَ وانگر جبل جيان سخت مُهاڙو اٽڪائڻ وارو حوصلو هُجڻ کپي. منجهس ته سسئيءَ وانگر شاهه بطوط جي وڻ جهڙي اڏولتا هجي، يا وري سُهڻيءَ وانگر درياءَ جي ويڪر ۾ پڪڙيل تک سان سامهون اچڻ جو ٻل هُجڻ کپي.

شاهه جي سورمين کي ته موتمار همٿ ڏارڻ جي تعليم ڏني ويندي آهي، ته جيئن مُقدر سان مُنهن ڏيندي انهيءَ منزل تي رسي وڃجي، جو چوندڙ ۽ ذميوارين وارا مسئلا پنهنجي اهميت ئي وڃائي ويهن. سسئيءَ ۽ پنهونءَ جيان منجهن سڏ ۽ پڙاڏو، ٻئي سمائجي هڪ ٿي پون: يعني چوندڙ ۽ چوندڙيندڙ جي وچ ۾ ڪو سنڌو باقي نه رهي. بقول لطيف:

"پڙاڏو سوئي سڏ، ورُ وائيءَ جو جي لهين،
هُئا اڳ ئي گڏ، ٻڌڻ ۾ ٻه ٿيا."

(ڪي- ايم لاڙڪ جو مضمون جيڪو سنڌ يونيورسٽيءَ جي انگريزي شعبي طرفان نڪرندڙ مئگزين ARIEL جي ڪنهن پرچي تان ڪنيو ويو.)



# عظيم تهذيب جي وارثن جي جهلڪ

تواريخ ۾ ڪيترا دفعا قومون رڳو انهيءَ ڪري به پنهنجو اصلي قد ڪاٺ ظاهر نہ ڪري سگهنديون آهن، جو سندن پڙهيل لکيل طبقو، پنهنجي ثقافتي ورثي ۾ ساهتي دولت جو، مُناسب تعارف نہ ڪرائي سگهندو آهي. مان سمجهان ٿو تہ دنيا جي اهڙين بدنصيب قومن منجهان اسين سنڌي بہ آهيون. شايد اهوئي سبب آهي، جو ڪُند ذهن ۾ چيسن تهذيبي قدرن جي وارثن کي بہ، سنڌ/ سنڌي قوم کي لُوٽڻ جو موقعو مليو. ڪو وقت هُئو، جو انهيءَ سلسلي ۾ ايتري تہ شدت پرستي هُئي جو ملڪ جي پهرين

وزيراعظم، مسٽر لياقت علي خان، سنڌين جي ثقافت کي ”گڏهه هڪلڻ ۽ اٺن چارڻ واري ثقافت“ سڏيو هئو.

هونئن به پاڪستان ۾، خاص ڪري پناهگير ٽولو، پاڻ کي ٻين قومن ۽ قوميتن مان هر لحاظ کان، افضل ۽ بهتر سمجهندو رهيو آهي. هيٺ ڏنل چند پئراگرافس منجهان، هندوستان جي اُنهن ’عظيم حُڪمرانن‘ جي ڪردارن جي پروڙ پوي ٿي، جن جي باري ۾ پناهگير ٽولو تعريفون ڪندي نه ٿڪبو آهي. نظام دکن، جنهن جي تعريف ۾ قلابازيون کائيندي، نام نهاد تهذيب يافته اديب ۽ صحافي ٿڪبا ناهن، تنهن جي پوڊائي طبيعت ۽ بيمار نفسيات تان، جنهن نموني ’ليري ڪولنس ۽ دومنڪ لاپيئر‘ جي جڳ مشهور ڪتاب، "Freedom at midnight" ۾ پردو هٽايو ويو آهي، تنهن کي پڙهندي ڏندين آڱريون اچيو وڃن!

مان سمجهان ٿو ته هيءَ مختصر پر نهايت اهم ترجمو، سنڌي ٻوليءَ جي پڙهندڙن لاءِ، هڪ دلچسپ ۽ حيرت ڀري تحرير آهي، جيڪو هن رخ ۾ ڪين اُنساهڻ لاءِ هڪ بهتر قدم هوندو.

- سنڌيڪار

هندوستان جي سيني ڏارين ۽ غيرمقامي حڪمرانن منجهان، ”رستم دوران، ارسطوءِ زمان، واليءِ ممالڪ، آصيف جاهه، نواب ميرُ عثمان، الآخر بهادر، مُشرف الملڪ، نظام المد، سپاهه سالار فتح جنگ، بُلند شَان عالي مُقام، برطانيائي شهنشاهيت جو سيني کان وڌيڪ ڀروسي جوڳو اتحادي، دکن جو ستون نظام بيشڪ گهڻو سياويڪ هئو. هندوستان جي سيني کان وڏي ۽ گهڻي آباديءَ واري رياست تي حڪمراني ڪندڙ، هو پڪو ديندار ۽ ڄاتو مسلمان هُئو. سندس رياست ۾، ٻه ڪروڙ رعايا هندن تي ٻڌل هئي، جڏهن ته مسلمانن جو تعداد ڪل ٽيهه لک هئو. نظام صاحب قد جو ڪجهه لانيرو، يعني 5 فٽ ٽن انچن جو ’ڪُوبو جوان‘ هئو. جڏهن ته وزن فقط 40 ڪلو گرام هُئس. جيئن ته کيس سوپاريون چٻاڙڻ جي پٽَ گهڻي عرصي کان پيل هُئي، تنهن ڪري سندس ڏند گسي وڃي مهارن ۾ قاتل سنهڙي ليڪ جي صورت ۾ بچيا هُئا. کيس هر وقت اهو به ڌڙڪو لڳل رهندو هئو، ته دربار جو ڪو اميرُ زهر ڏيڻ ٿو گهريس، تنهنڪري هر هنڌ ساڻس هڪ ڪاڏي چڪاسڻ جو ماهر ساڻ هوندو هئو. جيڪو سندس سدائين ساڳئي نموني رڌجندڙ ۽ نه تبديل ٿيڻ جوڳي خوراڪ، يعني ملائي، مٺائي، ميوو، سوپاريون ۽ رات جو پيئڻ لاءِ آفيم جي پياليءَ منجهان هر شئي ترِ ترُ ڪري چکندو رهندو هُئو. هندوستاني حڪمرانن مان، دکن جو نظام واحد شَخص هئو، جنهن کي پهرين عالمي جنگ

۾ برطانيه جي 25 لک پائونڊ رقم سان امداد ڪرڻ جي صلي ۾ "Exalted highness" جو لقب ڏنو ويو هئو.

1947ع ۾ نظام دکن کي دُنيا جو امير ترين شخص تسليم ڪيو ويو پر سندس دولت جي پيٽ ۾ وٽس هڪ شيءِ وڌيڪ جهجهي هئي ۽ اُها هئي سندس دل منجهه موجود اَٿاهه حرصُ ۽ لالچ جنهن جو پلڙو هو مضبوطيءَ سان جهليو بيٺو هئو. سندس لباس منجهه چُترن وٽان گهرگهلو سوٽي چوڙيدار پاجامو ۽ گهيتلي جهڙو بدنما جوتو هئو. جيڪو بازار ۾ ٻن ٽن رپين ۾ ٿي وڪاميو. مٿي تي 35 سال اڳ ورتل مٿيءَ سان ڏٿيل ۽ ٻڦي سان تَرِ ٿيل تُرڪي ٽوپي پيل هوندي هُئس. جيتوڻيڪ دنيا ۾ سؤ جڳهن تي سندس سون پيل هئو پر هو ڪاڏو هميشه ٽين جي ٿالهيءَ ۾ کائيندو هئو. جڏهن ته پلٿي ماري ويهڻ لاءِ سندس طعام گاهه ۾ هڪ تڏو پيل هوندو هئو. سندس ڪنجوسپائيءَ جو حال اهو هئو جو هو هميشه مهمانن جا ڇڏيل سگريٽن جا ٽوٽا چڪيندو هئو. جيڪڏهن ڪنهن خاص ڏهاڙي تي رياستي دعوت ٿيندي هُئي ته راجائن ۽ مهاراجائن جي موجودگيءَ ۾ ڪُرڪندي ڪُسڪندي 'شمپيئن' جي هڪ ٻاٽلي ميز تي سجرائيندو پر اُها پنهنجي اک کان اوجهل ٿيڻ نه ڏيندو. 1944ع ۾ جڏهن هند جي حاڪم لارڊ ويول سندس رياست جي سرڪاري دوري جو پروگرام ٺاهيو ته هن دهليءَ ڏانهن تار ڪري وائسراءِ هائوس مان پُڇا ڪئي ته "جيئن ته اڄ ڪله جنگ هلندي 'شيمپيئن' جي قيمت وڌي ويئي آهي، ڇا وائسراءِ صاحب پوءِ به شيمپيئن ضرور پيئندو؟" اهو به مشهور آهي ته هفتي ۾ هڪ ڀيرو آرتوار واري خاص عبادت کان پوءِ جڏهن مرڪزي حڪومت جو انگريز نمائندو وٽس ايندو هئو ته حسبِ دستور سندس هڪ خاص خدمتگار ڊيش تي هڪ چانهه جو ڪوپ هڪ عدد بسڪوٽ ۽ هڪَ عدد سگريٽ کڻي مهمان ۽ ميزبان (ٻنهي لاءِ) جي خدمت ۾ حاضر ٿيدو. پر هڪ آرتوار تي جڏهن انگريز عملدار ٻنان ٻڌائڻ جي پاڻ سان گڏ هڪ ٻيو به اعليٰ حيثيت جو صاحب وٺي پهتو ته نظام صاحب هڪدم نوڪر کي سڏرايو ۽ کيس ڪَن ۾ پُٽڪو ڪندي ڪو حُڪم ڏنو. ٿورڙي دير کان پوءِ سندس حُڪم جي تعميل ڪندي خدمتگار ٻئي ٿالهه تي چانهه جو ڪوپ بسڪوٽ ۽ هڪ عدد سگريٽ کڻي 'اعليٰ مرتبي واري مهمان' جي خدمت ۾ حاضر ٿيو.

هندوستان جي اڪثر رياستن ۾ اهو رواج هئو ته سال ۾ هڪ دفعو دربار جا امير رسم طور سون جا ڇڪا پنهنجي حاڪم آڏو پيش ڪندا هئا جن کي هو ڇُهي ڪين واپس ڪندو هئو. پر رياست حيدرآباد جي حڪمران وٽ موٽائي ڏيڻ واري ڳالهه ئي نه هئي! نظام دکن کي رسمي طور

تي  جيڪو بہ سون جو چَڪو سامهون ايندو هئو، تنهنکي وٽس پيل اخباري ڪاغذ جي نهيل ٿيلهيءَ ۾ وجهي پنهنجي تخت جي پوئتان اُچلائي ڇڏيندو هئو. هڪ ڀيري جڏهن ڪو اهڙو مليل تحفو، ڪانئس هٿَ مان هيٺ فرش تي ڪري پيو، تہ نظام صاحب پنهنجي مرتبي ۽ حيثيت جو خيال ڪرڻ بنان، تختَ تان اُچل ڪائي، ٻانبڙا پائيندو وڃي اُن تحفي تائين پهتو. محسوس ائين پئي ٿيو، ڄڻ بادشاه نہ پر ڪو سڪو فرش تي رڙهندو ويندو هجي.

نظام دکن ايڏو تہ مرچوٺ هئو، جو هڪ ڀيري ٻامبي ڪان هڪ ڊاڪٽر، خاص طور تي سندس تپاس لاءِ حيدرآباد آيو ۽ سندس 'اليڪٽرو ڪارڊيو گرام' ڪرڻ لڳو، تہ مشين هلي نہ سگهي. معلوم ڪرڻ تي پتو لڳو، تہ بجليءَ جو بل بچائڻ لاءِ، نظام صاحب محل جي بجلي ڪاٽا ڪرائي ڇڏي هئي. نتيجي ۾ ڪا بہ مشين نہ پئي هلي سگهي.

نظام جو بيڊ روم بہ ڪنهن غليظ جُهگيءَ کان بهتر نہ هئو. منجهس پيل سامان ۾ هڪ ڀڳل پلنگ ۽ ميز کان سواءِ، ٽي رڏٽي ۾ رکڻ واريون ڪُرسيون، سگريٽن جي ٽوٽن سان ڀريل خاڪدان ۽ سندس جهم ڏينهن تي مليل تحفن منجهان خالي ٿيل ردي پني جي نهيل، ٿيلهين سان سٽيل ڇَليون شامل هيون. جڏهن تہ سندس آفيس رياستي لڪيڙه جي، دفتري ڪاڳرن سان سٽيل، انبارخاني جو ڏيک ٿي ڏنو، جنهن جي ڇت تي، ڪوريئڙي جي اُٽيل ڄاريءَ جو جهنگل پکڙيل هئو. پوءِ بہ، انهيءَ محل جي ڪُنڊن پاسن ۾ جيڪي دولت جا انبار لڳل هئا، تن جو ڪاٿو ڪرڻ مشڪل آهي. نظام جي ميز جي خاني اندر هڪ پراڻي اخبار ۾، ليمي جي سائيز جيترو 'يعقوبي هيرو' پيل هئو، جنهن جو وزن 280 چمڪندڙ قيراط ٿيندو. هن هيري کي هيءَ 'عقلمند حڪران' پيپر ويٺ طور استعمال ڪندو هئو. ٻئي طرف، محل جي ٻي ترتيب باغ اندر بار سبب زمين ۾ لهي ويل، سون سان ٽُپ ٿيل درجنين ٽرڪون بيٺل هيون. نظام وٽ پيل جواهرن جي باري ۾ ڪَٿَ آهي، تہ اُهي ايترا تہ جهجها هئا، جو انهن سان لنڊن جي سموري 'پڪاڊلي سرڪس' جي فرش بندي ٿي پئي سگهي. پر اُهي سڀ سندس ڀُهرن جي فرشن تي پيل چيڀين ۾ ڪوئلن وانگ اڇليل هئا. نيلم، زمرد، ياقوت ۽ هيرا، هڪٻئي سان مليل، وڏا وڏا ٻي ترتيب ڍِڳَ ٻڌجي چڪا هئا. وٽس پائونڊن ۽ روپين جي صورت ۾، ويهہ ملين پائونڊن جي روڪ رقم بہ موجود هئي. جيڪا پراڻين اخبارن ۾ ويڙهي، گدامن ۽ ڇڇهرن تي ڦٽي ڪئي ويئي هئي. جتي اُنهن کي، محلاتي ڪوئن ڪُتري، نظام کي منفي وياج پئي پهچايو، جنهن نقصان جو ڪاٿو ساليانو هزارين پائونڊ ٿيندو. دکن جي نظام وٽ چڱي مقدار ۾ فوج بہ هئي، جنهن وٽ پنهنجو توپخانو ۽ جهاز بہ موجود هئا. سچ تہ اهو آهي

تہ سندس آزاد رياست هجڻ لاءِ سواءِ ہن شين جي هر شيءِ موجود هئي. جن منجهان پهرين، ساموندي ڪناري جو نہ هجڻ ۽ ٻي عوامي حمايت جي اڻاٺ آهي.

سندس هندو اڪثريت تي ٻڌل رعايا، حڪمران مُسلمان ٺورائيءَ کي پسند نہ پئي ڪيو، پر اُن جي باوجود فرانس جي اڌ ايراضيءَ جيتري علائقي جي هن حڪمران لاءِ مستقبل ۾ ڪا بہ خطري جي ڳالھ ڪانہ هئي.

جڏهن سندس همدرد ۽ انگريز حڪومت جي خاص پُرزي 'سر ڪونارفيلڊ' ڪيس ڏسيو تہ جون 1948ع تائين، برطانيائي حڪومت هندوستان خالي ڪري ويندي، تہ هُن پنهنجي ڪرسيءَ منجهان اڇل ڏيندي چيو: "شڪر آهي، آخرڪار آئون آزاد ٿيندس!"

انسان بابت چاڻ سيکاري ٿي ته اسين ڪٿان آيا آهيون. ڪٿي آهيون ۽ ڪيڏانهن پيا وڃون. اسين ڏٺيءَ وٿان آيا آهيون ۽ هينئر جلاوطنيءَ ۾ پيا گهاريون: ۽ ايئن انهيءَ ڪري آهي جو اسان جي ڏانهس پريت جو درجو ڏسي ٿو. ته اسين ان جلاوطنيءَ جي ڪيفيت کان چڱي طرح واقف آهيون.

(روئزبروئڪ)



# پنجاب جي صحافتي زندگي

مولانا ظفر علي خان جي لکڻيءَ جي سگهہ سندس دوستن توڙي دشمنن وٽ واکاڻي ويندي هئي. ڪيس نظم توڙي نثر ٻنهي تي عُبور حاصل هئو. ايتريقدر جو اديبن ۽ صحافين جو ڪو متحده محاذ بہ سندس مخالفت ۾ مايوسي ۽ ناڪامي پرائيندو هُئو. تن ڏينهن ۾ سندس ٻہ دوست مولانا غلام رسول 'مهر' ۽ عبدالمجيد 'سالڪ' ڪانئس جُدا ٿـي، مولانا جي اخبار 'زميندار' ڇڏي پنهنجي اخبار ، 'انقلاب' ڪڍڻ لڳا. سُتت ئي، جڏهن ٻنهي اخبارن منجھ اٽيٽت شروع ٿـي، تہ انقلاب جي پاسي کان 'مهر' ۽ 'سالڪ' سان گڏ لاهوري اديبن جي مشهور چنڊال چوڪڙي، يعني 'نيازمندان لاهور' بہ پنهنجي ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائڻ ۾ مشغول هُئا. ٻئي طرف 'زميندار'

طرفان ٿيندڙ جوابي ڪارروائيءَ جو سهرو، مولانا ظفر علي خان جي سرَ تي هئو. پر ڏسندڙن ڏٺو ته هن جنگ ۾ به سرسي سندس ئي هُئي!

'زميندار' ۽ 'انقلاب' جي لڙائيءَ ۾، مولانا جو چوڻ هُئو ته هُو اڪيلو 'انقلاب' جا سڀ نغز ڪاتا ڪندو. سچ ته اهو آهي، ته اُها ڪا ٻناڪ نه هئي! سندس اخبار، رڳو صحافتي مخالفن سان مهاڏو نه اٽڪايو، پر هُو سياسي ميدان ۾ سيني سان منهن ڏيندو رهيو. پنجاب تائين ٻه نه، هن جو قلم ته سڄي هندوستان جي مشهور سياسي شخصيتن ۽ پارٽين تي به وار ڪندو رهيو. عجب انهيءَ ڳالهه تي آهي، ته اهو ساڳيو قلم، سندن ساراهه ۾ به پٺتي نه هئو. مولانا جو قلم، ڪنهن به قسم جي سياسي رٿابنديءَ کان وانجهيل، رڳو وقتي جوش ۽ جذبي جي زور تي هلندو رهيو. جنهن کان مولانا صاحب راضي ٿيو، ته اُن جي تعريف ۾ وڻ وجائي ڇڏيندو ۽ جي ڪنهن کان رَنج ٿيو، ته متس توٽا ناهي سندس لاهه ڪدي ڇڏيندو. چراغ حسن 'حسرت' پنهنجي پوڳڻ پري لکٽيءَ 'پنجاب ڪا جغرافيه' منجهه ظفر علي خان کي هڪ اهڙي درياهه سان پيٽيو آهي، جيڪو هر وقت پترڻ متائيندو پئي رهيو. حقيقت ۾ ته جنهن درياهه ۾ لڳاتار چاڙهه هُجي، تنهن مان ٻي اميد به ڪهڙي پئي ٿي سگهي!

حيرت انهيءَ تي آهي، ته مولانا جي انهيءَ تکي طبيعت جي هوندي به، سندس مشهوريءَ ۾ ڪا گهٽتائي نه آئي. جيڪي سندس تلوار جهڙي قلم جا ڪُنل هئا، سي به سندس فن جي ساراهه ڪندا هئا. ماڻهو هن جي نفيس انداز جا ايڏا ته شيدائي هُئا، جو سندس ڪڙا الزام به سندن نازڪ طبيعت تي بوجهه نه ٿيا هئا. اها سڌ هوندي به ته مولانا جي حمايت، اردو غزل جي روايتي محبوب جي مهربانين کان وڌيڪ ديرپا ناهي، هندوستان جون هڙئي پارٽيون، سندس حمايت ۽ تائيد حاصل ڪرڻ لاءِ، پيچ ڊُڪ ڪنديون رهنديون هيون. بهرحال، دوستي هُجي يا دُشمني، ظفر علي خان جو قلم پنهي ڳالهين جو حق ادا ڪندو رهندو هئو. احرارين (جمعيت الاحرار) کان خوش ٿيو، ته لُڌيانه جي احراري اڳواڻ، تاج الدين جي متيٖ تي 'دين دنيا جو تاج' رکڻ تي راضي ٿي ويو ۽ احرارين منجهه، کيس رڳو خوبيون نظر اچڻ لڳيون ۽ چيائين:

"اگر اڪ سيسه پلائي ديوار هُوئي،
تو وه اس عهد ڪي پنجاب ڪي احرار هُوئي
خيل باطل سي اگر برسر پيڪار هُوئي
تو وه اسلام ڪي جانباز رضاڪار هُوئي."

وري جي ساڳين احرارين تي بگڙيو ته فرمايائين:

"الله کي قانون کي پهچان سي بيزار
کافر سي مرالات مسلمان سي بيزار
اس پر هئي يہ دعويٰ کهين اسلام کي احرار
احرار کهان کي يہ هين اسلام کي غدار!
پنجاب کي احرار۔ اسلام کي غدار."

هوڏانهن ڪانگريس ۾ گڏيل قوميت تي ايمان هُئس، تہ 'زم زم' جي پاڻيءَ ۾ گوتا کائڻ سان گڏوگڏ، گنگا منجھ ٽُبي ڏيڻ بہ لازمي سمجهندو هئو. بلڪ چوندڻ جي گڏيل سرشتي جو بہ زبردست حامي هُئو. مثال طور، سندس هيءُ شعر آهي:

"مخلوط انتخابات کو منظور تو کرو،
هوتي هي رائج اس کي، سب اُٹ جائين گي حجاب
تُم ظلمتون کي وهم سي هو پيچ و تاب مين،
اور سامني هئي حق کا درخشنده آفتاب."

تن ڏينهن ۾، مولانا مندر جي ٽلين ۾ ٻانگ جي آواز کان بيخبر، هندوستان جي عشق ۾ گرفتار هئو:

"ناقوس سي غرض هي نہ مطلب اذان سي هئي،
مُجهي اگر عشق هئي، تو هندوستان سي هئي.
تهذيب هند کا نهين چشمہ اگر ازل،
يہ موجِ رنگ ڦر آئي کهان سي هئي.
ذري ۾ اگر تڙپ هئي تو اس خاڪ پاڪ کي،
سورج ۾ روشني هئي تو آسمان سي هئي."

هندستان جي مسلمانن کي صلاح هُئي:

"غلامي کي سلاسل کاٹ ڈالو
مِٹا کر هندوؤن سي اختلافات"

هو هندو گهٽائيءَ کان بہ شڪايتون ڪرڻ جي خلاف هئو، تہ متان انهيءَ سان هندو مُسلم ٻڌيءَ ۾ ڏار نہ پون:

"وطن اور اسکي روايت پر جس سي حرف آئي
باعثِ ننگ هئي وه شيوهِ فرياد مُجهي."

ساڳي طرح مهاتما گانڌي ۽ ٻين ڪانگريسي ليڊرن جون به دل کولي تعريفون ڪيائين. پر جڏهن هندن کان بيزار ٿيو، ته قطع تعلقات تي لهي آيو چوڻ لڳو:

"سلائوگي جاتي کي چولي کو ڪس سي،
اگرَ هم ني اِڪ ايڪ تانڪا اُڌيڙا!"

يا وري: "روح عماد مالوي،
جان فساد مالوي
گائي کي دم مروڙيي
پوجيه پاد مالوي."

جهڙا شعر چئي پنڊت مالويه تي ملامتون ڪرڻ لڳو.

جيتوڻيڪ پنڊت مدن موهن مالويه ته بيشڪ چند هندن جو ليڊر هئو، پر مولانا جوش ۾ ايندي، مهاتما گانڌيءَ جهڙي صوفي منش کي به نه بخشيو ۽ ڪيس بدنام مهاسڀائي 'ساورڪر' جي جوڙ ۾ اچي بيهاريائين. چي:

"دُنيا ۾ بلائين دو هي تو هين، اڪ ساورڪر اڪ گانڌي هئي،
اڪ ظلم ڪا چلتا جهڪڙ هئي، اڪ مڪر کي چلتي آنڌي هئي."

آزاديءَ بابت سندس تصور نج قلندري هئو. سندس آڏو هڪ آزاد شخص جي جاءِ، تخلت يا تختي کان سواءِ ٻي ڪانه هئي.

ظاهر آهي ته اهو تصور، نبار جاگيرداريءَ واري دؤر جو آهي. جڏهن عام ماڻهو، ڪنهن ڳڻپ ۾ ئي نه هئو. اقتدار لاءِ لڙائي، ٻن دعويدارن جي وچ ۾ ٿيندي هئي. جن منجهان ڪٽندڙ تخت تي ويهندو هُئو، جڏهن ته هارائيندڙ جي جاءِ تابوت ۾ هوندي هئي. اهيءَ تصور ۾، لوڪ راڄ يا حقن جي حاصلات لاءِ، ڪنهن عوامي تحريڪ جي گنجائش نه هُئي. حيرت جي ڳالهه آهي ته اهڙي طبيعت جو ماڻهو، قصيدن لکڻ تي به لهي پيو. ظفر علي خان رڳو حيدرآبادي نظام ۽ ڀوپال جي بيگم جي واڪاڻ ۾ قصيده نه لکيا، پر ڪشمير جي اڳوڻي حاڪم، مهاراجه هري سنگه جي لاءِ به ثناخواني ڪئي آهي. مطلب ته سندس حالت، فارسيءَ جي هن سٽن جهڙي هُئي:

"آنچه سيران راڪنند روبه مزاج،
احتياج است، احتياج است احتياج."

يا وري قلندريءَ جي اها منزل هُئي، جو پنهنجو پاڻ تي تنقيد ۽ حساب ڪتاب جو ڪک به نه سهي سگهندو هُئو. سندس اهڙين ڪيفيتن ۽ مزاج کي،

سيني کان وڏيڪ، مولانا جو اڳوڻو نائب ۽ بعد جو مخالف، عبدالمجيد 'سالڪ' سمجهندو هئو. تنهن ڪري ئي، هُو ظفر عليٰ خان سان ڪابہ سنجيده بحث بازي ڪرڻ بدران، ساڻس يوڳ چرچا ڪندو هُئو.

تن ڏينهن ۾، مسلمان رهنما پنهنجي قوم کي، واپار جي راهہ تي هلڻ لاءِ تيار ڪري رهيا هئا. ظفر علي خان پڻ انهيءَ سلسلي ۾، 'اسلامي بازار' جي رٿا جوڙي. ساڳئي دور ۾، مولانا جي مخالف 'سالڪ' جو دوست ۽ اردوءَ جو مشهور اديب، امتياز علي 'تاج' ڪو فلمي ادارو برپا ڪرڻ لاءِ جاکوڙي رهيو هئو. اهو ڄاڻندي، اوچتو ظفر علي خان جي طبيعت ۾، اسلامي جوش اچي ويو ۽ فلمي ادارن جي مخالفت ۾ قلم کي تيار ڪيائين. انهيءَ سلسلي ۾ سندس هڪ نظم جو هيٺيون شعر ياد جي سمنڊ ۾ رهجي ويو آهي:

"نئي تهذيب ني اندي ديئي لاهور ۾ آ ڪر،
اور اس نقرئي بچون کي چُون چُون بن گئي تاڪي."

شعر پڙهڻ کان پوءِ، امتياز عليءَ کي ڳڻتي ٿي، تہ مولانا جي طرفان ٿيندڙ مخالفت جي ڪري، ڪيس ڪاروبار ۾ ضرور نقصان پوندو. سو سالڪ صاحب جي اڳواڻيءَ ۾، اعزازي مسلمان پنڊت هرچند 'اختر' کي ساڻ ڪري، مولانا جي حضور ۾ پهتو ۽ ڪيس قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين، تہ جڏهن سندس پنهنجي مرضي آهي تہ مسلمان ڌنڌي واپار ۾ اچن، تہ پوءِ هُو هڪ مسلمان جي ڪاروباري اداري جي مُخالفت ڇو ٿو ڪري؟ مولانا جو سئو سوالن آڏو هڪ جواب هئو، تہ هُو مسلمان کي عيش عشرت ۾ لوڙهڻ جي خلاف آهي. جڏهن وفد جي هڪ ميمبر عرض ڪيو: "مولانا صاحب، اوهان پاڻ بہ تہ فلمون ڏسندا آهيو!" تہ مولانا جوش ۾ ايندي چيو: "فلم ڏسڻ هڪ شيءِ آهي فلم ٺاهڻ ٻي شيءِ..... فلم ڏسڻ تہ تمام ننڍي ڳالهہ آهي، آئون تہ وئيشيا جو ڳانو ٻڌڻ لاءِ بہ تيار آهيان. پر شرط اهو آهي، تہ اها مسلمان نہ پر هندو هجي." انهيءَ تي سالڪ جي يوڳائي طبيعت جاڳي پئي، ۽ ڏاڍي نوڙت سان چيائين: "مولانا، اوهان هي کهڙو قهر پيا ڪريو، انهيءَ ڌنڌي تي تہ اسان جو قبضو آهي، جيڪڏهن ان تي بہ هندن جي هڪ هٽي ٿي ويئي، تہ پاڻ وٽ باقي ڇا بچندو؟"

(ترجمو: گوپال داس مِتل جي مشهور ڪتاب 'لاهور ڪا جو ذڪر ڪيا' جي صفحي 42 کان 46 تائين.)

علم کي اختيار ٿو پُهچي ته اهو وڏي واڪ ڳالهائي، جڏهن ته ڏاهپ کي فيصلو ڪرڻ جو خصوصي حق حاصل آهي.

(اوليور.وينديل. هومز)





# بلوچن بابت هڪ عظيم بلوچ جي راءِ

سنڌ ۾ نسل پرستيءَ ۽ نسلي برتريءَ کي واڪاڻ واري روايت، صدين کان هلندي پئي اچي. عام ۽ اڻپڙهيل ماڻهو ته ذات پات، رنگ ۽ نسل کي اهميت ڏئي ٿو، پر ڏنو اهو ويو آهي، ته پڙهيل ڳڙهيل ۽ عالم داناءَ شخص به، شعوري توڙي لاشعوري طور تي، انهيءَ بيماريءَ ۾ ورتل آهن. چڱن خاشن قبيلن ۽ فردن کي ٿي ڏسبو، ته ”انهن پيڙهيءَ اُٺ ماڪوڙي ماسات“ واري بدعت تي عمل ڪندي، ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان، پاڻ کي عربن، يونانين، ايرانين ۽ افغانين سان وڃي ڳنڍيندا. هو ايئن پيا محسوس

ڪرائيندا، جڏهن ته ڏرتي جائو هجڻ ڪو وڏو ڏوهه آهي. سنڌ جي اندر گهڻ ۾ گهڻ اڌ سنڌي آبادي انهيءَ خود فريبيءَ ۾ گرفتار ٿيل آهي. خاص طور تي. ڪيترن ئي نجُ نبار سنڌي قبيلن کي بلوچ بڻجڻ ۽ بلوچن جي معرفت عرب سڏرائڻ جو شوق، وڻ گهوڙو ٻڌڻ ٿئو ڏئي. جيئن ته اسان وٽ جاگيردارانٽي سماج ۾ نيم وحشياڻي هلت کي، بهادريءَ جو نالو ڏنو ٿو وڃي، تنهن ڪري هر ٻيو سنڌي هٿ ٺوڪيي بهادر ٿيڻ جي چڪر ۾ تواريخ سان هٿ چراند ڪرڻ کان به ٿئو مُڙي.

اهڙي قسم جي جٺاڻي سوچ رکندڙن لاءِ جديد بلوچستان جي سڀ کان وڏي شاعر، اديب، سياستدان ۽ تواريخدان، گُل خان نصير جي هيءَ تحرير/ تحقيق هڪ اهڙو آئينو آهي، جنهن منجهه پنهنجو مهاندو، چٽيءَ طرح پسي سگهجي ٿو. بلوچستان جي هِن بهادر پُٽ اجوڪي اسلامي دور ۾، بلوچن جي اصل تواريخ کي دليريءَ ۽ سچائيءَ سان پيش ڪندي، پنهنجي ڏات جي وڏي قرباني ڏني آهي.

- سنڌيڪار

”چيو ويندو آهي ته حضور سائينءَ جن جو چاچو، حضرت امير حمزه رضہ هڪ دفعي شڪار ڪندي ڪنهن ماٿريءَ ڏانهن وڃي نڪتو، جتي سائس ڪا پريزاد ملي، جنهن سان نڪاح ڪيائين. انهيءَ پريءَ جي ٻچڙي منجهان ڪيس هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو بديع الزمان رکيائين. بعد ۾ بديع الزمان کي نينگر ٿيو، جنهن جو نانءُ ’برلچه‘ رکيو ويو. اهو نالو برلچه، بگڙي بلوچ ٿيو. تنهنڪري بلوچ، برلچه جي طرف کان حضرت امير حمزه رضہ جي اولاد ۽ قريشين جي پيڙهيءَ منجهان، عرب نسل جو ماڻهو آهي.“ هتي اها ڳالهه ڌيان ۾ هجي، ته حضرت امير حمزه رضہ ري-اولادي ئي وفات ڪئي هُئي، تنهنڪري بلوچن طرفان سندس اولاد هجڻ واري دعويٰ صحيح ناهي. البت ٿي سگهي ٿو ته پراڻن بلوچن جي ابن ڏاڏن منجهان، حمزه نالي سان ڪو مشهور شخص ٿي گذريو هُجي، جنهن کي ڪنهن بلوچ شاعر نبي سگوري جو چاچو سمجهي، مٿين ڳالهه کي پختو ڪري پيش ڪيو هُجي.

هڪ ٻئي تواريخدان بلوچ نالي جو بُڻ بُنياد ٻڌائيندي چيو آهي: ’حلبي ٻوليءَ ۾ ’لاڏائوءَ‘ کي بلوچ چوندا آهن، جيڪي سدائين ريگستان ۽ جابلو علائقن جي ماٿرين ۾ رهندا آهن. حقيقت ۾ ته اهو لفظ ڪنهن خاص قوم بابت هرگز به چيل ناهي، چو ته ساڳيو لفظ ڪيترين ئي ٻين قومن لاءِ به ڪتب آندل آهي. هاڻي به ڪيتريون ئي اهڙيون قومون بلوچستان ۾ رهندڙ آهن، جن جو شُجرو هڪٻئي کان ڌار آهي، پر تڏهن به اُهي سڀ بلوچ ٿيون

سڏرائين. مثال طور: براهوي، دودائي، نوشيرواني ۽ گچڪي وغيره. انهيءَ منجهان ثابتي ٿي ملي، ته رڳو ساڳئي ڏنڏي ۽ وطن هجڻ ڪري، مٿن بلوچ جو نالو پيل آهي. جڏهن ته اصل ۾ اهي بلوچ جي ڪُڙم ڪان ڌار آهن، هونئن ته ايراني، گيلاني ۽ ڪُرد به پاڻ کي بلوچ ٿا سڏرائين.

'بلوچ' بابت مٿين ڳالهه رڳو ايتري تائين درست آهي، ته هيءُ لفظ ڪنهن هڪ نسل لاءِ مقرر ناهي، پر مختلف نسلن جي ماڻهن لاءِ ڪتب ايندو آهي. ڪُجهه تواريخدان بلوچ لفظ جي نالي پٺيان سبب ڄاڻائيندا آهن ته "حضرت امام حسين جي شهادت کان پوءِ مير احمد نالي هڪ سردار، مديني کان هجرت ڪري حلب جي جابلو وَٽ سان 'بروهه' جي ماٿريءَ ۾ اچي رهيو. 'بروهه' جي حوالي هيٺ سندس قوم بَروهچ جي اُچار سان مشهور ٿي، جيڪا آهستي آهستي بروهچ مان بلوچ بڻجي ويئي." جيتريقدر بروهچ منجهان بلوچ بڻجڻ واري ڳالهه آهي، ته اهو 'ر' ۽ 'ل' جي اُچار منجهه ويجهڙائي هُجڻ جي ڪري ممڪن ٿي سگهي ٿو. پر انهيءَ روايت جي دعويٰ بروهين طرفان به ڪئي پئي وڃي. هو چون ٿا ته احمد خان نالي سندن سردار هئو، جنهن منجهان 'احمد زئي' خاندان مشهور ٿيو ۽ حلب جي ديهه بروهه ۾ رهڻ ڪري، بروهي يا براهوئي چورائڻ لڳو. بهرحال، مٿي ذڪر ڪيل ٻنهي صورتن ۾، حقيقت تواريخي ڇنڊڇاڻ تي پوري نٿي لهي. رڳو اسلام سان لڳ لاڳاپي کي ظاهر ڪرڻ لاءِ مٿين روايت ناهي ويئي آهي، جيڪي ڳالهيون اسلامي حڪومتن جي فوجي سوڀن کان پوءِ، چڙ ته هڪ رواج بڻجي چڪيون هيون...

موجوده دؤر ۾ بلوچ جي نالي منجهان آخري رايو اهو آهي، ته بلوچ اصل ۾ 'برڪوش' جي بگڙيل شڪل آهي. انهيءَ ڳالهه جي تصديق ڪندي، مشهور محقق مسٽر رائولنس چوي ٿو: "بلوچ جو اکر 'بيلوس' منجهان نڪتل آهي ۽ بيلوس لفظ برڪوش منجهان ورتل آهي. بيلوس بابل جو بادشاهه ۽ ڪلداني سلطنت جي پيڙهه جو پٿر رکندڙ حاڪم هئو، جنهن جو ذڪر مُقدس حڪمنامي (توريت) منجهه نمرود بن ڪوش جي نالي سان ڪيل آهي. بني اسرائيل جي پُراڻن مذهبي صحيفن مان سڌ پوي ٿي، ته نمرود بابل جو بادشاهه ۽ حضرت نوح نبيءَ جو پوٽو هُئو. سام، حام ۽ جافت حضرت نوح جا ٽي پٽ هئا. حضرت نوح جي دور ۾ آيل وڏي طوفان کان پوءِ، حام بن نوح کي چار پٽ ٿيا، جن جا نالا ڪوش، مرزين، پط ۽ ڪنعان رکيا ويا. ڪوش بن حام، سهيرامس نالي هڪ زائفان سان شادي ڪئي، جيڪا حضرت نوح نبيءَ جي ڏوهٽي هئي، جنهن جي ئي پيٽان نمرود ڄائو." مشهور تواريخدان، جارج اسمٿ پڻ انهيءَ دعويٰ کي مڃيو آهي، ته نمرود جائي به حام ۽ ڪوش جي

طرف کان، حضرت نوح جو پوٽو ۽ ڪلديہ جي عظيم بادشاهيءَ جو بنياد وجهندڙ هُئو. جنهن انهيءَ علائقي جي حاڪم، 'حمبابا ايلم' جي بادشاهه کي ماري وڌو ۽ ڪلداني گهراڻي جو راڄ قائم ڪيو.

نمرود کي ڪوش جو پٽ هجڻ ڪري برڪوش چيو ويندو هئو، جيڪو نالو بگڙندي، پهريائين 'بيلوس' ۽ پوءِ بلوچ وڃي ٿيو. هتي اها ڳالهہ چوڻ ۾ ڪو هرج ناهي تہ 'بر' جي معنيٰ ابن يا 'ولد' ٿيندي. توڻي جو هاڻي بلوچي ٻوليءَ ۾ 'بر' ميوي کي چئجي ٿو، پر بلوچيءَ جا جُهونا ۽ پراڻا شاعر پنهنجي شاعريءَ ۾، انهيءَ لفظ کي پُٽ يا ولد جي معنيٰ لاءِ بہ استعمال ڪندا رهيا آهن. هتي انهيءَ ڳالهہ جو مقصد اها چِٽائي ڪرڻ آهي، تہ اُهي ماڻهو، جيڪي برڪوش يعني نمرود کي سج ديوتا مڃي پوڄيندا هئا، يا جيڪي بہ سندن قبيلي، نسل ۽ ڪڙم ۾ شامل هُئا، تن کي برڪوشي چيو ويندو هئو. نمرود جي مرڻ پڄاڻان ڪجهہ صدين کان پوءِ، جڏهن ڪلداني بادشاهيءَ جا ڏينهن پورا ٿيا ۽ برڪوشي بابل جي هاڪاري بادشاهہ بخت نصر ۽ ٻين حملي ڪندڙن جو مقابلو نہ ڪري سگهيا، تہ ٽڙي پکڙي دجلہ ۽ فرات جي ماٿرين منجهان پڇي وڃي، 'ذگروس' جي پهاڙي سلسلن ۽ ايران جي وسندڙ توڙي غير آباد ميداني علائقن ۽ ماٿرين ۾ لڪا . اتان جا مقامي ماڻهو، پنهنجين پنهنجين ٻولين جي اُچار ۽ هجي موجب، سندن نالي 'برڪوش' کي بگاڙيندا رهيا. ڪٿي کين بلڪوشي، ڪوشي ۽ ڪوچي جي اُچار سان سڏيو ويو، جيڪو وقت گذرڻ کان پوءِ ڪوچ ۾ تبديل ٿيو. تہ ڪٿي وري کين بلڪوچ، بڪچوس ۽ بيلوس سڏيو ويو، جيڪو بگڙي بلوچ بڻيو. اينتريقدر جو اڄ بہ بلوچن جا پاڙيسري افغان، کين بلوس، عرب بلوص ۽ ايراني توڙي هندي بلوچ چوندا آهن...

نمرود لاءِ چيو وڃي ٿو، تہ هُو دُنيا پهريون ويڙهاڪ ۽ 'يهوا' جي ٿورن سان، هڪ عظيم شڪاري هئو. نمرود جي جبلن ۾ رهڻ جي خواهش بابت، اسيحا نبي (Isaihah) نمرود جي موت کان پوءِ کيس خطاب ڪندي، 'عظيم بابل جو زوال' نالي ڪتاب ۾ هيٺين طرح ذڪر ڪيو آهي: ''هئہ هئہ اي جرڪندڙ پرهہ ڦُٽيءَ جا ٻچڙا، توکي ڪيئن آسمان مان اُڇلايو ويو! تون، جيڪو قومن کي ناس ڪندڙ جي نالي سان مشهور هئين، تنهن کي زمين تي ڦٽو ڪيو ويو، جڏهن تہ تون پنهنجي دل ۾، آسمان تي چڙهڻ لاءِ رٿي رهيو هئين. تو سوچيو پئي تہ: آئون پنهنجي تخت کي، الله جي ستارن کان بہ مٿي بلنديءَ تي کڻي ويندس، آئون دنيا جي ڏورانهن اُترين علائقن ۾، ڪڪرن کان بہ مٿيرين جاين تي ويندس، جبلن تي وڃي ويهندس. ۽ آئون عظيم تر هستيءَ جي مَٽُ ثاني ٿي ويندس.'' نمرود بابت چيو وڃي ٿو تہ حضرت نوح

جي طوفان کان پوءِ، نمرود ئي پهريون شخص هئو، جنهن کي ديوتا مڃيو ويو ۽ بعد ۾ ڪيس 'ديوتائن جي ابي' جو رتبو حاصل ٿيو. نمرود جي گهر واري ٻهلت جي نالي سان سڃاتي ويندي هئي، جنهن جي ٻه هڪ ديويءَ جي حيثيت ۾ پوڄا ڪئي ويندي هئي. نمرود لاءِ چيو ويو آهي ته 'حام' جو پوٽو نمرود هڪ دلير انسان هئو ۽ سندس هٿ ڏاڍا سگهارا هئا. انسان ذات جي وجود کان اڄ تائين، هن جهڙو ڪو سگهارو شخص نه ڄائو آهي. اسين مٿي ٻڌائي آيا آهيون، ته نمرود کي نمرود بيلوس، يعني سڄ ديوتا مڃيو ويندو هئو، تنهن ڪري بابل ۾ بيلوس جي درگاهه جيڪا ٻين سڀني درگاهن کان وڌيڪ شاندار هئي، سا بيلوس يعني سڄ ديوتا کي ارپيل هئي.

('بلوچستان قديم اور جديد تاريخ کي روشني مين' مير گل خان نصير جي ڪتاب جي صفحي 18 کان 36 تائين ورتل نوٽس).

ٻڌرن خوفن ۽ اُميدن ڀري صورتحال ۾ غير يقينيءَ جو هجڻ ايذائيندڙ ته ضرور آهي. پر جيڪڏهن اسين زندگيءَ کي ڪوڙن قصن بدران حقيقتن جي دنيا ۾ گهارڻ چاهيون ٿا. ته پوءِ خوفن ۽ اُميدن کي قبول ڪرڻ کانسواءِ ٻيو ڪو به چارو نٿو سُجهي........ هونئن به ڪنهن دؤر يا قوم کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي ته اسان اُن دؤر يا قوم جي فيلسوفيءَ کي ضرور سمجهون ساڳي طرح ڪنهن قسم جي فيلسوفيءَ کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي، ته ڪنهن حد تائين اسان پاڻ به فيلسوف هُجون.

(برٽرينڊ رسل)



# ولي خان جي اتحادين جا باچا خان تي احسان

سنڌيءَ ٻوليءَ جي چوٽي: ’سڄڻ پيٺان وڍيا‘ جي، جيڪڏهن زنده ۽ ثابت تعبير ڏسڻي آهي، ته پوءِ هن ڪنڌ جي عظيم مُحب وطن شخص ۽ انسان دوست رهنما خان عبدالغفار خان جي زندگيءَ ۽ سياست جو اڀياس ڪري، سندس پٽ عبدالولي خان جي موقع پرستيءَ ۽ شاونزم تي ٻڌل قومپرستي/ سياست تي ٻه نظر وجھڻ ڪبي. معلوم ٿيندو، ته گلن جي ٻر ۾ ڪنڊا ڇا هوندا آهن. باچا خان

ته رڳو اصول، سچائيءَ ۾ خدمت جي جذبي سان پشتون قوم جي سداري لاءِ جاکوڙيو، پر مجموعي طور تي انساني وقار، عالمي ڀلائيءَ ۾ نندي کنڊ جي آزاديءَ لاءِ به هڪ پرتشدد قوم جي وچ ۾ ويهي، اهنسا ۾ آشتيءَ جي ذريعي نتيجه خيز جدوجهد ڪئي. انصاف جي ڳالهه ڪجي ته پختونن جي قبائلي سماج منجهه وحشياڻي طرز عمل ۾، جيڪڏهن صدين کان پوءِ ڪنهن تبديلي آندي، ته اهو باچا خان ئي هئو. انهيءَ منزل جي حاصلات لاءِ هن بيشمار قربانيون پيريا مثال به پيش ڪيا. پر سندس سياسي جانشين ۾ پُٽ ولي خان، والد صاحب جي سيني سنايل کي پرتي رکيو، پنهنجي سياست لاءِ اهي سڀ بنياد چونديا، جن کان باچا خان شديد نفرت ڪندو هئو. اينتريقدر جو مسلم ليگ جهڙي عوام دشمن ۾ مراعت يافته جاگيردار/ سرمايه دار ٽولي جي نمائنده جماعت (جنهن باچا خان کي تڪليفون ۾ عذاب ڏيڻ ۾ وسان نه گهٽايو) ۾ ايم ڪيو ايم جهڙي وحشي قاتل ٽولي، جنهن جا معصوم انسانن جي لهوءَ ۾ هٿ رڱيل آهن، تن سان به سياسي اتحاد ڪرڻ کان نه ڪيٻايو. ولي خان جي انهن اتحادين جي مڪروه چهري جو اصل روپ ڏيکارڻ لاءِ، هي چند صفحا باچا خان جي جيون ڪهاڻي 'آپ بيتي' تان 'نهرو ڪي صوبه سرحد آمد' واري باب منجهان کنيا ويا آهن.

- سنڌيڪار

جواهر لال نهروءَ کي مون راضي ڪري ورتو هئو ۾ ڪانگس انجام ورتو هئم، ته هو سرحد ڏانهن ضرور ايندو ۾ ماڻهن سان ملندو جلندو-بلڪ جيترو به ٿي سگهندس، سندن مدد پڻ ڪندو. پر جڏهن جواهر لال سرحد اچڻ جو خيال ڏيکاريو ۾ وائسراءِ سان ڳالهه چورپائين، ته ان کيس سرحد جهڙي قبائلي علائقي ۾ وڃڻ کان روڪيو. پر پنڊت نهرو وائسراءِ کي ڏسيو ته جيئن ته هو پنهنجن دوستن (اسان سان) سان اهڙو واعدو ڪري چڪو آهي، تنهنڪري اهو ضرور پاڙيندو.

وائسراءِ جڏهن سمجهي ورتو، ته نهرو واعدي جو پڪو ماڻهو آهي ۾ پنهنجي ڳالهه ضرور پوري ڪندو، ته هن سندس انهيءَ ارادي جي مخالفت نه ڇڏي ڏني، پر اندران ئي اندران، ان وقت جي سرحد جي انگريز گورنر 'سر اولف ڪيرو' (جنهن جون مسلم ليگ سان همدرديون هيون) کي سندس پٺيان لڳائي ڇڏيائين. خبر پوڻ شرط هن دهليءَ اچي نڪاءُ ڪيو ۾ يڪيون ساريون ٽي راتيون ۾ ٽي ڏينهن نهروءَ وٽ رهي پيو ۾ ان کي جهليندو رهيو، پر نهرو سندس ارادي سان سهمت نه ٿيو. دهليءَ کان موٽڻ شرط سر اولف ڪيرو سيني پوليٽيڪل ايجنٽن کي اسان جي خلاف پڙڪائي ڇڏيو. پر جيئن ئي

نهرو پهتو، ته اسان قبائلي علائقي جي دوري تي نڪري پياسين. اسان کي سُڌ هئي، ته اسان لاءِ ڪيڏا آزار ڪڙا ڪيا ويا آهن ۽ اهي سڀ مهربانيون گورنر صاحب جون ڪيل آهن. بهرحال، اسان جي دوري جي شروعات وزيرستان ڪان ٿي. جتان جا هڙئي پوليٽيڪل ايجنٽ انگريز هئا. منجهن ايتري شرافت هُئي جو هنن اسان جو مقابلو شريفن وانگر ڪيو. مثال طور، هنن رڳو ايترو بندوبست ڪيو، جو جڏهن اسان ميران شاهه ۾ جرگو ڪنو ڪيو، ته اتان جا ماڻهو اتي بيهي رهيا ۽ ڪليو ڪُلايو چيائون، ته هو هندن جي سرڪار کي نٺا چاهين. اتان ڪان اسان 'زرمڪ' وياسون، تڏهن به عوام جو ردعمل ساڳيو هئو. بلڪ 'وانا' وياسين، ته به موٽ هڪجهڙي هُئي. پوءِ جڏهن اسين موٽي ميران شاهه پهتاسين، ته نهروءَ انهن سيني پوليٽيڪل ايجنٽن ۽ اتي موجود ريزيڊنٽ ڪان پڇيو، ته جيڪي ڪروڙين روپيا ملڪ ۾ خرچ ٿي رهيا آهن، انهن منجهان عوام کي ڪهڙي سهولت ڏني ويئي آهي؟ ظاهر آهي ته انهيءَ سوال جو، سرڪاري عملدارن وٽ ڪوبه جواب نه هئو. البت مون وچ ۾ ايندي چئي ڏنو، ته هنن ويچارن پٺاڻن جي وڏي خدمت ڪئي آهي. انگريز منهنجي جواب جي مهڙين جملي تي ڏاڍا سرها ٿيا، پر جيئن ئي مون چيو ته: هنن مهربانن پٺاڻن کي ايترو ته پاڙيو ۽ دٻجٽو ڪري ڇڏيو آهي ۽ ڪين اهڙو ته مُنُ ۾ آندو آهي، جو جيڪڏهن پٺاڻ کي روڪڙ ڏيکاري وڃي، ته هو ملڪ، اسلام ۽ قوم سميت، هر شيءِ کي ڪڏ ۾ اُچلڻ لاءِ تيار ٿي ويندو. ڪين هڪ گهڙيءَ لاءِ به مٿين ڳالهين بابت چنتا نه ٿيندي. هو چوندا ته پلي ته اهي سڀ شيون تباهه ٿين، پر جيڪڏهن ڏوڪڙ نهي پيا ته چڻ سڀ ڪجهه ٿي پيو.

منهنجي ايتري ڳالهه چوڻ ڪان پوءِ سيني انگريزن جا منهن ٽامٽي هٽي ويا. تنهنڪري ئي، جڏهن ٿوري جهٽ ڪان پوءِ اسان سڀ ماني تي ويٺاسين، ته هڪ جوان جماڻ انگريز پوليٽيڪل ايجنٽ مون ڪان پڇي ويٺو: ”ڇا اسان واقعي به هن ملڪ لاءِ ڪُجهه ڪونه ڪيو آهي؟“ مون وراڻيو: ”خدا جو سُنهن، توهان ڪجهه به ناهي ڪيو! جيڪڏهن توهان ڪجهه ڪيو آهي، ته پلائي ڪري مون کي ڏيکاريو.“ منهنجي انهيءَ جواب ڪان پوءِ سندس ڪهڙو حال ٿيو هوندو، انهيءَ تي ڌيان ڏيڻ جي ضرورت ناهي. وڏي ڳالهه ته اسان کي واندڪائي به ڪانه هئي. سو اسين سگهوئي اتان 'ٽانڪ' شهر لاءِ روانا ٿياسين ۽ اتان ڪان 'چندر چوالا' پهتاسين. جتان جو پوليٽيڪل ايجنٽ هڪ پائي بند هُئو. سندس نالو 'شوسرن لال' ٿي ورتائون. هتي قبائيلن اسان جو شانائتو آڌرڀاءُ ڪيو ۽ اسان لاءِ گهڻا سوکڙي طور ڪٽي آيا. سندن اسان جي وچ ۾ جيڪا به ڳالهه ٻولهه ٿي تنهن تي به سهمتي ڏيکاريائون. اتان ڪان اسين جڏهن 'جندول' روانا ٿياسون، ته وڪ وِڪ تي اسان جي آجيان ٿي ۽

اهڙي طرح ڪاميابيءَ سان واپس پشاور موٽياسون. ٻئي ڏينهن تي اسان خيبر هليا وياسين، جتان جو پوليٽيڪل ايجنٽ صاحبزاده خورشيد نالي ڪو پنجابي مسلمان صاحب هُئو. سڀ کان پهريائين جڏهن اسان جو قافلو ’جمرود‘ پهتو ته رستي کان ڪجھ پريرو آفريدي هوا ۾ وينل نظر آيا، جن جي هٿن ۾ پادر جهليل هئا، جيڪي اسان جي طرف ڪري لوڏي رهيا هُئا. اُتان کان اسين ’طورخم‘ تائين هليا وياسين، جتي اجڪلھ پاڪ افغان سرحد آهي. طورخم ۾ جڏهن چانھ پيئڻ کان پوءِ اسان ’لنڊي ڪوتل‘ پهتاسين، ته رستي جي پاسي ۾ وينل ماڻهن اسان جي مٿان پٿرن جو مينهن وسائي ڇڏيو. پوليٽيڪل ايجنٽ جي موٽر گاڏي اسان جي اڳيان هئي، تنهن هڪدم پنهنجي موٽر روڪائي ۽ گاڏيءَ مان لهي ٻاهر ٿيو، پوليس جو گهاٽ سانس گڏ هُئو. هن کين فئر ڪرڻ جو حُڪم ڏنو. نتيجي ۾ اُهي همراھ ڀڄي ويا. البت پٿر بازيءَ جي ڪري، اسان جي گاڏين جا شيشا ٽُٽي پيا. پر اسان کي نه ڪو ڌڪ آيو ۽ نه وري ڪو پٿر لڳو. اسان منجهان رڳو هڪ انگريز کي پٿر زبرڙاڪ ٿي ويو، ڇاڪاڻ جو اهو هن ’حسين نظاري‘ جو فوٽو ڪڍڻ لاءِ هيٺ لٿو هئو. ٻئي ڏينهن تي ’مالاڪنڊ ايجنسي‘ جو دورو ڪرڻو هُئو. اسان کي خبر پئي ته مالاڪنڊ جو پوليٽيڪل ايجنٽ پشاور آيو هئو ۽ گورنر سان ملاقات ڪئي هئائين. هيءُ همراھ انگريزن جو نئونس پتو بدل ايجنٽ ۽ رذيليٽي ۾ چوٽ تي پهتل هئو. شيخ محبوب علي نالي هن شخص هٿان، اسان جي قوم ڏاڍيون عقوبتون سٺيون ۽ روحاني ايذاءَ ڪاڏا هُئا. سندس مشهوري ڪابل ۾ برطانيائي سفير ’ڊيوڊ همفري‘ جي دلالي ڪرڻ جي صدقي تمام گهڻي ٿيل هُئي. افغانستان ۾ امير امام الله جي حڪومت جي خاتمي ۽ بچہ سقہ کي تخت تي آڻڻ ۾ سندس وڏو هٿ هئو. بهرحال اسان سان جيڪي بہ جُٺيون ٿيون، تن جو سهرو سندس سر تي هُئو. مالاڪنڊ ۾ اسان سان ٿيل ورتاءَ جو ذميوار بہ اهو عملدار ئي هئو.

انسان هٺ ۽ تڪبر ۾ خدا کي بہ وساري ٿو ڇڏي ۽ وڏائيءَ ۾ الائي ته ڇا ڇا ٿو ڪري ويهي، پر خدا جي خاموش لٺ ۽ سندس قهر کي وسارڻ نه کپي. سڄي دُنيا کي خبر آهي، ته قدرت محبوب عليءَ کان اهڙ پلئُ ورتو، جو اڄ سندس گهر منجھ گڏھ پيا هينگن. پنهنجي زندگيءَ جي پوئين پهر ۾ هو ايڏو ته بيعزتو ۽ ذڪيو ٿيو، جو سندس حال ڏسي ڪنهن پٿر دل شخص کي بہ ڳوڙها اچي وڃن. سندس گهر ۾ ٻہ ڇوڪريون ۽ هڪڙي زائفان هئي. محبوب جي هڪ ڌيءَ کي اکين آڏو سندس نياڻي (ناٺي) پستول سان خون ڪري ڇڏيو. ٻي ڌيءَ پنهنجي موت مُئي. جڏهن ته جوٽس سڄو گهر ٻُهاري ڀڄي ويئي. اڄ سڄي ملڪ ۾ سندس سڳُ ڪونهي. نہ هن جو اولاد آهي نه

کو جڳھ ۽ نہ وري نيڪي ۽ ناماچاري. پاڻ بہ خدا وٽ ڪيتا لوڙڻ لاءِ، هن دنيا مان وڃي چڪو آهي:

"توهم شب را بسرک مي بري اي شمع ڪم فرصت،
گرفتم سوختي پروانہ آتش يہ جائي را."

سو ڳالھ پئي ڪيم تہ مالاڪنڊ ايجنسيءَ جو پوليٽيڪل ايجنٽ، ساڳيو شيخ محبوب علي هُئو. مون پنڊت نهروءَ کان پڇيو تہ مالاڪنڊ هلڻو آهي؟ وراڻيائين، تہ اسين پنهنجي پروگرام کي ڇڏي تہ ڪونہ ڏينداسين. وزيرستان جي دوري مهل تہ اسان سان فوج گڏ هئي، پر جڏهن خيبر پئي وياسين تہ فوج جي جڳھ تي پوليس گڏ هُئي. مون حالتن جو اندازو لڳائيندي، پنهنجي پياءُ ڊاڪٽر خان صاحب (سرحد جي وڏي وزير) کي چيو، تہ مالاڪنڊ جي دوري لاءِ حفاظتي خيال کان، اسان جي لاءِ فوج جو بندوبست ڪري. جيڪڏهن هو ايئن نٿو ڪري سگهي، تہ پوءِ اسين پنهنجن 'خدائي خدمتگارن' جي حفاظت ۾ ويندا‌سين. مون ڪيس تاڪيد ڪيو، تہ هو ڪنهن بہ صورت ۾ پوليس جي انتظام جي منظوري نہ ڏي. ڊاڪٽر صاحب منهنجي ڳالھ ٻڌي چيو: "بالڪل نيڪ، آئون لازمي طور تي فوج جو بندوبست ڪري ڇڏيندس." پر اسان جڏهن رسالپور پهتاسين تہ ڏٺو ۾ ساڳي پوليس اچي لڳي. منهنجي جيئن ئي پوليس تي نظر پئي تہ تپي باھ ٿي ويس. هڪ ڀيرو تہ مون سوچيو تہ 'ڊاڪٽر خان صاحب پنڊت نهرو اينڊ پارٽي' سان مورڳو وڃان ئي نہ....پر وري مون ويچاريو تہ جواهر لال آيو ئي منهنجي گذارش تي آهي، سو آئون ڪيس اڪيلو تہ ڇڏي ئي نٿو سگهان. تنهنڪري مجبور ٿي ساڻن گڏجي مالاڪنڊ لاءِ نڪري پيس... اسين مالاڪنڊ ۾ طئي ڪيل وقت کان اڳ پهتاسين. شايد تنهنڪري اُتي آجيان لاءِ ڪوبہ نہ پهچي سگهيو. البت جنهن وقت اسين قلعي ۾ ويهي چانھ پي رهيا هُئاسين، تہ ڪن تي ڪجھ نعرن جو پڙلاءُ پيو. پُڇا ڪرڻ تي سُڌ لڳي تہ اهي 'شيخ جي لشڪر' جا دَنبها هُئا، جيڪي ٻُڌايل وقت تي پنهنجي جاءِ تي پهتا، پر اسين ڪانئن اڳ ئي اتان نڪري آيا هُئاسين. انهيءَ مالاڪنڊ ايجنسيءَ ۾ پڻ اسان جا خُدائي خدمتگار موجود هُئا، منجهائن هڪ سرگرم خدمتگار راحت خان اسان وٽ آيو ۽ ٻڌايائين تہ محبوب شيخ تمام گهڻا ماڻهو گُهرايا آهن، تنهن ڪري اوهان سوچ سمجھ ۽ احتياط کان ڪم وٺو. بهرحال اسان رات مالاڪنڊ ۾ ئي ٽِڪي پياسين. انهيءَ وچ ۾ محبوب شيخ وڏي فنڪاريءَ سان ڊاڪٽرصاحب جي خوشامد ڪندو رهيو- ۽ ڊاڪٽر صاحب جي اهائي ڪمزوري هُئي تہ هو چاپلوسيءَ جي آڏو صفا ميڻ ٿي ويندو هُئو. جڏهن پرھ ڦٽي ۽ اسان جي ڪُوچ ڪرڻ جو وقت ٿيڻ لڳو، تہ مون وٽ

هڪ خُدائي خدمتگار اچي پهتو ۽ ڏسيائين ته اسان جي رستي ۾ تمام گهڻا ماڻهو بيٺل آهن، تنهن ڪري روانگيءَ کان اڳ جوڳو بندوبست ڪرڻ ضروري آهي. مون پاسي تي ونـي وڃي، سموري ڳالهه ڊاڪٽر صاحب کي ڏسي.

اُنهيءَ وچ ۾ شيخ پريان بيٺي اسان کي ڏنو، جيڪو سگهو ئي تلندو اچي ڊاڪٽر صاحب وٽ پهتو ۽ کائنس پڇيائين ته معاملو ڪهڙو آهي؟ جڏهن ڊاڪٽر صاحب کيس سربستي ڳالهه ڏسي، ته چيائين ته ڇا اوهان منهنجي لاءِ والد جي حيثيت نٿا رکو؟ يا مان پنهنڻ ناهيان ـ مان اهڙو لٽو پٽو آهيان جو اوهان سان زيادتي ٿيڻ ڏيندس. ڊاڪٽر صاحب مطمئن ٿيندي، اسان کي هلڻ لاءِ چيو. هن شيخ جي ڏٺن ۾ ايندي، پوليس جو گهاٽ به نه ڪنيو. قافلي ۾ به شيخ سيني کان اڳيان هئو ۽ اسين سندس پوئتان. قلعي جي در ۾، انگريز جواهر لال جي لاءِ بيٺل هئا، جن کائنس موڪلايو. انهيءَ وچ ۾، چالاڪيءَ سان شيخ محبوب علي اتان کسڪي ويو. اسين قلعي کان ٻاهر نڪري، انگريزن کان اجا پاسيرائي مَس ٿيا هُئاسين، جو اوچتو مٿان پٿرن جو مينهن وسڻ لڳو، غور ڪرڻ تي معلوم ٿيو ته چڱي انگ ۾ ماڻهو جمع ٿيل هئا. جن رستي کي لاري بيهاري بند ڪري ڇڏيو هئو ۽ زوردار نموني سان پٿر بازي ڪري رهيا هئا. جن منجهان هڪ پٿر اچي منهنجي پٺيءَ ۾ لڳو، جنهن ڪري مون کي ته ڇڻ ڏندڻ پئجي ويا. اسان سان گڏ موٽر ۾ اڳين سيٽ تي هڪ جمعدار ويٺل هُئو، جيڪو پٿرن کان بچڻ لاءِ هيٺ جهڪي ويو هئو. وٽس پستول هُئو، جنهن تي اوچتو ڊاڪٽر صاحب جي نظر پئجي ويئي. ڊاڪٽر صاحب هڪدم اهو پستول سندس چمڙي جي ڪمربند مان ڇڪي ڪڍي ورتو ۽ موٽر منجهان هٿُ ڪڍي سنگ باري ڪندڙن کي چتاءُ ڏنو، ته جيڪڏهن هنن پنهنجي بدتميزي بند نه ڪئي، ته ڪين گولي هڻي ويندي. ماڻهن جڏهن هٿ ۾ پستول ڏٺو ته رستو ڇڏي پٺتي هٽيا. پر اڳيان ته لاري بيٺل هُئي، سو ڊاڪٽر صاحب ٻيهر پستول ڊرائيور کي ڏيکاريندي چيو: ”جوانءِ ٿو ته رستو نه روڪ، نه ته آئون هاڻي ئي ٿو توکي غرق ڪريان“.

اهڙي طرح هن مصيبت منجهان اڳتي ٿياسين. پر سوچڻ جي ڳالهه اها آهي، ته اسان کي جڏهن قلعي جي دروازي تي پٿر پئي هنيا ويا ته انگريز خاموشيءَ سان اهو تماشو ڏسندا رهيا. توڻي جو اسان سان گڏ هندوستاني حڪومت جو اهو وزيراعظم پڻ سفر ڪري رهيو هُئو، جنهن وٽ قبائلي علائقن جي وزارت جو قلمدان به هُئو. ٻيو ته اسان سان سرحد حڪومت جو سربراهه ڊاڪٽر خان صاحب به گڏ هُئو. بهرحال گاڏيءَ جي شيشن ٽُٽڻ ۽ ڌَڪي ٿيڻ جي ڪري، اسين ٿوري فاصلي تي وڃي بيٺاسين ۽ موٽر منجهان هيٺ لٿاسين. ايتري ۾ ڏٺوسين ته اسان جي محافظن جو دستو (جنهن جو انچارج

مردان جو ڊپٽي ڪمشنر مسٽر ڪرٽس هئو) اسان جي اڳيان اچي بيٺو ۽ اچي معافيون ونڻ لڳو. جيتوڻيڪ مٿين ڪارروائي شيخ ۽ سندس ساٿين جي سازباز جو نتيجو هئي. نيٺ جڏهن اسان اڳتي وڌياسين، ته مون ڊاڪٽر صاحب کي صلاح ڏني ته اوهان پنهنجي گهاٽ کي حُڪم ڏيو، ته سندن هڪ لاري اسان جي اڳيان هُجي ۽ ٻي پُٺيان اچي. اُهي جڏهن ٻه رستي تي ماڻهن کي ڏسن، ته اڳين گاڏي اتي بيهي ماڻهن کي ٽڙڻ پکڙڻ جو حڪم ڏي، جيڪڏهن عمل نه ٿئي ته مٿن لنيون وسائين ۽ جيڪڏهن پوءِ به ڪڙتيل نه نڪري ته مٿن گولي هلائي وڃي. بهرحال جڏهن اسان مالاڪنڊ منجهان لڏو ڪٽي نڪتاسين ته واٽ تي ماڻهو نظر آيا، جن اسان تي پٿر بازي شروع ڪئي. هڪڙو پٿر جنهن جو سڌو نشانو جواهر لال هُئو، تنهن کي مون پنهنجي هٿ تي سَنو، نتيجي ۾ جواهر لال ته بچي ويو، پر منهنجو هٿُ پيچي پيو. انهيءَ دوران هڪ همراه جنهن جي هٿن ۾ گندگيءَ سان ڀريل ڪُنو هُئو، تنهن انهيءَ کي موٽر جي مٿان ڪٽي اڇلايو. آئون ۽ جواهر لال ته بچي وياسين، پر ڊاڪٽر صاحب سڄو غلاظت ۾ ڀرجي ويو.

نيٺ وڏي ڏچي کان پوءِ واپس پشاور پهتاسين. حقيقت ۾ ته اها سڄي خواري، اسان کي ڊاڪٽر صاحب جي مُهابي ڪٽڻي پئي. جيڪڏهن هُو مناسب بندوبست ڪري ها، ته ايئن هرگز به نه ٿئي ها، يا معاملو اسان تي ڇڏي ها ته اسان پاڻ به پنهنجي حفاظت چڱي نموني ڪري پئي سگهياسين. انهيءَ جو اندازو هن ڳالهه مان به لڳائي سگهجي ٿو، ته ٻئي ڏينهن تي جڏهن اسان جو مرڪزي جلسو ٿيو، ته اسان جي انتظامن جي ڪري، حڪومتي سازش جي باوجود ڪنهن کي اها جرئت نه ٿي، ته هو اسان جي جلسي يا جسمن تائين پهچي سگهي. ان کان پوءِ اسان ڊاڪٽر صاحب کي نياپو موڪليوسين، ته اسان پنهنجي حفاظت پاڻ ڪنداسين. اوهان يا اوهان جي حڪومت جي هاڻي ڪا ضرورت ڪانهي. جڏهن اسين سڀ بندوبست ڪري چڪاسين، ۽ آئون جواهر لال سان ڪچهري ڪري رهيو هئس، ته مون کي پتو پيو ته اڄ ڪيترائي انگريز عملدار ڊاڪٽر صاحب جي بنگلي تي ڪٺا ٿيا آهن، ته جيئن فوج جو انتظام ڪري سگهجي. ايتري ۾ ڊاڪٽر صاحب پاڻ به اچي پهتو. مون ڪيس چيو ته هو انهن انگريز صاحبن کي روانو ڪري، هاڻي اسان کي سندن ۽ فوج جي ڪا به ضرورت ڪانهي. اڄ اسان پنهنجو بندوبست ڪري ڇڏيو آهي. ڊاڪٽر صاحب وراڻيو: ”ڪرڻ ڏيون، ڪو هرج ناهي، ڪين انتظام ڪرڻ ڏيو.“ مون ڊاڪٽر صاحب کي چئي ڇڏيو ته ’آئون ڪين ڪڏهن به اچڻ نه ڏيندس.‘ انهيءَ کان پوءِ ٻاهر اٿي ويس ۽ وڃي انگريزن کي چيم ته جڏهن اسان کي سندن فوج جي گهرج هئي، ته اسان جي ڪا مدد نه ڪئي ويئي، اڄ

اسان کي سندن ڪنهن شيءِ جي ضرورت ناهي، مهرباني ڪري اسان جي پچر
چڏين ۽ هتان هليا وڃن.

چالاڪي ته ڏسو! هڪ طرف اسان جي حفاظت جي آڇ پئي ٿي ته ٻئي طرف انگريزن پير مانڪي شريف جي مُريد ملاگوري سان گڏجي اسان جي خلاف سازش تيار ڪري ڇڏي هئي. انگريزن کين چيو هئو ته جيڪو رستو 'ستري' وتان مُڙي چارسده جي روڊ ۾ اچي ٿو پوي، اتان پشاور کان 19 ميل اورتي، اسان پُهچئون ته اسان تي حملو ڪيو وڃي، پر اسان به چؤڪس هئاسين ۽ انهيءَ سازش کي ناڪام بڻائڻ لاءِ تياري ڪري چڪا هُئاسين. مسلم ليگ جو ته فساد ڪرڻ جو پڪو خيال هئو پر کين جُرئت نه ٿي سگهي، ڇو ته اسان پشاور کان پنهنجي مرڪز سرورياب تائين روڊ جي ٻنهي پاسن تي ڳاڙها ڪپڙا پهريل خُدائي خدمتگار مقرر ڪري ڇڏيا هئا. انهيءَ کان سواءِ اُتي ٻيا ڳوناٽا به هٿيارٻند ٿي پهچي چُڪا هئا. جيڪي 'سُرخ پوشن' جي پنيان بيٺل هئا. جيئن ته سرخ پوش ته تشدد ۾ ويساهه نه رکندا هئا، تنهن ڪري سندن طرفان هٿيار کڻڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي، البت عام پٺاڻ جيڪي سندن حمايتي هئا تن کي ته ڪو روڪي نه پئي سگهيو. هن چيو پئي ته جيڪڏهن ڪنهن به هٿيار استعمال ڪيو ته هو ان کي جوڳو سبق سيکاريندا. مسلم ليگ جا ڪجهه حامي فساد جي نيت ڪري اسان جي مرڪز ۾ پهتا، پر اتي انهن هٿيارٻند ڳوناٽن کي ڏسي ستُ نه ساري سگهيا ۽ وٺي کُڙين تي زور رکيائون. مرڪز ۾ لکين ماڻهو گڏ ٿيا. خدائي خدمتگارن جلسي جو سٺو بندوبست ڪيو هئو، تنهن ڪري جلسو ڪامياب ٿيو. هن جلسي ۾ خدائي خدمتگارن طرفان جواهر لال لاءِ سپاسنامو پڙهيو ويو، جنهن جي جواب ۾ پنڊت نهروءَ تقرير ڪئي، اُن کان پوءِ مون به تقرير ڪئي. جلسو پورو ٿيو. اسين واپس پشاور پهتاسين ۽ ٻئي ڏينهن جواهر لال دهليءَ ڏانهن موٽي ويو.



# جناح - هڪ منفرد قانوندان

هن پوڙهي وڪيل، وڏي اُنساه سان محمد علي جناح جي جوانيءَ جون ڳالهيون ٻڌايون- هُو چوڻ لڳو: ”اوهان کي جناح طرفان وڪالت شروع ڪرڻ واري سچي ماجري کان تہ آگاهي ضرور هوندي. جنهن موجب سر 'چارلس اوليونٽ' ڪيس پاڻ وٽ هڪ نوڪريءَ جي عيوض، اُن دؤر جا 1500 روپيا ماهانو ڏيڻ جي آڇ ڪئي. جناح اهو معاوضو قبول ڪرڻ کان انڪار ڪندي ورائيو هُئو: ”آئون تہ اهڙي ڪرت اختيار ڪندس، جنهن ۾ هڪ ڏينهن اندر پندرنهن سؤ روپيا ملن“. تن ڏينهن ۾ سندس طبيعت ۾ جُرئت ۽ ڳالهہ مُنهن تي ڦهڪائڻ جي ڏاڍي پٽ پيل هُئي. بهرحال اينرو ضور ميجبو، تہ اڳتي هلي هن پنهنجي انهيءَ دعويٰ کي سچو ثابت ڪيو، ۽ بمبئيءَ جي سيني وڪيلن کان وڌيڪ ڏوڪڙ ڪمايائين.

پوءِ اهو جهونو وڪيل پر واري آفيس منجهان، ٻن ٻين دوست وڪيلن کي وٽي آيو. جن واري واري سان جناح بابت پنهنجين يادگيرين کي ورجايو. منجهائن هڪڙو جيڪو جناح کي گهڻو وقت اڳ کان سڃاڻيندو هو، تنهن ڏسيو: ”جڏهن مالي حساب کان جناح اڃا گهڻو سگهيو نه هو، تڏهن به هو پنهنجي پوشاڪ جي ڍنگ سببان پري کان ئي سڃاتو ويندو هو. اهڙي ڏکيي دور ۾ به منجهس بي خوفيءَ ۽ پاڻ ۾ ويساهه جا ماڻ اونيل هوندا هئا. بلڪ مان چوندس ته جڏهن هو بعد ۾ انهن خوبين جي ڪري مشهور ٿيو، تڏهن اهي خوبيون ايتريون جهجهيون بچيون ئي ڪونه هيس، جيتريون مٿي بيان ڪيل ڏکين ڏهاڙن دوران موجود هونديون هيس. حقيقت ۾ سندس ايمانداريءَ جي به وڏي هاڪ هوندي هئي. انهيءَ ڳالهه ۾ ڪو شڪ ڪونهي، ته مزاج ۾ هو ٿورڙو خشڪ طبيعت هو، پر منهنجي ڪنين ڪڏهن اها ڳالهه ڪانه آئي، ته هن ڪنهن سان زيادتي يا بي ايماني ڪئي. چو ته اهي ڳالهيون سندس طبيعت جي بالڪل اُبتڙ هيون.“

ايتري ۾ ٽيون وڪيل ڳالهائڻ لڳو: ”اها ته اوهان کي ضرور سڌ هوندي ته جناح کي پاڳ پيڙو ڪيئن ڏنو. اهو هيئن، ته 1903ع ۾ ’جيمز مئڪ ڊانلڊ‘ نالي هڪ اسڪاٽ بمبئي ڪارپوريشن جو صدر هو. انتهائي اهم شخص هئڻ جي ناتي، سموري ڪارپوريشن تي ڄڻ ته سندس ئي راڄ هو... هڪ ڏينهن بمبئيءَ جي عدالت ۾ ڪو وڏو ڪيس پئي هليو، ڪيس جي مشهوريءَ ڪري عدالتي ايوان ۾ ايترا ته ماڻهو گڏ ٿيا، جو ٻيهه کان بچڻ لاءِ عدالت جي دروازن کي ڪڙا چاڙهيا ويا. انهيءَ عدالتي ڪمري ۾، هڪ پاسو وڪيلن لاءِ مخصوص ٿيل هوندو هو، پر جڏهن جناح اندر پهتو ته اُن پاسي ۾ ڪابه ڪرسي خالي نه هئي. اوچتو سندس نظرن تاڙي ورتو، ته وڪيلن لاءِ وقف ڪيل ڪرسين منجهان هڪ تي، جناب مئڪڊانلڊ صاحب ٽنگ ٽنگ تي رکيو بالم بٽيو وينو آهي. هو فورن وٽس پهتو ۽ کيس ڪرسي خالي ڪرڻ لاءِ چيائين. جڏهن انگريز بهادر سندس ڳالهه نه مڃي، ته جناح هڪدم عدالت جي سرشتيدار وٽ ويو ۽ کيس ڪرسي خالي ڪرائڻ لاءِ چيائين. جڏهن اهو عملدار به اهڙي گستاخي ڪرڻ کان نٽائڻ لڳو، ته جناح کيس جج وٽ دانهڻ جي ڌمڪي ڏني جنهن تي سرشتيدار ڊڄي عاليجناب مئڪ ڊانلڊ صاحب وٽ پهتو، ۽ کيس وچ ڪورٽ منجهان اُٿاري جناح کي جڳهه وٽي ڏنائين. جيئن ته مئڪ ڊانلڊ صاحب به ڪو عام ۽ ٿرڙو انگريز ڪونه هو، تنهنڪري هن به ناراض ٿيڻ بجاءِ نه رڳو ڪرسي خالي ڪئي، بلڪ سندس نالو پڇي، ڪجهه ڏينهن کان پوءِ هڪ هزار روپيه ماهاني معاوضي تي، کيس ڪارپوريشن جو وڪيل به مقرر ڪيائين...“

انهيءَ موقعي تي ٻئي وڪيل وچ ۾ ڳالهائيندي چيو: ”سائين، جناح صاحب جي خود اعتمادي ڏسي ماڻهن کي ڏندين آڱريون اچي وينديون هيون! توهان کي ته خبر هوندي ته ڪنهن انگريز جج، سنڌس هڪ ڪيس جي ٻڌڻيءَ دوران، جناح جي مخاطب ٿيڻ جي نموني کان چڙندي چيو: ’مسٽر جناح توهان کي ذهن ۾ هجي، ته اوهان ڪنهن ٿرڊ ڪلاس مئجسٽريٽ جي سامهون نه پيا ڳالهايو!‘ جنهن تي جناح به ٺڏي تي ئي وراڻيو: ’سائين مُنهنجا، توهان جي اجازت سان آئون به گوش گذار ڪرڻ ٿو گهران، ته سائينءَ جن جي سامهون به ڪو ٿرڊ ڪلاس وڪيل جڪَ ڪونه پيو هٽي.‘ مون کي اڄ تائين اُن هندو زميندار وارو معاملو به ياد آهي- جنهن جڏهن جناح جي ڳري معاوضي تي اعتراض ڪيو، ته ٻڌايائينس: ’ته ان جو مطلب ٿيو ته توهان ٿرڊ ڪلاس جي ٽڪيٽ وٺي، فرسٽ ڪلاس جي دٻي ۾ سفر ڪرڻ ٿا گهرو!‘

ايتري ۾ ٽيون وڪيل ٻيهر ڳالهائڻ لڳو: ”مون کي ياد آهي، ته هڪ دفعي آئون امدادي چندي لاءِ فنڊ گڏ ڪري رهيو هئس. بمبئيءَ بار جي لائبريريءَ ۾ آئون جناح وٽ وڃي پهتس، ۽ ڪيس چندي جو رسيد بوڪ ڏيئي امداد جي گذارش ڪيم. هُن رسيد بوڪ جا پنا ورائي مون کي واپس ڪندي چيو: ”مُون کي هن معاملي سان ڪا دلچسپي ڪانهي.“ انهيءَ کان پوءِ ساهي کڻي وري ساڳيو وڪيل شروع ٿيو: ”جناح جيتوڻيڪ قانون جو ڪو وڏو ڄاڻو ته ڪونه هئو، پر بيشڪ وڪيل هُو بلند درجي جو هئو. هر مقدمي جا تفصيل ڪيس وڏي احتياط سان ٻڌائيندا پوندا هئا. پر هڪ ڀيرو سمجهڻ کان پوءِ، سموري تفصيل جي ذري به سنڌس دماغ منجهان هيڏي هوڏي نه ٿيندي. نتيجي ۾ ڪائنس بحث ۾ ڪٽڻ، ٻئي لاءِ تقريبن ناممڪن ٿي پوندو هئو. منجهس قدرت جي بخشيل ذات جو خزانو لڪل هئو. تنهنڪري سنڌس شعوري ڪوشش جو دخل گهٽ هوندو هئو. خدا ڪيس شاندار وڪيل بڻايو هئو. بلڪ اڪثر ايئن معلوم ٿيندو، ته سنڌس اندر ۾ جڻ ڪا لڪل حس موجود آهي، جنهن جي طُفيل هُو ڪيسن جا ڳجها پهلو ۽ سنڌن مونجهارا آسانيءَ سان پرکي وٺندو هئو. سنڌس قابليت پُنيان دراصل اهو ئي راز هئو. جناح جي تقرير ۽ بحث جي چنڊڇاڻ منجهان سُڌ پوندي هئي ته سنڌس ذهن کُليل ۽ سوجهري ڀريل فڪر سان پُر ٿيل آهي. جيتوڻيڪ يونيورسٽيءَ ۾ تعليم ڀرايل ماڻهن منجهه موجود بيحد ۽ اجائي نفاست ۽ نـاهه نُوهه واري عادت منجهس موجود ڪانه هئي، ان هوندي به هُو پنهنجن ڪيسن جا اهم نُڪتا ڏاڍي هوشياريءَ سان ڳولي وٺندو هئو. پوءِ ڏيري ڏيري، لفظ به لفظ ڪري جج کي سمجهائڻ لڳندو. سنڌس سڄي ڪارڪردگيءَ ۾، ڪٿي به جوش ۽ جذبات جي جهلڪ نظر ڪانه ايندي. وٽس ته رڳو نج منطق ۽ دليل جي ٻولي

موجود هوندي هُئي.

ايتري ۾ پهرين وڪيل وري پنهنجو وارو ورتو ۽ چوڻ لڳو: ”جناح واري دؤر ۾، بمبئي هاءِڪورٽ اندر ڪانئس عمر ۾ ننڍو پر نهايت ذهين وڪيل ’ايم- اي سومر جي‘ (جيڪو بعد ۾ هاءِڪورٽ جو جج ٿيو) پڻ وڪالت ڪندو هئو. هڪڙي مقدمي دوران، جناح ۽ سومر جي مختلف اصيلن جي طرفان، هڪ ٻئي جي خلاف وڪيل ٿي آيا. سومر جي ڪنهن ٻي عدالت ۾ مصروف هئو، جو اوچتو جناح واري سندس ڪيس ۾ ڪيس سڏ ٿيو. جنهن تي سومر جيءَ جي مُشير، جناح کي ٿورڙي وقت لاءِ ڪيس کي پوئتي رکڻ جي گذارش ڪئي. جيڪا هن رد ڪري ڇڏي. انهيءَ تي مُشير جج جو ڌيان ڇڪرائي ڪانئس مدد گُهري. جج معاملو جناح تي ڇڏي ڏنو. پر هُو راضي ڪونہ ٿيو، ڇاڪاڻ جو سندس چوڻ هئو، تہ انهيءَ لاءِ سومر جيءَ کي ذاتي طور تي مون کي درخواست ڪرڻ گُهربي هُئي.“

”جناح جيڪڏهن باصلاحيت ۽ ارادي جو پختو نہ هُجي ها، تہ سندس طبيعت ۾ موجود وڏائي ڪيس برباد ڪري ڇڏي ها. اسانجي گهٽائي منجهس موجود هَنْ ۽ ماڻهن کان ڏوريءَ وارين علتن کي سخت ناپسند ڪندي هُئي. بلڪ اسان سمجهندا هئاسين، تہ منجهس همدرديءَ نالي ڪو احساس ئي ڪونهي. پر بحث ۾ سندس اورچائيءَ ۽ مثيرائپ جي هر ڪو ساراهہ ڪندي نظر ايندو. ڪيس هلائيندي هُو عدالت جي ڪمري ۾ هڪ خاص انداز ۾ اُٿي بيهندو، ۽ پنهنجي نظر جو هڪ- اکيو چشمو هٽي، آهستگيءَ سان جج جي طرف اک ڪٽندو. سندس چُرپر ۽ تحريڪ منجهان هڪ هوشيار اداڪار جي جهلڪ نظر ايندي... پوءِ ڏسندي ئي ڏسندي اوچتو محسوس ٿيڻ لڳندو، تہ هُو سموري عدالت تي ڇانئجي چُڪو آهي... بيشڪ ايئن ئي لڳندو هُو.“

”ها، اهو دُرست تہ آهي...“ ٽيون وڪيل ڳالهہ ڪاٽيندي چوڻ لڳو: ”پر اڄ اسين جڏهن جناح کي ساريون ٿا، تہ اسان کي هر هر سندس مثاهين درجي جي ايمانداري ياد پئي اچي. هڪ ڀيري سندس ساليسٽر [Solicitor] (1) ڪنهن اصيل کي جناح ڏانهن انهيءَ نياپي سان موڪليو، تہ وٽس فيس ادا ڪرڻ لاءِ ڪي گهڻا ڏوڪڙ ڪونہ آهن. جناح سندس گُذارش کي مانُ ڏيندي اهو ڪيس ڪنيو پر هارائي ويو. پوءِ بہ ڪيس يقين هُئو تہ مُقدمي ۾ دَمُ آهي، تنهنڪري اپيل ڪرڻ تي زور ڀريائين. جنهن تي ساليسٽر ڪيس ٻيهر اصيل

1- انگريزن جي قانون ۾ وڪيلن جا ٻہ طبقا آهن. ساليسٽر اصيلن کي قانوني مشورا ڏيڻ سان گڏ ڪيس ناهي بئريسٽر جي حوالي ڪندو آهي، جيڪو عدالت ۾ بحث ۽ تقرير ڪندو آهي. پر پاڻ ننڍين عدالتن ۾ ئي پيش ٿيندو آهي. بمبئيءَ جي عدالتن ۾ بہ اُن دؤر ۾ ساڳيو سرشتو رائج هُئو.

وٺ پئسا نہ هُجڻ واري ڳالهہ ٻڌائي انهيءَ جواب ۾ جناح ڪيس چيو تہ اپيل داخل ڪرڻ جو خرچ پڪو پاڻ پريو. باقي سندس طرفان ڪيس مفت ۾ لڙيو ويندو. بعد ۾ انهيءَ اپيل ذريعي مقدمي ۾ جناح سوپارو ٿيو. ڪيس کٽڻ جي خوشيءَ ۾ جڏهن سالسيٽر اصيل هٿان جناح کي فيس ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ هُن ڪانئس ڏوڪڙن ونڻ کان اهو چئي انڪار ڪيو، تہ سندس پاران هيءُ ڪيس بنان پئسن جي وڙهڻ جو واعدو ڪيو ويو هُئو.

"آئون هڪ ٻيو قصو ٿو ٻڌايانوَ." ٻئي وڪيل ٿنبڪو هنيو: "جناح جو ڪو اصيل، هڪ عدالت ۾ سندس طرفان ڪيس جي ڪيل پيرويءَ ۾، ڪانئس ايڏو تہ متاثر ٿيو، جو هُن طئہ ڪيل پئسن کان وڌيڪ رقم ڏانهس موڪلي ڏني. جناح اها واڌو رقم واپس ڪندي ڪيس لکيو: "اوهان مون کي اوترا پئسا ڏيئي چڪا آهيو، جيترا اسان جي وچ ۾ طئہ ٿيا هُئا، تنهن ڪري بقايا واپس پيو موڪليان."

جڏهن مون تنهي وڪيلن کان پُڇيو تہ اُهي رڳو جناح جي لائقيءَ کان متاثر ٿيل هُئا، يا دل سان سندس عزت بہ ڪندا هُئا؟ تہ منجهانئن هڪ وراڻيو: "آئون تہ ڪيس پسند ڪندو هُئس، ڇو تہ هُو انتهائي انصاف پسند شخص بہ هُئو. سياسي زندگيءَ جي مخالفتن ۽ توائين هوندي بہ، سندس دل ۾ ڪينو ۽ ڪدورت نہ هئا. هُو طبيعت ۾ سخت ضرور هُئو، پر منجهس بغض پريل ڪونہ هوندو هُئو." ياد رهي، تہ هنن ٽن وڪيلن منجهان ٻہ هندو ۽ هڪ پارسي هُئو.

ڪُجھ وقت کان پوءِ هڪ پراڻي بئريسٽر جناح جي وڪالت جي باري ۾ جيڪي ڳالهيون ڪيون، سي بالڪل مختلف آهن ـ ۽ شايد اهي رايا وڌيڪ پُختي ۽ گهري مُشاهدي جي ڪري ٺهيا هُجن.

هُن چيو: "اسان کي اها ڳالهہ هرگز وسارڻ نہ گهرجي، تہ جڏهن جناح بمبئيءَ ۾ وڪالت شروع ڪئي، تہ هُو اڪيلو مسلمان بئريسٽر هُئو. ممڪن آهي تہ ٻيو ڪو اُڙيو ٿُڙيو هُجي بہ ڪٿي! پر ٻئي ڪنهن جو ڪو خاص چڱيڀول ڪونہ هُئو. وڪيلن جي گهڻائي هندن ۽ پارسين منجهان هُئي. جيڪي هڪ مسلمان واپاري گهراڻي منجهان قابل بئرسٽر پيدا ٿيڻ تي خوش ڪونہ هُئا. شايد انهيءَ ڪري اهي هر وقت مٿس ڏند ڪرٽيندا رهندا هُئا. سچ اهو آهي، تہ نہ رڳو جناح جي زندگيءَ ۾ عيش ۽ فرحت جو ڪو نالو ڪونہ هُئو پر ڪيس پنهنجي پيشي ڪانسواءِ ٻي ڪنهن شيءِ ۾ دلچسپي بہ ڪانہ هُئي. هُو ڏينهن رات پنهنجن مقدمن سان مٿاڪُٽ ۾ لڳو رهندو هئو. آئون اڄ بہ جڏهن تصور جي اک سان ڏسان ٿو، تہ بانس جي لڪڙي وانگر سنهڙو، پيشانيءَ تي ور پيل ۽ هر وقت ڪنهن هنگامي حالت ۾ ورتل جناح مُنهنجي سامهون ٿو اچي بيهي. سندس خانگي زندگي بالڪل پاڪ هُئي ۽ ڪڏهن بہ هُن بابت ڪا سس ڦس

ٻُڌڻ ۾ ڪانہ آئي. هُو هڪ محنتي ۽ ڪنوارو، پر ڪچهرين کان ڏور ۽ جلد ۾ گهائل مائل نہ ٿيندڙ نوجوان هئو. سندس طبيعت ۾ ايتري تہ سنجيدگي هئي، جو تمام گهڻا ماڻهو سائس سنگت رکڻ پسند ڪندا هئا. اهڙن ماڻهن مٿان عام طور تي جام تنقيدون ٿينديون آهن. خاص ڪري اوير جي مُلڪن ۾ـ جتي ماڻهن وٽ ڪم لاءِ گهڻ ۽ حوالن لاءِ وڌيڪ وقت هُجي ٿو. ۽ جتي انسان جي خامين کي تہ هر ڪو معاف ڪري ڇڏيندو آهي، پر سندس خوبين تي آڱريون پيون کڃنديون آهن.

"مون کي چٽي نموني ياد ٿو پوي، تہ 1907ع ۾ هڪ ڪيس منجهہ (جيڪو اڳتي هلي ڪاڪس ڪيس [Caucus case] جي نالي سان مشهور ٿيو) جناح کي پهريون گهمرو پنهنجا جوهر ڏيکارڻ جو موقعو مليو. ٿيو هيئن، جو بمبئيءَ جي ڪُجهہ رهواسين هڪ درخواست ذريعي الزام هنيو، تہ ميونسپل بورڊ جي چونڊن ۾ سر فيروز شاهہ کي هارائڻ لاءِ، يورپي نسل جي شهرين ڪيترائي غيرقانوني حربا هلايا هئا. پارسي برادريءَ سان لاڳاپيل ۽ ڪانگريس جي جهوني راهنما جي حيثيت ۾، عام ماڻهو سر فيروز شاهہ جي ذاتي عزت ڪندا هُئا. تنهن ڪري شهر جي مقامي معاملن ۾، سندس وڏو دخل هوندو هُئو. تن ڏينهن ۾ جناح بہ سر صاحب جي آفيس ۾ ئي ڪم ڪندو هُئو. هوڏانهن چونڊن کي رد ڪرڻ لاءِ ڏنل درخواست، جن شهرين طرفان عدالت سڳوريءَ ۾ آندي ويئي هُئي، تن گڏجي جناح کي پنهنجو وڪيل بڻائڻ تي سهمتي ظاهر ڪئي. جيتوڻيڪ هن پيري بہ جناح ڪيس تہ هارائي ويو، پر جنهن طريقي سان هُن وڪالت ڪئي، تنهن سان سندس مڃتا ۾ وڏو اضافو آيو. هندوستان جي اخبارن منجهہ پهريون ڀيرو سندس نانءُ سُرخين سان ڇپيو ويو. هتي اهو بہ ياد رکڻ گهرجي، تہ سر فيروز شاهہ پاڻ بہ زبردست بئريسٽر هُئو. تنهن ڪري نوجوان جناح لاءِ ان کان وڌيڪ ڪهڙو اعزاز ٿي پئي سگهيو، تہ هيڏي وڏي قانوندان جي وڪالت ڪندي، هو سندس پاران عدالت ۾ پيش ٿئي. ان کان پوءِ تہ ڪيترا دفعا اهڙو اتفاق ٿيو، جو شهر جي سينيئر، تجربيڪار ۽ جهونن اصيلن مٿس ويساهہ ڪندي ڪيس پنهنجو وڪيل مقرر ڪيو. شايد اهي 'زماني جا ماڻهو' ۽ ڄاڻو انسان، انهيءَ ڳالهہ جو ڪُجهہ پروڙي ونندا هُئا، تہ ٻاهران جناح جيڪو نيش ۾ ٿو گُهمي، انهيءَ جو اصل مقصد گهڻي ميل جول ۽ اُٿ ويهہ کان بچڻ آهي. ڪين جناح جي طبيعت ۾ رک رکاءَ جي پٺيان، خداداد صلاحيتن جا جلوا واضح ڏسڻ ۾ ٿي آيا.

"عام طور تي جناح تي آروپ هنيو ويندو آهي تہ هو هڪ سٺو تقرير باز وڪيل تہ هُئو، پر اعليٰ مرتبي جو قانوندان ڪونہ هُئو. انهيءَ ڳالهہ ۾ ڪا بہ سچائي ڪانهي. اهو اهڙن وڪيلن جو رايو ٿي سگهي ٿو، جيڪي پنهنجي

سر بحث نہ ڪري سگھڻ جي ڪري، ٻين وڪيلن ڪي ڪرايي تي استعمال ڪندا هُئا. هونئن بہ اهڙن ڏيکن تي ڪا حيرت نہ ٿيڻ ڪپي، ڇو جو ڳالهين ڳالهين ۾ گيڙ ـ بگيڙو هئڻ انساني فطرت جي عين مُطابق آهي. حقيقت هيءَ آهي، تہ جناح قانون جي ڄاڻ ۽ معاملن تي وڏي مهارت رکندڙ شخص هُئو.

"البت اها ڳالھ مڃبي تہ جناح جا طريقا ۽ ڍوُل مَٽيل هُئو... هڪ ڀيري ڪيس هلائيندي ڪنهن جج ڪيس چيو: "مسٽر جناح، مان اوهان جو آواز ڪونہ ٿو ٻڌي سگهان، ٿورڙو ڏاڍيان ڳالهايو." جنهن جي جواب ۾ جناح تڏي تي وراڻيو: "محترم، آئون وڪيل آهيان، ڪو فلمي ايڪٽر ناهيان!" جج اهو جواب هضم ڪري ڪُجھ دير لاءِ تہ چُپ ٿي ويو، پر ٿوريءَ دير کان پوءِ مجبور ٿي، هُن ٻيهر ساڳي شڪايت ورجائيندي چيو: "مسٽر جناح، مُنهنجي گُذارش آهي، تہ اوهان وڏي آواز ۾ ڳالهايو." هن ڀيري جناح ٿورڙو تُرشيءَ منجهان وراڻيو: "سائين اوهانجي آڏو ڍڳُ ٿيل ڪتابن جو جيڪو ٿهو پيو آهي، ان کي هٽايو تہ مُنهنجو آواز آسانيءَ سان ٻڌي سگهندؤ."

"آئون انهيءَ قسم جا بيشمار واقعا اوهان کي ٻُڌائي ٿو سگهان پر جيڪڏهن اوهان جناح جي غيرمعمولي ڪردار کي سمجهي ويئُہ تہ سندس بظاهر انهن معمولي ڳالهين جي اهميت بہ سمجھ ۾ اچي ويندي. مان سمجهان ٿو تہ ماڻهن کان پري ڀڄڻ واري سندس عادت پُٺيان بہ، اصل سبب سندس ايماندار طبعيت جو هُجڻ آهي. اوهان شايد ان ڳالھ تي اعتبار نہ ڪريو، پر اهو نہ وسارڻ ڪپي، تہ هُو هڪ اهڙي مُلڪ جو رهواسي هُئو، جتي ماڻهن جي ذاتي زندگيءَ جو اخلاقي پهلو ڪو گهڻو سگهارو نہ هُئو. تنهن ڪري جناح جا پنهنجا اهي طئہ ڪيل اخلاقي معيار، سندس آسپاس موجود ماڻهن جي معيارن کان بالڪل مٽيل هُئا.

"تنهن دوُر ۾ هڪ مشهور واپاري، حاجي عبدالڪريم نالي سان سُڃاتو ويندو هُئو. هن سيٺ کي ڪنهن سنگين الزام هيٺ عدالت ۾ گُهرايو ويو. هُو مدد لاءِ سِڌو جناح وٽ پهتو ۽ ڪيس پنهنجو وڪيل بڻجڻ جي درخواست ڪندي، معاوضي جو پُڇيائين، جناح کهرائپ سان ڪيس جواب ڏنو: "پنج سئو روپيہ روزانو". حاجي صاحب حسابي ڪتابي ماڻهو هُئو سو پُڇيائينس: "ڪيس هلندو ڪيترا ڏينهن؟ مون وٽ تہ ڪُل پنج هزار روپيا آهن... ڇا اوهان اهي سڀ معاوضي طور قبول ڪندؤ؟" جناح پنهنجي چيل ڳالھ تي پُختو بيهندي وراڻيس: "مُون کي اهڙن ڏوڪڙن جي ڪا گُهرج ڪانهي. مُنهنجو مُعاوضو روپيا پنج سؤ روزانو آهي. جيڪڏهن پُڄاءُ پوئي تہ مون کي وڪيل ڪر، جيڪڏهن دل نٿي چوئي تہ ڪنهن ٻئي جو در وڃي تاڙ." عبدالڪريم نيٺ سندس شرط مڃيو. پر جناح اهو ڪيس ٽن ڏينهن ۾ ڪٽي

ڏيکاريو. پوءِ بہ هن معاوضو پنهنجي انجام موجب چڙن تـن ڏينهن جو ورتو.

"هاڻي آخر ۾ هڪ قصو ٻڌو، جيڪو منهنجي ذات سان لاڳاپيل آهي. مون پنهنجي ڪيريئر جي شروعاتي ڏهاڙن ۾ مئجسٽريٽ طور ڪم ڪيو هئو. تن ڏينهن ۾ ڪن مقدمن جي سلسلي ۾، جناح وڪيل جي حيثيت ۾ مون آڏو بہ پيش ٿيو. پر هتي ذهن ۾ رکڻ کپي تہ آئون ڪانئس عمر ۾ ننڍو هئس. مون کي ياد آهي تہ بابي جي جناح سان دعا سلام رهندي آئي هئي.... انهيءَ وچ ۾ آئون جڏهن قانون سيکاريندڙ مشهور اداري 'گريز ان' (Grays Inn) منجهان بئريسٽريءَ جي سند وٺي بمبئيءَ موٽيس، تہ بابا سائين جناح وٽ وٺي ويو ۽ چيائينس: "هيءُ منهنجو ڇوڪرو آهي، ڪيس پاڻ جهڙو ناهوڪو وڪيل بڻائي ڏي." جنهن تي جناح پنهنجي خاص وراڻيءَ سان جواب ڏنو: "ست بسملاهيون، هيءُ نوجوان ڀلي اچي منهنجي آفيس ۾ رهي. پر هڪ ڳالهہ مان واضح چوندس، تہ پاڻ ۾ لياقت ۽ مرتبو هو محنت سان پاڻ پيدا ڪري."

وڪالت جي پيشي ۾ ڪاميابيءَ جي ابتدا ۾، مسز سروجني نائيڊو سان ملاقات ٿي. درحقيقت هوءَ ئي اها ذهين ۽ حساس عورت هئي، جيڪا جناح منجهہ موجود صلاحيتن جو درست اندازو لڳائي سگهي. اهوئي سبب آهي جو هن هڪ هنڌ ڪيس واکاڻيندي ۽ سندس ڏاهپ جي تعريف ڪندي جناح بابت هيئن لکيو: "مون ڪنهن بہ شخص جي ظاهري روپ ۽ لڪل ڪردار جي اندر ايڏو وڏو تضاد ڪونہ ڏٺو. هو ڏسڻ ۾ ڏگهو تہ نظر اچي ٿو، پر ايترو تہ سنهڙو آهي، جو صفا نحيف ۽ ڪمزور ٿو لڳي. سندس وڏ- گهرائين عادتن جي اُبتڙ، هن جي جسماني بيهڪ دراصل نظرن کي دوکو ڏيندڙ هڪ اهڙو پردو آهي، جنهن جي پٺيان ذهانت ۽ ڪردار جي غيرمعمولي سگهہ موجود آهي. هو طبيعت ۾ رکو ۽ چيڙاڪ آهي، سدائين ڦونڊ ۾ ٿو رهي ۽ اڻ واقفن سان گهلڻ ملڻ بہ پسند ڪونہ ٿو ڪري. جڏهن تہ سندس نمونو حاڪماڻو آهي. پر جن جو جناح سان اٿڻ ويهڻ جو رستو آهي، سي ڄاڻن ٿا تہ منجهس موجود گهمنڊ ۽ آڪڙ جي نقاب پٺيان، هڪ من موهيندڙ شخصيت ويٺل آهي. سندس طبيعت ۾ ڏاڍي سادگي نظر ٿي اچي. مان سمجهان ٿي تہ هن شخص جو مشاهدو ڪنهن عورت وانگر انتهائي تيز ۽ نازڪ آهي؛ ۽ سندس مزاج ۾ ٻارن واري ڪلڪي سان ڀرپور لاڏلاڻپ ۽ موهنا آهي. دراصل هو هڪ اهڙو باعمل شخص آهي، جنهن جا احساس ۽ جذبا هن جي ذهن جي ضابطي هيٺ آهن. زندگيءَ سان لاڳاپيل خيال جذبات کان وانجهيل اٿس، پر پوءِ بہ دنيا داريءَ ۽ حقيقت پسنديءَ جي پردي ۾، منجهس اصولپرستيءَ ۽ بي غرضيءَ جا ماڻ لڪل آهن. مان سمجهان ٿي تہ هن شخص جي ڪردار جي بنيادي خوبي اهائي آهي."

مسز نائيڊو وانگر، اُن دور جي ڪيترين ئي جواڻ جماڻ عورتن وٽ جناح

بابت ڏاڍو احترام هئو. جناح جا ڏنڏي پائي منجهس موجود جنهن روپي کي
تيگر ۽ غرور جاڻائيندا هئا، اهي عورتون ساڳئي پهلوءَ کي خودداري
سمجهنديون هيون. اهڙين عورتن منجهان هڪ مالابار هل جي علائقي ۾ رهندڙ
۽ هاڻي جهوني ٿي ويل هڪ عورت به آهي. هوءَ يادن جي ڪڙڪي کولي اهو
وقت ياد ڪري ٿي، جڏهن جناح جي عمر 28 ورهيه هئي- ۽ چوي ٿي:
”بيشڪ سندس شخصيت ۾ اٿاهه ڇڪ هئي... هو ڪيڏو نه سندر هئو!... ۽
مان پانيان ٿي ته ڪيس پنهنجي من- موهن شخصيت جو اندازو به هئو. بلڪ
پاڻ ۾ موجود بيپناهه سگهه جو پڻ احساس هئس. پر پوءِ به جيڪڏهن هو اهڙي
جاءِ تي اچي ويندو هئو، جتي عورتون ويٺل هونديون هيون، ته سندن لاءِ هڪ
اڌ ساراهه جو جملو ضرور چوندو هئو. مثال طور: ’واهه واهه، اوهان جي ساڙهي ته
ڪيڏي سهڻي آهي!‘ مان سمجهان ٿي ته اهڙي منش جي خودداري نه چاهه
آڪڙ کي به نظرانداز ڪري ٿو سگهجي.“

*[هيڪٽر بولائٿو (Hector Bolitho) جي جڳ مشهور ڪتاب*
*Jinnah- Creator of Pakistan تان ورتل]*

زندگي، پنهنجي جوهر ۾ هڪ اهڙي وسيع لهر وانگر آهي، جيڪا پنهنجي مرڪزي نُڪتي تان نروار ٿي، چؤطرف ڦهلجي وڃي ٿي. اها پنهنجي آسپاس جي سموري ماحول ۾ ڦهلجي بيهجي ٿي پوي ۽ پوءِ ڪنهن وسيع ٻُڌتر جو روپ وٺي ٿي.

(هينري برگسان)



# کھاٽي رياست اندر رياست جي

ٽين دنيا جي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي ذلت جو سڀ کان وڏو ڪارڻ، ٻيو ڪجهه نه پر سنڌ ۾ ئي رت تي پليل اُهي ”سگهارا ادارا“ آهن، جيڪي رکوالي ڪرڻ جي بهاني سان، سندس قسمتن جا مالڪ ٿيا ويٺا آهن. ساڳي صورتحال، پنهنجي ڪراهت ڀريي روپ ۾، پاڪستان جي اندر به موجود آهي. جتي بظاهر نظر ايندڙ حڪومت جي پٺيان، هڪ ٻي لڪل حُڪومت به هُجي ٿي ۽ جنهن کي صحافتي زبان ۾ ”ڳجهي سرڪار“ (Invisible Govt.) چيو ويجي ٿو.

عباس ناصر جي هن مضمون ۾ مُلڪ اندر موجود جاسوسي ۽ اثر وارن ادارن جي اثر رسوخ جي هڪڙي جهلڪ ڏني وئي آهي ۽ انهيءَ حقيقت جي باري ۾ دليل ۽ ثبوت مُهيا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي ته: پاڪستان جي عوام ۽ خاص ڪري آزاديءَ انصاف ۽ قومي حقن لاءِ جدوجهد ڪندڙ قومن کي مڪمل طور تي ناس ڪرڻ مرضيءَ مطابق پنهنجا دلال تاڻڻ ۽ مستقل طور تي خاص گروهن جي حُڪمراني برقرار رکڻ لاءِ هتان جا ڳجها هٿ ۽ ايجنسيون اختيار جي سرحدن کي اورانگهڻ ۾ ڪيتريون پيڙ آهن. سنڌيڪار

ڊسمبر جي پاري پونڊڙ هڪ صبح ڌاري ايم اين اي هاسٽل اسلام آباد ۾ ٽڪيل ايم ڪيو ايم جي قومي اسيمبليءَ جي ميمبر ڊاڪٽر عمران فاروق هاسٽل جي عملي کي چيو ته سندس ڪمري ۾ پيل خراب هيٽر کي ٺهرائي ڏنو وڃي. ان ڪم جي سلسلي ۾ مستري جيئن ئي هيٽر کي ناهڻ لاءِ مٿي چڙهيا ته هن هيٽر جي پنيان ڪا شيءِ بئٽرين سميت چنبڙيل ڏٺي. هيءَ عجيب شيءِ ڏسندي ئي سڀ همراه ڇرڪي ويا ۽ پوءِ وچان ٿڌي تي بم بيڪار بڻائيندڙ جٿي کي اطلاع ڪيائون.

معائني ڪرڻ کانپوءِ ماهر جٿي وارن اهو چئي ته: ”هي هڪ معمولي قسم جو بم هئو“ ايم اين اي صاحب جو پَٽُ لاٿو. بئي پاسي چيو ٿو وڃي ته اهو چنبڙيل اوزار دراصل بم نه پر هڪ طاقتور ٽرانسميٽر هئو جنهن سان ڊاڪٽر فاروق جي سرگرمين جي خبر رکي ٿي ويئي.

جيتوڻيڪ انهيءَ وچ ۾ گهرو معاملن جي مرڪزي وزير طرفان هن معاملي بابت جاچ جو حُڪم ڏنو ويو پر ايم ڪيو ايم جي قيادت اول ئي پيپلز پارٽيءَ تي الزام مڙهي ڇڏيو ته اها سڄي ڪارروائي سندس حڪومتي دور ۾ ٿيل هُئي- ته جيئن ايم ڪيو ايم جي اڳواڻن جي نگراني ڪري سگهجي. جڏهن ته حقيقت اها آهي ته اصل ڏوهاريءَ جو اڃا تائين ڪو پتو ڪونهي.

هن سڄي معاملي کان اڳ پارليامينٽ ۾ ڳجهن ادارن مٿان ’حدون اورانگهڻ‘ واري عنوان هيٺ هڪ زوردار بحث پڻ ٿي چُڪو هُئو. جيئن ته هن بحث ۾ ’ڳجهن ادارن‘ جي ’حدن اورانگهڻ‘ واري ڳالهه بحث هيٺ آيل هُئي تنهن ڪري اهي به مسئلا سامهون آيا ته مختلف ايجنسيون نه رڳو ملڪ جي سياسي شخصيتن جا ڌار فائيل ناهيو ۽ فونون ٽيپ ڪريو وينيون هيون بلڪ غيرسياسي ماڻهو به سندن پهچ کان ٻاهر ڪونه هُئا. انهيءَ مامري مختلف پارٽين سان لاڳاپيل ڪيترن ئي ميمبرن کي ڇيڙائي وڌو هُئو.

آخرڪار، اسيمبليءَ جي اسپيڪر بحث کي ختم ڪنديءَ نہ رڳو انهن مسئلن جي چنڊڇاڻ لاءِ هڪ ڪاميٽي مقرر ڪرڻ جو اعلان ڪيو، پر ساڳئي وقت، اهو بہ قبول ڪيو تہ: ”اسين سڀ ڳجهن ادارن جي نگرانيءَ هيٺ آهيون.“ ايجا بہ اڳتي وڌي طعنو ڏيندي هن چيو، تہ ستر جي ڏهاڪي کان متس ”ڳجهن ادارن“ جي نظر آهي، جن وٽ سندس سڃاڻپ ڳجهي نالي ”صابره-7“ سان ٿيندي رهي آهي-۽ اهي ڳچ عرصي کان سندس پيڇو ڪندا رهيا آهن.

پارليامينٽ ۾ ٿيل هن لفظي غبار جو، حاصل مطلب اهو هئو تہ هر دؤر ۾ حڪومت اندر وينلن، مختلف موقعن تي مخالفن جي جاسوسي ڪرڻ جا حڪم ڏنا هئا. پر اتفاق سان جيڪڏهن ساڳيا همراه مخالف ڌر ۾ ٿي وينا، تہ وري سندن مخالف سرڪار متن ساڳي ’خاص مهرباني‘ ٿي ڪئي. بهرحال، قومي اسيمبليءَ جهڙي عوامي اداري ۾ جيڪو ڪجھ بحث هيٺ آيو، سو تہ دراصل انهيءَ ’حدبنديءَ‘ جي اندر هڪ معمولي ڳالھ آهي، جيڪا وسيع اختيارن ۽ طاقت جي صورت ۾، اڄ تائين ڳجهن ادارن کي ميسر رهي آهي.

انهيءَ کان سواءِ، ٻي شيءِ جيڪا وڏيءَ پڪ سان چئي سگهجي ٿي، سا اهاء تہ ملڪ ۾ قائم ڪيل جاسوسي ڪندڙ ادارا، پنهنجو ڪم ڏاڍي منظم طريقي سان پيا ڪن. سندن عمل، ڪنهن اهڙيءَ انجڻ وانگر آهي، جنهن جي نہ رڳو سارسنڀال سٺي نموني سان ٿيندي هجي، پر ڪيس اعليٰ قسم جو تيل پڻ ڏنو ويندو هجي- تہ جيئن سندس ڪارڪردگي بہ اعليٰ معيار جي رهي. انهيءَ سلسلي ۾، راولپنديءَ ۾ وينل قومي سلامتيءَ سان لاڳاپيل نظريہ دانن جو چوڻ آهي تہ: مٿين قسم جو طريقہ ڪار، پاڪستان جهڙيءَ رياست لاءِ- جيڪا خاص قسم جو جاگرافيائي ۽ سياسي پسمنظر رکي ٿي، بيحد ضروري آهي. انهيءَ رخ ۾ ڳالهائيندي ڳجهن ادارن ۾ ڪم ڪندڙ هڪ رٽائرڊ آفيسر چوي ٿو: ”پاڪستان جي قائم ٿيڻ کان وٺي، جنهن قسم جا سندس خلاف دشمنيءَ ڀريا تضاد اڀريا آهن، ۽ نتيجي ۾ ننڍي کنڊ اندر جيڪا خاص قسم جي صورتحال پيدا ٿي آهي، تنهن ۾ پاڪستان جي سلامتيءَ بابت ويچار جائز ۽ صحيح آهن.“

هڪڙي پاسي مٿيان خيال، جيڪي ملڪ جي سلامتيءَ، بلڪ بقا سان لاڳاپيل آهن، تن جو سڄو دارومدار جاسوسي ڪاتن جي ڪارڪردگيءَ تي آهي، پر ٻئي پاسي اها ڳالھ ڏينهون ڏينهن وڌيڪ چٽي ٿيندي پئي وڃي، تہ سماج ڏانهن جوابداريءَ واري مروج سوچ، پرڏيهي پاليسين توڙي ڏيهي معاملن ۾ انهن ڪاتن جي وڏي پيماني تي پڪڙ ۽ گرفت ڪي، ڪنهن بہ صورت ۾ قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪانہ ٿيندي. انهيءَ جو هڪ سبب اهو بہ آهي،

تہ جاسوسي ڪاتا هڪ طرف اهم سرگرمين ۾ جمهوري قدرن جي عين روح مطابق، ڪنهن کان بہ صلاح مشورو ڪونہ ٿا ونن، تہ ٻئي طرف ڪنهن جي بہ آڏو جوابدار ئي ڪونہ آهن.

پاڪستان ۾ ڳجهن ادارن جي اختيار ۽ حيثيت ۾ انهيءَ تڪڙيءَ واڌ جو، ڪنهن حد تائين هڪ وڏو سبب تہ اهو بہ ٿي سگهي ٿو، تہ ڪين پاڪستان جي مختصر پر حادثن سان ڀرپور تواريخ ۾، اهم ۽ خاص رول ڏنو ويو آهي. گذريل 43 سالن جا واقعا ٻڌائين ٿا، تہ آنو ڏيئي رپيو ڪسڻ واري روايت، اسان جي مُلڪ ۾ ڏينهون ڏينهن وڌي رهي آهي.

انهيءَ سلسلي ۾ جيڪڏهن 'آءِ- ايس- آءِ' (انٽر سروسز انٽيليجنس) جي موجوده تڪڙي ترقيءَ جو مُنڍ ڳولهبو، تہ ان جو دنگ مرحوم وزيراعظم ذوالفقار علي ڀُٽي طرفان، اقتدار جي واڳ وٺڻ تي وڃي ٿيندو. جنهن 1971ع ۾ ان مهل اهو عهدو سنڀاليو، جڏهن ڀارت سان جنگ جي نتيجي ۾، نہ رڳو پاڪستان کي بُري شڪست نصيب ٿي، پر اُنهيءَ سان گڏوگڏ سندس ٻيو ڀاڱو ٽُٽي 'بنگلاديش' بڻجي ويو. انهيءَ سلسلي ۾ هڪ اڳوڻي فوجي آفيسر آءِ ايس آءِ جي عروج بابت ڳالهائيندي، پنهنجن خيالن جو اظهار هيئن ڪيو: "جيئن تہ ڀٽو صاحب ايوب جي حڪومت ۾ پرڏيهي وزير رهي چڪو هُئو، تنهنڪري ۽ پنهنجيءَ تعليم ۽ تربيت جي ڪري، منجهس عالمي معاملن بابت سُرت پيدا ٿي چڪي هُئي. کيس سڌ هئي تہ هڪ منظم جاسوسي ادارو، پرڏيهي پاليسيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪرڻ ۾ سندس ڪافي مدد ڪندو..."

ساڳئي موضوع تي ڳالهائيندي هڪ ٻئي آفيسر، جيڪو ڀُٽي جي دؤر ۾، ڪيترن اهم ادارن ۾ ڪم ڪندي ستر جي ڏهاڪي ۾ رٽائر ڪري چڪو آهي- هيئن چوي ٿو: "جيتوڻيڪ 'آءِ ايس آءِ' جو وجود پهريائين بہ هئو، پر ڀُٽي کان پوءِ انهيءَ اداري زبردست ترقي ڪئي. ڇاڪاڻ جو هُن، علائقي ۾ وڏيڪ اهم ڪردار ادا ڪرڻ پئي گهريو. انهيءَ کان سواءِ، جيئن تہ ڀٽو حُڪومت ائٽمي مقصدن کي بہ اڳتي وڌائڻ ٿي چاهيو، تنهن ڪري آءِ ايس آءِ کي جام ڏوڪڙ ۽ اختيار حاصل ٿيندا ويا." ساڳئي مسئلي تي هڪ دفاعي ماهر وڏيڪ دلچسپ ۽ لڪل پهلو ظاهر ڪندي ٻڌايو: "ڀُٽي آءِ ايس آءِ کي وزيراعظم جي ڪنٽرول هيٺ هلندڙ هڪ ادارو ناهڻ ٿي چاهيو، جنهن مان سندس ٻہ مقصد پورا پئي ٿيا. يعني هڪڙي مقصد تحت ملڪي پرڏيهي پاليسيءَ کان آگاهي ۽ ٻئي هيٺ ذاتي اقتدار جي بحالي مُمڪن پئي ٿي. ڇو تہ اهائي واحد ايجنسي هُئي، جيڪا فوج جي جذبن ۽ خيالن کان ڀُٽي کي آگاهہ ڪري پئي سگهي."

تواريخ جي انهيءَ حصي جا ڪجھ دڪدائڪ پهلو پڻ آهن. جيو ته انهيءَ دؤر ۾ ئي، عام تاثر موجب پنهنجي جنرل ضياءَ کي فوج ۾ سنئي ساک ۽ تجربو رکندڙ ٻين ڪيترن ئي جنرلن مٿان اهميت ڏيندي، ڪيس فوج جو سربراهه (چيف آف آرمي اسٽاف) مقرر ڪيو. چاڪاڻ جو انهيءَ دل لُڀائيندڙ عُهدي لاءِ جنرل ضياءَ جي سفارش ڪندي، آءِ ايس آءِ جي ڊائريڪٽر جنرل هن بابت لکيو هئو: ”هُو هن عهدي لاءِ اعتبار جوڳو ۽ وفادار ماڻهو آهي.“ تنهنڪري اهو ڪو حادثو هرگز نه هئو، ته پنهنجي جي تختي اونڌي ٿيڻ کان پوءِ ٻه آءِ ايس آءِ جو ڊائريڪٽر جنرل، ساڳئي ماڻهوءَ يعني ليفٽيننٽ جنرل غلام جيلانيءَ کي ئي رکيو ويو، جيڪو ڪافي سالن تائين ساڳئي عُهدي تي رهندي، توڙي پنجاب جو گورنر هوندي، جنرل ضياءَ جو ويجهو ۽ پروسي جوڳو ساٿاري رهيو.

اهو ساڳيو جيلاني هئو، جنهن پنجاب جي گورنريءَ دوران هڪ اهڙو فيصلو ڪيو، جيڪو اڃا به ايندڙ ڪيترن ئي سالن تائين پ پ جي مٿي ۾ سور پيدا ڪندو رهندو. هن هڪ نوجوان سرمائيدار جي پالنا ڪري، (جيڪو ڪنهن قدر عوام ۾ اڻ سُڃاتل هئو) ڪيس پ پ پ قيادت جي شهري نعم البدل طور پيش ڪيو. هن سرمائيدار کي نيٺ هڪ ڏينهن، پاڪستان جو وزيراعظم بڻجڻو هئو. جيڪڏهن ايئن چئجي ته نواز شريف کي سياسي چوغو پارائڻ، غلام جيلانيءَ جو ڪم هئو ته اها ڳالهه بالڪل درست ٿيندي.

انهيءَ هوندي ٻه ڪيترن فوجي آفيسرن جو خيال آهي ته: ’آءِ ايس آءِ‘ کي جيڪا به خواري پلئه پئي آهي، سا پنهنجي جي مُئي پڇاڙان ملي آهي. جيو ته پيپلز پارٽيءَ کي پنهنجو بدترين دُشمن سمجهندڙ جنرل ضياءَ ڪنهن به قيمت تي ڪيس چٿڻ تي گهريو. تنهن ڪري هُن سڄي رياستي مشنريءَ ۽ خاص ڪري جاسوسي ادارن کي حرڪت ۾ آڻي، ڪانئن غلط توڙي صحيح ڪم ورتا. انهيءَ مقصد کي ماڻڻ لاءِ، هن ادارن کي کُلي ڇُٽي ڏني وئي. نتيجي ۾ هن به معاملي کي اهڙو ته ڇڪي رکيو، جو جلد ئي ڪين اهڙا ”چوڪيدار ادارا“ ڪوٺيو ويو، جن ايڏا ته وٺي پَرَ ڪڍيا ۽ وڏي پئماني تي هر هنڌ ٽنگ اڙائي، جو ”رياست جي اندر هڪ ٻي رياست“ وجود ۾ اچي وئي. آڌيءَ رات جو پراوا در پيچڻ، گرفتاريون ڪرڻ، ڏنڊي جي زور تي ڏوهه باسرائڻ ۽ فونون ٽيپ ڪرڻ ته، ڄڻ سندن روزانو جو ڪاروبار بڻجي ويو. اسيءَ جي ڏهاڪي ۾ انهيءَ سڄي کيل جي هدايتڪار، جنهن اسلام آباد جي ڪنهن ڪُنڊ ۾ ”آءِ ايس آءِ“ جي قائم ٿيل موچاري ۽ اڻڃاتل هيڊڪوارٽر مان هدايتون ويٺي ڏنيون، تنهن جو نالو برگيڊيئر امتياز ٿي ورتو ويو. جيڪو پنهنجي مڪار طبيعت توڙي ٻلي جهڙين شيرين اکين جي ڪري، فوجي

حلقن ۾ ’بلي‘ جي نالي سان مشهور هُئو.

هيءُ ساڳيو ڪرنل امتياز احمد ڀُٽي جي حڪومت جو تختو اونڌو ٿيڻ مهل، ’آءِ ايس آءِ‘ جي ڪراچيءَ واري ڄتي جو سربراه هُئو. جنهن هڪ مشهور ڇاپي دوران، ڀُٽي جي ڪراچيءَ واريءَ رهائشگاهه 70- ڪلفٽن تي ڇاپو هنيو، اُتان ’انتهائي اهم ۽ ڏوهه جوڳا‘ دستاويز هٿ ڪيا هئا. انهيءَ امتياز احمد جو تعلق ميانواليءَ جي هڪ اهڙي ڪُٽنب سان هُئو، جنهن جا وري جنرل جيلانيءَ سان پيچ پُختا ٿيل هُئا. بعد ۾ انهيءَ ذريعي سان ئي هُو جنرل ضياءَ جو ساڃو هٿ بڻجي ويو.

ضياءَ سان ويجهڙائيءَ ڪان پوءِ، سُنت ئي ڪيس تڪڙ ۾ ’آءِ ايس آءِ‘ جي ’گهرو سلامتيءَ‘ واري شعبي ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر جنرل بڻايو ويو، جتي هو خطرناڪ سياسي سيل جو سالن تائين سربراه رهيو. اُتي رهندي، امتياز ايڏي ته طاقت حاصل ڪندو ويو، جو هڪ راءِ موجب هن پنهنجي ڊائريڪٽر جنرل کي به گاهه تئي وڌو ۽ سنئون سڌو هر رپورٽ جنرل ضياءَ تائين پهچائيندو ٿي رهيو. باخبر ذريعن جو چوڻ آهي ته برگيڊيئر امتياز ئي هُئو، جنهن پيپلز پارٽيءَ جي تباهيءَ لاءِ هڪ زبردست منصوبو سٽيو. جنهن مطابق، ملڪ جي دفاعي حلقن ۾ اهو تاثر ويهاريو ويو ته بينظير ڀٽو جي قيادت ۾ هلندڙ پيپلز پارٽي، مُلڪ جي سلامتيءَ لاءِ هڪ زبردست خطرو آهي. اهو تاثر ايترو ته گهرو رهيو، جو فوجي حلقن جي چوڻ موجب اهو ’قومي سلامتيءَ کي خطري‘ وارو واعظ بينظير جي وزيراعظم ٿيڻ کان پوءِ به سندس حڪومت هلائڻ واري طور طريقي جي ڪري، ٻيهر جاڳي پيو ۽ نيٺ سندس حڪومت جي خاتمي جو سبب بڻيو.

’آءِ ايس آءِ‘ جو مشاهدو ڪندڙن جي دعويٰ آهي ته امتياز صاحب جو اهو دٻدٻو، سالن جا سال برقرار رهيو ۽ هو نه رڳو اقتداري اختيارين (اسٽئبلشمينٽ) جي اکين جو تارو ۽ هٿن جي لٺ بڻيو رهيو، بلڪ بينظير جي سموريءَ چُرپُر تي به نظر رکندو آيو. جنرل ضياءَ جي ويجهن حلقن ۾ ته ايترو به چيو ٿو وڃي ته ڪوڙن اسڪئنڊلن جي هن ماهر، هڪ ڀيرو ته جنرل ضياءَ کان بينظير جون اهڙيون تصويرون اخبارن ۾ ڇپرائڻ جي اجازت گهري، جن مان سندس زبردست بدنامي ٿئي ها. پر جيئن ٻڌايو ٿو وڃي، جنرل ضياءَ اهڙيءَ زيادتيءَ کي رد ڪندي، تيار ٿيل تصويرون ڇپجڻ کان روڪائي ڇڏيون.

ٻئي طرف، ’آءِ ايس آءِ‘ جو ڪردار پوءِ به ڀُٽي جي تجويز ڪيل دائري تائين محدود ڪونه رهيو ۽ نه وري رڳو جنرل ضياءَ طرفان سونپيل، مُلڪي سياست تائين مقرر حدن اندر سندس چُرپر رهي. پر اصل قصو ته 1979ع

۾ روسي فوجن جي افغانستان ۾ آمد سان شروع ٿـو ٿـئي. جڏهن پاڪستان جي سرحد سنئون سڌو سرد جنگ ۾ اتـڪيل روس سان وچي لڳي ۽ سندس حيثيت 'محاذ واريءَ رياست' (Front line state) جي بڻجي وئي. جڏهن ته آمريڪي صدارت تان، ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جي جمي ڪارٽر جي روانگيءَ ۽ ريپبليڪن صدر رونالڊ ريگن جي آمد سان، آمريڪي پاليسيءَ ۾ زبردست تبديلي اچي ويئي. جنهن موجب، ڳجهن فوجي آپريشن ذريعي، افغانستان ۾ حڪومت مخالف ويڙهه کي سگهارو ڪرڻ جي ڪوشش ورتي وئي. اهي 'ڪوششون' ايتريون ته وڏنديون ويون، جو انهيءَ ڏس ۾ اسيءَ جي وچئين ڏهاڪي تائين، خرچ جو اندازو ڪئين بلين ڊالرن تائين وڃي پهتو. جيتوڻيڪ هن سڄي آپريشن جي، هڪ پاسي کان ذميواري واشنگٽن ۾ 'سي آءِ اي' تي سنڀالي، پر ٻئي ڇيڙي، يعني پاڪستان ۾ اها ٺيڪيداري مڪمل طرح سان 'آءِ ايس آءِ' ڪئي، جيڪا واشنگٽن مان ملندڙ هٿيارن ۽ ڏوڪڙن کي، 'مجاهدن' تائين رسائڻ جو هڪ عليحدو ۽ خاص ادارو بڻجي وئي.

پر ر‌ڳو اهي تبديليون ئي نه هيون جن 'آءِ ايس آءِ' کي هن ڏنڌي ۾ اڳتي آندو. حقيقت ته هيءَ آهي. ته هيءُ ادارو، خود به اهڙي ڦاهي ڦڪڻ لاءِ تيار ويٺو هئو. انهيءَ جو هڪڙو مثال ڀٽي جي دور ۾ ملي ٿو، جڏهن ٻڌايو ويو ته ملڪ کي هڪ اولهندي پاڙيسريءَ مان خطرو آهي، جنهن کي ڪنهن به ريت منهن ڏيڻو آهي. انهيءَ ڪم لاءِ 'آءِ ايس آءِ' وارن ڪابل جي هڪ نوجوان گريجوئيٽ انجنيئر کي تيار ڪري ورتو، جنهن کي دنيا 'گلبدين حڪمت يار' جي نالي سان سڃاڻي ٿي. هن ڏس ۾ 'آءِ ايس آءِ' انتظاميه، نه رڳو حڪمت يار کي ڏوڪڙ ۽ هٿيار ڏنا، پر افغانستان اندر هن هڪ رابطي جو رستو به منظم ڪري ڇڏيو. هيءَ سڄي جوڙ توڙ فقط انهيءَ لاءِ پئي ڪئي وئي، ته جيڪڏهن ڪابل جي ڪابه حڪومت پاڪستان اندر پختونستان واري مسئلي کي اُڀارڻ جي ڪوشش ڪري، ته مٿس دٻاءَ وجهي سگهجي. عجب اهو آهي ته دٻاءَ جي انهن طريقن کي، ستر جي ڏهاڪي ۾ جڏهن صدر دائود جي خلاف استعمال ڪيو ويو، ته منجهائن حيرت ڀريا نتيجا مليا. همراهه پاڪستان سرڪار جي منهن ۾ پيل گهنڊ مان موسم جو مزاج سمجهندي، نڪاءَ اچي مريءَ ۾ ڪيو ۽ ڀٽي سان ''سائين سائين'' ڪندي، ڏاڍيءَ نوڙت ۽ فضيلت سان ڳالهيون ڪيائين.

انهيءَ کان پوءِ 'سي آءِ اي' ۽ 'آءِ ايس آءِ' جڏهن پاڻ ۾ صفا جُهٽ ٿي ويهي رهيون، ته پاڪستان جي هن اداري به رنگ مٽائيندي ڏاڍي سائنسي نموني جي ترقي ۽ نواڻ اختيار ڪئي. عام طرح سان ته ايئن ٿو چيو وڃي ته هن اداري طرفان ٿيندڙ ڳجهن آپريشن جي مُهابي، ڪاتي جي آفيسرن اُن وقت

جي ڊائريڪٽر جنرل ليفٽيننٽ جنرل عبدالرحمان سميت وڏا ٺَٺَ ڪيا. بلڪ ڪُجھ هنڌن تان ته ايئن به ٻڌڻ ۾ آيو آهي، ته اوجهڙي ڪئمپ ۾ به (جتي افغان باغين لاءِ بارود ۽ هٿيار رکيا ويندا هئا) ڌماڪو انهيءَ ڪري ڪيو ويو، جو اختيارين کي ڪنهن ڏسيو هُئو ته انهيءَ ڪئمپ ۾ پيل بارود تي، ڪي چڱا مڙس پنهنجي مُنهن راتاها ڏيندا رهيا آهن- ۽ اختيارين ان ڏس ۾ ڪي قدم کڻڻ تي گهريا. انهيءَ سلسلي ۾، ان وقت جي وزيراعظم محمد خان جوڻيجي طرفان جانچ لاءِ ڏنل حُڪمن جي نتيجي ۾، همراه موربگو پنهنجي نوڪري وڃائي ويهي رهيو. انهيءَ سڄي قصي جو بنيادي سبب شايد اهو نظام آهي، جيڪو اسيءَ واري ڏهاڪي ۾ جنرل ضياءَ ملڪ جي لاءِ چونڊيو هُئو. جنهن مطابق، سياسي پارٽيون هڪ طرف گروهه بنديءَ جو شڪار ٿي ويون ۽ ٻئي پاسي، منجهن زبردست ڇُنڊا پَٽ شروع ٿي وئي. هن موقعي جو جاسوسي ادارن ڀِتو فائدو ورتو- يعني: هڪ هٿ سان ڳِگل تي ڪاڏائون، ته ٻئي هٿ سان پادربازيءَ کي وڏيڪ زور ونرائيندي، ملڪ جي هليءَ چليءَ جا وارث بڻجي ويهي رهيا.

هونئن اهو سچ آهي، ته جوڻيجي جي چونڊ، جنرل صاحب پنهنجي هٿن سان اهو سمجهي ڪئي ته: همراه ٻنه درويش آهي. پر بعد ۾ خبر پيئي، ته منجهس ڪي پنهنجي عقل جا ڪنّا به آهن. جيئن ئي جوڻيجي جو ملڪي معاملن ۾ چاهُ وڌيو، ته هُن 'ڊي- آءِ- بي' (ڊائريڪٽوريٽ آف انٽيليجنس بيورو) نالي ڏيهي جاسوسي کاتي کي (جنهن هن مهل تائين جاسوسيءَ ۾ 'آءِ ايس آءِ' سان سُر ٿي ملايو) تاتائي ونرائڻ شروع ڪئي. هي ادارو عام رواجي حالتن ۾ ته زبردست اهميت رکندو هُئو، پر 'آءِ ايس آءِ' جي قيام کان پوءِ سندس فنڊ ڪٽي، تنظيم ڪاريءَ کان ڏيان هٽرائي، پُٺي سميت سيني حُڪمرانن، مٿس سياسي مخالفن پُٺيان نوس نوس ڪرڻ واري ڊيوٽي هٽي ڇڏي. سچ ته جوڻيجي جي دور ۾، 'ڊي- آءِ- بي' جي سربراه رانوڙ، هن لِڱڙي ۽ بي عمل اداري کي زبردست تنظيم بڻائي ڇڏيو. پر افسوس جو ان جي ٻه سموري سگهه، ملڪ دُشمن سرگرمين تي نظر رکڻ بدران، جوڻيجي حڪومت خلاف ٿيندڙ حڪمت عملين جو پتو لڳائڻ ۾ وڃائي وئي.

سڄيءَ دنيا جي جاسوسي ادارن جو، دڪدائڪ پاسو اهو آهي ته ساڳئي ملڪ ۾ ڪم ڪندي، اُهي اڪثر ڪري هڪٻئي جون ڪٽر دشمن بڻجي ويندڙيون آهن. اسان وٽ ساڳي حالت 'ڊي- آءِ- بي' جي آهي. جنهن پنهنجي سرگرمي 'آرمي هائوس' جي ٽيليفون ٽئپ ڪرڻ سان شروع ڪئي، جتي جنرل ضياءَ رهندو هُئو. ايتريقدر جو اِڳتي هلي نه رڳو جنرل ضياءَ، پر سندس حڪومت جي ويجهن ساٿين جي سڄيءَ ڇُرپُر کان پڻ، لاڳاپيل ماڻهن

ڪي باخبر رکڻ جو ڪم ڪيو ويو. هوڏانهن ٻئي پاسي ساڳيو ڪم 'آءِ ايس آءِ' جوڻيجي ۽ سنڌس ساٿين خلاف ڪندي رهي. جيتوڻيڪ ان دور ۾ جڏهن اوجهڙي ڪئمپ وارو حادثو پيش آيو، ته جنرل اختر عبدالرحمان جوائنٽ چيفس آف اسٽاف ڪميٽيءَ جو چيئرمين هُئو، پر تڏهن به 'آءِ ايس آءِ' تي سنڌس چڱي خاصي هلندي هُئي. ظاهر ۾ ته سڄي ڪاتي جو سربراه ميجر جنرل حميد گل کي مقرر ڪيو ويو هُئو، پر اصل ۾ افغانستان بابت سڄو معاملو پوءِ به جنرل اختر عبدالرحمان جي هٿ وس رهيو. انهيءَ ڪري اوجهڙي ڪئمپ سان لاڳاپيل جوڻيجي جي طرفان مليل جانچ جي حُڪم، ڪيس ايترو ته ڇيڙايو، جو هن ٽيليفون جون اهڙيون ٽيپون ڪٽي وجي ضياءَ وٽ ڏکاءَ ڪيو، جن ۾ جوڻيجي جون اعتراض جهڙيون ڳالهيون رڪارڊ ڪيل هيون. حُڪومتي ادارن جي ويجهن سياسي حلقن جو چوڻ آهي ته اُن وقت تائين به جنرل ضياءَ جوڻيجي کي عهدي تي برقرار رکڻ لاءِ راضي هُئو، پر جنرل رحمان جي هنن ثبوتن، سنڌس ذهن ڦيرائي ڇڏيو- ۽ هن فورن جوڻيجي کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيس ٽڪيٽ ونرائي ڇڏي.

جوڻيجي جي هٽڻ کان پوءِ ٻن- ٽن مهينن جي اندر ئي ضياءَ ۽ جنرل رحمان سميت فوجي آفيسرن جو ٽولو بهاولپور لڳ هڪ هوائي حادثي ۾ ڪلتي ٿي ويو. پر سنڌن مُئي پُڄاڻان به ضياءَ جو جوڙيل نظام ايستائين برقرار رهيو، جو مُلڪ جا جاسوسي ڪاتا پوءِ به ڪين مليل اختياري سگهه جي بلندين کي ذهانت سان پاڻ وٽ سانديندا رهيا.

برگيڊيئر امتياز، جنهن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي، سو هيل تائين ته لڪ ڇپ ۾ سڀ ڪم ڪندو رهيو، پر سنڌس ڇهري تان پردو تڏهن هٽيو، جڏهن سيني کي 1988ع وارين چونڊن ۾ سنڌس 'اسلامي جمهوري اتحاد' جي جوڙجڪ ۾ ادا ڪيل ڪردار ۽ پ پ جي مخالفت ۾، 'آءِ جي آءِ' پاران هڪ اميدوار بيهارڻ ۾، حاصل ڪيل ڪاميابيءَ جو پتو پيو. 'نفسياتي جنگ' جو ماهر برگيڊيئر امتياز، ايتريقدر ته 'آءِ جي آءِ' جي چونڊن واري حڪمت عمليءَ ۾ ملوث رهيو، جو هو سنڌن نعرا به پاڻ جوڙيندو رهيو. مثال طور، 'جاڳ پنجابي جاڳ، تيري پڳ نون لڳ گيا داغ' واري نعري جو موجد به هو ئي هُئو.

جڏهن مُحترمه ڀٽو اقتدار ۾ آئي، ته هُن برگيڊيئر امتياز کي 'آءِ ايس آءِ' مان خارج ڪرڻ تي زور ڏنو. انهيءَ ٽڪڙ ۾، هن ريٽائرڊ ليفٽيننٽ جنرل شمس الرحمان ڪَلوءَ کي، زوريءَ 'آءِ ايس آءِ' جو سربراه مقرر ڪرايو. جتان جنرل حميد گل ترقي وٺي، ملتان جي آرمڊ ڪور جو ڪمانڊر مقرر ٿي چُڪو هئو. محترمه ڀٽو پنهنجي پسند جي ماڻهن مان، هڪڙي کي 'آءِ ايس

آءِ' جو سربراھ ۽ بہئي ريٽائرڊ ميجر پر احمقن جي ابيءِ مسعود شريف کي 'ڊي آءِ بي' جو سربراھ مقرر ڪرائڻ کان پوءِ ڏاڍي فرني ٿي ويھي رهي. پر افسوس جو ھوءَ اھو وساري ويٺي، تہ جيڪي ڪاتا ايترا مضبوط آھن، جو سندن لاءِ چيو ٿو وڃي تہ اُهي پاڪستان جي 'رياست اندر ھڪ ٻي رياست' ناهيو وينا آھن، تن ۾ فقط چند آفيسر بدلائي ۽ ويھاري، معاملن کي نيڪ ناڪ نٿو ڪري سگھجي. ان کان سواءِ جيڪا ٻي تلوار بہ مٿانئس لڙڪي پئي سا اها تہ سندس چونڊيل چند عملدارن کان سواءِ ٻيا ڪيترائي آفيسر اڃا بہ پنھنجن عھدن تي برقرار ھئا، جن کي فوج جي سربراھ جنرل اسلم بيگ پنھنجي مرضيءَ سان اُتي ويھاريو ھُئو. انھن مان بہ خاص اُهي ھئا، جيڪي پوءِ بہ ڪشمير ۽ افغانستان جي معاملن کي پنھنجن ھٿن ۾ رکيو وينا رهيا.

مُندي‌ءَ تي تڪ وري اھا، جو جنرل ڪلوءَ کان پوءِ 'آءِ ايس آءِ' ۾ تبديليون آئي، جيڪي معاملا سندس اختيار مان ڪڍيا ويا، سي سڀ فوجي جاسوسي ڪاتي (M-I) 'ملٽري انٽيليجنس' کي سونپيا ويا. ھوڏانھن جيئن ئي بينظير 'آءِ ايس آءِ' جي قدبُت ۾ گھٽتائي آندي، تہ ھيڏانھن ملٽري انٽيليجنس پنھنجي عمل جي دائري کي وڌائي ڇڏيو. ان صورتحال ۾، حقيقت اھا آھي تہ ملڪ ۾ جاسوسي ڪاتن جي ڪم ڪرڻ جي طريقي ۾، ڪابہ معياري تبديلي ڪانہ آئي. جيڪي پنھنجي- مُنھن پرڏيھي ۽ ڪنھن حد تائين ڏيھي معاملن ۾، فيصلا ڪرڻ لاءِ ڇيڪ ڇڏيل ھئا.

پوءِ بينظير پنُو جي حڪومت صحيح معنيٰ ۾ ھڪڙو زبردست فيصلو ڪيو! اُھو ھي تہ، ھوائي فوجن جي اڳوڻي سربراھ، ايئر چيف مارشل ذوالفقار علي خان جي اڳواڻيءَ ۾ ھڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي وئي. جنھن جو ڪم ھُئو تہ جاسوسي ڪاتن جي ڪم ڪرڻ جي طريقي جو جائزو وٺي، حڪومت کي صلاحون ڏئي تہ ڪين ڪھڙي طريقي سان سياست کان ڇني، سندن حقيقي دائرو مقرر ڪيو وڃي. پر انھيءَ ڪاميٽيءَ جي مرتب ڪيل رپورٽ (جيڪا لاڳاپيل ڪاتن جي ڪيترن ئي آفيسرن کان انٽرويو ڪرڻ کان پوءِ ناھي ويئي ھئي) موجوده بدليل صورتحال ۾ شايد ئي ڪڏھن عوام آڏو اچي سگھي!

اڄوڪيءَ صورتحال ۾، بھرحال اھو واضح ڪونھي تہ مٿين ٽن اھم جاسوسي ڪاتن کي، ڪھڙيون ذميواريون سونپيون ويون آھن. پر 'آءِ بي' (انٽيليجنس بيورو) جي سربراھي برگيڊيئر امتياز کي سونپڻ کان پوءِ اھا ڳالھ پڌري ٿي چُڪي آھي تہ اقتداري اختياريون اڃا بہ پيپلز پارٽيءَ کان ڏاڍو ڊنل آھن.

پاڪستان ۾ جاسوسي ادارن پاران، اڌ رات جو عام شھرين جا در پيچڻ واري روايت، فقط تڏھن ئي ختم ٿي سگھي ٿي، جڏھن ھتان جا جاسوسي

ڪاتا، جن کي علائقائي ائتمي رُخ ۾ ”موساد“، ”را“ ۽ ”نيڪس“ جهڙن زبردست عالمي سطح جي جاسوسي ڪاتن سان منهن ڏيڻو پوندو، سي حڪومت مخالف سرگرمين ۽ ملڪ دشمن سرگرمين جي وچ ۾ تفاوت معلوم ڪري وٺن.

هڪ اهم سوال جو جواب اجا بہ پوئتي رهي ٿو تہ:چا چونڊيل ۽ بااختيار حڪومتن جي اختيار هيٺ هلندڙ هي جاسوسي ادارا، اجا بہ ايترا سگهارا آهن، جو انهن حڪومتن کي پنهنجي مرضيءَ سان آئين ۽ پنهنجي مرضيءَ سان جڏهن چاهين سندن تيڙ بڌائين؟

**پاڪستان جي جاسوسي ادارن جي ڪم ڪرڻ جي ڍانءَ جا ڪجھ مثال**

ملڪ جي ڳُٽپ جوڳن تن جاسوسي ادارن جي ڪم ڪرڻ جي ڍنگ ۾، ڪارون دوڙائڻ، ٽيليفونو ٽئپ ڪرڻ ۽ ٽئين درجي جون واهيات اٽڪلون استعمال ڪندي، پُڇا ڳاڇا ڪرڻ عام رواجي ڳالهيون آهن. جيڪي بہ سياسي ڪارڪن انهن جاسوسي ادارن جي هٿ چڙهيا آهن، تن جو خيال آهي تہ انهن ادارن ۽ پوليس جي مار موچڙي واريءَ پُڇاڳاڇا ۾ وڏو فرق آهي. اهو ئي سبب آهي، جو عام طور تي هو گهربل سڀ معلومات، آسانيءَ سان حاصل ڪري وٺن ٿا. انهيءَ سلسلي ۾ هڪ وڪيل، جيڪو اهڙي ئي هڪ اداري جي ور چڙهيل هُئو، تنهن ٻڌايو: ”جمبورين سان آگرين مان نُنهن ڇڪي ڪڍڻ ۽ ٻرندڙ سگريٽن سان ڏنڀ ڏيڻ تہ سندن پراڻا طريقا آهن. پُڇا ڳاڇا ڪندڙ عملي جا ماڻهو، جيڪي اڄڪلھ عذاب خانن ۽ اذيتگاهن جا سربراه آهن، سي نفسياتي حربن جا بہ زبردست ماهر آهن. ايتريقدر جو هو قاتل شڪار جي سوچڻ جي انداز تي بہ پنهنجي پڪڙ سخت ڪري ڇڏين.“ هن وڌيڪ ڏسيندي چيو: ”ان هوندي بہ تہ هو مون کي غلطيءَ ۾ ڪنيي ڪٽي ويا هئا- پر جيستائين تصديق ٿئي، تيستائين هنن مون کي لڳاتار چار ڏينهن اڪيلائيءَ ۾، هڪ اهڙي ڪونيءَ ۾ واڙيو، جتي سڄو وقت مُنهنجي مٿان وڏو بلب ٻرندو رهيو. منهنجي حالت تيستائين اهڙي ٿي ويئي هئي، جو آئون تہ ڪنهن ڪاري ڪُتي سان بہ ڳالهائڻ لاءِ تيار هُئس.“

جيتوڻيڪ هنن ادارن جا ڪي طريقا تہ ڏاڍا سخت آهن، پر پوءِ بہ اهو سچ آهي، تہ هو ڇاڻ جي معاملي ۾ بالڪل نيڪ ناڪ آهن. انهيءَ سلسلي ۾، بينظير ڀٽو جي هڪ پريس ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿي، هڪ صحافي جيئن ئي ٻاهر نڪتو، تہ منڊس ملاقات هڪ اهڙي ”دوست“ سان ٿي، جيڪو ڪنهن جاسوسي ڪاتي ۾ ڪم ڪندو هُئو. هُن ڪانئس جڏهن پريس ڪانفرنس جي تفصيلن بابت پُڇيو، تہ صحافيءَ کيس ورائيو تہ هو انهيءَ سلسلي ۾ سڀاڻي جي اخبار کي ڏسي. صحافيءَ تہ ڏاڍي مزي سان کيس اهو جواب ڏنو، پر ٻئي

طرف متئين آفيسر وڏو ڌمڪ ڏينديءِ هر اها ڳالھ سربستي ڪري ڪيس ٻڌائيءِ جيڪا ٻہ ٽي منٽ اڳ بينظير ڀٽو پنهنجيءَ پريس ڪانفرنس ۾ ڪئي هُئي!

هڪ ٻيو مثال هيئن آهي تہ: 28- مئي 1988ع جو صُبح ڌاريءِ صدر ضياءَ پنهنجن ڪُجھ صلاحڪارن کي پنهنجيءَ آفيس ۾ گهرايو ۽ کين حڪم ڏنو تہ 'ڊي آءِ بي' پاران آرمي هائوس (جتي ضياءَ رهندو هُئو) جي ٽئپ ٿيندڙ ٽيليفون لائين ڳولڻ جو ڪو جوڳو بِلو ڪيو وڃي. چيو وڃي ٿوءِ تہ ضياءَ پنهنجي عملي تي زور رکيو تہ اهو ڪم جلد ۾ ڪيو وڃيءِ ڇاڪاڻ جو هو اُن شام ئيءِ حڪومتي جوڙجڪ ۾ ڪي اهم تبديليون ڪرڻ وارو هُئو.

هُن ٿي گهريو تہ انهيءَ معاملي جي ڪنهن کي بہ ڪُڙڪ پئجي وڃيءِ يا ڪا ٻئي قسم جي گڙٻڙ ٿئي. جلدئي ان سلسلي ۾ هدايتون جاري ڪريءِ سڀني ادارن کي ڪم اڪلائڻ جي لاءِ چيو ويوءِ پر حيرت جي ڳالھ آهي تہ 'آءِ ايس آءِ' سميت سڀ اداراءِ اڌ رات تائين اُها ڳجهي ٽيليفون ٽئپ ڪندڙ ايڪسچينج ڳولي نہ سگهيا! انهيءَ ڳالھ جو ذڪر ڪنديءِ انهيءَ مُهم تي ڪم ڪندڙ هڪ عملدار ٻڌايو: "جڏهن اسين اها ٽيليفون ٽئپ ڪندڙ ايڪسچينج ڳولي ڳولي ٿڪجي پياسينءِ تہ آخر مجبور ٿي 'ڊي آءِ بي' جي هڪ اعلىٰ عملدار کي ڪنيپوسين ۽ ڪيس ٽئين درجي جون اذيتون ڏيئيءِ نيٺ پنهنجي مقصد واريءَ شيءِ جو ڏس ونڊ ۾ ڪامياب ٿياسين." پوءِ 'آءِ ايس آءِ' جي ساڳين همراهنءِ اسلام آباد جي هڪ ويران ڪُنڊ ۾ءِ اها ايڪسچينج ڳولي وجي هٿ ڪئي. نہ رڳو ايترو‌ءِ پر اُتان ڪُجھ 'آءِ بي' (انٽيليجنس بيورو) جي عملدارن کي پڻ سوگهو ڪيو ۽ ڪُجھ ٽئپون ۽ ٻيا انهيءَ سلسلي ۾ ڪتب ايندڙ اوزار پڻ پنهنجي قبضي ۾ ورتائون.

هڪ اهڙي ئي ٻئي مثال مان خبر ٿي پويءِ تہ افغان جنگ جڏهن صفا چوٽ تي هُئيءِ تہ سوويت يونين جي سفير طرفان اسلام آباد ۾ ڪيل هڪ پريس ڪانفرنس جي پُڄاڻيءَ کان پوءِءِ جيئن ئي هر صحافي رپورٽ ڏيڻ لاءِءِ پنهنجين پنهنجين اخبارن جي آفيسن ڏانهن روانو ٿيوءِ تہ منجهائنن هڪڙو ڦڙتي ڪائي 'ڪانسٽيٽيوشنل اوينيو' واري رستي ڏانهن لڙيءِ 'هوٽل شهرزاد' واريءَ عمارت ۾ هليو ويوءِ جتي اجڪلھ پرڏيهي وزارت جي آفيس آهي.

مٿي ذڪر ڪيل صحافيءَ جي گاڏيءَ جي بلڪل اڳيانءِ هڪ اڇي رنگ جي ٽويوٽا 1982 ماڊل ڪار (جنهن کي هڪ ڊگهي اينٽينا لڳل هئي ) اچي فوٽ پاٿ جي پاسي ۾ بيٺي. جنهن مان سادا ڪپڙا پاتل هڪڙو ناهوڪو همراهءِ گهمنڊ وچان مشڪندي لٿو ۽ ڏاڍي آرام سان هلندو پنهنجيءَ

’پارٽيءَ‘ ، يعني صحافيءَ سان اچي مليو. اهو منظر ڀين صحافين، اُتان لنگهندي پنهنجين ڪارن منجهان ڏٺو. جاسوسي اداري جو هي ’سورمو‘ مذڪوره صحافيءَ جي ڪار جي ويجهو آيو ۽ پنهنجو هٿ جهلي، ڪنهن شيءِ جي طلب ڪيائين. اندر ويٺل ’محبِ وطن‘ صحافيءَ، ڏاڍي اُتساهه مان پريس ڪانفرنس جي پريل ڪيسٽ سندس حوالي ڪئي. ڪيسٽ وٺي ايجنٽ صاحب واپس وريو، پنهنجيءَ ڪار ۾ ويٺو ۽ ڪار ”آءِ ايس آءِ“ جي هيڊڪوارٽر طرف رواني ٿي ويئي.

هڪ ٻئي دفعي، جڏهن ڪجهه صحافي هڪ هندستاني سفارتڪار ڪان، پاڪ- هند لاڳاپن بابت وضاحتون وٺي سندس گهر مان ٻاهر نڪتا، ته هُو پنهنجي گاڏيءَ ۾ سوار ٿي اچا گهٽيءَ جي ٻئي ڇيڙي تائين مس پهتا هوندا، جو ٻن- ٽن بنان نشان وارين ڪارن اچي سندن رستو روڪيو. جيئن ئي صحافين جي ڪار بيٺي، ته ڪين سادا ڪپڙا پاتل ڪن ايجنٽن گهلي ٻاهر ڪڍيو ۽ ڪين مار- موچڙو ڪندي، ٿيل گفتگوءَ جي باري ۾ مختلف قسمن جا سوال پڇڻ لڳا. بعد ۾ خبر پيئي ته مظلوم صحافين تي ڪوڙا الزام هڻي ته: هو نشو واپرائي بدتميزي ڪري رهيا هئا، پوليس جي حوالي ڪيو ويو!

تن ڏينهن ۾ ملڪ ۾ نگران حڪومت اقتدار ۾ هُئي، نه رڳو ان حڪومت جي صاحبن ان حادثي بابت ڪا ذميواري ڪانه ڪنئي، بلڪ اسلام آباد پوليس جي سربراهه پڻ لاتعلقي ڏيکاري. شايد ’رياست جي اندر ٺاهيل رياست‘ جي اعليٰ اختيارين، بظاهر پنهنجي سرِ صحافين کي آزارڻ جو فيصلو ڪري ورتو هئو.

(اصل ۾ انگريزيءَ ۾ لکيل عباس ناصر جو مضمون ’هيرالڊ‘ ڪراچي جنوري 91ع جي ٿورن سان.)

حجاب هڪ اهڙي وٿ آهي، جنهن ۾ انسان جي شخصيت پنهنجي اصلوڪي روپ ۾ نروار ٿئي ٿي. انهيءَ وٿ کان سواءِ سڀ ڪردار هڪ ٻئي سان ملندڙ جلندڙ لڳن ٿا. حجاب جي چادر ۾ انهن جا رويا ۽ مزاج اصلي رنگ ۾ ابري پنهنجي پوري سگهه سان سامهون اچن ٿا. جڏهن ته حد کان وڌيڪ حجاب وري هڪ مرض آهي. انهيءَ مرض جا به ٻه قسم. يعنيٰ ذهني ۽ جسماني آهن. جسماني حجاب جي بيماريءَ ۾ ڳالهائڻ ۽ جنگهن وغيره بابت ڪو به اڻ ٺهندڙ احساس اچي وڃي ٿو. جڏهن ته ذهني حجاب واري ناچاڪائي جو لاڳاپو انسان جي ڳالهائڻ ٻڌڻ ۽ روين ۾ ظاهر ٿئي ٿو.

(هئرولڊ نڪلسن)



# ذوالفقار ڀُٽي ۽ نصرت اصفهانيءَ جو وهانءُ

پاڪستان جو اڳوڻو وزيراعظم جناب ذوالفقار علي ڀٽو، پنهنجي مرتبي پُڄاڻان، اڄ بہ عالمي سطح جي شخصيت تسليم ڪيو وڃي ٿو. پاڪستان، هن علائقي ۽ ٽين دنيا جي حوالي سان، سندس سياسي تدبر ۽ ذهني اورچائيءَ جو ذڪر، سدائين غيرمعمولي انداز ۾ ڪيو وڃي ٿو. پر اها حقيقت آهي تہ ڀٽو صاحب ذاتي زندگيءَ ۾، پنهنجي سياسي سُڃاڻپ ڪان مختلف ٻي سڃاڻپ پڻ رکندو هُئو.

هُو ٽُپ احساساتي ۽ اُداسيءَ ڀريل هڪ اهڙي شخصيت جو مالڪ هئو، جيڪا زندگيءَ جي هر پهلوءَ ۾، پنهنجي اَدِ ۾ مليل بيقراريءَ کي ٻُوليندي، انتهائي گهرائيءَ تائين وڃڻ، ڏسڻ ۽ ڇهڻ لاءِ بيقرار هوندي آهي. چيو وڃي ٿو ته فرد ۾ موجود اها اَڻ ٽُٽ ئي، هميشه وڏن قصن ۽ ڪهاڻين کي جنم ڏيندي آهي.

ذوالفقار علي ڀُٽي جي زندگي ذهانت، ڏاهپ، دليريءَ ۽ تدبر سان گڏوگڏ، عشق، احساس ۽ جماليات ڏانهن فطري لاڙي هُجڻ ڪري، لاتعداد ڪهاڻين کي جنم ڏنو آهي. اُن مان هڪ ننڍڙي ڪهاڻي، سندس ٻي گهر واريءَ، بيگم نصرت ڀُٽو سان ٿيل عشق ۽ شاديءَ سان تعلق رکي ٿي. هيءَ ڪهاڻي، اسان کي ’ اسٽينلي والبرٽ‘ جي ڪتاب *Zulfi Bhutto of Pakistan* جي صفحن 32 کان 42 جي وچ وارن مختلف ٽُڪرن منجهان ملي ٿي.

- سنڌيڪار

ذوالفقار علي ڀُٽي سان، ڪراچيءَ جي هڪ بئنڪ ۾ ٿيل پنهنجيءَ پهرين ملاقات بابت ويچاريندي ۽ ساريندي، بيگم نصرت ڀُٽو، يادُن جي درياهه منجهان ٽُٻي هڻندي چيو: ”... سو هن مون ڏانهن نهاريو ۽ مون ڏانهس، پر پهرين نهار ۾، هُو مون کي برجستو ۽ سُهڻو نه لڳو. مون دل ۾ سوچيو، ته جيئن ئي منهنجي ساهيڙي (ماري حبيب الله) ملي ته آئون ڪانئس پڇنديس، ته هُن ذلفيءَ ۾ ڇا ڏٺو هئو، جو کيس دولائتو سمجهيو هئائين!“

”... بهرحال ڪجهه وقت کان پوءِ ئي مون کي محسوس ٿيو، ته هُو ڏاڍو سُندر آهي ۽ مون کي ساڻس پيار به ٿي ويو آهي.“ نصرت ۽ ذلفيءَ جي ٻيو ڀيرو ملاقات، سندس ڀيڻ منور الاسلام جي وهانءَ تي ٿي. انهيءَ موقعي کي ياد ڪندي بيگم ڀُٽو ٻڌايو: ”انهيءَ ڏينهن، رڳو هڪ ڀيرو هُن مون کي ڏٺو ۽ ’هيلو نصرت‘ چوندي اڳتي لنگهي ويو. مون سمجهيو ته هُو شايد شرميلي طبيعت وارو ڇوڪرو آهي. پر جڏهن مانيءَ کان پوءِ راڳ ۽ ناچ جي محفل شروع ٿي، ته هُو مون سان گڏجي نچڻ لڳو. ان وچ ۾، مون کي ايترو ته پنهنجي ويجهو آڻڻ لڳو، جو مون کي ڳالهه نه وڻي ۽ چيومانس: تون پاڪستان ۾ ويٺو آهين، هيءَ آمريڪا ناهي. منهنجي انهيءَ ڳالهه تي هُن ونّي ٽهڪ ڏنا. شايد هُو هن پاڪستاڻ جي نظر ايندڙ سونهن ۾ جڪڙجي چڪو هئو، جيڪا ڇهڻ مهل ڏاڍي اُباٽڪي ۽ ڏري پئي لڳي.

هيءَ شاديءَ واري دعوت، ڪراچيءَ جي سينٽرل هوٽل ۾ سڏايل هئي. پر ان کان اڳ جو سڀ ئي دعوتي ڀت تي وڃي ٻيهن، ذلفيءَ نصرت کان، کيس سندس گهر ڇڏي اچڻ بابت اجازت گُهري. جنهن تي نصرت وراڻيو ته وٽس پنهنجي گاڏي بلڪ ڊرائيور به آهي، جيڪو سندس اوسيڙي ۾ هيٺ

بيٺل آهي. سو هوءَ ڊرائيور سان گڏجي ويندي ۽ اڪيلي وڃڻ جو سوچي به نٿي سگهي. نصرت جي ورائيءَ منجهان 'نراس' ٿيندي، هن ٻي آچ ڏيندي ڪائنس پڇيو: ”پهلا هوءَ آئيسڪريم ڪائڻ پسند ڪندي؟“ جڏهن انهيءَ سلسلي ۾ به نُصرت طرفان نهڪار ٿي، ته هُو ڏاڍي ڪاوڙ ۾ اچي ويو ۽ چيائينس: ”توکي پتو آهي ته مان آهيان ڪير؟... ڏس، مان آمريڪا مان موڪلون گذارڻ لاءِ آيو آهيان.“ انهيءَ تي نصرت بهانو ڪيو، ته هوءَ ڪيس پنهنجو 'ياءُ' ٿي سمجهي. پر ذلفيءَ تاڙي ورتو ته اهو مڙئي ڊونگ آهي. سو هُو هڪدم سندس پير ۾ ٿي وينو ۽ ڏانهنس وڌيڪ اُتاولو ٿيندي، هُن جي مذر مُک ۽ زندگيءَ سان ڀرپور نيڻن منجھ نهارڻ لڳو...

مُنور الاسلام جي شاديءَ کان ٻه ڏينهن پوءِ، ذلفيءَ پنهنجي ڪنهن تازي پرٽيل دوست جي مان ۾ دعوت جهلڻ جو بهانو ڪري، نُصرت کي به سڏ ڏنو. ڪراچيءَ جي هڪ بهترين هوٽل ۾ رکيل هن دعوت ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ، جڏهن نُصرت پهتي ته ڪيس ذلفي پنهنجن نوڪرن سميت سندس انتظار ڪندي نظر آيو. جڏهن دعوت پوري ٿي ته هُو وٽس پهتو ۽ چيائينس: ”مون لاءِ اها ڪيڏي نه وڏي خواري ٿيندي، جو هاڻي پرٽيل دوستن آڏو وينو گذارشون ڪريان ته اُهي اسان جو ڪم ناهين.“ انهيءَ گڏجاڻيءَ کي ياد ڪندي نصرت چيو: ”مون کي ياد آهي ته هُن مون کي شاديءَ جي آچ ڪئي، پر پوءِ به مون انهيءَ کي ڀوڳ سمجهيو.“ چو جو ڪيس (نصرت کي) سڏ هُئي، ته هُو هفتي ٻن ۾ پنهنجي تعليم پوري ڪرڻ لاءِ، ٻيهر برڪلي روانو ٿي ويندو. پر ذلفي پنهنجي آچ کي نه وساري سگهيو ۽ نه وري هٿ ڪٽي سگهيو. وقت ۽ فاصلي پڻ سندس انهيءَ ارادي کي وڌيڪ سگھ بخشي ته هو ايراني نسل-جي هن شهري ڇوڪريءَ کي، پنهنجي ٻي گهر واري بڻائي وٺي...

1951ع ۾ برڪلي ۾ پنهنجي پڙهائيءَ جو بهار جي مُند وارو مُدو پورو ڪرڻ کان پوءِ، ذلفي جيئن ئي ڪراچيءَ پهتو، ته هُن نصرت سان رابطو ڪيو ۽ ڪيس ٻڌايو: ”آئون گذريل ٻن سالن کان، آمريڪا ۾ به تو بابت سوچيندو رهيو آهيان.“ ان کان هڪ سال اڳ، هُن پنهنجي ڪنهن دوست جي هٿان، ڪيس 'ذوالفقار جو نياپو' رسايو هئو. پر جڏهن ذلفيءَ جو اهو دوست 'ذوالفقار جي نياپي سميت' نصرت تائين پهتو، ته هُن پنهنجي اڻ ڄاڻائي ظاهر ڪندي نياپو ڏيندڙ کان پُڇيو: 'اهو ذوالفقار آهي ڪهڙو؟'

مصيبت.اها آهي ته پاڪستان ۾ رڳو ذوالفقار علي ڀُٽي تي ئي اهو نالو نه پيل هُئو. بلڪ 'حضرت عليءَ جي تلوار' جي نسبت هجڻ ڪري، 'ڪيترائي ذوالفقار' پئي گهميا ڦريا. بهرحال نُصرت جي پاران اهڙي اڻڄاڻائي ۽ بيپرواهيءَ، ذلفيءَ جي من اندر، ساڻس شادي ڪرڻ واري تمنا کي ايجا به

وڏيڪ شديد ڪري ڇڏيو. هُن دل ۾ عهد ڪيو ته جيئن هُن ’هئمنڊ ۽ ٽريور روپر‘ ۾ پڙهائيءَ دوران، لاطيني زبان سکڻ ۾ ڪاميابيون ماڻيون هيون، تيئن ئي هو هن ايراني ڪنيا کي رام ڪري وٺندو.

انهيءَ صورتحال تائين، نُصرت جي تعليم رڳو سينيئر ڪئمبرج تائين هُئي. جيڪا هن بامبي جي ’جيسزائنڊ ماري‘ اسڪول مان ورتي هئي. بعد ۾ ڪاليج تائين نه پهچي سگهي. ان هوندي به، هن کي دنيا جهان جي سموري ڄاڻ هئي. پنّي جي جڏهن بابت تاثر ڏيندي هُن ڏسيو: ”جڏهن ذلفيءَ جي پاران شاديءَ جي آڇ ٿي ته آئون اندر ۾ ته ڏاڍي سرهي هئس، پر ڪنهن کي به اهڙي ڏَس نه ڏنم. آئون موڪلائڻ لاءِ ساڻس گڏ هوٽل جي مُک دروازي وٽ پهتيس ۽ چيومانس: ”مون سمجهيو پئي ته تو مون سان پوگ پئي ڪيو.“ جنهن تي هُو صفا جذباتي ٿي ويو ۽ چيائين: ”پوگ! پوگ کي ڪڏ ۾ هڻ، مان صفا سنجيدو آهيان. مون کي پڙهائيءَ لاءِ وري واپس وڃڻو آهي. مان چوان ٿو ته واپسيءَ کان اڳ، هيءُ معاملو طئي ٿي وڃي. باقي وقت ڪيترو بچيو آهي واپسيءَ ۾!“

”... خير، سُتت ئي اها ڳالهه مون پنهنجي پيءُ ۽ والد سان ڪئي، جيڪي بـئي سهمت نه ٿيا. بابا چيو: ”اسين ايراني آهيون. هُو سنڌي آهن. تون ساڻس ڪيئن پرڻبينءَ!“... ان مهل تائين منهنجي امڙ جو لاڏاڻو ٿي چڪو هئو ۽ منهنجي عمر فقط پندرنهن ورهيه هُئي. جيتوڻيڪ اسان جو ڪٽنب آزاد خيال هئو ۽ منهنجي ابو امان به ڪُليل دماغ وارا ماڻهو هئا. پر ته به هن اسان کي بُري ۽ ڀلي جي تميز سيکاري هُئي ۽ اسان تي سنڌن ويساه به هئو. اهوئي سبب آهي، جو آئون اڏراتي طبيعت جي رولاڪ نه هُئس ۽ گهر سوير واپس موٽندي هُئس... بهرحال، ذلفيءَ جو مون سان شاديءَ جو پڪو ارادو ڏسي، آخرڪار آئون به راضي ٿيس.“

هيڏانهن نُصرت هاڪار مس ڪئي، ته هوڏانهن ذلفيءَ جا والدين ’نه‘ کي نَوَ ڪوٽ ڏيئي ويهي رهيا. ذلفيءَ جي والده کي ته ڪا گهڻي پريشاني نه ٿي، جو هُوءَ نصرت کي نه رڳو سُڃاڻندي هُئي، پر ڪيس پانئيندي پڻ هئي. البت سندس آزادخياليءَ کي نظر ۾ رکندي، ڪيس پنهنجي ڇنيه لڪٽي پُٽ جي زندگيءَ بابت وسوسا ضرور پئي ٿيا. بلڪ ڪيس پنهنجي پُٽ جي مَٽ ڪا عورت نظر ئي نه پئي آئي. ٻئي طرف سر شاهنواز ته انهيءَ خبر ٻڌڻ سان ئي صدمجي پيو. بهرحال جڏهن ذلفيءَ پنهنجي والدين سان شاديءَ بابت بحثا بحثي ڪري ٿڪجي پيو ته هڪ ڏينهن ڪاوڙ ۾ اچي، لنڊن لاءِ جهاز جون ٽڪيٽون وٺي، سامان ڪڻي اچي نصرت وٽ پهتو ۽ کيس پاڻ سان گڏ هلڻ لاءِ چيائين. انهيءَ وارتا کي ياد ڪندي نصرت ٻڌايو: ”مون کيس چيو ته مان

توسان پڇي هلان؟ سوال ئي پيدا نٿو ٿئي! پر اسان ٻئي ان مهل اداسيءَ وچان روئي ويناسين. ايتري ۾ ذلفيءَ جو هڪ دوست جيپ کڻي اچي پهتو ۽ ڪيس ڏسيائين: ”منهنجي ڳالهه ٻڌو، مون پهرين هڪ واٽيائيءَ سان شادي ڪئي ۽ پوءِ مسجد ڏانهن ويو هئس.“ ايئن ڪندي، دراصل هن دوست هن جوڙي کي ’جوڳو قدم کڻڻ‘ لاءِ همٿ پئي ڏياري. ان ڪان پوءِ اهو صاحب ٻنهي کي ڪراچيءَ جي ملير واري علائقي ڏانهن وني ويو ۽ هڪ مسجد جي ٻاهران بيهي چوڻ لڳو: ”اندر وڃي توهان ڪنهن مولويءَ کان نڪاح پڙهائي، شادي ڇو نه ٿا ڪريو؟“ اهو ٻڌي نصرت ايتري ته ڏڄي ويئي، جو روئندي چوڻ لڳي: ”مان ايئن هرگز نه ڪنديس. منهنجا مٽ ۽ بابو ڇا چوندا!؟ واپس هلو، نه ته مان پاڻهئي گهر هلي وينديس!“ نصرت جون رڙيون دانهون انهيءَ ڪري هيون، جو هن مناسب طريقي سان شادي ڪرڻ پئي گهري. بهرحال ٻئي ڄڻا ڪيس واپس گهر ڇڏي آيا. جتان ڪان پوءِ، ذلفي پنهنجي انهيءَ ’ڏاهي دوست‘ جي جاءِ تي وڃي رهي پيو ۽ اها رات پنهنجي گهر واپس نه موٽيو. هوڏانهن سڄي رات جي اوسيئڙي کان پوءِ به ذلفي واپس نه ٿيو ته، سندس والدين سندس زندگيءَ جي باري ۾ خوف وچان لرزجي ويا. بقول نصرت: ”آخرڪار ذلفيءَ جي والده روئندي اسان وٽ پهتي ۽ پنهنجي پٽ لاءِ پڇڻ لڳي ۽ گڏوگڏ چوندي رهي ته: ڪيس جنهن سان وڻي تنهن سان شادي ڪري. نصرت کي ذلفيءَ جي نڪاحي جي خبر نه هئي ڪونه، سو هن ذلفيءَ جي والده کي ڏسيو، ته جيئن ته هن ڪيس لنڊن لاءِ هوائي جهاز جون ٽڪيٽون ڏيکاريون هيون، تنهنڪري ٿي سگهي ٿو ته هو اوڏانهن روانو ٿي ويو هجي. پنهنجي پٽ جي هوڏي ۽ سخت طبيعت کان واقف هجڻ ڪري، ذلفيءَ جا والدين سندس ڳالهه تي اعتبار ڪري ويهي رهيا. سو اهو ويچاريندي، هي ويچارا پنهنجي گهر ڏانهن وني پيا. جتان مڱڻي جي منڊي ۽ ٻيا زيور کڻي، واپس نصرت جي گهر پهتا ۽ ڪيس آشيرواد ڏيئي، شاديءَ جي اجازت ڏنائون.

نيٺ 8- سيپٽمبر 1951ع تي، ڪراچيءَ جي هڪ خاص ۽ اهم جوڙي، يعني ذلفيءَ ۽ نصرت جي شادي ٿي گذري. ان موقعي تي، نصرت کي زريءَ جو پرت پريل روايتي غرارو ۽ ڏگهو چولو پاتل هئو ۽ سڄي زيورن سان جهنجيل هئي. پر ذلفي روايتي گهوٽ وانگر، ٽري وارو پڳڙ، سوڙهو پائجامو ۽ بندشيرواني پائڻ کان انڪار ڪندي، ته ٽيل سهڻي رومال وڌل ڪوٽ سميت، ڪاري رنگ جو پروقار فل سوٽ اوڍيو. سندن شاديءَ جا ساٺ سنوڻ ’مڪينل روڊ‘ ڪراچيءَ تي ’پنٿو هوم‘ تي ٿيا. جڏهن ته ٻئي ڏينهن کان وٺي سندن مان ۾ دعوتون به شروع ٿي ويون. هفتي جي آخر ۾، ذوالفقار پنٿو پنهنجي ماءُ ۽ زال کي ساڻ ڪري لنڊن روانو ٿي ويو.

پيار- ڪيت ۾ قتل ڪنهن
ڪنڊر- گلاب وانگر آ
۽ دوستي ڄڻ ڪو پوتر درخت
جڏهن ڪنڊر- گلاب ٻور جي تو
ته پوتر درخت ڪي ڪير ٿو ليکي؟
هي ۽ ڪنڊر- گلاب
بهار ۾ ڪيڏو ٿو وڻي!
سندس ٿر جڻ جي مُند
هوائن ڪي واسي ٿي ڇڏي
پر جڏهن سرديءَ جي موسم
ڪيس ڪومائي ٿي وجهي
ته ڪير آهي جو سڏي
ان گلاب ڪي سندر گلاب؟
(ايميلي برون)



# بينظير ڀٽو کي هڪ سنڌيءَ جو تحفو

4_ آڪٽوبر 1979ع ملتان

"ڪراچيءَ کان ملتان واري اڏام_ جنهن ذريعي اسان پنجاب جو دورو ڪنداسين، سا لڳاتار ليٽ ڪئي ويئي. منهنجي ساهڙي ياسمين ۽ آئون صبح جو ستين وڳين کان هوائي اڏي تي ويٺا رهياسون، پر اها اڏام منجهند ڌاري مس رواني ٿي. جڏهن ملتان پهتاسون ته هوائي جهاز کي ٽرمينل جي ويجهو بيهارڻ بدران، هوائي اڏي جي ڏورانهين ڪنڊ ۾ بيهاريو ويو. جيئن ٽيڪ اسان کي اول ئي ڄاڻ هُئي ته ائين ٿيو پئي ڪيو ويو_ جنهن جي پڪ تڏهن ٿي جڏهن جهاز کي فوج جون ٽرڪون ۽ جيپون وڪوڙي ويون.

خير، جيئن ئي جهاز جو دروازو کليو ته انهن ٽرڪن مان سادا ڪپڙا پهريل ٻه همراه مٿي چڙهي آيا ۽ پڇيائون:

”مس بينظير پـتـو ڪٿي آهي؟“
اُتي موجود هڪ اسٽيوردِ مون ڏانهن اشارو ڪندي ڪين مون بابت ڏسيو.
”اڄوءِ اسان سان هلو.“ هُن چيو.
”ڇو هلان؟“ مون پڇيو.
”ڪوبہ سوال نہ ڪريو!“ هُن ورائيو.

بهرحال جڏهن اسين جهاز مان لهي هيٺ ٿياسون، تہ رن وي تي هڪ ٽن سيٽن وارو ننڍو سيسنا جهاز بہ بيٺل نظر آيو- پوءِ هڪ عملدار حُڪم ڪيو:
”اوهان هن سيسنا ۾ سوار ٿـيو- ۽ انهيءَ سهيليءَ کي اتي ئي ڇڏيو.“

مون ياسمين ڏانهن نهاريو، تہ حيرت مان سندس اکيون ڦاٽـل نظر آيون. مون سوچيو خدا ڄاڻي هن ڏاريي شهر منجھ اڪيلائيءَ ۾ ويچاريءَ جو ڪهڙو حال ٿـيندو! هونئن بہ اسان وٽ ملڪ ۾ جڏهن کان منهنجي والدہ اسان جي ڪٽنب سان پيار ڪندڙ ۽ اسان لاءِ قيد ڪاٽيندڙ ڪارڪنن جون عورتون انصاف جي حاصلات لاءِ رستن تي نڪرڻ لڳيون آهن، تڏهن کان بنياد پرستن ۽ مارشل لا اختياريءَ جي ”ڪُتن“ کين ڏاڙهڻ شروع ڪيو آهي. انهيءَ خيال کان ياسمين پڻ ڳَتيءَ ۾ هوندي تہ سائس ڪهڙي حالت ٿيندي. ڇاڪاڻ جو اسان وٽ سلامتيءَ جو تصور فقط چند خاص ماڻهن لاءِ وڃي بچيو آهي. اهو ويچاريندي مون پوليس کي چيو:
”آئون ياسمين کان سواءِ ڪانہ هلنديس“.

اهو ٻـڌي سندن تارا ڦوٽـارجي ويا ۽ حڪم ڏيندي چيائون:
”جهاز ۾ سوار ٿـيو!“
”آئون هرگز بہ سوار نہ ٿـينديس“. مون ياسمين جي ٻانهن مضبوطيءَ سان پنهنجي هٿـن ۾ وٺـندي چيو.

اهو ٻڌندي ئي توقع جي خلاف هو مون ڏانهن وڌيا ۽ پڪڙي رن وي تان گهلڻ لڳا. انهيءَ وچ ۾ مونسان چنبڙيل ياسمين کي واڪو ڪندي چيم:
”ياسمين، مون کي نہ ڇڏجانءِ!“

ان دوران مون وڏي جهاز ڏانهن ڏٺـو. تہ اُن تي سوار ٿـيل مسافر ششدر لڳا پيا هئا. ۽ ياسمين ۽ مون کي رن وي مٿان گهليو پئي ويو. ايتريقدر جو منهنجي سلوار ڦاٽي پئي، منهنجي چنگهن کي ايتريون رهندون آيون جو رت وهڻ لڳو. ياسمين بہ رڙيون ڪندي رهي پر اسان هڪٻئي کي نہ ڇڏيوسون.

اها هڙ وٽ جاري هئي تہ پوليس جي ٻـ- طرفي وائرليس (Two way ra-dio) چالو ٿـيڻ لڳي. ڇاڪاڻ جو هر دفعي وانگر هاڻ بہ هو انهيءَ اَڻ تڻ ۾ هُئا، تہ ڪين هن صورتحال ۾ ڇا ڪرڻ کپي: ۽ انهيءَ سلسلي ۾ هُن وڏيڪ هدايتون وٺـڻ پئي گهريون- اوچتو جيئن ئي پوليس عملدارن جو خيال

وائرليس ڏانهن ويو، ته مون ۽ ياسمين موقعو وٺي لُوهه پاتي؛ ۽ پاڻ کي سيسنا جهاز ۾ وجهي ڇڏيوسون. انهيءَ وچ ۾ پائلٽ رڙ ڪندي پوليس کي ٻڌايو ته جيئن ته اونده ٿي رهي آهي، تنهنڪري جلد ئي هلڻ کپي، ٻي صورت ۾ اونده مهل جهاز کي هيٺ لاهڻ مُشڪل ٿي پوندو. مون اهو ته ٻڌو پر دل ۾ سوچيم پاڻ کي لهڻو ڪٿي آهي؟ سا خبر ته آهي ئي ڪانه!

پائلٽ جو مٿيون اطلاع جڏهن ملتان جي ڪورڪمانڊر کي مليو ته هُو تپي باهه ٿي ويو ۽ پوليس کي فورن رواني ٿيڻ جا حُڪم ڏنائين، پر جهاز پوءِ به بيٺو رهيو. چاڪاڻ جو پائلٽ چيو ته هن صبح ستين وڳين کان ماني ناهي کاڌي، ۽ هاڻي کيس بُک لڳي آهي. اهو ٻڌڻ شرط هُن لاءِ ته هڪدم لنچ باڪس آندي وئي، پر مون طرفان پاڻيءَ جي لاءِ ڪيل گذارش کي ڪورڪمانڊر طرفان بلڪل رد ڪيو ويو.

۱ جڏهن جهاز زمين ڇڏي فضا ۾ بلند ٿيو ته پائلٽ اسان ڏانهن نهاريو؛ ۽ لنچ باڪس پيش ڪندي ڏسيو، ته هُن ته اول ئي ماني کائي ڇڏي هئي، اهو کاڌو فقط اسان لاءِ گهرايو هئائين.

پنجن ڪلاڪن کان پوءِ اسان جو جهاز جڏهن زمين تي لٿو، ته مون سُڃاتو ته اسين راولپنڊيءَ پهتا هئاسين. چاڪاڻ جو اسان کي وٺڻ لاءِ جيڪا پوليس آئي هئي انهن منجهان هڪڙي کي آئون اول ئي سُڃاڻندي هُيس. اهو سوچي مون کي اطمينان ٿيو ته هاڻي ياسمين گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي اباڻي شهر ته پهتي هئي. انهيءَ وچ ۾ جيئن ئي مون جهاز جو دروازو کولڻ جي ڪوشش پئي ڪئي ته پائلٽ مون ڏانهن ڪنڌ ورايو. آئون هن گهڙيءَ به سندس مهربان چهري تي آيل اُڻ تُڻ کي ڏسي رهي آهيان.... سندس اکين مان ٻه لُڙڪ لڙي رهيا آهن... هو چوي ٿو: ”آئون سنڌي آهيان.“

بس ايترو ئي ڪُجهه هئو جيڪو هن چيو ۽ درحقيقت مون لئه اهوئي ڪافي هُئو.

*(محترمہ بينظير ڀٽو جي جيون ڪهاڻيءَ واري ڪتاب 'Daughter of East' جي صُفحي 149_ تان ڪنيل)*



# وزيراعظم ٻولي ٿو...

ڪُجھ ڏهاڙ اڳُ هڪ انٽرويو ۾، مسٽر نواز شريف دعويٰ ڪئي، ته نومبر 1990ع ۾ ملڪ جو وزيراعظم چونڊجڻ کان ٽي مهينا پوءِ، تڏهوڪي فوج جي سپھ سالار جنرل اسلم بيگ ۽ 'انٽر سروسز انٽيليجنس بيورو' نالي فوج جي جاسوسي ڪاتي جي سربراه جنرل اسد دراني ءَ ڪيس ٻڌايو، ته ملڪ کان ٻاهرين ڳُجهين مهمن لاءِ، ڪين گهڻي روڪڙ جي ضرورت آهي، جن جي پُورائي لاءِ هُو وڏي پئماني تي نشيدار شين جو واپار ڪرڻ ٿا گهرن.

بينظير ڀٽو هٿان آڪٽوبر 1993ع ۾ چونڊون هارائيندڙ ۽ هاڻوڪي مخالف ڌر جي سربراهه مسٽر نواز شريف چيو: ”جنرل دراني ءَ مون کي ڏسيو، ته اسان وٽ اهڙي منصوبي تي عمل ڪرڻ لاءِ، مڪمل خاڪو موجود آهي. هاڻي فقط اوهان جي رضامندي (Approval) ٿي کپي.“

”اها ڳالھ ٻڌي، منهنجا ته وائيسر ئي ڦري ويا!“ ميان نواز شريف ايئن چوندي، ڳالھ کي اڳتي وڌايو: ”مون ڪجھ ڏينهن بعد، جنرل بيگ کي گهُرائي چيو ته هُو فوج کي سرڪاري طور تي، ڪنهن به اهڙي منصوبي ۾ شريڪ نه ٿيڻ جا حڪم جاري ڪري.

ٻئي طرف انهيءَ مؤقف تي تبصرو ڪندي، جنرل بيگ (جيڪو آگسٽ 1991ع ۾ فوج منجهان رٽائرڊ ٿيو آهي) ورائيو: ”اسين ڪڏهن به ايترا غيرذميوار نه رهيا آهيون. اسان جا سياستدان جڏهن اقتدار کان ٻاهر هوندا آهن ته اهڙا قصا گهڙيندا رهندا آهن. مان چوان ٿو ته مٿين ڳالھ ۾ ڪا به صداقت ڪانهي.“

ساڳئي معاملي تي ڳالهائيندي، جنرل دُراني (جيڪو هينئر جرمني ءَ ۾ پاڪستاني سفير آهي) چيو: ”اڳوڻي ملڪي وزيراعظم طرفان، اهي ڪوڙ ۽

وڏاءَ سان پيريل لفظ چوڻ، هڪ فضول ڳالھ آهي. مون کي ته ڪا به خبر ڪانهي. اسان ته اهڙي ڪنهن معاملي تي ڪڏهن به ڪو نه ڳالهايو هيو.“

جڏهن ته هٿيار بند فوجن جي ترجمان، برگيڊيئر جنرل ايس- ايم- اي اقبال ورائيو: ”اها ڳالھ ته سوچي به نٿي سگهجي. هيءَ مرتبي کان ڪريل انتهائي معمولي فعل آهي، جيڪو اسان جي اداري کان هرگز نٿو ٿي سگهي.“

مسٽر نواز شريف سان ڪيل ڳالھ ٻولھ، پاڪستان ۾ نشيدار شين جي واپار جي باري ۾ ڪيل، وسيع تحقيق جو هڪ حصو آهي. جنهن منجهان واضح ٿئي ٿو ته ملڪ جي ڪنهن به اعليٰ منصب تي آيل ڪنهن شخص، پهريون دفعو ملڪ جي فوج تي ڪليو ڪلايو الزام هنيو، ته وٽس پنهنجين ڳجهين رٿن تي عمل ڪرائڻ لاءِ، نشيدار شين جي واپار ذريعي پئسا گڏ ڪرڻ جهڙا، غيرروايتي منصوبا موجود آهن.

هوڏانهن آمريڪا جي پرڏيهي کاتي جي عملدار جو چوڻ آهي، ته وٽن اهڙيون ڪي به ثابتيون ناهن، جن منجهان خبر پوي ته پاڪستاني فوج، ڪڏهن به نشيدار شين جي ڪاروبار ۾ ملوث رهي آهي. ان هوندي به، آمريڪا سميت ٻيا عملدار به پاڪستان ۾ نشي جي ڪاروبار گهٽائڻ، ڪاري ڌَنَ جي چُرپُر ۽ آفيسرن طرفان ٽينڊرز بدعنوانين سميت مُختلف مامرن تي، پاڪستاني حڪومت جي بي ڌيانيءَ يا اٽپورين ڪوشش تي، پنهنجي ناراضگي ڏيکاريندا رهيا آهن. جيڪي پهلو گهري ’ڊرگ ڪلچر‘ جو حصو بڻجي، افغانستان ۽ ايران جي ذريعي، هٿ ٺوڪيي ’گولڊن ڪريسينٽ‘ جو نالو اختيار ڪري، دُنيا جي سڀ کان وڏين نشيدار شين پيدا ڪندڙ مرڪزن مان ڳڻجي رهيا آهن.

اڄ کان ٻه سال اڳ، ’سي- آءِ- اي‘ طرفان مقرر ڪيل هڪ تحقيقي ماهر(Consultant)، پنهنجي هڪ رپورٽ ۾ چتاءُ ڏنو هُئو ته نشيدار شين منجهان ڪمايل ناڻي جي گردش کان، هاڻي پاڪستاني معاشري جو ڪو به ادارو يا فرد بچيل ناهي. ايتريقدر جو ملڪي صدر ۽ فوج جي جاسوسي کاتي جا به نشي جي واپارين سان لاڳاپا آهن.

هڪ اندازي موجب، پاڪستان ۾ هرسال 70 ٽن هيروئن پيدا ٿئي ٿي. جنهن جو ٽيون حصو، ملڪ کان ٻاهر سمگل ڪيو ويو وڃي. جنهن جو به وڏو مقدار اولھ جي ملڪن طرف نيو ويندو آهي. آمريڪا جي پرڏيهي کاتي (State Deptt.) نشيدار شين جي استعمال بابت به پنهنجي هڪ رپورٽ ۾ ڪَٿ ڪئي آهي ته آمريڪا ۾ واپرائجندڙ هيروئن جو اسي سيڪڙو، مٿين علائقي منجهان اچي ٿو.

ڪيترن سالن کان، پاڪستاني فوج جا نشيدار شين جي ڪاروبار ۾، ملوث هجڻ جا افواھ اُٿندا رهيا آهن. ياد رهي ته پاڪستاني فوج ۽ خاص ڪري ان جو سي- آءِ- اي جيترو خودمختيار ۽ مضبوط جاسوسي ادارو، تمام

گهٽي سگهه ۽ پنهنجي مقرر ڪيل ترجيحن تي عمل ڪرڻ جي شڪتيءَ جي ڪري جڳ مشهور آهن. پاڪستان جي 47ع ۾ ورتل آزاديءَ کان اڄ تائين، لڳ ڀڳ اڌ عرصو اقتدار تي قابض رهندڙ پاڪستاني فوج تي، عوامي سياستدانن طرفان، نيوڪليائي رخ ۾ پنهنجي- منهن ڪم ڪرڻ کان سواءِ، هندستان سميت مختلف ملڪن ۾ ڏٽيڙ پکيڙيندڙ هٿيار بندن جي همٿ افزائي ڪرڻ ۽ انهيءَ سلسلي ۾، عوامي نمائندن ۽ سياستدانن کي اعتماد ۾ نه وٺڻ ۽ عوامي سياسي قيادت جي حڪمن جي انحرافي ڪرڻ جهڙا آروپ لڳندا رهيا آهن. هونئن به تواريخي طور تي، پاڪستان ۾ فوج جو سربراهه ملڪ جو طاقتور ترين فرد ليکبو آهي.

فوجي ذريعن جو چوڻ آهي ته 1989ع ۾ افغانستان جي جنگ جي پڄاڻي ٿيڻ کان پوءِ، 'آءِ- ايس- آءِ' کي ملندڙ رقم ۾ گهٽتائيءَ سبب، ڪيس پئسي جي تنگي ٿي آهي. جو ته آمريڪا ۽ يورپ سميت سڄي دنيا ۾، سندس معرفت افغان مجاهدن کي جيڪا رقم ۽ هٿيار ملندا رهيا، تن منجهان هن اداري جا عملدار، پنهنجي-منهن کانچو ڪندا رهيا. جيڪو بعد ۾ افغانستان منجهان روس جي واپسيءَ ۽ ڪميونسٽ حڪومت جي خاتمي کان پوءِ بند ٿي ويو. ساڳين ذريعن جو چوڻ آهي ته گهربل روڪڙ جي فراهمي نه ٿيڻ ڪري، هن ايجنسيءَ لاءِ اڳوٽي سطح تي ڪم ڪرڻ ۽ پنهنجين ڳجهين مهمن کي جاري رکڻ، خاص ڪري هندستان اندر ڪشميري هٿيار بند ويڙهاڪن جي مدد ڪرڻ وارا پروگرام جاري رکڻ مشڪل ٿي ويو آهي.

اهڙي مهم- جوئي جماعت اسلاميءَ جهڙين بنياد پرست تنظيمن طرفان ٿيندڙ مالي مدد ذريعي برقرار رکي ويندي آهي.

هڪ الهندي ملڪ جو سفارتڪار (جيڪو نواز-بيگ ۽ دراني ملاقات واري ڇاڻايل موضوع مهل اسلام آباد منجهه مقرر ٿيل هئو ۽ بعضي بيگ ۽ درانيءَ سان له وچڙ ۾ ايندو هئو) جو چوڻ آهي: "اهو هرويرو ناممڪن به ڪونهي، ته هي همراهه اهڙي منصوبي بندي نه ڪري سگهن."

ساڳئي سفارتڪار جو چوڻ آهي: "ڪيتري وقت کان اهي افواهه گشت ڪندا رهيا هئا، ته 'آءِ- ايس- آءِ' جا عملدار پنهنجي لاءِ ڏوڪڙ جمع ڪرڻ بدران، افغان مجاهدن کي جنگ جاري رکڻ لاءِ، مختلف موقعن تي نشيدار شين جي سمگلنگ ۾ سندن مدد ڪندا رهيا."

مسٽر نواز شريف جو چوڻ آهي ته مٿي بيان ڪيل بيگ ۽ درانيءَ سان سندس ملاقات، اسلام آباد منجهه وزيراعظم جي سرڪاري رهائش گاهه تي منعقد ڪئي ويئي. جڏهن هڪ ڏينهن صبح جو ساجهر، جنرل اسلم بيگ فون ڪري ڪانئس وقت گهريو، ته جيئن هو ڪنهن انتهائي حساس معاملي تي، کيس ذاتي طور تي بريف ڪري سگهي.

ميان نواز شريف ٻڌايو: ”جنرل بيگ ۽ جنرل دراني ءَ جو انهيءَ ڳالهه تي زور هُئو تہ جيئن تہ هيءُ سڄي ڪارگذاري ڪنهن ٽين اعتماد جوڳي پارٽيءَ جي معرفت ٿيندي، تنهنڪري انهيءَ ۾ پاڪستان جي نالي اچڻ جو سوال ئي پيدا نہ پئي ٿيو. جنهن کان پوءِ جنرل دراني ءَ انهن ڳجهين فوجي مهمن جا تفصيل ٻڌائڻ شروع ڪيا، جن جي تڪميل لاءِ ڏوڪڙن جي بيحد ضرورت هُئي.“

هن انٽرويوءَ منجهہ نوازشريف انهن ڳجهين مُهمن جا تفصيل ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، جن تي فوج جي انهيءَ جاسوسي اداري کي عمل ڪرڻ لاءِ ڏوڪڙن جي ضرورت هُئي. سندس چوڻ آهي تہ وٽس اهڙا ڪي ذريعا ڪونہ آهن، جيڪي تصديق ڪر سگهن تہ 'آءِ- ايس- آءِ' سندس حڪمن موجب عمل ڪيو، پر سندس خيال هئو تہ ايجنسي سندس هدايتن کي وزن ڏنو هئو. هن چيو: ”مون کين کُليو کُلايو چيو، تہ هو ڪنهن بہ اهڙي معاملي ۾ ٽنگ نہ اٽڪائين، بلڪ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ مون جنرل بيگ کي بہ گهرائي چيو تہ نشيدار شين جي واپار بابت مون سختيءَ سان آءِ ايس آءِ کي پري رهڻ جو حڪم ڏنو آهي.“

ميان نوازشريف، جيڪو حڪومت وڃائڻ کان پوءِ توائي لڳو پيو آهي، (جنهن جو الزام هو پنهنجي سياسي مخالفن تي هڻي ٿو) سو اڄڪلهہ سال کان قائم ٿيل بينظير حڪومت جي خاتمي لاءِ، ڏينهن رات هڪ ڪري چڪو آهي. سندس تازي جاري ڪيل بيان ۾ دعويٰ ڪيل آهي، تہ پاڪستان وٽ ائٽم بم موجود آهي. ان بابت پڻ سندس منطق آهي تہ اولهہ ۽ آمريڪا جي دٻاءُ هيٺ، بينظير حڪومت جيئن تہ ائٽمي پروگرام کي ختم ڪري رهي هئي، تنهن ڪري سندس بيان سان ملڪ کي فائدو رسندو. هوڏانهن جواب ۾ ملڪي حڪومت ائٽم بم موجود هُئڻ کان انڪار ڪندي، پنهنجي پراڻي موقف کي ورجايو آهي تہ پاڪستان وٽ ائٽم بم ٺاهڻ جي صلاحيت بهرحال موجود آهي.

ميان نوازشريف کي 'جُهريل توپ' سان ڀيٽيندي، هڪ اولهندي ملڪ جي سفارتڪار جو چوڻ آهي: ”مون کي تہ نواز شريف طرفان فوج کي نشيدار شين ۾ ملوث ڪرڻ واري بيان تي اعتبار ئي نہ پئي آيو.“ هن عملدار جو خيال آهي تہ هيءُ بيان، دراصل بينظير حڪومت کي ڪمزور ڪرڻ ۽ پاڪ- هند لاڳاپن کي ڇڪتاڻ ۾ رکڻ جي هڪ گهري سازش آهي. هن وڌيڪ چيو: ”جيڪڏهن هن ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ امن ٿي ويندو، تہ اهي گڏجي نشي جي معاملي خلاف جنگ ڪندا، پر نواز شريف جي بيان جو اصل مقصد، انهيءَ صورتحال جي ابتڙ ماحول پيدا ڪرڻ ٿو لڳي.“

(واشنگٽن پوسٽ ۾ جان وارڊ اينڊرسن جو ڇپيل مضمون)

# پڙهڻ کان پوءِ

مغربي ڪلچر يوناني ڪلچر تي ٻيٺل آهي، جيڪو يورپ ۾ عربي افريقا جي رستي، يوناني ٻوليءَ جي ذريعي نه پڙهڻ کانپوءِ بلڪ لاطينيءَ جي ذريعي آيو. اڄ اسان ائسڪيلس، پلاٽو ۽ سيفوءَ جا ادبي ڪارناما ايئن مجيو ويٺا آهيون، جڻ اسان جي پنهنجي زبان ۾ هجن ۽ جن کان چڱي طرح واقف هجون. اهي عنايتون مترجمن وسيلي حاصل ٿينديون آهن.

مترجم نه رڳو مختلف ٻولين جي ادب ۽ قومن کي هڪٻئي جي ويجهو آڻي ٿو ۽ هڪ قوم جي ثقافت جي حاصلات کي ٻي ثقافت سان شناسائي پيدا ڪرائي ٿو، بلڪ اسان جي خاطر ٿيندڙ جدوجهد ۾ اخلاقيات کي نئون موڙ ڏيڻ ۾ به حصو وٺي ٿو.

جن جو سندس انهيءَ صلاحيت ۽ لياقت جي مڃتا ۾ ڪيس سنڌي ادبي سنگت- سنڌ پاران 1996ع جو 'بهترين ترجمي جو ايوارڊ' ڏنو ويو آهي.

مترجم جو موجوده ڪتاب به ساڳئي موضوع سان، اُن سلسلي جي توسيع آهي. جنهن مان سندس طبيعت جي لاڙي، شوق ۽ ڪمٽمنٽ جو پتو پوي ٿو. جنهن لاءِ چئي سگهجي ٿو ته اهي ترجمو نه، پر طبع زاد آهن. مترجم انهن تحريرن کي ترجمو ڪرڻ دوران تخليقي عمل مان گذريو هوندو. نه ته نه هو موضوعن جي مناسب چونڊ ڪري سگهي ها ۽ نه ئي اهڙو معياري ترجمو ڪري سگهي ها. چو ته ڪوبه ترجمو تخليقي تحرير وانگر وفادار ۽ سچو تڏهن آهي، جڏهن اهو Rational هجي. هيگل پٽاندر: "What is real, is rational, what is rational is real."

ايذرا پائونڊ چوائي، "جيڪو دور تخليقي ادب جي لحاظ کان عظيم هوندو آهي، اهو ترجمن جي لحاظ کان به عظيم ٿئي ٿو." اها عظمت سنڌي ادب جي موجوده تخليقي دور ۽ علمي ۽ ادبي دور سان لاڳو ٿئي ٿي يا نه، انهيءَ تي بحث ناهي. پر جيتري قدر سنڌي ادب ۾ ترجمو ڪيل ادب جي واڌاري جو سوال آهي، ته پڪ سان چئي سگهان ٿو ته سنڌي ادب جي تخليقي دور کي، وڌ کان وڌ ادبي صلاحيتن عطا ڪرڻ ۾، انعام شيخ جي هنن ادبي ترجمن جو وڏو هٿ هوندو.

**وليرام ولڀ**



ايذرا پائونڊ چواڻي، ”جيڪو دور تخليقي ادب جي لحاظ کان عظيم هوندو آهي، اهو ترجمن جي لحاظ کان به عظيم ٿئي ٿو.“ اها عظمت سنڌي ادب جي موجوده تخليقي دور ۾ علمي ۽ ادبي دور سان لاڳو ٿئي ٿي يا نه، انهيءَ تي بحث ناهي. پر جيتري قدر سنڌي ادب ۾ ترجمو ڪيل ادب جي واڌاري جو سوال آهي، ته پڪ سان چئي سگهان ٿو ته سنڌي ادب جي تخليقي دور کي، وڌ کان وڌ ادبي صلاحيتن عطا ڪرڻ ۾، انعام شيخ جي هنن ادبي ترجمن جو وڏو هٿ هوندو.

**وليرام ولڀ**


نئون نياپو

سنڌ پبلشنگ هائوس

A-35، نيشنل آٽو پلازا

مارسٽن روڊ ڪراچي 74400

فون: 7736738

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڻُو، ياڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجِيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجِيٽائِيز ڪرڻ کان پوِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڏي تي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي ڀاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني جي نشاني آهي.

پَڙَهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙَهن نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
> - اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)

پڙهندڙ نسُل . پَ نَ The Reading Generation